سهيوڳي ساهت ۽ ڪلا

جي

# آرسي

جلد پنجون

سهيڙيندڙ
ولي رام ولڀ
ظفر حسن

آرسي پبليڪيشن
حيدرآباد سنڌ

آرسي پبليڪيشن
پوسٽ باڪس نمبر 50
حيدرآباد سنڌ.

پهريون ڇاپو جنوري 1986ع



سهڻي پرنٽرس، الهندو ڪڇو، حيدرآباد سنڌ
۾ ڇپيو. معرفت مبين پرنٽنگ ايجنسي،
گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.

وليرام ولڀ ۽ ظفرحسن
آرسي پبليڪيشن حيدرآباد پاران پبلش ڪيو.
(حسينا سيد پبلشرس ۽ ساهت چتر پبلشرس
جي سهڪار سان)

ٽائيٽل ڪور: چوڌري (هندي مخزن 'ساريڪا' تان)
ٽائيٽل ڪئليگرافي: محمدعلي سهتو

'Arsi' Volume Fifth.
An Anthology of Contemporary
Sindhi Literature and Arts.

Compiled by: Vali Ram Vallabh and Zafar Hassan.

First Published January 1986.

Published by Arsi Publications,
P.O. Box No. 50,
Hyderabad Sind.

Printed at Sohni Printers, West Katcha, Hyderabad Sind.
Through Mobeen Pirnting Agency,
Gari Khato, Hyderabad Sind.



Title Cover: Chaudhry. (From 'Sarika' a Hindi Fortnightly)
Title Calligraphy: Mohammad Ali Sahto.

# وچور

## ڪوتا ـ ڪاڪ

## ڪهاڻي - ڪلا

## من - سڳنڌ



## اپياس - ڳهر

# نارايڻ شيام

## ڪيئن چوان... (غزل)

ڪئن چوان تصوير هوءَ هوبهو تنهنجي هئي،
پوءِ بي تصوير سا هر طرح تنهنجي لڳي!
منهنجي هر احساس ۾ سار پڻ شامل رهي،
ڪنهن نظر، ڪنهن مُرڪ، ڪنهن روپ، ڪنهن آواز جي!
ماڪ جِهن گل تان چڪيِ، پڇ آنهن ڪان سواد جي،
مون ته پيتا لڙڪ ها، جي گلن تان پيا ڳڙي!
پڻ حواسن جي وڏي، روح سان پاڏي نه ڪئي،
ناهه ڪا آبدي خوشي، ڇو ٿو جهورين جندڙي!
گيت ڪنهن ڳاتو اِيئن دل گهريو پر ڇا ڪريان،
ديوتا ڪوئي نه هو شيام بينس هٿ ٻڌي!

## شانت ماحول، مگر... (غزل)

ڏرم جو اِيئن وجود آهي خدا جئن پاسي،
آمن پڙاڻن ۾ ڏنل ڏند ڪتا جئن پاسي.
حال آهسته ڏسيئه خانه تباهيءَ جو پئي،
هاءِ سسڪين سان پريل نرم هوا جئن پاسي!
شور ڏي شور هو، مفهوم نه هو نعرن جو،
گونجندي راز ڪرڻ ساڻ غفا جئن پاسي!
رات سنسان ۾ اڄ چپن جو احساس اِيئن،
بند تقرير ٿيڻ کان بعد فضا جئن پاسي!
شانت ماحول مگر پوءِ به چُپ چُپ هرڪو،
شيام سانڍي وچون، گنڀير گهٽا جئن پاسي!
□□

# هرومل سدارنگاڻي

## مي جون مهينن ۾... (رباعيون)

1- مي جون مهينن ۾ دهليءَ جي هوا،
ڪيڏي تي، گرم تتي! ڪهڙا جهولا !!
جڻ جڻ نڪري پگهر، وڃن آرايون،
جت ڪٿ ڏسجن بُت تي ڪنپين جان جهڳتا.

2- هڪڙو ٿو چوي ته هو ڪپڙ ڪارُو آهه،
چلڪي ٿو پيو ته هي به گهر پارُو آهه،
چاڙهي ٿو ڏٺي ته ڳالهه ۾ آهي چا،
مون کي ته لڳي ٿو ڪو ڪم ٽارو آهه.

3- ناٽڪ ۾ آداڪار پيا اچ وڃ ڪن،
پردا به لهن چڙهن، ۽ منظر مٽجن،
ڏيکاري ڏين اکيون ڏسن ويٺيون سڀ،
پر سوئي پُسن جو ڏيکارين ٿو من.

4- ننگو ڏسي ساڌوءَ کي پڇيم اڻ تڻ کان:
ڪپڙن پهرڻ کان ڇو آڇيئي ٿي بچان؟
چيئين ڏيکبو آهي يا ڳُجهه يا غيب،
ڇڻ چا ٿو سُجهي توکي ڏيکيان جنهن کي مان!

5- آهيان ڪجهه انسان، ۽ باقي حيوان،
ٿورو ڪجهه ڀڳوان، ۽ باقي شيطان،
هر وقت اٿم من ۾ پنهنجو مطلب،
عاقل آهيان خير ڪي، باقي نادان.

6- جيسين هوندو تير خوديءَ جو ڪنهن سان،
تاڻي رکندو خوب بيائيءَ جو پاڻ،
جنهن وقت به تي پيو آنهيءَ کان پالهو،
هڪڙو ئي نظر ايندس، سڀ ڪنهن ۾ پاڻ.

□□

# سروپچندر شاد

## ٽڪا طنز ڀريا دوها پڙهو... (دوها)

ٽڪا، طنز- ڀريا دوها پڙهو، سروپ،
ڀهروپي انسان جو ڏسو اصلي رُوپ.
ڇوڻ ۽ ڪرڻ ۾ هي جو آهه فرق،
ماڻهو شڪ گمان جي ڏُٻڻ منجهه غرق.
جسم جي جنسار ۾ ماڻهو مست مگن،
روح سندي پڪار کي ٻوڙا ڪين ٻُڌن.
جسم لڳي ٿو جيئرو، روح مري ويل،
سُرندي جي تارن تي چڙهي آڪٽ چڙهيل.
ماڻهو ڀهتو چنڊ تي، پر دل تائين ڪونه،
پٿر ميڙي آئيو، موتي ميڙيائين ڪونه.
ڏسڻ ۾ ڏينهن جهڙو، پر اصل ۾ رات،
مٺي مرڪ منهن تي، قلب اندر ڪات.
نياءَ جي نالي ۾- هٿڙا هاچا ٿين،
وڪيو جن وطن کي، سي ٿيا محب وطن.
هر دم مالها هٿ ۾، مُک تي ويد، پُراڻ،
چوي: ’بچو پاپ ڪان،‘ پاپ ڪري هو پاڻ.
’ڪام چڏ تون، ڪامٽي،‘ هو اها ڏي مت،
ڪام وس ٿي، پاڻ پيو، جڳت ماري پنڊت.
پنڊت، چاڙو ويد جو، گاديءَ تي ويٺل،
گيتا ٻُڌندڙ نار ۾، هن جي اک ڪُتل
پنڊت وينو وڪڻي، هر شئي ڪٽي قسم،
سرڳ سهانگو، برهم سستو، وڌو، مفت ڌرم.
’ڪوڙا ناتا رشتا، سچو گروءَ جو سنگ،
گوري، گيان جي گهرجي، لڳ گروءَ جي انگ.‘

سامي آيو ايئن چوي: ’لوڪو لوڀ چڙيو‘
پٽر ، ماري سڀ چون: ’چريو ڙي چريو.‘
ڪولي در دڪان جو سچو چوي: ’اچ،‘
ڪوڙ خريدي سڀڪو، ڪوئي نہ گهنهي سچ.
’منهنجو مذهب ماڻهپو،‘ شاعر چوي هيئن،
’پرسان هڪڙي پيل ڪي، پر ويهاريان ڪيئن؟‘
دکي انسانيت جي، خدمت ٿو ڪريان،
جانچ - في صرف سئو رپيا، نسخو مفت ڏيان.
اٿم خوف خدا جو، دل ۾ صبح شام،
مقرر منتلي ڪان مٿي، پئسو وٺڻ حرام،
پڙنائي پوڙهي ڪي، پارهن - سالي ڌيءَ،
’لکيو ڪونہ ٽريو،‘ رويو چوي پيءَ.
پڙهڻ پڙهائڻ جنهن لاءِ هو هڪ مشن،
آهوڻي استاد چئي، ’سڀ ڪجهہ آ ٽيوشن.‘
صرف آهن ڳالهيون، ماڻهو ڪاڏي ويو،
مٿايو ساندباڻ، يا هن جو ڏس ڏيو.
□□

# استاد بخاري

## تڙپان ٿو... (غزل)

ڇهون حس چرڪ ڇيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو،
ڪٿي مون کي ڪيمدبيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
اميدون زندگيءَ جون جنتون، جوٽيون،
پٺيان ڪو پرَ پکيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
يقين، ايمان جي سرحد سڀي ويئو،
خرد بخيا اديڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
ازل ڪاهي، ابد ڳاهي چڪو آهيان،
خيال اڳتي بہ ڪيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

الائي ڇو، الائي ڪو، ٻڌائي ڪو!
بنائي پو بگيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
گهٽيءَ مان ڪوبہ ڳيرو ڳهوٽ گذري ٿو،
ڇرِتو ڪو واڄٽ تيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
جو اوتر، مينهن ۾ آيو اجهو سمجهي،
اُتي ٽُوٽيون اکيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
مرڻ جي منڌ ٿي ناهيس پر ڳيرو،
جيئڻ جي لاءِ جهيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
شڪاري جُوءِ ۾ شهباز ڏاري پيو،
ٻخاري مور ميڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
□□

# ڪرشن راهي

## مست قلندر... (وائي)

سٿ:-
ڪوئي آهي! ڪوئي آهي! سڌ اوناٿي،
ڪوئي آهي!
راءِ ڏياچ کهي آيو آ پنڌ پڇائي!
آهي ڪوئي پيجل ڳائي ۽ سر لاهي!!
ڪوئي آهي!
موتي آيو آهہ پنهونءِ پيو در ڪڙڪائي!
آهي ڪوئي سسئي ننڊ منجهان جاڳائي!!
ڪوئي آهي!
ڪوٽ عمر جو ڪاٽي مارئي موٽي آهي!
آهي ڪوئي ڪيت وٺي جو منڌ موٽائي!!
ڪوئي آهي!

سچ ٻڌي منصور نچي تـو اڄ للڪاري!
آهي ڪوئي جو اڄ مون کي سُوريءَ چاڙهي!!
ڪوئي آهي!
ننگي سياست ڏس چا چا تي سانگ رچائي!
آهي ڪوئي جو لوئيءَ جا لڱ لڪائي!!
ڪوئي آهي!
دلبر لئه ديوار پٺيان دلبر واجهائي!
آهي ڪوئي جو ديوار پيچي دڳ ٺاهي!!
ڪوئي آهي!

**پڙاڏو:-**

ڪوئي ناهي! ڪوئي ناهي! ڪوئي ناهي!
اولهه ۾ واڪو، سڏ ٿي سڏ، وراڻي ناهي!
ڪوئي ناهي!
هرڪو ننڊ ۾، ڪير اُٿي ڪنهن کي جاڳائي!
ڪوئي ناهي!
ڪيت به وينو آهي پنهنجو ڪوٽ اڏائي!
ڪوئي ناهي!
سچ کي سچ چئي ڪيئن ڪوئي سُوريءَ چاڙهي!
ڪوئي ناهي!
ڪتا ٿا ڀونڪن، ڪو مست قلندر آهي!
ڪوئي ناهي!
ڪنهن جو سڏ آ، ڪنهن کي سڏ آ، ڪوئي ناهي!
ڪوئي ناهي!
□□

## بشير مورياڻي

### برکا رت ۾ بند گلاب... (نظم)

صبح دم
منهنجي ڇماڇم
توکي جاڳائي نہ ٿي
تون تہ آهين محوِ خواب!
ورنہ کهڙي بوند منهنجي آهہ
جا
ڳائي نہ ٿي
مان تہ بيحد چاهہ سان
آيس ڇهي
تنهنجو بدنِ
مون تہ سانڍيو ساهہ سان
تنهنجو ڇهاءُ
جنهن ڪيو چوڏس آهاءُ
ڪاش! تنهنجي مڌ ڀري خوشبو
ٿئي ها موجزن
جسم ۾ منهنجي وري
ڪاش! اي مکڙي! کُلين ها
پنهنجو پي ٿئي ها ملڻ
هاڻ تنهنجي بي‌نيازي کي ڏسي
روح
۾ نيرو آپ
۾ طوفان
منهنجا دشمن ٿي پيا
آئون هن وستي کان دور.

تنهنجي گلشن کان پري
ڪافي پري
شايد وسان
ڪنهن اهڙي صحرا تي وسان
جيڪو هجي مون لئه
ازل کان
منتظر
ڪاش! اي مڪڙي! ڪُلين ها
پنهنجو پيي ٿئي ها ملڻ.
□□

## محمد خان مجيدي

### ناهين ٻاهَ ميان! (وائي)

ڪنهن به ڪچهري ۾ نه ڪرين تون، منهنجو آدر ڀاهَ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.
سنڌ امڙ جي پيٽ مان ناهين، سنڌ نه تنهنجي ماءُ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.
ماءُ جي منڙي ٿڃ جو تو ۾، ناهي سڳنڌ ساءُ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.
ناهه سمايل تنهنجي سر ۾، واهوندي جو واءُ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.
هوشُو هيمون وارو تو ۾، ناهي تڙڪو تاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.
پاڻ ڪي سمجهين پنج مٿو ٿو، سير نڪو تون پاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.
ڪين ڪڏهن تو مون کي آکيو، مون سان گڏجي کاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين ڀاهَ ميان.

ڪين لهين تو لاڪيٽن جي، ڪنهن پر سڌ سماءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
ويڙهه ۾ ڪين ڪتب تو آڻين، دودي وارو داءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
تنهنجي بدن تي هرگز ناهي، گهائي وارو گهاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
پاڙي پاڙي پهتو تنهنجي، پاپن جو پڙلاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
ڏاڍي، ڏسي هي تنهنجا توڪي، ڪير نه چوندو آءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
سـڌ سان تنهنجو سـڌ نه مون سان، هائو ساڻ نه هاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
تو وٽ ناهي پٽ ڏٽيءَ جي وائـي جو ورجاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.
تنهنجو منهنجي سانگيئڙن سان، ناهي ڪو سرچاءُ ميان،
تون منهنجو ناهين پاءُ ميان.

□□

# عبدالقيوم صائب

## ... ادائون نه رهيون... (رباعيون)

يارن ۾ اڳيون يار ادائون نه رهيون،
محفل ۾ به رنگين فضائون نه رهيون؛
يادن جو مگر آهه اڏيل ڪاڪ محل-
سومل جون سٽيل گرچه سزائون نه رهيون.

اڄ يار جي در تي سي جهميلا نه رهيا،
ميلا ها متل جت اتي ميلا نه رهيا؛
افسوس! زمانا تو ڪري ڇا نه ڇڏيو-
ٿي ويا سي اڪيلا، جي اڪيلا نه رهيا.

محبوب جي ماڻن تي وري ڪير ڪڇي،
هن راڄ جي راڻن تي وري ڪير ڪڇي؛
جت مام سموري ئي اشارن ۾ رکيل-
ات ڪير جي ڪاڻن تي وري ڪير ڪڇي.
برپٽ ۾ گلستان ته غنيمت آهي،
ڇا لالئہ صحرا به حقيقت آهي؟
ويرانين ۾ گل جو ڪنهن وقت ٽڙڻ-
زخمي دل جي لاءِ مصيبت آهي.
يارن سان ڪبو ليکو يارو ڪهڙو،
تن ڪاڻ ته وري وڃبو وارو ڪهڙو؛
ليڪن سان وري ڪهڙي ياري هلندي-
هت ماٺ سوا ٻيو آ چارو ڪهڙو.
اڻڄاڻ خطا ڪائي ويندو آهي،
تي پهڻ صفا رائي ويندو آهي؛
حرفت جي اڳيان حرفت هلبي ورنہ-
هيٺو به وجهي ڇائي ويندو آهي.
باطل جي اڳيان جهڪڻو آهي جنهن کي،
وٺندو نہ ڪڏهن آهي ڪو حق تنهن کي؛
حق ۽ باطل جي ته لڳبي ويڙهہ اچي-
باطل سان نباهڻو هو پاڻ ۽ پنهن کي.
ماڻهن ميڙي مال ڪنو آهہ ڪيو،
يارن اڄ في الحال سنو آهہ ڪيو؛
جيڪي وينا ان ئي سني تي آهين-
تن ان مان ڪجهہ ڪين منو آهہ ڪيو.
تاريڪ حوادث ۾ جيڪو آيو،
گر تي ويندو آهي تنهنجو سايو؛
پاڇو به بڏل ناهي جنهن سان يارو-
سو هاڻ رکي ڪنهن تي پنهنجو پايو.

پرجهڻ ۽ پروڙڻ جون ڳالهيون آهن،
ڳالهيون جي ڏسڻ ۾ بس ڳالهيون آهن؛
تن ۾ ئي رکيل آهن رمزون ڪيئي-
ڳالهين تي ئي وچنديون ٽالهيون آهن.
□□

# نثار بزمي

## چڪي پوندا چاڪ... (وائي)

چارڻ! چور نہ چنگ، چڪي پوندم چاڪ.
آئون اڪيئي آڪميل، ساٿيءَ ڪونهي سنگ،
چڪي پوندم چاڪ.
جوڳيئڙي جو جان کي، ويڙهي ويو آ ونگ،
چڪي پوندم چاڪ.
ماري ويو من کي، اهڙو آ اڙبنگ،
چڪي پوندم چاڪ.
جوني هين جهان ۾، ننگيءَ تي آ ننگ،
چڪي پوندم چاڪ.
بزمي وينو ڏس تون، رنگيءَ وارو رنگ،
چڪي پوندم چاڪ.
□□

# آثم ناٿن شاهي

## شوڪيس (نظم)

هڪ پُراڻي ڪاٺ جي ڪوڪي مٿان
فارميڪا جي لسي ۽ ترڪڻي چادر چڙهيل
سامهون شيشا لڳل
۽ اندر ٻن-چئن خانن ۾ رکيل
ڪوپ - ساسر،

جگ - گلاس،
اسٽيل جا ڪجهه ٿانءَ ٿو-
۽ ڪاشيءَ جو شينهن
اڄ جو ماڻهو ٿو اِيئن مون کي لڳي
جيئن هجي شوڪيس ڪو گهر ۾ پيل!

## راند پٺي روزي (نظم)

هيٺ پارن جو وڏو ڊٻڪو،
مٿي سيرٽين جو ميڙ
آڏ - اگهاڙا، نڪ ۾ بينا (رنگ دانگيءَ جو ترو)
شيدين جا ٻار
ڪجهه هڏيون / چيچڙا / ٽڪر آنڊن جا
۽ بيڪار گوشت،
نينگ ڏئي آپ ڏي پيا آڇلن
مٿان، سيرٽيون جهٽينديون پيون وڃن
راند ٻارن جي-
ٻڪين جو روزگار!

## مڱڻهار (نظم)

هي ڇيرن کان ٻه ننڍا ۽ سنهڙا،
بد شڪل ۽ بي نيمڪ ساسي،
پيي هوا مان جهي هيتي آيا ها
سهي،
جسم منهنجي کي جڏهن کان ڇهتي،
رت منهنجو لڳا هين چوسڻ
اَن ڏينهن کان وڌندي وڌندي،
مون کان ٻه وڏا ٿي ويا هين،
ملڪ منهنجي ۾،
مڱڻهار!

## گولي (نظم)

ڪنهن تيڪي ڪَرَتَ جيان، جيڪي هلائڻ وارا
مون تي وارن جي مٿان وار ڪرڻ وارا دوست!
تورو ڪَڪِر تي،
مون رکيو 'پين' چنبڙي آ پنهنجي
جنهن کي سمجهين تو:
'تيري نات تِريءَ' جي گولي!
□□

# اياز گل

## سچ سان ويساهه گهاتي... (غزل)

دانهن ٻڌائيندين ڪنهن تون گهٽ گهٽ جي،
مولا سائين!، ماٺ اسان جي آندر جي.
سچ سان ويساهه گهاتي!!، سوچ جي سيني ۾،
هوريان هوريان نوڪ لهي ٿي خنجر جي.
ڪيڏا سُک جا خواب، اکين ۾، ماڻهن جي،
ڪيئن تہ حياتي گهارڻ پيا ٿا، توهَر جي!
هڪ ئي ناتو تي ڏڙڪو تيز ٿئي دل جو،
ميٺي، سرمو ٿيندي ناهي هر ڏر جي.
ڪمرا سڀ اوندهہ جي ڏُوڙ ۾ لتجي ويل،
بتي ساري رات ٻري پئي پَدر جي.
ذرا ذرا تي ويندو ڪُوڙ جو آئينو،
هڪڙي ٺوڪر ڪپندي آهي پٿر جي.

## ... قتل عام آ، جيون... (غزل)

سوچ جو قتلِ عام آ، جيون،
هڪڙو اُبتو نظام آ، جيون.

جنهن کي آقا کي رولڻو آهي،
اهڙو باغي غلام آ، جيونُ.
ٻسڪو جي دؤرَ ۾ اسان جو چڻ،
عارفاڻو ڪلام آ، جيونُ.
جنهن کي سانڍڻ ٻه مسئلو آهي،
پيارا!، اهڙو انعام آ، جيونُ.
منهنجي نوڙت سان پيارُ تي ويو ٿَس،
آئون نوري ۽ چام آ، جيونُ.
پاڻَ ڪيٰ آ جتان جُدا ٿيڻو،
دوست!، اهڙو مقام آ، جيونُ.
پاڻ ـ ڏاڍي ڪي، ڪنهن هيٺي جو،
چاپلوسي ـ سلام آ، جيونُ.

□□

## ادل سومرو

### چانڊوڪيءَ جا پٽ... (ٽيڙو)

شاهه سنائينءَ جي سِٽَ
اوندهه جي گهڙي تي چڙ،
چانڊوڪيءَ جا چٽَ
سنڌوءَ جي سانجهي
تڪل سچ جو عڪس،
مڪڙي ۾ مانجهي-
اگر جان اوپر
اونهاري جي اک ۾،
سارين جو اوپر-
ڳاڙهي ڳلَ تي تيرُ
ريڻي پڙ ۾ آهه پيو چڙ،
ڪنهن سودي جو سِرُ.

جيون ڏينهن پُنا
مصوّر جي موت تي
سارا رنگ رُنا.
درد دکايو دُودِ
رکَ سمورا سپنا
اکين ۾ بارود.
پڙهندي ڪالهہ ڪتاب
پوڙي، منهنجي دل ويو،
سڏڪن جو سيلاب.
رُسي وئينءَ تون
پوءِ بہ ڪِلندي زندگي
گهاري آهي مون.
□□

## ذوالفقار سيال

### ... ڏسون ٿا (غزل)

وري رات ڪاريءَ کي ڪٽندي ڏسون ٿا،
اسان ڀاڪ کي هاڻ ڦٽندي ڏسون ٿا.
اجهو سانت ۾ ڏار ڀيهر پيا هن،
پريان گوڙ گجگوڙ پٽندي ڏسون ٿا.
هي شهرن جا ماڻهو رڳو گم ٿيا هن،
مقامن مان ماڻهو بہ ڪٽندي ڏسون ٿا.
گهرن جي ڇتين تي اچي لوڪ ويٺو،
اشارن ۾ اهڃاڻ ملندي ڏسون ٿا.
هجومن ۾ ماڻهو رتوڇاڻ ليڪن،
اوچي گهات سان تن کي هلندي ڏسون ٿا.
اوهان جي آ مرڪڻ جو انداز اهڙو،
پراڻا نوان زخم ٽيندي ڏسون ٿا.
□□

## ارشاد ساگر

### ٻازار ڏسي موٽيا آهيون... (غزل)

ٻن آجرين آجرين اکڙين ۾، اقرار ڏسي موٽيا آهيون،
ڇڻ خالي هٿين ڪا سون سندي ٻازار ڏسي. موٽيا آهيون.
ڪلهه اکر اکر جي بکيا لئي دو در تي جهول پکيڙيسين،
اڄ، پنهنجي اڱڻ تي اکرن جا انبار ڏسي موٽيا آهيون.
ڪلهه، جيت نه هئي ته به جيون جي هر پل تي داءُ لڳايوسين،
اڄ، پاڇي جي ڇهري تي هلڪي هار ڏسي موٽيا آهيون.
ڪلهه سنگينن ڪِي سامهان ٿي ۽ ٻلوانن سان ٻکياسين،
اڄ پيونءَ سڄيءَ تي بازو وڏيل پيوتار ڏسي موٽيا آهيون.
ڪلهه مورک ٻنجي مچ ستر جا مُرڪي مُرڪي اَڪتاسين،
اڄ، دانهه ٻنجي دڙڪي جي ديوار ڏسي موٽيا آهيون.
ڪلهه، سونهن ڇٽيو سرمد هو ۽ سچ ڇٽيو سُقراط هو،
اڄ سچ ۽ سونهن جي ڪُک سُڄي اي يار ڏسي، موٽيا آهيون.
□□

## بيدل مسرور

### مُحبت واندڪائي نه آهي ته پيو چاهي (نظم)

واندڪائي ملي ڪانه تي
جو ڪٽي هڪ ٻي ساڻ ملون
۽ وقت اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته
تون به پنهنجي ماحول ۾ خوش ٿي گذارين
منهنجو به وقت پاس ٿي ٿو وڃي
تنهنجو
مون ڪان سواءِ به آخر گذارو ٿي ٿو وڃي نه
منهنجو به تو ڪان سواءِ گذارو ٿي ٿو وڃي

پوءِ اسان ملون به ته ڇا لاءِ
توکي تنهنجي ماحول ۾
سڀ ڪجهه ميسر آ
۽ مون کي منهنجي ماحول ۾....

## تو خط ۾ لکيو آ (نظم)

حياتي!
زمين ۾ ڪتل، صليب ۾ ٽنگيل
ساهمي آهي
جنهن جي هڪڙي پڙ منجهان آئون بيٺي تو ڏي نهاريان پئي
ٻئي پڙ مان تون مون ڏي اچڻ لاءِ پاڻ ٿو پٽوڙين.
تون به ڇريو آن
مان به ڇري آن
ڏسين ڪونه ٿو
ساهميءَ جي زنجيرن سان ڪيئن نه پاڻ جڪڙيل آهيون.
پوءِ
تون ۽ مان
ڪيئن! اها وڇوٽڙ پولار پار ڪري
هڪ ٻئي سان ملي سگهنداسين.

## تون لاڏوڻٽڙو آهين... (نظم)

ها!
مان لاٽوڻٽڙو ٿي ته آهيان
جنهن جي ڏور
تنهنجي هٿ ۾ هوندي آهي.
ڪڏهن ٽريءَ تي، يا ڌرتيءَ تي
پئي ڪڏائيندي آهين
پر جڏهن به مان ٿڪ پئي،
تو ڏي ڏسندو آهيان

ٻارن وانگي تاڙيون وڄائي
پوين ڦرڪن ڪَنان ٻه اڳ ۾
ڪٺي ونندي آهين هٿ ۾
۽ مٺ ۾ پيڙي
پيهر ڏور ويڙهيندي آهين
ان نموني....
ڪڏهن ترڻ تي يا پٽ تي
پٺي ڪڏائيندي آهين.

□□

## انيس انصاري

### تون پاپي ڪر ڪي پڇ... (دوها)

موهه مٽائي، ڪام ڪُٺي، تون پاپي ڪر ڪي پُڇ،
سڀ وڃائي، سنڙيون ڳالهيون، باقي ڪر تون سُچ.
سندر مُک ڪي ساري ساري آهه وهامي رات؛
رات ڪٺن هئي مون لئه ڏادي، آهه ڪٺن پربات.
پردي پويان سندرنيني پاتي هڪڙي جهات؛
جهات ته موهيو من آ منهنجو، ماريو هن جي هات!
وارِ مٽوڪر، نيڻ ڪنول ۽ مُکُ آ پشپ سمان؛
چال منوهر، ڍال انوکي، واڪ آ ديپڪ ڏان.
هاڻي ڪاڻي نانگڻ جهڙي، چال عجب متوالي؛
سرچي لڇمي روپ آ ان جو، ڪاوڙ ۾ آ ڪالي.
چڱي نياڻي پريت تو سڄني، ڪري پلايون پال؛
چڱي گذاريم جوين جواني، چڱا گذاريم سال.
گيڙو ڪپڙا، مُکَ تي رام، هٿ ڇري ۾ پڙهي پُران؛
اهڙو ماڻهو دل جو ڪارو، اهڙو ماڻهو ڪين سڃاڻ.
ست است جو جهڳڙو ڪهڙو؟ ست ته آهي زور؛
زور وارو آ سچو هميشه، رين هجي يا ڀور.

□□

## مريم مجيدي

### اگهہ وڏي تي آيل آهيون... (غزل)

اگهہ وڏي تي آيل آهيون،
تو کان پوءِ بہ وڃايل آهيون.
اندڻ ماڻهن جي نگري ۾،
پاڻ ئي اک بچايل آهيون.
ڪا من اندران آجائيءَ ڏي،
ڪوئي هٿ وڌايل آهيون.
پنهنجو پاڻان رت پيون پيا،
ڪيڏا آت آڃايل آهيون.
تنهنجي من جي آڳر مٿهندان،
پيرا پاڻ ڦتايل آهيون.
ماڻهن جي ڪنهن ميڙاڪي ۾،
بيت سچوءَ جو ڳايل آهيون.
جهول اياڳي مريم جي ۾،
عيسيٰ جيئن نپايل آهيون.
بي ساهن جيئن ڏڪجون پيا ٿا
پونءَ تي ڪر آچلايل آهيون.
جوءَ ۾ ڪنهن تي جوٺي ڪٺجي،
هر ڪنهن هٿ جاڳهايل آهيون.
□□

## ستار پيرزادو

### سدن ـ بست ڦولاريو (نظم)

مون کان ماضيءَ لاءِ نہ پڇ
مون کي منهنجي حال ۾ ڳول

گذري ويئي سا گذري
تنهن لاءِ کُھڙي ھام ھڻان
منهنجو ماضي
اتهاس جي ڪنهن ڪنڊ پاسي
ڪني چوُري چُني وانگر
سڏڪي سڏڪي
ليٽي پيو ھوندو
ھش! ايڏو ھل نہ ڪر
گوڙ تي ھيڪر جي جاڳيو
پوءِ ڪير سمهي سگهندو
۽ مون کي ڏاڍا ڏيندو ڏنڀ
مون وٽ ھاڻي وقت نہ آھي
جو مان ويهي منجهيل سٽ ڄڀان
اڻ ڪي سموهيان
منهنجو ماضي گونگو ٻوڙو
ڪيڏو بہ مان جي دانهيان
ھن جي ڄڻ نہ ڪوئي ڪَن،
پنهنجي پٽ وڄايان ڇا لءِ؟
مانڊ ۾ وينو سور سهان
۽ حال منجهان جي خوش نہ آھيان
اڻ ھوندي بہ نراس نہ آھيان
ڇو جو منهنجو حال حيات
سڌ پڙاڏو واڪو ڪو ڪر
ڪنهن جي ڪن تہ پئجي ويندي
جو اوڙو پاڙو جاڳيل آھي
مون کي ايڏي پڪ پوي ٿي
منهنجو پاڙو
ويل وڃائڻ جهڙو ناھي

وسانُ ڪين گهٽائيندو
مون کي ماٺ ۾ ويٺل پائي
تون ايئن نہ سمجهي ويهج
تہ منهنجا هڏ حرام ٿيا هن
مان پنهنجي جان ۾ ڏم تو ڦوڪيان
مان پنهنجا لنگ ڪٽي سٽي
لوهہ مان رڪ ٺاهيان ٿو
پوءِ دشمن تي جو وار ڪندس
ٿون پڪ ڄاڻج
منهنجو وار خطا ٿيڻو ناهي
۽ پنهنجي ساري ٿيٽي آهي
۽ ڏيهہ تان اوندهہ جو ساگر
سڪي پيلاڻيون ٿيندو
۽ پوءِ منهنجي جيڏي سرتي!
پنهنجو ديس - پنهنجي ڌرتي
ساٿين جي هر رت ڦڙي مان
مست - مدن ڦولاريندي۔
□□

## عابد مظهر

### پل (نظم)

پل هئا جي گذري ويا
پل آهن جي گذرن پيا
وقت - هو جو ٿهڪ هئا
هيون تنهنجون منهنجون ڳالهيون اڻ کٽ
وقت آهي جو ڪجهہ بہ ناهي
ڳالهائڻ لاءِ ڳالهيون ناهن
تون بہ ساڳيو، مان بہ ساڳيو
پوءِ بہ ناهيون ساڳيا ساٿي

ڏينهن هئا جو لڪندا هئاسين
ڇپبا هئاسين، پڙهندا هئاسين
وقت آهي جو هاڻي
ساڳيون واٽون، ساڳيون وستيون
ڪير سجائڻ وارو ناهي.

□□

# غلام حسين رنگريز

## مون هي چاتو... (وائي)

پيري پنڇي آڏرڻ آتو، مون هي چاتو.
جـَر جا جيرا تنهنجو ناتو، مون هي چاتو.
ڪاريهر سان پيچ هو پاتو، مون هي چاتو.
قاتل زهر هو امرت پاتو، مون هي چاتو.
پانهپ ٻئي نجي پٽ پاراتو، مون هي چاتو.
سوچن لوچن رنگ به لاتو، مون هي چاتو.

□□

# سارنگ ابڙو

## ساڍهو چاهين ٿا... (نظم)

مان پنهنجون اکيون ڪيڏي لاڪر ۾ رکي ڇڏيون آهن
۽ پنهنجن جذبن جي هڙ ٻڌي
ڪنهن مئل جي پراڻن ڪپڙن وانگر
دريا ۾ اڇلائي ڇڏي آهي
۽ مرڪ کي ڪوتي تڪي وانگر
واٽ تي اڇلائي ڇڏيو آهي
مان ته اوڏر تي به خوشيون حاصل نه ٿو ڪري سگهان
جو اوڏر تي خوشيون به

پهرين تاريخ وارن کي ملنديون آهن
۽ منهنجي جيون ۾ ته پهرين تاريخ ڪڏهن آئي ناهي
ماڻهو ته چاهين ٿا
مان تنهنجي مرڪ جيڪا مان توکان اڌار ورتي هئي
۽ انهيءَ تي لڳ ڪندو وتان
توکي موٽائي ڏيان
جو ته مُرڪ ماڻهو منهنجي روئڻي چهري تي
نٿا ڏسي سگهن.
□□

# اڪبر سومرو

## سرءُ جو نوحو (نظم)

سونا پن زمين جي بستري تي سمهن پيا
ڪي پن وڻن ۾ اوباسيون پيا ڏين
ڪي ڏيئي ڏيئي ٿڪا آهن.
۽ پنهنجي واري جو انتظار پيا ڪن
ته هوا جون ٻانهون ڪڏهن اچي کين کڻي بستري تي سمهارينديون
ڳوٺ جي مائيٽي تلاءَ به پنهنجا هٿ هلائڻ ڇڏي ڏنا آهن
۽ موسم جو نيا ڳو ديوتا پنهنجين اکين ۾ مٽيءَ جا پُڪ پيو وجهي
مڙهيءَ ۾ وچنڊڙ گهينڊ جو آواز به هاڻي بي سُرو ٿي ويو آهي
ديويءَ سينگار ڇڏي ڏنو آهي
چهرو گد گد تي اداسي ٿو
ڳوٺ جي ڪاريءَ رات جي پُٽڙ مٿان چڪر ڏيئي
ان وڻ مٿان اچي ٿو ويهي
جنهن پنهنجو سائو جُبو قاڙي لاهي ڇڏيو آهي
ٻوٽا پنهنجن ڳُلن کي اٿين سڏ ٿا ڪن،
جيئن ماڏرون پنهنجن ننڍڙن ٻارن کي درن تي بيهي
سڏينديون آهن.
□□

## حسن درس

### من جو مڪتب... (غزل)

منهنجي حيات، منهنجي ورسي،
تو ئي جيتيو، تنهنجي سرسي.
مرڪ ۾ منهنجو موڙيو تو جيئن،
لڙڪن جي برسات برسي.
سج ۾ سُوتا هٿي پيو جهومي،
چنڊ ۾ تي پيو آهي چرسي.
وات وٺي مان ڪيئن وڃان ها،
تون نه آئينو، پيس ترسي.
من جو مڪتب، خالي ويران،
حسن ڇڏائي وٺي سڀ درسي!

□□

## علي نواز ڦل

### سيئي آڌما انگل ڇڏياسين ڏتاري... (غزل)

سيئي آڌما انگل، ڇڏياسين ڏتاري،
اسان نيٺ توڪي، وياسين وساري!
پلڻ پاڻ پنهنجي تي، حيران آهيان،
نتي آهه پرجي، نتو روح روئاري!
نه پيرن ۾ سنگهرون، نه ئي دلڙي ڌڙڪي،
متيندي ٿي پر مان، ڇڏيوسين نهاري!
نه تو من ئي تڙپي، نه تو روح سڏڪي،
وڇوڙي جا ڏينهڙا، وياسين گذاري،
نه محفل وٺي ٿي، نه جام ئي وٺي ٿو،
هجي اهڙو ساقي، بندوءَ جر پياري!
نيون چاهتون ۽ نوان موهه جاڳيا،
امڙ سنڌ تي اڄ، اسان ڪي پڪاري!!

□□

## فيض پيرزادو

### ... پوڙها ٿي ويا آهيون (نظم)

ڪيترن ڏينهن کان پوءِ
ملندا هئاسين
ڇهرن کي
لڙڪن جو ريج ڏئي
پريت پو ڪيندا هئاسين
هيترن ڏينهن پڇاڻا
ملياسين
هيل پنهنجي نيڻن ۾
سنڌوءَ جيان
پاڻي ڪونهي
ڇهرا ڌوڙ زمين جان
سڪي ويا آهن
جاني جدا ٿيندي
توڙي ملندي
ڪجهه محسوس نه ٿا ڪريون
غربت ۾
پنهنجو پيار به غريب ٿي ويو آهي
جوانيءَ ۾ ئي جڻ
پوڙها ٿي ويا آهيون.
□□

## نذير ناز

### ... واڌون ڏڪيندا آهن ماڻهو (غزل)

من ڌرتيءَ تي ڪي ڪي من ڪي وڻندا آهن ماڻهو،
سي ئي حسن جي وستيءَ ۾ وسندا آهن ماڻهو.

ڪنهن کي پنهنجو سمجهون اسين ۽ ڪنهن کي پرايو سمجهون،
ڏارين کي ٿي پنهنجو ڪري هٿ سمجهندا آهن ماڻهو.
اجڙيل بستيون اجڙي پيهر وري وسجن ٿيون،
اجڙ دلُ جي وستيءَ کي پر نه وسندا آهن ماڻهو.
پنهنجو ڏيهه ڇڏي ڇو هو پرڏيهه ۾ آهن وهي رهيا،
پرڏيهي شايد تن کي اکين ۾ ويهاريندا آهن ماڻهو.
بي وڙيسهه هن دنيا ۾ ويساهه هتي ڪنهن جو نه ڪجي،
وڪ وڪ تي هتي ناهه ڏکيءَ جا ناهيندا آهن ماڻهو.
برهه جي باهه لڳي جا سا ته اجهائي ناهي اجان،
دل جي لڳي کي شايد نه آجهائيندا آهن ماڻهو.
سنسار جي ڪوڙن سپنن تي پلجي تون وشواس نه ڪر،
ڪوڙا ڪوٽ ڪوڙن جا ويهي جوڙيندا آهن ماڻهو.
دل گهريو ڪو دوست پري محفل ۾ ملي ويندو آ،
دل ۾ لڪائي تنهن ڏي نهاريندا آهن ماڻهو.
راهه وفا ۾ ڪو ته وفا جو راهي ناز ملي ويندو،
آس انهيءَ تي ويهي واٽون تڪيندا آهن ماڻهو.

□□

## سقراط سيتائي

### ... هرڪو پنهنجا ڏو رکي ماڀا پرين (غزل)

اٿ ورهايون اچ هلي هر جاءِ تي،
پرهه جي آمد سنداپرچا، پرين!
ماڻهپي جي موت تي ماتم ڪري،
بار دلين جا ڪريون هلڪا، پرين!
هرڪو سوڳهو ٿي سگهي ٿو ڏوهه ۾،
ڪنهن جا ڪنهن جا مان ڪٿان نالا، پرين!
هرڪو ڇهري جي مٿان ڇهرا رکي،
ٿو هتي ڏيندو وتي دوکا، پرين!

جو مان سوچان ٿو، اهو ئي سچ ۽،
شال سپنن جي ڏسان ساپيا، پرين!
ڪجهه ڏهاڙا ڏ"ڪ" جا گذرن رڳو،
پاڻ پيي پوءِ تو جيان آجا، پرين!
هرڪو آدرشن پنيان دوڙي پيو،
هرڪو پنهنجا ٿو رکي ماپا، پرين!
□□

## محمد علي پٺاڻ

### پوڙ ڪان پوءِ... (نظم)

هاڻي سنڌو سُڪي ويو آهي
ناوَ هاڻي نہ، نينهن جي چُلندي....
ڪوبہ آواز نہ، ڪن جو ڪڙڪو
سانت سهاڻي نہ، پکيءَ جو پڙڪو
پٽڻ پٺي آ پگل تٽل پيڙي
رهيو نہ ڳوٺ سو نہ ڪا ڪيڙي
نہ سي پٽرون رهيون، نہ ٽوٽي ڪا
نہ آهي راڳ، نہ جهوني چوٽي ڪا
نہ آهي ڳهتيون، نہ ڪچا گهرڙا ڪي
نہ آهي ڇهرا، نہ پيار آ هتڙي
ڪنبر ڪنبر اداس آ هتڙي
پوڙ آئي، هلي وئي آهي
ڳوٺ سارو ڪٽي وئي آهي
ويڳاڻي واءُ واريءَ جا طوفان
پٽو هن جو پڇان، تہ ڪنهن ڪان پڇان!؟
هاڻي سنڌو سُڪي ويو آهي
ناوَ هاڻي نہ نينهن جي چُلندي....

## تانيئڙا / درٻاري تاريخدان... (نظم)

ڪمري جي ڇوڏاري پڪڙيل ڇاري اندر
تانيئڙا ٿهڪ ڏئي رهيا آهن
۽ انهن جا چهرا ماضيءَ جي درٻاري تاريخدانن جيان
ڏاڍا بدصورت نظر اچي رهيا آهن....
ڏسندي ڏسندي اوچتو
منهنجي جسم جي سيني رڳن ۾
سوين ڇوڇڙيون پرڻ لڳن ٿيون
۽ اکين جون پنبڻيون ڪنبڻ لڳن ٿيون....
پوءِ آپي ڪان ٻاهر نڪري
مون صبر جي پهاڙن کي پرزا پرزا ڪيو
۽ هٿن ۾ ماچيس کڻي
ڪمري جي هر سوٽ ۾ جمي ويل ڇاري کي
۽ ڇاري اندر گهورڻندڙ تانيئڙن کي
ساڙڻ لاءِ
اُتي ڪڙو ٿيو آهيان....!!

□□

# راهي چنا

## ماني جو لولو ۽ آدمي... (نظم)

هي يڪيا الف اگهاڙا ٻارڙا
ماءُ جي هنج ۾ اڌ مئا
مسلسل فاقہ ڪشيءَ جي ڪري
ڪائڻ بہ اٿن وسري ويو
۽ سوين معصوم روزانہ بک وگهي مرن
بي گور و ڪفن
هاءِ ڙي زندگي

ايڏي ڏکي
مانيءَ جي گول لولي ڪاڻ
ڪِيئن نه ڦٿڪي پيو
ايٿوپيا جي سرزمين تي آدمي
ماءُ جيَ هنج ۾ اڌ مئا
هي الف ا گهاڙا ٻارڙا
اي انسانيت جا علمبردارو
ٺيڪيدارو، رهبرو / رهزنو / دوستو / دشمنو.
□□

## عزيز گوپانگ

### رومينٽڪ روينج... (نظم)

بهار جي
آخري ڏينهن تي
ڪوئل
تون، مُنهنجي گهر جي
وڻ تان آئي
هُن جي گهر جي
وڻ تي ويهه
هن کي به اداس ڪري اچ
مون جان نراس ڪري اچ.
□□

## سراج جوکيو

### منهنجو جيون... (غزل)

منهنجو جيون، ڪنهنجو درپن.
ڇا آجرو آ، پنهنجو تن من.

دل ۾ وسيل، سڪ ۾ ساجن،
ملنداسين پر، گهايل سپنن،
مڙيا آهن؟ ڪاڏل ڦٽڪن،
ڦريو گهوڙا، ڳنڍي ڇوڙن،
ملڪ سڄو ٿي، پيو آ چڻ بن،
ڪتاب مهورت، ماريو خرچن،
چنڊ لڪي ويو، ڇو آ فوراً،
وفا وڪاڻي، عيوض نوٽن

منتظر... (نظم)

محبتون مون ڪان رسي،
مائونٽ ايورسٽ جي
چوٽيءَ تي وڃي ويٺيون آهن
مان
بدصورت نفرتون گڏ ڪندي
ڪوجهو ٿي پيو آهيان
مون ڏي نهار، ايئن منهن نہ ڦير
اي قربتن جا ڪوهہ پيما
مون لئہ چاهتون ڪٺي سوٽ
مون کي سهڻو ڪر.

□□

## ماڏڪ ملاح

### وهواهہ لکندس گيت... (گيت)

هار پلي ٿئي منهنجي، تنهنجي پلي ٿئي جيت،
جنم جنم جا ساٿي بڻجي رهندا منهنجا گيت،
وهواهہ لکندس گيت، جيڏا! لکندس گيت،
چارڻ بڻجي چنگ کي چوري،
سونهن مٿان سر ساهہ بہ گهوري،

ريتو ريتو رت وهائي، ريتا لکندس گيت،
وهواءِ لکندس گيت، جيڏا! لکندس گيت.
راتيون جاڳي ننڊ ڦٽائي،
پرهه - پريءَ کي پيي پرڇائي،
ماڪ - ڦڙن کي مس بنائي، تن مان لکندس گيت،
وهواءِ لکندس گيت، جيڏا لکندس گيت.
مون ۾ جيڪا رت - ڦڙي آ،
تنهن مان جيڪا مِڪُ جڙي آ،
ان مان تشبيهن کي ڏاهي، تنهنجا لکندس گيت،
وهواءِ لکندس گيت، جيڏا! لکندس گيت.
رات لڙيءَ ۾ مومل آلڪو،
ڇاتي خالي ابهم سڏڪو،
ڏن جي عيوض تَنَ کي ڳاهي، جذبا لکندس گيت،
وهواءِ لکندس گيت، جيڏا! لکندس گيت.
ڏيئو ٽڙ تي سانجهيءَ ٽمڪي،
چاندوڪيءَ ۾ چاهت چمڪي،
جوڀن ورنا جذبا جاڳن، آدمان لکندس گيت،
وهواءِ لکندس گيت، جيڏا! لکندس گيت.
□□

## عرفان مهدي

### اوسيئڙو (نظم)

ٽيڙن جي شمشان ۾
سپنن جون ارٿيون ڏُکي رهيون آهن
چڪياڏون: آشائُن جون
ٽِين تي آهي چڙهيل
منهنجو مَن پاڳل
اَجري، آنَڌرتل مستقبل جون

سپيئي ساپياٺون
پاڳل تي
منهنجي ذهن جي
پاڳل خاني ۾
ڳِڳَ ڳَڦَ پيون ڳاڙين
۽........
آٺون
گوڏن تي
ڪاڏي رکي
ٽولئه وينو آهيان
ٽولئه وينو آهيان.
□□

## حفيظ سانوڏي

### ڪٿين مچ مچن پيا... (غزل)

جوڳين جي منهه منجهه، ڪٿين مچ مچن پيا.
متي اهاءُ مڙي پتنگ، نينهن ناچ نچن پيا.
هي رات جا ڪيس ڏس، ڊپ ڊاءُ هيس ڏس،
هي پرهه جا پيام پڏ، اسان ڏي جي اچن پيا.
چانڊو روپ رت ڳو، پرهه جي لالاڻ جان،
هر منهن ڦڪي متي، آپ رڱ رچن پيا.
تي جن لاءِ رنو منزلن، لنگهي لڪ ۽ ڏونگرن،
سيٰ مٿاٿهو عجب قافلہ، وڏي واڪ اچن پيا.
ڪي رات جا راڪا چهرا، جن کي صُبح جي پڪ نہ آ،
پيا سج ۾ چرڙات ڪن، الائي چا بڪن پيا.
جن جي خوف جاهه سان، هرڻن منجهه هيس هئي،
سي آهيڙي ڪمان بند، ڪتي اج لڪن پيا.
جذبا جن جا ڳِڳ هئا، ڪنهن ڪنل لاش جان،
آرس پيچي آ ڪر ڪنيو، سي سرد بت تپن پيا.
□□

## پون سنڌي

### سندرتا جي موت تي (نظم)

شرنايون ڏوم ڏام سان وڄايو
جيئن سڏڪا مٿر سر ۾ وڃن گم ٿي
دهلن جي دمادم اچا ۾ تيز ڪيو
جيئن ڪنن جا پردا پون ٽٽي
(۽ سچ ٻڌڻ جي قابل نه رهن)
ڇپي ڇپي تي جلايو چراغ
جيئن تارن جي جوت ۾ پئجي وڃي مٺم
۽ رات ڏينهن جيان ڏئي ڏيکاري
وڏي دٻدٻي سان جلايو بارود
جيئن آنهن مان نڪرندڙ شعاع
خدا جون اکيون ٻه
جلائي ڇڏي
۽ پوء جهور پوڙهي سان
سامايل سندري جي
ڪچي سگهي ڏولي
□□

## ظفر عباسي

### پوء ٻه مان نه نراس... (وائي)

چوڏس رات نراس، چوڏس گل اداس،
پوء ٻه مان نه نراس!
شاعر لئه هر چوڪ تي، جڙيل آهه ڪراس،
پوء ٻه مان نه نراس!
ٽٽل مورتي - ٽٽل سپنا، ۽ هو سنگتراش،
پوء ٻه مان نه نراس!

مٺل ماڻهو ۽ مٺل جذبا، مٺل آ احساس،
پوءِ به مان نه نراس!
سڪل ٻوٽو ـ سڪل مڪڙيون، ڌرتيءَ ناهه ڪساس،
پوءِ به مان نه نراس!!

□□

## اشوڪ ٽاما

### سوڌو (نظم)

نه ڄاڻ رات جو ڪهڙي ڪان پوءِ
چوراڻيءَ وچ ڪوئي تنهنجون ٽنگون
۽ جڏهن پاڙيسريءَ ڪان
اڌاريون ٽنگون وٺي پهچين ٿائي رپورٽ لکائڻ
ته رشوت ۾ گهريون وڃن تو ڪان
تنهنجون ٻئي اکيون
آخر ٽنگون ۽ اکيون موٽائڻ لئه
تو ڪي ضمير ته وڪڻڻو پوي
شايد!

□□

## آصف جمالي

### اوسيئڙو (غزل)

ٻن ڇڻ رت، ڪئي اوسيئڙو.
بسنت رت ڪئي اوسيئڙو.
مرڪي چپن تي تاهي،
لڙڪي لڙڪي ڪئي اوسيئڙو.
دل ديوال ڪئي ڇا؟ پر،
اک ڇپر ڪئي اوسيئڙو.

هر ڳالهه کي نه ٻڌ،
اڪر اکڙ کي اوسيئڙو،
تنهنجو اوسيئڙو، تنهنجو اوسيئڙو،
زخمي جذبن امنگن کي اوسيئڙو.
□□

## ساجن سنڌي

### وڏ واڍوڙين چڪيا... (وائي)

وري ڪري وڻان، وڏ واڍوڙين چڪيا
پٺيءَ ري پيا رهن، پٿر منجهه پٺان
وڏ واڍوڙين چڪيا
جنين تيڪ تورياءُ ٿڪي ٿيا ٽٺان
وڏ واڍوڙين چڪيا
وڃن ڪين ويچٺا، نڌٽڪن ٺٺان
وڏ واڍوڙين چڪيا
ساجن سيم سنگهرون، ڇٽڪ ڇڻ ڇٺان
وڏ واڍوڙين چڪيا.
□□

## شبير بيلاوڙ پٿو

### حيوان آهين! (نظم)

پاڙون جي تنهنجون، پنهنجي ڌرتي ۾، ڪٿل ناهن....!
سچ جي سمنڊ مان، جي تو چسڪيون، پريون ناهن....!
ڏسي پٺونرن جا ڦيرا، مروتيل ڳلن مٿان،
جي اکيون تنهنجون، رنيون ناهن....!
ڏسي لٽڪيل، سونهن کي صليب تي،
جي تنهنجون راتيون، بيچين ٿيون ناهن! ....

تہ پوءِ پڪ ڄاڻ، تنهنجا احساس، سڀ مري چڪا آهن،
تون انسان ناهين،
حيوان آهين! حيوان آهين....!

□□

## ارشاد شيخ

### سپنا ۽ ساپيا... (نظم)

بند اکين ۾ خوبصورت سپنا
پيارا پيارا، سندر سندر
پوپٽ جي پرن جيان خوبصورت
سپنن ۾ ۽
سارو جيون خوبصورت

۽
جنهن ويلي اکيون کلن
اونداهو ڪمرو
سيني تورپم جهڙو لڳندڙ
جنهن ۾ آئون ڪيريل
سارو جيون بدصورت.

□□

## شوڪت علي ڏماچ

### ...جڏهن تہ اڌارو هي جيون (غزل)

پنهنجو يارو هي جيون،
جڏهن تہ اڌارو هي جيون.
توبن ڪيئن گذاري ڪو،
هيڏو سارو هي جيون.
دوست هو پنهنجو بہ ڪڏهن،
ڪوڙ سگهارو هي جيون.

تنهنجي ايندي ئي پايان،
ڀاڳن وارو هي جيون.
ڪير قبولي اي شوڪت،
آ ڪڙو ڪسارو هي جيون.
□□

## شنڪر ساگر

### ... سدا حيات مارئي (غزل)

ٿر جي هن برپٽ جي سدا حيات مارئي.
ڀالوا جي ڀونءِ جي سدا حيات مارئي.
ڏکن سندي ڏيهه جي چارين جي ڄائي،
ماروئڙن جي ملڪ جي سدا حيات مارئي.
محلاتن ۾ ماڙين نه پٽ پٿيهرن سان،
وڏايو ويس ڪتي جو سدا حيات مارئي.
'قوڪ' جي فريب ڪيرايو ڪيس ڪوٽ ۾،
تنهن ڪوٽ کي زير ڪيو سدا حيات مارئي.
هن ريت جي ساگر ۾ اڄ به زندهه آهه،
ملير جي مٽيءَ ۾ سدا حيات مارئي.
□□

## شازيا رسول

### گهاٽي ٻڙ جي ڇانءِ (نظم)

جتي آهين تون
آتي ئي اڪيل آهيم هانءِ
تنهنجي ساهن جي سرهاڻ
منهنجي اڪيلاين ۾ آهي مون ساڻ
۽ ياد تنهنجي

جيون جي تتل رڻ ۾ سون لاءِ
جڏهن تہ گهاٽي ٻڙ جي ڇانءَ
جتي آهين تون
اتي ئي اٽڪيل آهيم هاڻ!

□□

## مجروح ٿري

### ... سنڌو توکي ڪن پيا سڏڙا (نظم)

منهنجا مارو مٺڙا مٺڙا، سنڌو توکي ڪن پيا سڏڙا،
هاري جيڪي هر هلائن، سهڻا ٻارا پنهنجون ڌاهن،
راڻا پنهنجو رت سڪائن، پاڻ ڪمائن ڌاريا کائن،
پائڻ لاءِ نہ آهن ڪپڙا........
ڏياڻ ڏري ڪچهه ڏس ڀهراڙي، سنڌي ٿري ۽ مرد پهاڙي،
ڪلهي تي ڪوڏر هٿ ۾ کهاڙي، جهر جهنگ ۾ تو ڏسان ڏهاڙي،
جوڌا جوڌيون بار ۽ ٻچڙا........
جيوت پنجي ويئي اڌوري، ماروئڙن لءِ جڻ مجبوري،
پيٽ بکئي لءِ ڪن مزدوري، تڏهن بہ کانہ ٿئي تي پوري،
مرن بکن ۾ ٻالڪ ٻچڙا........
پنهنجو ديس وسائڻ وارا، مرد متير سڏائڻ وارا،
هيڻن کي همتائڻ وارا، پاپيءَ پاڙ پٽائڻ وارا،
توکي پڪارن نينڍڙا وڏڙا........
ماڻهو هر مجروح پيارو، ڇاڻ تہ آهي جاڳڻ وارو،
دور تہ ايندو نيٺ نيارو، ڪير نہ ڪنهن کي لڳندو کارو،
آخر ڇٽندا دل جا ڦتڙا........

□□

## هريش لوهاڻو

... روپ ڇانئيا جو ... (غزل)

ٽِڪي ٽِڪي سپنا منهنجا،
روپ ڇانئيا جو ڌاري وڃهندا.
ڦِٽِڪي ڦِٽِڪي جذبا ڪنهن جا،
ٻارڻ ڪونه ٻاري وڃهندا.
ترڪي ترڪي آدرش تنهنجا،
ڪناري تہ ڪنهن آئي وڃهندا.
اٽڪي اٽڪي نيڻ اوهان جا،
ٽيٽ تہ هيٺ نهاري وڃهندا.
ڦِچڪي ڦِچڪي پرين منهنجا،
پيار مان تہ پڪاري وڃهندا.

□□

## نانڪرام ڦليچ

وڇوڙو (نظم)

هيڏي مان
هيڏي تون
مان جيئان مگر ڪيئن جيئان
غم سهان ڪيترا ڪري صبر
تو ريءَ زندگي
پوساٽيل جڻ بند قبر.

□□

## زليخي هاليپوٽو

... اِن سڀني ٽون ڌاريو ڪلنديءَ آهين (نظم)

هيءُ هوائون کهڙيءَ ڏکيءَ ديس جون
جلاوطن شاعرائون آهن

هيءَ پيلا پن يتيم ٻارن وانگر
اڪيلن رستن تي پَٽڪي رهيا آهن
آڪ مان ڪِرندڙ لڙڪ، ڇڻندڙ پن
۽ يتيم ٻار ۾ ڪيڏي نه دڪدائڪ هڪجهڙائي آهي
رات جي راڻيءَ جي خوشبوءَ ۾ منهنجي اڱڻ ۾
تارن ڀري نيل گگن هيٺان
ننڊ ۾ مون سان رانديون رهندڙ
هن شخص ۽ منهنجي وچ ۾
هيءَ ختم نه ٿيندڙ اونداهين جو لمبو وقفو
جيون جو پيو نالو ته ناهي
جڏهن تنهنجون ڪاريون اکيون ڇمندو
۽ تنهنجا هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلندو آهيان
ته ايئن لڳندو آهي ڄڻ
پاڻ پهريون ۽ آخري ڀيرو مليا هجون
تڏهن، تنهنجو چهرو
ڪنهن خودڪشيءَ ڪندڙ شخص جو ڇڏيل
خط محسوس ٿيندو آهي
۽ منهنجي بيوقوف اکين ۾ ان سمي تون
گوزيلا - جنگ جهڙي صورتحال پڙهي
ڏايو ڪلندي آهين.

□□

## ستيم پال

### ... مسڪرائي ويو ڏسي مون کي (غزل)

اهو به گهٽ آ جو هو مسڪرائي ويو ڏسي مون کي.
پيو ته هرڪو راهه ئي بدلائي ويو ڏسي مون کي.
اندر جي عداوت ٿئي نه پڌري منهن مان، شايد،
ان ڪري هرڪو منهن ئي ڦيرائي ويو ڏسي مون کي.

جڏهن سڀ جذبا مرڻ لڳا هئا اندر ۾ منهنجي،
تڏهن وري ڪو بغاوت تي هرڪائي ويو ڏسي مون ڪي.
جنهن کي سمجهندو رهيس پنهنجو مسيحا،
اهوئي هڪ نئون زخم لڳائي ويو ڏسي مون کي.

□□

## سهيل مجيدي

### پريم تہ پنهنجو مذهب پيارا... (غزل)

پريم تہ پنهنجو مذهب پيارا،
سنڌو جا جيئن ڪپ ڪنارا.
نينهن وڻي جو آڏيءَ تائي،
انبر تي چڙهہ آجرا تارا.
اِندر جو آ ڏنش حياتي،
رنگ برنگي من مونجهارا.
توبن بت ۾ برف وسي ٿي،
هيل تہ پاڇن تي پيي پارا.
روز وڃي ٿا رڻ ۾ ڳوليون،
پنهنجا ڪيڏا رول سهارا.
ڏوهر هيڻان ٿڪ پيچن ٿا،
هيٺا ٿي ويا سڏ سگهارا.
مڪ تي ڪيڏي ماڪ سهيل،
چادر اوڍي سمهہ پيارا.

□□

# پشپا ولڀ

## جواب (نظم)

اَجڙيل گهر جي اڱڻ ۾
صندليءَ تي ويهي
ڳل تي هٿ رکي
چوڌاري نهاريان ويٺي.
خواهشن جا خالي ٿانوَ
مُنهن ڦاڙي آڪاش ڏانهن تڪن پيا
چڻ چون پيا:
اسان جو ڪهڙو ڏوهه آهي ڀلا.
ڪير جواب ڏيندو اُنهن کي؟
خالي هوا، مٽيءَ جو هڪ ڀيو تهه چاڙهي ويندي!
هوءَ ڀلا ڪهڙو جواب ڏيندي!

## ڪرمن جو ڦل (نظم)

خوشين جو ڪوئي محل آهي
جڳ مڳ جڳ مڳ لباس پاتل آهي مون کي
ڏُک سڀ فقير بڻجي
خوشينءَ جي بيک پنڻ آيا آهن مون کان
پنهنجو پاڻ تي ڪيڏو ناز ٿي ويو آهي مون کي
خوشين جو هر رنگ
منهنجي ديوارن تي لڳل آهي
هر گل تي منهنجي هٿن جي مُهر لڳل آهي
اڳئين جنم جي شُڀ ڪرمن جو ڦل ملي رهيو آهي مون کي
اڄ چاتل سنگيت ڪنن ۾ وڄڻ لڳو آهي
هر رڳ لئه ۾ وڄڻ لڳي آهي
سنگيت سان شايد پيار ٿي ويو آهي مون کي
□□

# کيمر چند شرما

## مندر (نظم)

جڳهه ڏاهي پيل رازي
دروازا ڏاهيا سوٽهڙ واڍي
گهنڊ ڏاهيو مسلم لوهار
مورتي ڏاهي هندو ميگهواڙ
مڪمل ڏهي ويو مندر
جنهن جي ٻاهران لکيو ويو:
پنڊت ۽ وڻش کان سواء
ڪوبہ نہ گهڙي مندر اندر
هريجنن سان گهٽجي ويندو
مورتيءَ جو تيج سُندر

## اوسيئڙو (نظم)

سڄي رات دروازو کولي رکيم
تنهنجي آچڻ جي آس ۾
رات تات ۾ پوري ٿي
پرهہ کي ياڪر پائي خوب رُني
مون تنهنجي تصور کي
ڳراٽڙيون پائي اوچنگارون ڏنيون.

## جيئڻ جي آس (نظم)

روز روز پنهنجن پراون کان،
نفرتون ملندي چاهيندو آهيان
هليو وڃان ٻنواسي ٿي....
گهاٽي ٻن ۾
هميشه جي لاءِ
پر

جڏهن ڪو حسين
مسڪرائي نهاريندو آهي
تہ پيهر
جيئڻ جي آس ڪر موڙي
جاڳي اٿندي آهي.
□□

## عاشق عارباڻي

### جيڪي ڏنو سو مون! (غزل)

جت واهڙ وسنديون ويڙها هئا،
ات ويرانيءَ جا ونگ ڏٺا؛
جت وڏ قڙي جا وسڪارا،
ات ساوا سڙندي جهنگ ڏٺا.
جت هنج اڏامي ايندا هئا،
ات ڪارا ڪارا ڪسگهہ ڏٺا.
جت پيار ۽ پريت جو ساٿ رهيو،
ات واسينگن جا ڏنگ ڏٺا.
۾، جت لک لڪل هئا لوڪين
ات اڄ اگهاڙا انگ ڏٺا.
ڪلهہ رات اماس جي جهولي ۾،
مون ساٿا ساٿا سنگ ڏٺا.
□□

## سيد زوار نقوي

### اولڙا (ٽيڙو)

گول اِڪيون، جاڙا پرون
وشيا جي پويان
ماڻهو چڻ مرون.

ماني ۽ ٽورڙي ڇهر
ڪان سواءِ
زندگي ڄڻ زهر،
ماني ڳيو
مون کي ٻه ڏجو
جي ڪتان ليو.
□□

## عبدالغفور سڄاولي

### اڄ اڃا ٻه اوتري... (وائي)

ڇولين جا ڇبڙاٽ، ڪپرن تي ڪڙڪاٽ،
آڄ اڃا ٻه اوتري.
وسي وٽ ولوڙجي، ڇاڏين ڇرڙاٽ،
آڄ اڃا ٻه اوتري.
ٿهڪي مهڪي ماڪ، وسي واسي واٽ،
آڄ اڃا ٻه اوتري.
سرين سوڏو سير ۾، سونهن وندن جا ساٽ،
آڄ اڃا ٻه اوتري.
پياڪو آت پڏاريا، جتي گهاٽڪ گهاٽ،
آڄ اڃا ٻه اوتري.
ٺرندا ڪيئن قلوب، لڳي جن لُساٽ،
آڄ اڃا ٻه اوتري.
□□

## فهيم انصاري

### خوشيءَ جا لڙڪ (نيڙر)

خوشيءَ جا لڙڪ
ڪنهن جي اچڻ جي
پڄي وئي ڪڙڪ.

چپڙن تي مرڪ
ڏسي لڳو چڱو
پيئي شراب سُرڪ.
ڪارا تنهنجا وار
ڏاڍا آهن ڏنگا
سانئڻ! تنهنجا بار.
آسمان تي تارا
سانئڻ آهن تنهنجا
نخرا نيارا.
جهرڪيءَ جو آواز
پرپٺ منهنجي
ڇا جي آهي ساز باز.
□□

## نصير مرزا

### واچوڙي جي وِڏي پائي اچئي پيو (نظم)

نينهن ـ ڪتابن ۾ سجني!
لڙڪن جون هي ننڍڙيون پيازي پنکڙيون
ڪنهن جي لاءِ....
سورج جهڙي روشن بندي چمڪيئي، پئي جا ماٿي تي
اُودا اُودا، ڦڪا ڪرٽا
ڦهلائي پئي ڇو!
ءُ هيءَ ڇير ستارن جي
گهنگهرو گهنگهرو ڪومايل گل ياسي پئي ڇو؟
پاڳل ڇوري!
ڏير ڏري، اُٿ، سينڌ سجائي، پايل پائي
ديپ جلائي، ڦول ـ ستارن سان سمورو بن مهڪائي
ڪُميت تي هو ڏوڙ اُڏائيندو بن ٻاهيندو
واچوڙي جي وِڏي پائي اچئي پيو.

... آيو موڙ تہ مڙي وياسين (نظم)

لهر ڪناري تائين آئي
ڳالهہ چپن تائين
سپون ڪوڏ هيا ساحل تي
لڙڪ ڳلن تائين
هڪڙو پورو بادل آيو
تنهنجو پتر ڪٽي
ڪويل پئي ڪونجاريو بن ۾
پيئڙا چپر چٽي
ڏور پري ڪان آياسين پئي
هٿ ۾ هٿ ڏئي
آيو موڙ تہ مڙي وياسين
پيئي پٺ ڏئي!

□□

## تاج جويو

### چني چٽ (هائيڪا)

آڌي رات، پٿون،
۽ چانڊوڪي چيٽ جي،
گيت آڏايا مون!
سانجهيءَ جي ويرا،
ڪوليون، آءُ سراڻ ۾،
ڳالهين جا ڏيرا!!
پاپي ويا پرمار،
ڪارونجهر جون ڪولهٽيون،
اڄ بہ ٽٺن بار!
ڪولهتي، ڪاتر ڪٺ!
ٿروٽ - بوٽو جا ڳيو،
هٿ وڌائي هڻ!

ٻارُ ٻُبو ڏاڍي،
ڪارونجهر جي ڪولهڻي،
ڳيتُ پڻي ڳائي!
روز مرڻ پيا مور،
ڪارونجهر جي ڪور تي،
ڪاهي آيا چور!
پاپين جا پيرا،
ڪارونجهر جي ڪور تي،
ٻوهن جا ديرا!
پيرين ڳاڙها پير،
ڪارونجهر جي ڪور تي،
روپا! تنهنجا پير!
رُوپا! تنهنجو رَتُ،
ڪارونجهر جي ڪور تي،
اڄ به آ آئت!
ڳهڙجي رُوپو وِيرُ،
ڪارونجهر جي ڪولهڻي!
ڪريو نه تنهنجو ڪيرُ!
ڪنڌ ڪپڻ ڪُوپا،
ڪارونجهر جون ڪولهڻيون،
پٽڻ چڙهيو رُوپا!
پنيٽُ ڪو پڙڪي،
ڪارونجهر جا ڪولهيو!
ويري هڪ نه بچي،
روپي نياپو ڏڄ:
ڳاڙهو سُورج آيرندو،
ڪريو نه ڪولهڻ پڄُ!
تروٽ جا پوٽا!

ڪارونجهر جون ڪولهٽيون،
ڪٿي آئيون سوڻا؟
ڏيهن ۾ ڏهڪر،
ڪارونجهر جون ڪولهٽيون،
اڄ به اوچي ڪَرَ!
آڌيءَ پُرڻيو ساز،
سارو ٿر جاڳي پيو،
'موهن' جو آواز!
هيڏو سارو ٿرُ!
پوءِ به 'موهن ڀڳت' ڇو،
'مٺيءَ' ۾ ان ٻيگهر؟
جُهڙ مان جوڙي وات،
چوٽري تي چنڊُ چمڪيو،
چمڪي ڪاري رات!
توهرُ ڦولاريو،
آئي رُت وڻ ڦوٽ جي،
ساجن سُون سارڀو!
□□

## انور پيرزادو

### رات ٻه ڏينهن ٿي ويندي (نظم)

تنهنجي سهڻيءَ چوٽيءَ جو
جي هڪڙو سنهڙو وار
ٻه هيٺر
لانگ بوٽ جي هيٺان ايندو
ڊائنا مائيٽ ٿي ڦاٽي پوندو
تنهن جي سڀئل چيڙن مان

هڪ جملو نڪري ٻاهر ايندو
بندش پيل ڪتاب تي پوندو
رئي جو پلئه ورائي
(جنهن سان
ڪڪرن وانگي سج
لڪائيندي آهين)
جي رت ۾ ٻڏندو
جهنڊو ٻٽجي پوندو
تون جي چادر چوديواري
ڦاڙي چيري
ٻاهر نڪري ايندينءَ
مارئي ٻٽجي ويندينءَ
اڄ جو عمر تباهه تي ويندو
چنڊ ڪڙي پوندو
رات ٻه ڏينهن تي ويندي.

## دلين جو ملڻ (نظم)

جنهن ويري تو تازو
نڪ ٽوپائي، اکيون هيٺ ڪري
گهوري ڏسڻ سکيو هو
تنهن ويري هڪ چانڊوڪيءَ ۾
هٿ ۾ هٿ ڏيئي توءِ مان
ڪچڙيءَ تند سان
پنهنجون دليون جوڙيون هيون
پيار جا ٽوپا ڏيئي
اڄ جڏهن هن تاڪ منجهند جو
هٿ ۾ هٿ ڏيئي
آنسوڳٽس ۾ ساهه ڪٽي
اڳتي وک وڌائي

اکيون بند ڪري
مون کي تو آگهوريو
ايئن لڳي ٿو
پنهنجون دليون
ڳنڍجي پيچجي
هڪ ٿي ويون آهن.
□□

## عطاالرحمان ميمڻ

### ڇيرن راڄ (نظم)

سُک نگر ۾ ڇيرن راڄ
ماڻهو ٻڌيل آ ماڻهوءَ ڪاڄ
لوڪ سارو دربدر
ڀاتي ڀاتي بي گهر
ڀيڙن جيڙي
اولاد يتيم
وَرَ سلامت
ويران ونيون
ڏوٿ سُڪل آ ساري ڌرتي
بي مُند خزان جو واسو آ
منڙا منڙا معصوم چهرا
مَٺَ ڪ ڦُڙا
سهڻيون سهڻيون پياريون صورتون
مُنڍيءَ ڀڙا
جوان سپنا!
گيت گُلابي
پوءِ به ڇو هن؟
اڄايل آمنگون!

واهُ وري هي کهڙو وريو آ!
گنديل هي ڪهڙو ساهه سڳو آ!
هيءُ به ڀلا ڪو سک نگر آ؟
هي به ڀلا ڪو سک نگر آ؟؟
□□

## عبدالحليم باغي

### ... تون آگم آگم ٻڙجي آ (غزل)

چنڊ واندا ويندين راتين جا،
ٽيا پار چٽا پرڀاتين جا،
تيون پنڪن پوري بادل سان،
ڏس آرا اڪڙين آتين جا.
تون آگم آگم ٻڙجي آ،
جيئن پيو ڦرن برساتين جا.
جا لاء ڀلائيڻ او پوري،
سي جهرڻا آڏين جهاتين جا،
مون تاتيو تور آ تاڙن جو،
ڪي چوڏا ڇاري چاتين جا.
مون ڪند تنين جي ڪاڻ ڏنو،
جن ڪند جهڪايا ڪاتين جا.
ور موت او گيرا ڏينهن وريا،
سي لوهيڙي تي لاتين جا.
هڪ وار ته خنجر چمڪڻ ڏي،
پيا ڪلندا پيڊ حياتين جا.
تون گاء ته پوء ڪيئن منڊجن ٿا،
هاا وات سين چوواتين جا.
تون ڪٽ ڪٽ تنين سڏ ڪندين،
هو راهي، راهه اجاتين جا.

## چاٽ چٽن ٿا گل... (وائي)

پيرن هيٺ بهارون پٽريون، چاٽ چٽن ٿا گل،
الوميان! چاٽ چٽن ٿا گل.

نيري منجهه ۾ نهوڙي جندڙي، چڱ تہ مرگهہ جا ٻل،
الوميان! چاٽ چٽن ٿا گل.

ڦڙين لارون موتين مالها، تاڙا! تنهنجو تل،
تنهنجو هڪڙو پرت جو پيرو، پڇندو ٿاٽ جل ٿل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

راڄ مڙوئي روڳ وڪوڙيو، گهر گهر پڇري جهل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

اڄ بہ گسن تي پنهنجا گيڙا، ڦوڳن پنگويا ڦل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

ور وڻجارا! پنهنجي وٽ جو، هٽ هيٺ هوء هل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

پڪو، رتو، بس سو پٽ پوندو، ڏوٽ نہ ڏارين ڏل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

سائٽ سهڻو ناهہ ساٿي، ريٽيون ٻڄي رل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

روهہ سڄڻ ورلاپ ڪنجيلين، ڪڪ پن-ڪرڪن ڪل،
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

ٿا نهر تڏڙا ٿاڪ ٿرن جا، ماڳهہ نہ جن جو مل.
الوميان چاٽ چٽن ٿا گل.

□□

## امداد حسيني

### جيون آهي ڪارو چڪر... (غزل)

جيون آهي ڪارو چڪر،
پير ڪاٽ ۾ هٿڙ رسن ۾.
رسُ رچي ويو چنگ چڙن ۾،
مارل ساڳي ڪوٽ ڪڙن ۾.
پنهنجو ڪهڙو حال پڇو ٿا،
اک تي ڪوپا ميڻُ ڪنن ۾.
ڪلهه جو منهنجو پنهنجو هو،
اڄ بيٺو هو سو به انهن ۾.
اندر ڏي پيا آيرون ٻرون،
دريا آهي بند ڪپن ۾.
آئون به جهڙو ڪورو ڪاڳر،
اک ۾ لڙڪ نه دانهن چپن ۾.
هڪڙي تيلي ڏيکارڻ سان،
پڙڪي پوندي باهه ڪکن ۾.
نيٺ ته وسندا مينهن امداد،
نيٺ ته گسندا گاهه گسن ۾.

### بند ڪريو (نظم)

بند ڪريو
اِها به چاپڙائي
اِها ڏيڀي
اِها حرامپائي بند ڪريو

بند ڪريو
اِهو ڍونگ
اِها مڪاري بند ڪريو

ساڙي ڇڏيو اِهي اڇا جهنڊا
جن تي رت جا داڳ آهن
دفن ڪري ڇڏيو اِهي سوچون
جيڪي ڪُڌوڪو ڏونڊ تي ڇڪيون!

بند ڪريو
اِهو واچ جا ڪانٽا پوئتي سيرڻ
تاريخ جي چاڪ کي روڪڻ لاءِ
لاشن جا ڏڪ ڏيڻ بند ڪريو!

خدا کي مڃو
ايشور جو واسطو
فار گاڊ سيڪ
بند ڪريو
اِهي گليسيرين جا ڳوڙها بند ڪريو!
اِهو روڄ راڙو بند ڪريو!
بند ڪريو اهو ناٽڪ ڪ ڪ....!
بند ڪريو
اِها لفظن جي واري ڦيري
اِهي ڪوڙهه بحث مباحثا
اِهي ايڊز ميٽنگون
اِهي ڪئنسر ڪانفرنسون
بند ڪريو
بند — ڪريو و و
بند د د د
ڪريو و و و!

**تيز هوا** (ترائيل)

ٻاهر تہ ايڏي تيزا هوا ڪانہ ٿي لڳي
اندر دريون ۽ در پيا ڪڙڪن الاءِ ڇو

ظاهر ۾ اهڙي ڪابہ اِڇا ڪانہ ٿي لڳي
ٻاهر تہ ايڏي تيز هوا ڪانہ ٿي لڳي

ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڪابہ صدا ڪانہ ٿي لڳي
سيني اندر دليون پيون ڌڙڪن الاءِ ڇو
ٻاهر تہ ايڏي تيز هوا ڪانہ ٿي لڳي
اندر دريون ۽ در پيا کڙڪن الاءِ ڇو

## سازش (نظم)

جناب اعليٰ!
مصاحبن منجهہ گهيريل تا رهو سدائين
نيم انوسار
ٻڌي ڪمرن ۾ نيت نين سازشن سٽڻ ليءِ
تہ:
"ڪيئن؟
ڪهڙي؟
سرنئج سان هاڻ آفريڪا ۽ لئٽن امريڪا ايشيا جي سڄي بدن مان
ڦڙو ڦڙو رت سٽ چوسيون!"
تہ:
"ڪهڙي نعري ۽ نظرئي جو نقاب پائي هٿون هڻيوڇيون!"
— مگر اي سائين!
ٻڪي ٻڪي ٻاک لاک رتڙي شفق اُفق تان لهڻ لڳي آ
پيڙ ٿيڻ ليءِ
زمين کان آسمان تائين!
جناب والا!
طرا اوهان جا نڳيا پيا آهن اسان ڏي
مگر اوهان ڏي
وري وري پيو
ڇيپون ڇيپون وقت وير وانگر!

□□

## رشيد ڀٽي

# ڪھڙو سنگ سياڪو...

(ڪھاڻي)

ڪڪڙو يا زڳبو سندس اصلي نالا نہ ھئا. ڇٺيءَ تي پيءُ ماءُ سندس نالو ڇا رکيو ھو، سا خبر شايد کيس بہ ڪانہ ھئي. ايترو سو سڀيريو پئي تہ ننڍي ھوندي کان، سڪر اچڻ تائين، ڳوٺ ۾ مٽ مائٽ ۽ يار دوست کيس جنھن نالي سان سڏيندا ھئا، سو بہ سندس اصلوڪو، ڇاڻي ڄم جو يا ڇٺيءَ جو نالو نہ ھو. سندس پيءُ ماءُ، متس نالو رکي، ھتت ٿي، ھن صديءَ جي اوائل ۾ آيل ڪالراجي وبا جو بک ٿي ويا. ان واقعي جي بہ ھُن کي ساڃھ ڪانہ ھئي، سندس نالو تہ پري رھيو. ايترو سو ياد پيس پئي تہ جڏھن ساڃھ ۾ آيو، يا ھوش سنڀاليائين تہ پاڻ کي مامي جي گھر ۾ نپندو پلجندو ڏٺائين. اتي سندس ناني مرھيات کيس قد ڪاٺ ۽ رنگ روپ جي نسبت سان، پيار وچان، ’ڪڪڙو‘ سڏيندي ھئي. پوءِ ڳوٺ ڇڏڻ تائين متس اھو نالو ايترو پڇي ويو، جو ھن ڪڏھن پنھنجي اصلوڪي نالي، معلوم ڪري، ياد رکڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ڪئي. پڇڻ تي چوندو ھو: ”نالي ۾ ڇا رکيو آھي؟ اصل شيءِ تہ ماڻھو آھي، کيس ڪنھن بہ نالي سان سڏيو، رھندو تہ ماڻھو ئي! نالو وسري ويو تہ ڀؤ ڀولو ناھي، رڳو ماڻھپو نہ وسارجي!“

ڪڪڙو سکر آيو تہ زندگيءَ جي لھنڊڙ سج سان آيو. سندس عمر جوانيءَ جي چوٽيءَ تي پھچي واپس وري رھي ھئي، نيستقل ۽ تراس! ڇڙو ڇانڊ، نہ مٽ مائٽ، نہ ڪو اوھي نہ واھي، ھيڪلو ھيڪلو ڳوٺ ۾، در در جا ڌڪا کائيندي ھن جي عمر گذاري ھئي. ڪڏھن ڪنھن جي راھڪي ڪيائين تہ آن مانيءَ ٽڪر ۽ رھڻ لاءِ ڪنھن ڪنڊ پاسي ۾ ھڪ گندي ۽ دلو پاڻيءَ جو رکي ڏنس. ڪڏھن ڪنھن ياڳيءِ جي مال مويشيءَ

جي چاڪري ڪيائين ته اُن متس کهل ڪري ڳيي سان ڳڌ
ڪجهه نالي ماتر ڏوڪڙن کان سواءِ، واڙ جي ڪنهن ڇپر هيٺان
ڇپل ڪنڙي به رکي ڏنس. اها ئي سندس زندگي هئي، ضرورت
هئي. ان کان وڌيڪ لاءِ نه هن سوچيو پئي نه ڪڏهن ڪا
سڌ ئي ڪئي پئي. ڪري به ڇو؟ ايئن ئي ته هن جي حياتي
منڍ کان ئي هلي ۽ ترّي پئي. ڪنهن سڪئي ستابي سٺيي گرهه
واري گهر ۾ ته ڇائو ڪونه هو. پڻس وڏيري رکيل جو ڇئن
ايڪڙن جو ٽڪر آباد ڪندو هو. ڏينهن رات هڻ هٿان، ڪڏهن
ڪوڏر ڪلهي تي، ته ڪڏهن هٿ هرَ ۾. ماڻس جنڊ ۽ ڪاڻين
بلي هوندي هئي. ان پٽ ڪوهه سان ئي گهر ڪي به ويلا رُکي
سُڪي نصيب ٿيندي هئي. صبح جو ماڻس وڏيري جي گهران
لوٽو لسيءَ جو آڻيندي هئي ۽ رات جو دال ڇپني يا به پٽاٽا
پڙڪائي ونندي هئي. وڏي ۾ وڏو عيش اونهاري ۾ اهو ڪندا
هئا، جو ماڻس وڏيري جي باغ مان ڪُڪيون ۽ ڇتَن جا
ڇڪيل ڇچريل انب ميڙي ايندي هئي، جي ڪاڻي، ڏيؤ جون
اوڳرايون ڏئي، الله جا شڪر بجا آڻيندا هئا.
ڪڪڙي جو مامو به ڪو ٻني ٻاري، مال مڏيءَ وارو يا مالوند
ڪونه هو. هو ڀر واري وڏي وسنديءَ جي هڪ راشن مل تي
مزوري ڪندو هو. پنجاهه رپيا مهينو مزوري، ۽ ڪڏهن ڪڏهن
ڇوري ڪيل ڇانور لپ، يا ڪتيءَ مان ڇاڻي ڪڍيل ٽيچ
جي جهولي سندس ڪل ڪمائي هوندي هئي. ان تي سندس
ڇئن ڀاتين جو ڪٽنب ۽ پنجون ڪڪڙو پيا پلبا هئا. مامي
مٺل مٺيءَ جي نشاني ڪڪڙي کي منڍ ۾ ته اسڪول ويهاريو،
ڇو جو سندس پيٽوي جي خواهش هئي، پٽ کي فائينل ڪرائي
ٽيپيداري ڪٽائڻ جي. ڇئن درجن پاس ڪرائڻ کان پوءِ، جڏهن
ڪڪڙي کي وڌيڪ ٽن درجن پڙهڻ لاءِ روهڙيءَ جي مين
پرائمري اسڪول ۾ ويهارڻ جو مسئلو آتيو ته، ان جي حل
لاءِ مامي مٺل وٽ ڪا واهه يا وسيلو ڪونه هو. ڪڪڙي جي

ٽيپدار ٽيڙ جي پڙهڻ جي خواهش، ۽ سندس امنگ به، ايئن ويهجي وئي، جيئن پهرين مينهن ۾ ڪنهن غريب جي لاوارث جي قبر زمين ۾ ويهي رهندي آهي. هن چار سال ڪن پنهنجي ماروٽ مريم سان کيڏندي ڪلندي گذاريا. ماروٽ جي مرڪ هُن کي موهي مست ڪري ڇڏيندي هئي، هُن جو مَن موج ۾ اچي اڇلون ڏيندو هو، ۽ سندس اندر جو اظهار سُر سان ڇپن مان نڪري اُڇلي پوندو هو. هو ڳائيندو هو ته مريم جو ڪم ڪار تان ڌيان هٽي ويندو هو، ۽ هوءَ ڪجهه ويسري ويسري لڳندي هئي. ماڻس کي ان مام منجهائي وڌو، ۽ آن مونجهاري جو علاج هُن اهو لڌو جو هڪ ڏينهن شام جو ڳالهين ڳالهين ۾ مڙس سان ڪڪڙي کي به ڪم سان لائڻ جي سوال تي صلاح مشورو ڪرڻ لڳي.

ماهڻس کي سندس ماميءَ جو مشورو مناسب ۽ موقاعتو لڳو. پندرهن سال عمر، ڪنهن ڳوٺ جي ڇوڪري لاءِ گهر ۾ واندي ويهڻ جي نه هوندي آهي. ڪڪڙو به رائيس مل تي لڳي ويو ۽ مامي جي گهرو بجيٽ ۾ معاون ٿي ويو. ويهه رپيا ماهوار پگهار، ڪم ننڍڙي آفيس جي چند ڦوڪ ۽ ٻاهر جي ٻڪ ٻوڙ ۽ اتي ويٺي. ڪڏهن هوٽل تان چانهه آڻڻ، ڪڏهن ڪنهن لاءِ ٻيڙي سگريٽ وٺي اچڻ. سيٺ يا آئي وئي مهمان کي پاڻي پيارڻ ۽ مالڪ جي چلم تيار ڪرڻ ۽ سڄائڻ. ويهن سالن جي عمر تائين هو اهو ڪم ڪندو رهيو، مامي جي شفقت ۽ مريم جي مرڪ تي زندگيءَ جي گاڏي کي گهليندو رهيو. ان ڪان پوءِ وڌيل عمر جي مدنظر سيٺ کيس پروموشن ڏئي وڏي مزوريءَ تي لڳايو. هو سيٺ جي لڳايل نئين آئل ايڪسپيلر تي پنجهتر رپيا ماهوار سان ڪم ڪرڻ لڳو. مامي پاڻيجي جي گڏيل ڪمائيءَ، گهر جي مالي حالت ان لائق بڻائي ڇڏي، جو هو شاديءَ جو سوچي سگهن. شادي ڪڪڙي جي نه، پر مريم جي، جنهن تي نندڙي هوندي ئي پنهنجي ڀائٽي جو نالو رکي ڇڏيو

هو، ۽ پڻس شاديءَ عيوض پيٽ لکي ڏيڻ جي شرط آهي، ڪجهه مگٽو به ڏهه سال اڳ ڪري ڇڏيو هو. هونءَ به ڪڪڙو عمر ۾ مريم کان پنج ورهيه ننڍو هو، وڏن ويئي ننڍا ته ڪين اپڙائيا آهن!

مريم مينديءَ رتن هٿن پيرن سان، پريل جي پڳ سان پوتيءَ جو پاند ٻڌي گهر جي چائنٽ ٽپي، جڻ سندس من جو مندر ويران ٿي ويو. مندر جي وسنوَ ۽ رونق ته مورتيءَ سان هوندي آهي. جي مندر مان مورتي ئي ڪجي وڃي ته باقي ڇا رهندو! هن لاءِ ساري دنيا سچ ۾ ويران ويران ٿي وئي. هن کي پنهنجي باقي زندگي ايئن نظر اچڻ لڳي، جڻ ڪو هن ۾ غيرآباد، ڪلراٺي بنٽ زمين هجي، جنهن ۾ ڪو ساوڪ جو سلو نه هجي، ۽ نه ڦٽڻ جو امڪان هجي. مريم جي شادي هن جي لاءِ اهڙي ڪاري پاڻيءَ جي ڇَڙ يا ليٽ هئي، جا نه رڳو سندس اميدن آسن جي باغيچي کي اجاڙي ۽ اڪاڙي ويئي، پر زندگيءَ جي زمين کي هميشه بنجر ۽ ڪارو پٽ ڪري ويئي. ٻه سال پوءِ جڏهن مامهنس ساڻس وهانءَ جو فڪر ڇيڙيو ته ماميءَ ڏانهن ڏسي، کنڌ هيٺ ڪري وراٺيو هٺائين: "ماما! هاٿي ڪهڙا پرڻا آهن. پتڻ پنجي ويا، پيڙي هاٿي ڪناري ڪيئن لڳندي!"

مامي ماميءَ ڏانهن ڏٺو. مامي مامي جي نگاهه جو مطلب سمجهي پريل هاڻوُ سان اٿي اندر ڪمري ۾ هلي وئي، ۽ اتي مريم جي حالت تي گونگا ڳوڙها ڳاڙڻ لڳي. مامي پساٺيجي ڏانهن پڇتاءُ ۽ لاچاريءَ وارين نظرن سان ڏٺو، ۽ سندس اکين مان، جذبات ۽ ڏک جي گڏيل سليل اثر هيٺ، ٻه ڳوڙها ڳڙي پيا. مريم جي ڏکن ڏوجهرن ڏسڻ لاءِ، زندگيءَ ۾ مامي سان سات ڏيڻ نه سنو ۽ هڪ ڏينهن ڪڪڙي جو مامو منل ٻه، مٿانئس ڇانوَ ڇپر لاهي، وڏڙن جي وات وٺي ويو. ڳوٺ ۾، هن ساري سنسار ۾ اڪيلو ماڻهو، ڪيس هيل تائين ڳوٺ ۾ سڪ ۽ ساهه ڏيندڙ پهريون ۽ آخري انسان، ٻه ڪيس اڪيلو

ڇڏي ويو. اُڪريءَ ۾ ساريون پلٽيندي سندس گوڏ جو پلئه پلٽيءَ ۾ ڦاسي پيو، ۽ هو آن ۾ ڦاسي ويڙهيو ۽ چڪر ڪاٽيندو رهيو. هل هنگامي تي جڏهن موٽر بندي ويئي، تڏهن پلٽيءَ جي سانت ٿيڻ سان مٿل جي دل به مات ڪري ڇُڪي هئي. سڄو چڇرجي چڪو هو، مشڪل سان ڪو هڏو سلامت بچيو هوندس. روئندڙ اکين، مُردار من ۽ ڳرن پيرن سان هو سڙبي مامي جو سڙهه گهر ڪٽائي آيو. ڳهڙ ۽ دسترخوان جيان غريب جو تڏو به تنگ ۽ ٽوڙوا! به ڏينهن اڪيلو پنهنجي ننڍي ماروٽ ڏنوءَ سان، تڏي تي ويهي ويهي ٿڪو، ته ٽين ڏينهن ڳوٺ واري مسيت ۾ آسر جي نماز کان پوءِ قُل پڙهائي، ڦلن مٺ ورهائي، مامي کي ختمو ڏياري، تڏو ڪنيائين.

ٽيجهو ڪري هو وري اچي مل تي ڪم کي لڳو. پر هينئر ڪيس مل ۾ ڪم ڪرڻ تي مزو نه پئي آيو. هو وساميل وساميل لڳندو هو. جڏهن به هلرن وٽان لڳندو هو ته پلٽيءَ تي ڦرندڙ، رڙيون ڪندڙ، سندس مامو مٿل اکين اڳيان تري ايندو هوس. هن جي دل دنيا جي هر ورونهن وندر تان آڪي باقي به ڪجهي وئي. راند روند، گهمڻ گهتڻ، لٽو ڪپڙو، کاڌو پيتو، هر شيءِ تان ارواح ڪجهي ويو هوس. ماميءَ ۽ ڏنوءَ جي ڪري پورهئي تان من نه مٽيو هوس. پوءِ جڏهن علت جي عرصي پوري ٿيڻ پڄاڻا، ماميءَ ۽ ڏنوءَ کي به پيڪا پنهنجي گهر وٺي ويا، ته ڪڪڙي جون به ضرورتون شُسي پتڪڙيون تي پيون. پر ويلا مانيءَ ٽڪر، ڪتي ڪرڻ، ڊهڻ ۽ رات گهارڻ، ۽ بس! لٽي ڪپڙي جو فڪر خير ڪو هوس. ڪيس ٻه-ٽي گوڏيون ۽ ٻه-ٻي ڦڏيون، هيون جي هن جي گهرج کان گهٽيون هيون، ۽ زندگيءَ جي ڊگهي عرصي لاءِ ڪافي هيون. سڄ هو رائيس مل جي مالڪ کان موڪلائي پنهنجي ابائي ڳوٺ هليو آيو، ۽ بيفڪريءَ ۽ بيجوابداريءَ واري زندگي شروع ڪيائين.

رئيس ربن، سنين پيڙهيئن ماڪوڙو ماسات چوائي، سندس پري

جو مائٽ هو. ڏاڏنگ ۾ گهڻو مٿي وڃي، ڪٽي ڪڪڙي جي
لِيچ ساڻس لڳي پئي. رئيس پا ڳيو هو. تي چار مينهون ۽ ٻه ٽي
ڏڳيون سندس دَرِ تي سدائين هونديون ئي هونديون هيون. پر
رئيس مشهور هو پنهنجي شرطي ڏاندن جي جوڙي ڪري. پلوڙ
جوڙو ٽَر، ٻَرَ ۽ جُوءِ ۾ ساک ڄمائي چڪو هو. رئيس جي لغڙن
هن مهل تائين ڪڏهن به ميل ۾ مار نه کاڌي هئي. الاهي تار
ٿي زمين تان پاڻ پٽي ايئن ڏ'و ڪنّدا هئا، جڻ دونالي بندوق
ڇٽي. لغڙن جي اها ساري ۽ ساک ستن سالن کان جاري هئي.
رئيس ڪڪڙي کي لغڙن جي شيوا ۽ چاڪريءَ تي لڳايو.
ڪڪڙي دل لائي لغڙن جي چاڪري ڪئي. ڪيس اهي وٺندا
به ڏاڍا هئا. آتـر جي ڍڳن جيان عام رواجي قد ڪاٺ وارا،
وڏيل سٽيل، ڦڙت ۽ فرلا. مٿي تي لاڙي ڍڳن جيان وڏا، چنڊ
جهڙو هالو ناهيندڙ، نوڪدار سڱ، جي ڪڪڙي کي ڏاڍو
وڻندڙ هئا. هن اهڙا سڱ پنهنجي ٽَر ۾ ڪنهن به ڏاند تي نه
ڏٺا هئا. هوريان هوريان لغڙن جي ساک ۽ نالي سان گڏوگڏ
ڪڪڙي جي شيوا ۽ چاڪري به مشهور ٿيندي وئي.

پلا نه گهر نه گهاٽ، نه ٻار نه ٻچو، نه يار نه دوست ۽ نه
مٽ نه مائٽ، ماڻهوءَ جو موهه وڃي به ته ڪاڏي؟ پيار ۽ موهه
کي اظهار جي ڪا ته واهه کپي نه! سو ڪڪڙي جو سارو
موهه، ساهه ۽ چاهه، لغڙن ڏانهن لڙي پيو. لغڙ سندس ميٽ،
سنگت ساٿ، ۽ ٻار ٻچا هئا. مٿن ٻلهار پيو ٿيندو هو. مامي جي
مرتئي تي جو سندس زندگي محور تان هٽي وئي هئي، ۽ بيوزن
وَستوءَ جيان، دنيا جي پولار ۾، لُڙهي، لٽڪي، ويڳاڻي ويڳاڻي،
بي راهه ۽ نشان ڀٽڪندي هئي، سا جڻ نظم ۽ ضبط ۾ اچي
هڪ هنڌ ٺائينڪي تي وئي هئي. سندس حياتيءَ کي گردش
لاءِ محور سلي ويو هو. اهو محور رئيس جا لغڙ هئا. هن محسوس
ڪيو ته سندس جيون جي لغڙ کي گهڻو وقت ڏَرَ ۽ ساهي
ڏئي ليلهر ڪرڻ کان پوءِ جڻ، ڪنهن ڇڄي ۽ سٽ ڏئي،

قضائن ۾ لڙهندڙ ۽ تڙڳندڙ لغڙ کي متي کنيو هجي. قرب، سڪ ۽ پنهنجائپ جي اظهارن جو موقعو ۽ اهڙا احساس لغڙن سان سڪ ۽ چاهہ جي صورت ۾ هن کي ورڃ ملي ويا هئا. رئيس جي پلوڙ ڏاندن سان سڪ ۽ ساهہ ۽ انهن جي چاڪريءَ جي چوپول ٿي ڪڪڙي جي سکر اچڻ جو ڪارڻ ۽ سبب بڻيو.

اسان جي پاڙي وارو ڪرُو عرف ڪريم‌بخش يا گهوڙيلن جي دنيا جي مشهور پوتار ڪريم بخش، پاڪستان ٺهڻ سان ئي گوٺان لڏي سکر ۾ اچي ويٺو هو. هت اچي هن هڪ گوٺائي ساجن وٽ روزگار شروع ڪيو. ساجن وٽ تي چار بگي گهوڙا هئا، جي هو روزاني پاڙي تي هلائڻ لاءِ ڏيندو هو. اهڙو هڪ بگي گهوڙو ڪروءَ به چار پهر وهائڻ شروع ڪيو. جو ڪمائيندو هو ان مان. ڏهہ رپيا روز ساجن کي ڏيندو هو ۽ باقي بچت سندس ڪمائي هئي. ڪيس ڏهہ ٻارهن رپيا روز بچي پوندا هئا. رهندو ساجن جي طنبيلي ۾ هو، باقي به ٽي رپيا ماني ٽڪيءَ تي خرچيندو هو. اهڙيءَ ريت هن سال ڏيڊ ۾ ايترو پاڇي ڪيو جو پنهنجو بگي گهوڙي وٺي سگهيو. پنهنجي ٽانگي واري ٺهڻ کان پوءِ، هن اسان جو هڪ پيل پٽ مسواڙ تي وٺي هڪ ڪوٺي ٺهرائي، ۽ ات اچي رهڻ لڳو. سال کن کان پوءِ هن ورتل پٽ تي ٺهيل ڪوٺيءَ سان هڪ ڪوٺي ۽ ورانڊو ٺهرائي، ٻاهران پڊر جي پٽ به ڪٺائي، ۽ ڳوٺان ٻار ٻچا به وٺي اچي اتي رهايائين. ان عرصي ۾ هن ايترو بچايو جو ٻيو بگي گهوڙو به خريد ڪيائين، ۽ روز جي ڪرائي تي هلارائڻ لڳو. پنجن ستن سالن ۾ هُن ايتري ترقي ڪئي ۽ بچايو جو پنج ڇهہ بگي گهوڙا ٻيا به ورتائين. هن گهر وارو پلاٽ تہ خريد ڪيو ئي هو، پر پوءِ سامهون وارو ٻيو پلاٽ به خريد ڪري پنهنجن بگي گهوڙن لاءِ طنبيلو تيار ڪرايائين. پوءِ انهن بگي گهوڙن جي تعداد ۾ اضافو ٿيندو ويو. جنهن وقت جو ذڪر پيو ڪريان، تنهن محل سندس پندرهن کن بگيون ڪوچوان

روز جي حساب سان يا ماهياني پگهار تي هلائيندا هئا. پوءِ هن گهوڙن ۽ ڍڳين جي سودي جي دلالي به شروع ڪئي. ٿوري عرصي ۾ هو ڳوناٺي ڪروءِ مان سکر جو مشهور گهوڙن جو واپاري دلال ڪريم بخش خان ٿي پيو. گهوڙن جي خريد فروخت ۽ دلاليءَ هن ۾ گهوڙن ۽ سنڌن ڳڻن جي شناس پيدا ڪئي، ۽ اهڙيءَ ريت هو گهوڙا - ڊوڙ يا گهوڙن جي ريس جي ميدان ۾ به گهڙي پيو. ترت ئي سنڌس 'پکي' ۽ 'بجلي' تڙ ۾ نالي وارا گهوڙا ٿي مشهور ٿيا. اتر سنڌ ۾ ڪٿي به گهوڙن جي گوءِ ٿي ته سنڌس پکي يا بجلي ضرور ميل ڪندو، ۽ ڪٽندو به نوي سيڪڙو ضرور! شوقين ۽ شرطي جوان سنڌس گهوڙي تي هڪ جا ڏهه به لڳائيندا هئا. مطلب ته ڏهن سالن کن جي عرصي ۾ ڪريم بخش جا ڏينهن ڦري ويا. هو سکر جي چند اميرن مان ليکجڻ لڳو، ۽ مٿس ڪوچوانن جو رکيل نالو 'پوتار' سنڌس نالي جو اڳيون لقب ٿي شهر ڀر ۾ ڦهلجي ويو. هو هاڻي 'پوتار' يا 'پوتار ڪريم بخش خان' سڏجڻ لڳو. مجال هئي ڪنهن ڪي جو ڪيس منهن تي 'پوتار' ڪان سواءِ نالي سان مخاطب ٿئي!

پوتار جي پکيءَ ۽ بجليءَ جو شيوڪ يا چاڪر واڌو اوچتو، ڊبل نمونيا جي سٽ نه سهي، راهه رباني وٺي ويو. تڏهن هن کي ڪڪڙي جو خيال آيو، جو سنڌس، گهرواريءَ جي وڏيءَ ۾ وڏيءَ پيڻ، يا ساليءَ جو پٽ هو. جوڻس ڪافي وقت کان چوندي هيس ته ڪڪڙي کي گهرائي پاڻ وٽ ٻيهاري. جتي چوڏهن پندرهن پيا سنڌس طفيل رزق ماڻن پيا، اتي هڪ هي به! پنهنجو هو، ڪم ته هونءَ به ڪري ها، پر جيڪو سو هڏ به ڪُرڪيس ها! پر پوتار پنهنجي اصليت لڪائڻ لاءِ هر پنهنجي پرائي واقف کان پري رهڻ جو پڻ ڪيو هو. پر ڪڪڙي جا لغڙن جي چاڪري ۽ شيواداريءَ ۾ ناماچاري ماڻي هئي، تنهن پوتار کي زال جي فرمائش تي سوچڻ ۽ فيصلي

ڪرڻ تي آماده ڪيو. هن ڪڪڙي ڪي گهرائي پاڻ وٽ
ٻيهاري نه رکيو پڪي ۽ بجليءَ ڪي ماهر ۽ نالي وارو چاڪر
مُهيا ڪري ڏنو، پر پنهنجي گهر ڏياٽيءَ تي به تورو ڪيو.
اهڙي ريت ڪڪڙو ڦهريونَ ڀيرو سڪر ۾ اسان جي پاڙي ۾
آيو. ان کان اڳ هن ڪڏهن ڳوٺ ۽ سارين جي مل واري
وسنديءَ کان ٻاهر پير ئي نه ڌريو هو.

جيتري قدر ياد ٿو پويم، يا ساري ٿو سگهان، ته ڪڪڙو ڪڏهن
پاڙي کان ٻاهر به ورلي نڪتو هو. سڄي ڏينهن طنبيلي ۾ گهوڙن
ٻلي هوندو هو. شام جو واري واري سان ڪين چنگهن ساهائڻ
لاءِ ٻاهر ڪيڏي چڪر ڏياريندو هو ته اهو به پاڙي ۾. باقي
شهر جو ٻيو ڪو رستو، سواءِ راهوجا روڊ جي، جتي ريس
لڳندي هئي، هن ڪونه ڏٺو يا گهميو هو. اهو به چٽيءَ طرح
ياد اٿم ته جنهن حليي، لباس ۽ حالت ۾ ڳوٺان آيو هو، اَن
۾ ئي ڪيس سدا ڏٺم.

قد جو پورو پنو، بدن جو جانٺو، ڪٽڪ رنگو، مٿي ۾ اڇن
جي رڙ، پر ڏاڙهي چٽ ڪچڙي، يعني اڌ اڇي اڌ ڪاري، پنيي،
۽ پچاڙيءَ ۾ وٽ واري. موڪري منهن تي ان ڏاڙهيءَ کان
وڌيڪ سونهندڙ هو سندس ڊگهو نڪ. اهي روش سندس منهن
کي رعبدار ۽ حشمتي بڻايو بيٺا هئا. چنگهن تي اڌ پنيءَ تائين
لنڊي گوڏ، ۽ مٿين ڌڙ تي قَدي. مٿي تي انگوڇي جو مولهڙو.
اهو ئي انگوڇو هو سرڪاري نلڪي تي وهنجڻ لاءِ به ڪاپرائيندو
هو، ته رات جو سمهڻ مهل ويڙهي سيڙهي، سيهو ڪري مٿي
هيٺان به، وهاڻي طور، ڏيندو هو. سڄي جسم تي، اڇا گهٽ،
ڪارا وڌيڪ، ونگوڙي ونگوڙي گهاٽا وار. پير چٽ ڏاڦوڙا.
آڪر آڪر ۾ V شيپ وٺي. پاڙي جو ملان رفيق ڪڪڙي
لاءِ چوندو هو: "ڪيول ڪي اکيون، نانگ ڪي پيرن ۽ ڪڪڙي
ڪي جٿي اڇا تائين ڪنهن ڪونه ڏٺا آهن!"

مڙس محنت ۾ سدائين مگن ۽ مست. جاڪوڙ ۾ چٽ جِن.

سڄو ڏينهن ماڻهن جا گهوڙا هوندا هئس ۽ پاڻ. انڌي ۽ جنڊ، باقي ٿيا وڃي خير! ڇا ٿيو، پاڙي ۾ ڇا پيو وهي واپري، ان سان ڪيس ڪهڙو سروڪار! هن ته مريم جي وهاڻ ۽ مامي جي مرتئي پڇاڻا، دنيا ئي ٺڪرائي ڇڏي هئي. پساڙي وارا ڳالهائيندس ته هي موت ۾ وڌيڪ پنهنجائپ ڏيکاريندو. سڪ جي موت ۾ وڌيڪ ميئاج پري محبت جو اظهار ڪندو. باقي پاڻ حرام جو ڪنهن سان ڳالهائي يا مُرڪي ملي. سدائين سنجيده ۽ ماٺ، ڇڻ سوچيندو هجي ته هيءَ جبل جيڏي زندگي، ايئن، ان رفتار سان ڪيئن ڪٽبي! ڏينهن جي شروعات گهوڙن کي، ماسيءَ وٽان آيل بُسرين ۽ مکڻ، کارائڻ سان ڪندو. پوءِ انهن جي مـُـهت سهت ۽ مالش کي لڳندو. ڪرڪٽو سڄي بت کي هٿي پوءِ ڪپڙي سان مهتي سندن صفائي ڪندو. ان کان پوءِ ڇپري ۾ سندن ٿاڻ ٺاهي، اچي سندن ڇيڻ ڪيندو. ڪين ڇپري ۾ بهاري هو ساهي پٽيندو هو ۽ ڏُپهري جي ڪندو هو. سج لڙيو، شام ٿي، ڏينهن ٺريو ته هو اٿي اڱڻ ۾ گهوڙن جو ٿاڻ ٺاهي. ٻه ٽي چار بالٽيون مٿان هاري، ٺارڻ لاءِ ڇڏي ڏيندو. گهوڙن کي ڪولي رستي تي ڪين ٽي چار چڪر ڏياري واڻکو ڪندو. پوءِ ڪين ٺريل ٿاڻن تي ٻڌي سندن چنگهن جي مالش شروع ڪندو. اهڙي ريت سندس ڏينهن جو ڪم پورو ٿيندو هو. پڪيءَ ۽ بجليءَ لاءِ داڻو وٺڻ ۽ تيار ڪري کارائڻ ٻـ هن جو روز جو معمول هو. ان کان پوءِ هن لاءِ ’رات پنهنجي ٿاتِ‘ هوندي هئي. پوءِ شروع ٿيندي سندس نجي زندگي ۽ ڪچهريون قرب. طنبيلي جي پٺ سان روڊ تي کٽ رکي پلٿي ماري ويهندو. اڳيان کٽ جي جهول ۾ لاهه کي ڍڪڻ لاءِ رکندو اونڌو ڪري هڪ پاٽ. اها پاٽ سندس ٽيبل هئي، جنهن تي هو، ڪرڻ يا التي ٽي پوڻ جي پـؤ کان سواءِ، ڪيٽي جي بوتل ۽ هڪ ٻه گلاس رکي سگهندو هو. سڪر ۾ اچي هن ۾ نشي جي عادت پئي هئي ۽ ڪيٽو (عرف عام ۾

ٿڪچر زنجبيرس جو نالو) پيش شروع ڪيو هئائين. ڪٽ تي
ويهي، ٽيبل سجائي پوءِ سڌ ڪندو هو يارن کي. پوٽار جي
ڪوچوان مان ٿي، جي طنبيلي ۾ رهندا هئا، سندس يار هئا.
ڪڏهن ڪڏهن ڪو پيو پاڙي جو مزور مڙو به اچي سندس
ان دعوت شيراز ۾ شامل ٿيندو هو. هو سڪ جو سڪايل هو،
ان ڪري جو به ڪيس ڪلي ملندو يا پنهنجڪائپ جو احساس
ڏياريندو هو، ان سان يڪدم گهرو ٿي ويندو هو. باقي ڦٽائي
ڄاڻ ته هو ڇڻ سکيو ڏي ڪين هو. پاڙي جي ڪنهن بني بشر
کي هن کان ڪا شڪايت ڪانه هئي. ايتري قدر جو سندس
ايئن ڪليل رستي تي ويهي پيش به ڪنهن کي ناگوار نه لڳندو
هو. سيني کي خبر هئي ته هو نيت جو نيڪ ۽ بيضرر ماڻهو هو،
پنهنجيءَ ۾ پورو، گگدام، نه ڪنهن جي آئيءَ ۾ نه وئيءَ ۾.
اها به اسان کي گهران، زائفن وسيلي ڄاڻ ٿي، ته پوٽار، ڪڪڙي
جو ماسڙ هو. ڪڪڙي پاڻ نه ڪڏهن اهڙو ذڪر ئي ڪيو،
۽ نه ئي پوٽار يا سندس گهر سان اهڙي وات ئي رکيائين، جنهن
مان اندازو لڳائي، يا انومان ڪيي سگهجي ته، سندن وچ ۾
خادم ۽ مخدوم جي رشتي کان سواءِ، ڪو ٻيو ناتو رشتو،
ڪنهن متي مائٽيءَ وارو به هو. نه ئي سندس پوٽار يا اُن جي
گهر جي طرفان سائس ڪو اهڙو ورتاءُ ورتو پئي ويو جنهن
مان اهڙو اندازو لڳائي سگهجي ها. ڪڏهن ڪڏهن عيد برات يا
ختمي ڪاباڙ جي موقعي تي ڪو چانورن گرهه، سئين جي پليٽ
يا حلوي ذرو پوٽار جي گهران وٽس آيو هجي ته هجي، نه ته
ڪڏهن ڪا شيءِ شغل ڪڪڙي وٽ ماسيءَ وٽان آئي، اسان
نه سنيرون. ماسي ماسڙ کان سواءِ، سندس ماسات به سائس ايئن
هلندا هئا جيئن ٻين سئيسن يا ڪوچوانن سان هلندا هئا. رات
جي ماني کان تہ مُبرا هو، ڪيتو ۽ دال سگر سندس رات
جي خوراڪ هئا. نيرن تي سُومي واڻئي جو دال جو پن ۽
ڦُلڪو هن لاءِ ڪافي هئا، ۽ منجهند جو ڏيهرو مائي صاحبان

وٺ ڪندو هو.

مائي صاحبان، جنهن کي اوڙي پاڙي جو ننڍو وڏو ’ماسي‘ يا ’ماسي صاحبان‘ ڪري سڏيندو هو، پوٽار جي طنبيلي جي اتر ۾ مستري خدا بخش جي جڳهه جي دڪان تماڙ، هيٺئينءَ منزل ۾ رهندي هئي. ڪرڙوڙي، سنهي ۽ قد جي ڊگهي. اسان ڪيس مڙس سوڌو اتي ئي ويٺو سڃاڻون. چوندا آهن ته رانجهو ڪيس عشق مان زوريءَ ڪٺي پرڻيو هو. صاحبان جي مائٽن سان دشمني ٿي پيس، ته رياست جي خانپور شهر مان لڏي اچي سکر ويٺو. اچڻ سان ئي سيٺ ڏيمبلا جي ڊيمبلا مل ۾ مزوريءَ تي لڳو. پنجن ڏهن سالن کان پوءِ، اتي ترقي مليس ۽ ليبر جو مقدم يا جمعدار ٿي ويو. هڪ دفعو گدام مان اٽو ڪٺائي رهيو هو، جو ڳوڻين جي لاٽ جو لاٽ اچي مٿان پيس. وٺ وٺ ڪري همراهه کي ڪيڏي ورتائون، پر سندس ٻئي ڄنگهون ڀڃيءَ وٽان ڏيڙڪي پيون. ٻه ٽي مهينا هڪ ڪنير جي ڪيڏ لڳو رهيو، جنهن آخر ڄنگهون ۽ زخم ڪاري جواب ڏنس. سول اسپتال ڪٺائي ويس، پندرهن ويهن ڏينهن کان پوءِ اتان موٽيو ته ٻئي ڄنگهون گوڏن کان مٿي وڍيون، ڪپيل هيس. اسپتال مان موٽيو ته سيٺ، جو ان وقت تائين ملڪ جي جاگرافيءَ سان گڏ بدلجي چڪو هو، ڪيس پنج سؤ رپيا ٻنهي ڄنگهن جي معاوضي طور ۽ ادائي سؤ، ازراهه همدردي، علاج جي خرچ وغيره بلي عطا فرمايا. زال مڙس گڏجي زندگي جي گاڏي گهلڻ جو پروگرام ٺاهيو ۽ جتن ڪيو. هنن پنج سؤ رپيا ته پوسٽ آفيس ۾ مائي صاحبان جي نالي رکرايا، باقي ادائي سؤ مان ٻن سؤن جي خرچ ۾ سيڙپ سان رانجهي ساڪت يا غيرمتحرڪ ڇٻو ڪيڏيو. هٽ جي ٻاهران ڪٽ رکي، پيرن کان وڏو ڦٽو، چورس تختي جيان، سيٽ ڪري، ان تي تـول، ٻارن جي ڪاٺ جون شيون، ۽ هلڪا سلڪا رانديڪا رکي ويٺو وڪڻندو هو. صاحبان منجهند جو گهر ۾ ئي نانوائي جو دڪان ڪيڏيو. صبح سان وڃي

وڏي ڪوس تان اوجهري وٺي ايندي هئي، ۽ منجهند تائين پاچي تيار ڪري، جاء پاهران چاپري هيٺان ماني ٽپڻ شروع ڪندي هئي. شروع ۾ ٽڪي ماني ۽ اوجهري مفت هلائيندي هئي، پر پاڪستان کان پوء وڏنڊڙ اگهن جي مدنظر آني ماني ۽ ٻين آني اوجهريءَ جي پليٽ ڪيائين. اصل چئين آني ۾ ڏؤ! خاص ڪري مل جا مزور، ٽانگي وارا ۽ ٻهراڙيءَ مان بيل گاڏين سان ايندڙ گاڏڙ ڏيهرو ماسي صاحبان جي هوٽلڙي تي ڪندا هئا. اوڙي پاڙي جو غريب غربو به وڌائنس ٻي آني جي اوجهري وٺي ڪڏهن ڪڏهن، عيش ڪري ونندو هو.
ڪڪڙو به، ٻن ٽن ڪوچوانن جيان منجهند جي ماني صاحبان جي دڪان تي کائيندو هو، ۽ ان چوٽيءَ کي هر روز غلط ثابت ڪندو هو: 'ماسات مٿي ذات، ڪُڪڙ ڪُهه ته کاڌون رات.' چو جو سندس ماسات روز هڪ نه هڪ ويلي تي ڪڪڙ کائيندا هئا، پر هن کي ڪڏهن رڌو به نصيب نه ٿيو هو.
مائي صاحبان گهر اگهيان ۾ ڪاٺ جون بينچون، هڪ ٽيبل ۽ هڪ کٽ گراهڪن لاء رکي هئي. گراهڪ اوچتو وڌي ويس ته هنگامي حالتن لاء هڪ ۾ ٽڏا به اسپيئر ۾ رکي ڇڏيا هئائين.
ڪڪڙو بينچ تي، پٺي چنگهون مٿي ڪري،، اوڪڙو ويهي، ماني کائيندو هو. ان ڪري، ۽ بدن تي گهاٽن گهنڊيدار وارن جي ڪري، صاحبان کيس 'زَنبو' سڏيندي هئي.
"ڪڪڙي کي 'زَنبو' ڇو سڏيندي آهين؟ ماسي صاحبان!" هڪ ڏينهن، مون ان عجيب سُر ۽ موسيقيت واري لفظ جي مطلب معلوم ڪرڻ لاء هن کان پڇيو هو.
"ابا، جهنگ پلا ٿيندا ٿيَ نا. ايوين جهنگ ماڻهو پڻ ٿيندا ٿيَ. آهين ڪونُ زنبو اکيندَي هين." هن وراڻيو هو.
"ماسي، تو ڪڏهن 'زنبو' ڏٺو آ؟" مون کائنس پڇيو هو.
"نه ڙي ابا. خدا نه ڏيکويسي." هن اوجهريءَ ۾ ڏوئي گهمائيندي چيو هو، "امان مرحيات پالين ڪون قصي سڻيندي هئي تان

هڪڙا 'زنبو' دا پيي ڪريندي هئي." •
ان مهل ڪڪڙو، پنهنجي مخصوص انداز ۾، پوز ۾ بينچ تي ويٺو ماني کائي رهيو هو. اسان جي گفتگو ٻڌي هو ٿورو مرڪيو.
"هائو ابا ماستر صاحب هائو،" هن ڪنڌ لوڏي چيو، "ڪريو غريبن تي ٿونڪون. توهان به ٻار آهيو، جو ٿا چيڙايو." شروعاتي ڏينهن ۾ ڪڪڙو ان نالي تي چڙندو هو، پر پوءِ چڻ اهو نالو اختيار ڪري ورتو هئائين.
"ڪڪڙا! ٻاڙيچا ته ديون ڪي به پيارا هوندا آهن،" مون ڪيس، خيال مٽائڻ جي خاطر چيو، "تون ڇو ماسيءَ کي مٺو نه آهين؟"
"بابل، اجا ننڍا آهيو،" هن پليٽ ۾ بچيل اوجهريءَ جي آرس هڪ گيت ۾ پيتي، "وڏو ٿي، زندگيءَ جي راهن تي رڙهيؤ ته رشتن ناتن جو پتو پئجي ويندؤ. رت جو رشتو ناتو اڄ ڪا معني نٿو رکي. مٺيون مائٽيون رت سان يا آڌ ۽ ليڇ سان نه ماپيون ويندڀون آهن، پر دُستي ۽ دنيا سان. پئسو هن دور ۾ هر شيءِ جو ماڻ ۽ ماپو آهي. رڳو خودغرضي ۽ حرص جا ناتا وچي بچيا آهن. هينئر رت دانگيءَ تي ڪانه ٿي وري، پر دولت ۽ دٻ دٻي تي ٿي وري. ماڻ هڪ سيئس، چاڪر ۽ ڪُڙهه جو ڪتو، ۽ هو ياگوان، پوتار ۽ امير! اُنن مينهن جو ڪهڙو ميلو، بابا! نوڪر ۽ مالڪ ڪڏهن مائٽ ٿيا آهن. پنهنجي وچ ۾ رت جو، نه، پر رت پيڻ ۽ رت ڏيڻ وارو رشتو آهي."
هن ٿڌو ساهه پريو، چار آنا ڪيڏي ماسي صاحبان کي ڏنا، ۽ مُنهنجي پٺي ڏيپندو هليو ويو.
مِٿس صاحبان جي رکيل نالي جي مشهور ۽ مقبول ٿيڻ جو هڪ پيو سبب به هو، جو آن جي عجيب و غريب هئڻ کان سواءِ هو. اهو سبب هو لفظ 'زنبو' جي موسيقيت، رواني ۽ لئه. نالي ڪٺڻ سان چڻ ڪنهن ساز جي تار تي هٿ لڳي ويندو هو. نه رڳو سندس اِن نانءَ ۾ نغمگي ۽ لئه هئي، پر سندس

اٿم، ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، ڪم ڪار، چرپر ۽ هلڻ چلڻ ۾ ٻه
هڪ رواني، پرڪشش دلچسپي ۽ نظم و ضبط هوندا هئا. هلندو
ته ايئن هڪ ڪرو جڻ ڪنهن تلاءَ ۾ ٻلڪ ترندي ويندي
هجي. گهوڙن کي گهمائڻ نڪرندو ته وڪ گهوڙن جي وڪ
سان ملائي کڻندو. گهوڙن کي ڪرڪرو هڻندي، ڪا ڪافي
آلاپيندو، ته هٿن ٻه آڱرين جي سُر سان تکا ۽ سست ٿيندس ۽
هلندس. مطلب ته سندس هر حرڪت ۽ چرپر ۾ هڪ سنوت،
ضبط ۽ رواني هوندي هئي. ڳالهائيندو ته جملن کي ڪٽي،
ننڍا ننڍا ٽڪر ڪري، هر ٽڪر کي لانڍ سان ختم ڪندو.
جڻ ابوالحسن جو ”نور نامو“ پيو پڙهي. لفظ کي شد مد ڏئي
ايئن اچاريندو، جو ڪنن ۾ ٽليون ٻرڻ لڳنديون. اٿندي ويهندي،
ڪم ڪار ڪندي، ۽ گهمندي گهتندي پيو چپن ۾ يا جهيڻي
آواز ۾ جهونگاريندو هو. گهوڙن جي خدمت ڪندي، جي
ڪٽان پر پاسي جي ريڊئي تي راڳ شروع ٿي ويو، ته سندس
سڄو سريرُ، پيرن کان ڪنڌ تائين، ان جي ڌُن تي پيو نچندو
۽ جهومندو. ايئن ڪرڻ سان روانيءَ سان گڏوگڏ سندس ڪم
۾ تيزي سبب آڪلاءُ به اچي ويندو هو.
منجهس ان ڪشش ۽ خوبيءَ کان سواءِ ٻيون به وڻندڙ ۽
ساراهڻ جوڳيون خوبيون هيون. جيترو ٻاهران اوڙڻ چوڙڻ، لٽي
ڪپڙي ۽ رهڻ سهڻ ۾ گدلو لڳندو هو، اوتروئي اندر جو اجرو،
من جو ملوڪ، ڳالهائڻ جو ڳُٽدار هو. سوز ۽ گداز جو مجسمو
هو. دل درياهه سمندر ٻونگو. عشق اندر اجاري چڙيو هو.
سماج جي تجربي ۽ مشاهدي کيس ماڻهپي جو مطالعو ڪرايو
هو. رات جو ڪيئو پئي، ڪٽ تي اهلي، پيٽ وارو ٿين جو
ڪونجو وڃائي، جڏهن خواجه فريد جي ڪافي الاپيندو هو، ته
سندس اندر جي گهراين مان نڪتل آواز، ڪويل جي ڪوڪ
جيان، رات جي ڪارنهن جا پڙدا چيري ڦاڙي، ستارن جي
جهڪي روشنيءَ جي سطح تي سفر ڪندو، سندس پرينءَ جي

پار پڇيءَ ويندو هو. ڪڪڙو دل ئي دل ۾، گهٽ ۾ گهٽ، ايئن محسوس ڪندو هو، ته هو وڇڙيل يار لاءِ ئي ڳائي رهيو هو.

شل او وسني آباد رهي، جتي يار ميري دي جهوڪ آئي،
ملڻ ملاوڻ دي رستي بند هين، تڪدا ظالم لوڪ آئي.

مائي صاحبان جا چڱ سٽل سور جاڳي پوندا هئا. هوءَ شوڪارو پري کٽ تي اٿي ويهندي هئي، ته پرسان رکيل دلي مان گلاس پري، پي، زبان آلي ڪري، سنئين سڌي کٽ تي سمهي پوندي هئي، ۽ تارن سان ٽمٽم آسمان ڏي تڪيندي تڪيندي، ذهني طرح پنهنجي پيار جي ڏينهن سان چمڪندڙ ماضيءَ ۾ سفر ڪرڻ لڳندي هئي.

”اڄي سينڌ وچ آڏا خراب آ ٿيا ٿيي. اي تيڏي عمر آئي شوڪاري پرڻ دي!“ رانجهو ڪنگهي خار ۾ ٽڪ اچلائيندو هو.

”اڙي رانجها! تئين ڪون کهڙا پتا،“ صاحبان کٽ تي سمهيل ئي ورائيندي هيس، ”پيار ڪون پيري ڪوئي نهين لڳدي! تيڏا پئسي نال پيار پيدا ٿيا آئي؟“ ۽ هوءَ پاسو ورائي ننڊ لاءِ جتن ڪندي هئي.

ڪڪڙو اها ڪافي شروع ڪندو هو ته رانجهو وٽ سٽ ڪائڻ شروع ڪندو هو. هن کي ڪڪڙي جي اها روزاني روش ڪڏهن ياد نه پئي. هونءَ هنن جا پاڻ ۾ تعلقات ڪو خراب ڪونه هئا، ۽ جي رانجهو اپاهج ۽ معذور نه هجي، ها ته جيڪر ڪڪڙي جو اهو ورتاءُ به هن لاءِ پريشان ۽ وياڪل ڪندڙ نه هجي ها. پر سندس ان معذوريءَ کيس اِن ڪان سواءِ، پين به ڪيترن ئي ڪامپليڪسز ۾ وجهي ڇڏيو هو. خاص ڪري صاحبان جي ڏس ۾، هن کي عدم تحفظ جو احساس اندر ئي اندر کائي رهيو هو. صاحبان پنهنجي هاڻيءَ سبب، اِن وهيءَ ۾ به، منهن ۾ مٺيا ۽ بدن ۾ ڪشش رکي پئي. هن سمجهيو پئي ته ڪڪڙي جي من ۾ مير ۽ منڊي نه هئي. سندس نگاهه

۾ برائي نہ هئي. اها بہ پڪ هيس تہ صاحبان جي من ۾ هن
لاءِ اهوئي پيار ۽ پساهہ هو، ۽ هوءَ سندس اعتبار ۽ ويساهہ کي
ڇيهو رسائڻ واري نہ هئي. پر ان هوندي بہ الائجي ڇو، اِن
صورت حال ۾ سندس اندر جو شڪي ۽ بيوس مرد، احساس ڪمتري،
۽ عدم تحفظ جو خيال جاڳي پوندا هئا.

”ماسي صاحبان، ڪلا پلا ماني!“ ڪڪڙو بينچ تي پاسيرو اوڪڙو
ويهي، سڄي ٻانهن بينچ جي ٽيڪ تي ورائي چوندو هو.

”ڪوڙ ماني، بابَي ڪُون.“ صاحبان جست جي وٽيءَ ۾ ٻوڙ
پائي، پنديءَ ۾ ٻہ ڊگڙيون وجهي، کٽي وڃي، هن اڳيان بينچ
تي رکندي هئي، ۽ موٽي اچي چلهہ پرسان صندليءَ تي ويهندي
هئي. جو وقت ڪڪڙو ماني کائيندو هو، صاحبان جي نظر
منجهس هوندي هئي. رانجهو ان ڳالهہ تي بہ وَٽ ۽ جڪ
کائيندو هو. هرڪو گراهڪ چلهہ وٽان ماني ٻوڙ وٺي، پاڻ کڻي
وڃي، بينچ تي يا کٽ تي کائيندو هو. پوءِ ڪڪڙي لاءِ
خاص روش ڇو؟ ٻين گراهڪن تي هڪ نگاهہ بہ نہ وجهندي
آهي، ڪڪڙي ۾ ديدون ڇو تي اٽڪائي ويهي؟ ۽ جڏهن ماني
کائي پئسا ڏيئي موٽي ٿو تہ، ڇو ٿي چويس:

”رات فريدڻ ڳاسين نا، زنبوا!“

”ٽِين ڪُون گهٽي واري جهليا هيم تہ اُيوين هر ڪنهين دَي
مُنهن نہ لڳدي ڪر،“ ڪڪڙو ڪجهہ پرپرو ٿيندو هو تہ
رانجهو ڦاٽ ڪئيندو هو، ”ڪوئي تيڏا سڪا آي، پيوُ چايا
آيُ؟!“

”منهن لڳدي مانس، چاتي تہ ڪوئي نهين لويندي مانس، جو
ساهہ پيا ويندا آئي؟!“ مائي صاحبان ورندي ڏيندي هيس، ”درد
فراق دا ڦٽيا آي شڏا! ڏون حرف الائي مانس تہ کهڙي قيامت
ٽُٽ پئي. تيڏا تہ قلب ڪتيج ڪالا ٿي ڳيا ئي، شڪي ماريا!“

رانجهو پنهنجي ڪنيل چنگهن کي ڏسي، صاحبان جي منهن ۾
نهاري، ٽڏو، لاچاريءَ ۽ بيوسيءَ جو ساهہ پري، مان ٿي

ويندو هو.

”پي چايا نهين آيءِ تي وَل ڪيا تي پيا.“ صاحبان خار ۾ ڏانهس ڏسندي ڳالهه کي ڪٽائيندي هئي، ”ڪنهن امڙي دا تـِي چايا هوسي نا!“ ۽ رانجهي جو، جڏي جسم اندر، منجهيل ۽ پٽڪيل، شڪي ۽ وسوسي وارو من، ڪنهن سوچ جي چار ۾ الجهي، پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

ڪڪڙي جو پيار ڪير هو؟ اُن جي جهوڪ ڪٿي هئي؟ هن ڪڏهن به ان بابت ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍي هئي. اِن ڏس ۾ جڻ هن چپ ليـمبي ڇڏيا هئا. هڪ لڳان مون ڪيس موڊ ۾ ڏسي ڪولڻ جي ڪئي:

”ڪڪڙا! ڪنهن لاءِ ڪلام چوندو آهين؟ ڪڏهن ڪجهه ته ڪڇ. ڪين رڳو پيو اندر ۾ پڇندين ۽ پڄرندين. ڦاٽ ته هاڻ هلڪو ٿئي ٿي، من تان مونجهه لهيئي.“

”نه بابا،“ ڪڪڙي هڪ هيڪاندي جواب ڏنو، ”پريت ۾ پت وڃائڻ، عشق ۾ ڪچي ڪرڻ، پيار وارن جي ريت نه هوندي آهي. پنهنجو پيچ ۽ ناتو ته پاڪ صاف آهي، ڪهڙو ويهي پڙها ڏيئي، پڌرو ڪري، ان کي بدنام ڪريون. عشق اگهاڙو نه ڪبو آهي. اها ڪچن ۽ ڪميڻن جي ڪُريت آهي.“

”جيئن تون پيو هُن لاءِ لُڇين ڦٿڪين، تيئن هُن کي به تنهنجي تات آهي، يا رڳو تون هڪ طرفو پيو ڳرين ۽ سڙين؟“ مون کي ساڻس همدردي ٿيڻ لڳي هئي.

”ان سان پنهنجو ڇا! پنهنجو ڪم نينهن نڀائڻ، هُن جي هُو ڄاڻي.“ ڪڪڙي ٿڌو ساهه ڀري، اندر اڇلائي ڦٽو ڪيو هو، ”عشق سودو يا ڏيتي ليتي جو وهنوار نه آهي. عشق ته لڳيءَ جو پيو نالو آهي. اڪيون ٻوٽي داءَ هڻڻ جو بيو نالو آهي. ٻوٽي جي امڙي آبياري آهي، جنهن سان قلب جي اميد يا خيال ٿي وابسته نه هوندا آهن. ڪڏهن پار ته ڪڏهن لهرن وچ ۾. ڪڏهن وصال جي وهڪري ۾ ته ڪڏهن درد جي درياهه

۾ پنهنجي مان جو ٻه ملي مبارڪ آهي. پريان سنديءَ پار جي مڙئي مٺائي!“

پوءِ هڪ ڏينهن ڪڪڙي جي وڏي ماسات رحيم، پوٽار ڪريم بخش جي پٽ، اسان کي سندس ماروٽ مريم سان پيار جو داستان ٻڌايو هو. رحيم اهو ٻه انڪشاف ڪيو هو ته عشق جي چماٽ ڪڪڙي کي چريو ڪيو هو. نه ته مريم جي وهاڻءَ کان اڳ وارو ڪڪڙو ڪو ٻيو ڪڪڙو هو! سدائين صاف سٿرو، ڏاڙهي صفا چٽ، شهپر وتيل. شام جو ڪم تان لٿي پڇاڻا، اهي تيل ڦليل ۽ لٽا ڪپڙا ڪندو جو ڳوٺ جون ڪنواريون توڙي پرڻيل جوانڙيون، ڪيس هڪ نظر ڏسڻ لاءِ، ڪنڌين کان ڪَرَ ڪڍي ٻيهنديون هيون. اسڪول ڇڏي پڇاڻا ٻه پڙهڻ جو شوق نه ڇڏيو هئائين. هيڊ ماستر وٽ اخبار ۽ رسالا وغيره پڙهڻ لاءِ ويڻ سندس مشغلو هو. ان ڪري ڳوٺ ۾ سڀ ڪيس سياڻو ۽ سيبتو سمجهندا هئا. ننڍا وڏا سندس صلاح ۽ راءِ وٺڻ لاءِ مامي منل جي لانڊ ۾ ايندا هئا. پر پوءِ، مريم جي وهاڻءَ، سندس دنيا ئي مٽي ڇڏي، ۽ اهو ڪڪڙو بدلجي اڄ وارو ڪڪڙو ٿي پيو.

اڄ جو ڪڪڙو واقعي مختلف، منفرد ۽ نرالو هو. هن جي زندگيءَ جي ڪشتي، بنا ناکٽي، بي‌نام منزل ڏانهن لڙهي رهي هئي. هن جي آڏو ڪا راهه، ڪو چارو يا ڳَسُ ڪونه هو. دنيا جي ڪنهن شيءِ يا شغل ۾ دلچسپي ڪانه هيس. سٺر سپاٽي، گهمڻ ڦرڻ، کائڻ پيئڻ (سواءِ ڪيٽي جي)، لٽي ڪپڙي، ڪنهن ۾ چاهه ڪونه هوس. سندس زندگي، اهڙي ياڇي جيان بي‌سوادي ۽ بي‌چسي هئي، جنهن ۾ نه لوڻ هجي نه مرچ، نه مصالحو هجي نه گيهه! سندس جيون ايئن هو جيئن ڪو خالي پاندو ٿيل آجاڙ گهَرُ، جنهن جا در دريون ٻه ڪو ڪڍي ويو هجي. خالي خالي، پڙپانگ، رڳو رک، رائو ۽ رڃ. ان سڃ ۽ سراب جي سفر ۾ هن پنهنجي لاءِ دلڪشي پيدا ڪئي هئي. پکي ۽ ٻجليءَ

سان سندس موهه تي، ۽ ساهه سيباڻجي ويو هو. سڄو ڏينهن سندن شيوا ۾ مگن مست، جڻ سندس ٻچا هجن، ۽ شام جو ڪَٽِيءَ تي ڪچهري، ۽ ان کان پوءِ رات جي ننڊ کان اڳ فريدڻ يا شاهه جي ڪافي يا ڪافيون. سندس زندگي، جا اڳ لغڙن جي گرد ڦرندي هئي، تنهن هاڻي پڪي ۽ ٻجليءَ کي پنهنجو محور بڻايو هو.

هڪ ڏينهن شام جو ڏاڍو مينهن پيو. آڏون روز جي پنڌ واري چڪر تي، گپ چڪ ڪري نه وڃي سگهيس، ۽ سنجها ٽاڻي پاڙي ۾ ئي اچ وڃ ڪري چڪر ڏيڻ لڳم. ڪڪڙو طنبيلي پاهران پنهنجي مخصوص 'بار' لڳايو ويٺو هو. ان ڏينهن مينهن سبب، شايد سندس ڪوبه دوست نه اچي سگهيو هو. مان اڪيلو، مينهن بند ٿيڻ پڄاڻا، ڪيس رستي تي ٿهلندو نظر آيم.

"ماستر صاحب! اڄ ته اسان سان جهڙيالي ملهايو،" هن مون کي سڏي چيو. "وسڪي ته پاڻ وٽ ڪانهي، يار، پر ڪيٽو حاضر آ." هن لانڊي سان چيو ۽ هٿ ۾ ڪيٽي جي بوتل جهلي مٿي ڪئي.

"نه ڪڪڙا، مهرباني!" مون کي خيال ۽ صلاح نه آئڙي، "اڄ طبعيت ٺيڪ نه اٿم."

"هائو سائين! غريبن سان ڪيئن ويهندؤ،" هن بوتل پاٽ تي رکندي چيو. "ڪڪڙي جي چڳل ڪٽ آ، ڪا آمريڪن بار ته ڪانهي نه!"

مان سندس دل جو درد ۽ احساس محسوس ڪري، وڃي سائس کٽ تي ويٺم. هن ٻئي خالي گلاس ۾ مون لاءِ پيگ ٺاهڻ شروع ڪيو.

"نه ڪڪڙا نه! تڪليف نه ڪر." مون ڪيس هٿ کان وٺندي جهليو. "مان پيئندس ڪونه، باقي توسان ڪچهري ويهي ڪريان ٿو."

ٻئي گلاس کان پوءِ، هن مون سان ڳالهائڻ کي بريڪ هنئي،

متي آسمان ڏانهن نهاريو، جتان جهڙ هٽي ويو هو، ۽ تارا روز کان وڌيڪ صاف ۽ روشن نظر اچي رهيا هئا. ڪا گهڙي ماٺ ۾ ڏسڻ کان پوءِ، هن سر سان جهونگاريو:
”هتي تاري هتي هيٺ، هٿ منهنجا سپرين.“
سندس اکين ۾ اندر جي آلي درد جي آلاڻ اچي اٽڪي پئي هئي.
”ڪڪڙا، شادي ڇو نه ٿو ڪرين؟“ هن آسمان مان نظر هٽائي ٻيون گلاس ڏاهڻ شروع ڪيو ته مون چيس، ”اڃا ته عمر اٿيئ. تو کان ڪراڙا به ٻي ٽين شادي پيا ڪن.“
”بابل، شادي ته روحن جو مقدس رشتو هوندو آهي، دلين جو موهه ۽ ميلاپ هوندو آهي،“ هن تازي ڏهيل گلاس مان ڏيک پريندي چيو، ”مون وٽ ته پئي ڪين آهن، نه دل نه روح! پئي اڳ ئي ڏئي ڇڪو آهيان. باقي جو ڪنهن پرائي جائيءَ کي به ٽڪر هٽي ڳهتر گيهلي اچان ته ڇا حاصل. مون وٽ کيس ڏيڻ لاءِ ته ڪجهه آهي ئي ڪين!“
”تڏهن به دنيا داريءَ لاءِ ئي، ڪو گهر بار ته هجي ني.“ مون سائس بحث شروع ڪيو، ”پيو نه ته اولاد خاطر، نسل قائم ۽ جاري رکڻ کان ئي. پوياڙيءَ ۾ ته اولاد ئي ڪم ايندئي. اولاد بنا ماڻهو کهڙو آهي، بنا ٿاريءَ، بنا پتي، وڻ جو سڪٺو ٽُڙ!“
”اڙي سائين، کهڙيون ٿا ڳالهيون ڪريو.“ ڪڪڙي ٿڌو ساهه پري چيو، ”کهڙا ڪروڙ پتي ۽ ڪامورا چٽيندس! غريب ۽ بيوس جا ٻار به غريب ۽ بيڪار، بيوس. ابي امان به شادي ڪئي نه؟ ڇٽي ۽ ڇڏي ته مون ڪنگلي کي ويا ني! مان به شادي ڪري ڪنگلا ۽ مفلس وڌايان ڇا؟ اسان جي تقدير ۽ زندگي اولاد چٽڻ سان نه بدلبي. وڏو ڪو زلزلو اچي، ملڪ لڏي وڃي، محلن ماڙين وارا، رت جي (پيٽڻ واري) رشتي ناتي وڏندڙ امير آمراءُ اُلٽا لٽڪن، ته ڪو ڦيرو اچي، نه ته غريبيءَ

کي کيڏي به وڏي انگ سان ضرب ڪر، ته جواب سک ۽
آسودگي نه، پر وڌيڪ ۽ پيمانڪ مفلسي ئي ملندو.“
هن جي اجتماعي فلسفي واري سوچ تي مون کي مسرت به ٿي،
ته سندس حالت ۽ زندگيءَ تي ڪهل به آئي. هن حياتيءَ ۽
ان جي ڏاڍاين ۽ ٽن جي محرڪ فلسفي کي چاڙهو پئي. پر ان
هوندي به هن پنهنجي هر خواهش، اُمنگ ۽ ارادي کي ختم ڪري،
عمل کان منهن موڙي، اها چاڪيءَ جي ڏاند واري حياتيءَ ڇو اختيار
ڪئي هئي، ۽ ان تي اڪتفا ڪئي هئي؟ پنجاهه رپيا پگهار، ۽
گهوڙن جي ڪڙهه جي ڪنڊ ۾ رهڻ لاءِ هڪ ڇڳل ڪٽ!
گهاٽي وارو مسلسل چڪر، هلندو هل ته به فاصلو نه ڪٽي. بيهه
ته اُتي ئي، جتان شروع ٿجي. مان سندس ان زندگي ۾ مٿس
ڪهل کائيندو، ۽ ماسڙهنس تي ڪاوڙبو هوس. سدائين کيس
ڪنهن چڱي روزگار سان لڳائڻ جي سوچيندو هوس. نيٺ اُن
سوچ کي عملي صورت ڏيڻ جو موقعو به مليو. اسان جي اسڪول
۾ چوڪيداريءَ جي جاءِ خالي ٿي هئي. ڏيڍ سو رپيا پگهار ۽
رهڻ لاءِ هڪ ڪمري وارو ڪوارٽر. مون هيڊ ماستر کي ڪڪڙي
جي مقرريءَ تي آماده ڪري ورتو هو. شام جو ننڊ مان اٿي،
وهنجي سهنجي، ٻاهر چڪر لاءِ نڪتم، ته ڪڪڙي سان ڳالهائڻ
لاءِ پوتار جي طنبيلي طرف لڙيم. هو ٻاهر کٽ تي ’مٽي خانو‘
مچايو ويٺو هو.
”ڪڪڙا! نوڪري ڪندين؟“
”اها ته ڪريان پيو.“ هن ورائيو، ”پنجاهه رپيا ان جا ته ملن
ٿا، نه ته ماسڙ ماڻنيءَ ۾ ته ڪونه ٿو ڏئي.“
”ٺيڪ آ! پر منهنجو مطلب ان کان سٺي نوڪري آهي،“ مون
چيس، ”ڏيڍ سؤ رپيا مهينو پگهار، ۽ رهڻ لاءِ جڳهه. اسان جي
اسڪول ۾ چوڪيدار ٿيندين؟“
”بابل، ڇا ڪندس ڏيڍ سؤ رپيا؟“ هن پنهنجي مخصوص طرز تڪلم
سان ورائيو ۽ گلاس مان سُرڪ ڀري، ”ڪاڏي ۽ ڪيئن

ڪپائيندس ايڏا پئسا؟ مون لاءِ تہ پنجاهہ رپيا ئي ڪافي آهن.“
”ڪجهہ بچائيندو وڃجانءِ.“ مون ڪيس مجبرائڻ لاءِ ساڻس بحث شروع ڪيو. ”وقت تي ڪم ايندئي.“
”ڇا لاءِ بچايان؟ ڪهڙي ڪم ايندم؟ مون کي گهرجي ئي ڇا؟ منهنجي ضرورت شراب ۽ دوست رکڻ آهي. انهن پنهي لاءِ پنجاهہ رپيا ئي پورا تي ٿا وڃن. شراب وٺڻ ۽ دوستن کي خوش رکڻ لاءِ ڪوڙ آهن. پوءِ ڏيڍ سؤ لاءِ ٻچڙن کي ڇو ڇڏيان؟“
”ٻچڙا؟“ مون ڪان حيرت وچان نڪري ويو.
”هي پکي ۽ ٻجلي منهنجا ٻچڙا ئي تہ آهن. ڪيڏي نہ قرب سان سندن پرگهور لهان ٿو! ڪيڏي نہ انسيت ۽ سڪ آهي هنن کي مون سان. ٻئي ڪنهن کي هٿ تہ لائڻ ڏين! پرسان بيهندو مانءِ تہ ناز، نياز ۽ نينهن ڀرين نگاهن سان نهاري، مون کي چنڻ شروع ڪندا آهن. زندهہ رهڻ جو مقصد انهن ٻچڙن سان رهڻ، ۽ ڪمائڻ جو مقصد شراب وٺڻ ۽ دوست هٿ ڪرڻ آهي.“
”حق ڪڪڙا، حق!“ سندس هڪ ڪوچوان دوست ڪيٽي جو گلاس گيت سان پورو ڪندي چيو، ”لک جي ڳالهہ ڪئي اٿي. مال مڏي ڏاهڻ تہ موذين جو ڪم آهي. پنهنجو مطلب تہ محبت ۽ مئہ سان آهي.“
سو، هو محبت ۽ قرب لاءِ جي رهيو هو، ۽ شراب ۽ دوست خريد ڪرڻ لاءِ پورهيو ڪري رهيو هو. ڪم ڪار ڪان سواءِ سندس مشغوليت شراب (ڪيٽو) پيئڻ، ۽ دوست هٿ ڪري انهن سان ڪچهري ڪري دل وندرائڻ ۽ وقت ڪاٽڻ هو. اها سندس زندگي هئي، زندگيءَ جي مراد ۽ زندگيءَ جي معنيٰ هئي. هن پنهنجي خواهش ۽ آرزوئن جو انت آڻي ڇڏيو هو، يا ايئن ڪٿي چئجي تہ انهن کي، قرب، قرب وندن ۽ ڪچهريءَ تائين محدود ڪري ڇڏيو هو. ان ڪري ئي هن جي زندگي

ساڪت، جامد، ۽ هڪ هنڌ ترسيل ۽ بيٺل ٿي پئي هئي، جنهن
جي جاري رکڻ ۽ جيئري رهڻ لاءِ ماسڙ وارا پنجاهه رپيا ڪيس
ڪوڙ لڳندا هئا، ۽ شرط لڳندي هئي ته هن جيان پيا ڪوچوان
۽ اوڙي پاڙي جا شوقين ۽ عادتي به ريس ڪورس روڊ تي
ويندا هئا. سڀ، گهڻو ڪري، هن کان پڇي يا سندس راءِ تي،
پئسا داءُ لڳائيندا هئا، هڪ تي پنجن تائين به، ۽ اڪثر کٽندا
هئا. پر هن پاڻ ڪڏهن به پئسا داءُ تي نه لڳايا. لڳائي به ڇو؟
هن وڌيڪ ڪمائڻ نه پئي چاهيو، ۽ وڃائڻ جي سندس بجيٽ
۾ گنجائش ڪانه هئي!
پر هڪ ڏينهن اهڙو حادثو يا واقعو ٿيو، جو اسان جون ڏندين
آڱريون لڳي ويون. ڪنهن سوچيو به نه پئي ته ٽيهٺو، نماڻو،
ڳانءِ جهڙو ڳڳدام، ڏيئن جهڙو پٽ، ڳارين تي ڪلڻ وارو ۽
دڙڪي داب کي مرڪي ٽارڻ وارو ڪڪڙو وڙهي جهيڙي به
سگهيو پئي. ڏهه سال اسان جي پاڙي ۾ رهيو، پر ڪاوڙ ۽
ڪروڌ ته ڇا، اسان ڪيس ڪڏهن ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي
به ڪونه سڻيرون. غم کائڻ ۽ ڪاوڙ پي وڃڻ وارو ڪڪڙو
اُن ڏينهن جهيڙو ڪري آيو هو، گوٺ جي ميدان ٽان، سو به
پنهنجي ڪوچوان يار رمضوءَ سان! جنهن کي گهران سڏي اچي
به ڪيٺو پياريندو هو. ان ڏينهن راهونجا روڊ تي گهوڙا ڊوڙ
ٿيٺي هئي. مقابلو پوتار جي بجليءَ ۽ ڊاڪٽر اختر جي راڪيٽ
۾ ٿيٺو هو. جڏهن چڙهي منجهند جو همراهه دهلن دمامن سان
موٽيا ته اسان کي ان ويڙهه جي خبر پئي. ڪڪڙي جو وڙهڻ
خود حيرت پيريو فعل هو، پر وڌيڪ اچرج تڏهن لڳي جڏهن
مرچوءَ ٻڌايو ته هُو رمضوءَ سان شرط تي وڙهيو هو. ڪڪڙو
رمضوءَ کان کٽي ويو هو، ۽ هُن پئسا ڪيس نه پئي ڏنا. ان
تي جهيڙو ٿيو، نيٺ پوتار وچ ۾ پئي، ويڙهاند ٽاري، رمضوءَ
کان ڪڪڙي کي پئسا وٺرائي ڏنا. اسان کي ويساهه نه پئي
آيو. ڪڪڙو وڙهي، سو به پنهنجي دلبر دوست سان، ۽ پئسن

خاطر، جن کي هو تڏهن به نه ھٺندو هو!

ان ڏينهن شام جو هو ڏاڍو اداس ۽ مٺاول وڃڻو هو. اڪيلو وينو ڪيترو اڪلائي رهيو هو. مان سندس سامهون پيرن ڪان ٿي وينس. هن جو من ۽ اڪيون به دل جيان اداس هيون. آليون ۽ اونهيون. هو پيٺڻ سان گڏ جهونگاري رهيو هو:

دردان دري ماري، درلڙي عليل آئي؛

”ڇا ڳالهه آ ڪڪڙا؟“ مون ساڻس ڳالهائڻ شروع ڪيو،

”ڇا ٿيو؟“

”سائين زبان ڪري قري ويو“ هن ڏيک پرينندي چيو، ”يارن سان ايٺن ويساهه گهاتي ڪبي آ!“

”ٿيو ڇا؟“ مون ڪيس ڪولڻ جي ڪئي، تہ جيئن هانءُ هلڪو ٿئيس.

”ڪجهه نہ بابل!“ هن اداس ۽ جهيٽي لهجي ۾ چيو، ”چرچي مان ساپيا تي پئي. وينا هٺاسين، اچا الاهرتوهار ڪاٺ تي هئي. چيائين: ’اج راڪيٽ ميدان ماري ويندو.‘ مون چيس: ’بجليءَ کي مارڻ وارو گهوڙو اچا چاڻو ٿي ناهي!‘ هٺ ڏهين جو نوٽ ڪڍي پٽ تي رکيو ۽ چيائين: ’لڳا هڪ تي پنج، اج راڪيٽ کٽي ئي کٽي.‘ مون به خار ۾ کٽي ها ڪيم ۽ تاڙي ملايم. راڪيٽ پنجن وارن تان پٺتي رهجي ويو. پئسا گهرياماس تہ ٿڙ ٿڙ ڪرڻ ۽ بدشد ڳالهائڻ لڳو. مون کي الائجي ڪيئن ڪاوڙ چڙهي وئي. پوءِ تہ ڳنڍيجي پياسين! بس!“

”پر تون تہ پئسن کي تڏهن به نہ ھٺندو آهين، پوءِ اها ٻولاچاري ڇو ڪئي؟“

”بس، ڙي بابا! مڙئي شيطان! ڪاوڙ ۽ ڪروڌ شيطاني ڪارخانو تہ آهي ني! سدائين مون کان پڇي داءُ رکن، اج وري مون سان پئي ضد پيو. سو ڪاوڙ وٺي ويم. ضد ۾ کٽي آءُ ڪيم.“

”تون تہ ڪمائيندو ئي شراب ۽ دوستن لاءِ آهين،“ مون ڏانهس نهاريندي چيو، ”اج پنجاهہ رپئي لاءِ دوست وڃائي آيو آهين!“

”پئسن کي تہ سچ پچ آڏون ٽُڪ بہ نہ هٽان.“ هن ڪن پل ماٺ رهي، پوءِ روئنٺهارڪي آواز ۾ چيو، ”مون شروع کان پئسن گهرڻ تائين چرچو پئي ڪيو، پئسن وٺڻ لاءِ اصل سنجيدو ڪونہ هوس، جيتوڻيڪ شرط رکڻ مهل يا لاءِ، ڪاوڙ ڪري، سنجيدو هوس. پر هنَ ڪميٽي، ڪم ظرف آمالڪ مريم ڪي هڪ گندي گار ڪئي. اڇا بہ نہ وڙهانس، بابا؟ پئسن ڪي تہ ڪو ٻُتي بہ ڪونہ.“ ايئن چئي هن قَدِيءَ جي اندرين کيسي مان ڏهين جا ڪجھہ نوٽ (شايد پنج) ڪڍيا، ۽ ٽُڪر ٽُڪر ڪري، ڪٽ پويان گندي پاڻيءَ جي سرڪاري ناليءَ ۾ اڇلائي ڇڏيا.

بہ چار ڏينهن ڪڪڙو ۽ رمضو چڪيل چڪيل ۽ پريل پري رهيا. جسماني طرح، سندن دليون اهي ئي ڳنڍيلان هيون، مٿان جو ادمبر منجهن اڪيلائي پيدا ڪري رهيو هو. سڄي پاڙي ڪي اِن واقعي جو ڏاڍو ڏک ٿيو هو، ۽ سڀني جون همدرديون ڪڪڙي سان هيون، سواءِ رانجهوءَ جي، جنهن نہ رڳو رمضوءَ سان همدردي پئي ڪئي، پر ڪڪڙي جي گلا ڪري ڪيس اُن خلاف ڀڙڪائڻ جي ناڪام ڪوشش بہ پئي ڪئي. هن ڪي ڪڪڙي سان للاهي بغض هو. بناسبب هو اندر ۾ ڪڪڙي لاءِ نفرت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ان جي رمضو تہ ڇا پر سڄي پاڙي ڪي خبر هئي. ان ڪري سندس رمضوءَ تي ڪيل محنت ايئن وئرٿ ويئي، جيئن گُنبذ تي چڙهي ڦيرائڻ جي ڪوشش.

هڪ ڏينهن شام جو ڪڪڙو ڪٽ تي پاٽ جي ٽيبل لڳايو ويٺو هو، تہ رمضو آيو. ماسي صاحبان جي ڪٽ تي وڃي ويهڻ بجاءِ، هو اڇي ڪڪڙي جي ڪٽ جي پيرانديءَ ڪان، جنگهون لڙڪائي، ڪيس پٺي ڏئي ويٺو. ڪڪڙو ڪا مهل ڪيس ڏسندو، پيئندو، ۽ شش و پنج ۾ وڪوڙيو ويو. پوءِ جهوڀو آيس. جيءَ جهُري پيس. اٿي رمضوءَ جي اڳيان اڇي ويٺو.

”جتي ويهان پيو، جاڏي وڃان پيو، اڪيلو پئي لڳي. ان ڪري هتي اچي ويٺو آهيان.“ رمضوءَ جهڪيل گردن سان چيو، ”ناراض ٿين ته اٿي وڃان!“
”اڙي حرامي! منهنجو هاڻ تو ڦاٽي،“ ڪڪڙي وراڻيس، ”۽ تنهنجي زبان به نٿي هٻڪي.“ ۽ ٻانهن کان پڪڙي اٿاري ايڏو زور سان ڀاڪر ۾ ڀيڪوڙيائينس، ڄڻ سيني ۾ اندر سمائڻ ۽ سانڍڻ چاهيندو هجيس.
رمضوءَ جون اکيون ساوڻ جو وڏڦڙو وسائڻ لڳيون. سڏڪن جي شرڙاٽ سان هو ڪڪڙي کي چنبڙي ڇهتي پيو. ڪا مهل ٻئي يار ڳنڍيا رهيا. پوءِ رمضوءَ ڪڪڙي جي ڳلن تي هٿ رکي چيو:
”معاف ڪيئي ني!“
”يارن سان کهڙا ليکا چوکا، رمضوا!“ ڪڪڙي ڇڪي کيس کٽ تي، ٽيبل ڏي منهن ڪري ويهاريو، ۽ گلاس ڻاهي ڏنو.
ان ڏينهن ماسي صاحبان پنجين آني جا نقل پگڙا ورهايا هئا. چي، پيران پير وچڙيا ملايا هئا. جڏهن مٺ رانجهي کي ڏنائين، ته هن ڦيرائي منهن ۾ آڇلايس:
”حرام دَي پئسي هِني!“ رانجهي ڪاوڙ مان اکيون ڦوٽاري چيو هوس. ”تيڏا چِمتا يا ڍُول. پرائين دُهلين احمق نچي.“
”چنگهان ڪيا ڳيان هِني، خدا مَت ڀي ڪَس ڳڏي آئي!“ مائي صاحبان کيس مٿي تي مالش وانگر هٿ گهمائيندي چيو، ”اندر وچ شرڪ تي شيطان آ وسايا آئي!“
ڪڪڙي جي ماسڙ جو هِن ڏانهن رويو، کيس ڪيئن لڳندو هو، سو ته هن ڏي ڇاتو پئي، ڇو جو ڪڏهن به ان ڏس ۾ وات نه کوليندو هو، پر اسان پاڙيوارن کي ڏاڍو ڏکوئيندڙ لڳندو هو. ماسهنس جو به قلب ڪارو ۽ دل پڪي ٿي وئي هئي، يا مڙس اڳيان سندس ڪانه پئي هلي. باقي ماسات ته، ’ڏاچي لهي ڏهه، ته توڏو تيرنهن ئي ٽپي وڃي‘، واري چوڻيءَ

جو نمايان نمونو هئا. پيءُ کان به اصلي به رتيون جيڪي سو سرس. پنهنجي رت سَت جي در تي ڪکڙو ايئن پيو هوندو هو، جڻ ڪنهن سٽ ڏاري هيڻلي ۽ هاڻ جي پڪي، پوري پرماري سيٺ جي ٺڪرن تي پيو هجي. ماسڙ ۽ ماساتن جي روش ۽ ساڻس رويو، پين ڪوچوانن ڏانهن، کان مختلف نه هوندو هو، پر اڃا به پين کان وڌيڪ درشت ۽ ڌڪار جوڳو هوندو هو. سدائين ساڻس ذلت آميز ۽ خواريءَ وارو ورتاءُ ڪندا هئا. ڪڏهن ڪنهن به، وڏي نندي، ماسيءَ جي گهر مان، ساڻس قرب، پيار يا سڪ وچان نه ڳالهايو هو. پئسو، مال مڏي ۽ انهن جي صدقي مليل سماجي مالي مرتبو، ڪيئن نه ماڻهوءَ جي منيورتي متائي، منجهانئس ماڻهپو به ختم ٿا ڪري، ڇڏين! رت جا رشتا، ۽ ننگاوتيءَ جا ناتا، سڀ ختم ٿي ٿا وڃن. هر رشتو، ناتو، سڪ جو سؤدو، پنهنجائپ جي پچار، پئسن ۽ مفادن جي ماڻ ۽ ماپي سان منسلڪ ٿي ٿا وڃن. ملڪيت جا غلط ۽ ناجائز طريقن سان هٿ ڪئي وڃي ٿي، جا پرماريت جو قل آهي، چوري آهي، ڦرلٽ آهي، ظلم جو ثمر آهي، متي ماڻتي ۽ ماڻهپي جا قدر، پئي ميٽائي ٿي ڇڏي، نينهن جي ناتن کي نظرانداز ٿي ڪري ڇڏي، ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي وچ ۾ رڳو لوڀ، لالچ، خودغرضيءَ ۽ مفاد جو ننگو ناتو ٿو وڃي بچي. اهو لقاءُ ۽ مظهر ئي آهي، جنهن کي اسان جا اڪثر ناٽڪ نويس 'سماج جي ظالم ديوار' ڪري مخاطب ٿيندا آهن. ان ديوار ئي ڪڙي ۽ سندس ماساتڪي ذات جي وچ ۾ اوپرائپ، لاتعلقي، نامانوسي ۽ نه ملندڙ وِٿي يا وِڇوٽي وجهي ڇڏي هئي. هو متن ماڻتن هوندي به اَنڌڪو ۽ نامراد هو، درياهه جي ڪپ تي رهي به پاڻي ڦڙي لاءِ سڪي رهيو هو. هن کي ڪيڏي نه سڪ، پيار، محبت ۽ قرب جي اُڃ هئي! وڻ جي هينان وينو هو، پر ڇانوَ نصيب نه هيس! هن جي زندگي نٿهڻ اس ۽ رڃ هئي، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي، ڪڏهن ڪنهن دوست يار

جي وڻ هيٺان هن ساهي پٽي پئي، يا ماضيءَ جيُ يادن ۽ مرير
جي خيالن جي خيابان ۾ آسيس ۽ آرام پاتو پئي."
”زنبو! زندگي ڏاڍي ڏکي ۽ جبل جهڙي جاڙ ڪندڙ آهي،“
هڪ ڏينهن ڪيس اڪيلو ويٺل ڏسي مون ڪيس چيو، ”ماڻهوءَ
کي ڪو رشتو ناتو، متي مائٽي ان ڏکي سفر ۾ سات لاءِ هئڻ
گهرجي. ان لاءِ ڪٿي ڪتي لائون لهه! اڃا پيري پري تي! اها
آئيي ته ڪئن سفر اڪيلو ڪيئن ڪٽيندين؟“
”هُن^ هُن^ هُن^،“ هن ڦڪي ۽ اداس ڪل ڪلي، ”ماستر صاحب!
مان سمجهان ٿو ته ڪتي تو ڳالهائين.“ منهنجي ويجهي پوڻ
ڪري هو مون سان هاڻي واحد حاضر جي صيغي ۾ ڳالهائيندو
هو،“ ماسي، ماسڙ ۽ ماسات، سڀ پنهنجا هوندي به پرايا آهن ني!
هي رت جا رشتا، سماجي، قانوني ۽ شرعي ناتا، سڀ ڪچي
ڌاڳي سان ملبل ٿين ٿا. ترت، ٿوري سٽ، ۽ مرتبي جي
مٽ ست سان ٽٽيو پون. اصل رشتو قرب جو رشتو آهي، سڪ
۽ محبت جو رشتو آهي، جو ڪنهن ڌاڳي سان منسلڪ نه
آهي، پر دل جو دل سان لڳاءَ سان ڳنڍيل آهي. ماڻهوءَ جو
ماڻهوءَ سان ميل ميلاپ، انسان جو انسان لاءِ اُنس ۽ احترام
جو رشتو، پڪو رشتو آهي. انسانيت ۽ ماڻهپو اٽل ۽ آمر
حقيقتون آهن. باقي قانون ته پيو ڦري گهري، سماج پيو پاسا
وڙائي، شريعت ملان جي ٻاندي آهي ۽ رت! رت ته استاد سائين،
چِٻڙي به ٿي سگهي ٿي، ڪاري به ته سفيد به. ڪَوڙي به ٿي
سگهي ته ڪِري ڪٽي به ٿي سگهي ٿي!“
هن جهٽ ساهي پٽي مون ڏانهن گهوريو. پوءِ گلاس ڪي متان
هٿ وجهي، پاٽ تي هوريان ڦيرو ڏياريندي، پاڙي ڏي ڪبي
نظر وڌي. وري سڄي ڪنڌ ڪري، ماسڙ جي گهر تي ديدون
اٽڪائي، ڳالهائڻ شروع ڪيو:
”ڪير ٿو چئي، ڪيئن ٿو چئي، ته مان اڪيلو آهيان.“ هن
نظرون مون ڏي ڪيون ۽ گلاس کڻي ڍڪ ڀريو، ”مان ته

دنيا ۾ ڪڏهن به ڪن لاءِ به، پاڻ کي اوپرو نه سمجهيو آهي، اڪيلو نه محسوس ڪيو آهي. مرچو، رمضو، شمن، ماسي صاحبان، رانجهو ۽ تون،— توهان سڀ منهنجا پنهنجا نه آهيو؟ توهان سڀ منهنجا سائٿ آهيو. توهان سان منهنجو قرب ۽ سڪ جو رشتو ناتو آهي. توهان ُسيني کي مان هڪ ڪٽنب سمجهندو آهيان، ۽ پاڻ کي اُن جو هڪ ڀاتي! توهان وٽان جا سڪ ۽ سنيهه، پيار ۽ پنهنجائي ملي تي، تنهن مون کي ڏڪو ۽ مٽي مائٽيءَ وارو ڪري ڇڏيو آهي. پکي ۽ بجلي ڇا منهنجا سڪا نه آهن. جانور آهن پر جيو ً وارا ته آهن. دل ۽ دماغ ته اٿن ني. ڪيڏو نه هري مري ويا آهن مون سان، ماساڻن کان به وڌيڪ! ابترن سارن پنهنجن ۽ پيارن، سڪ وارن ۽ قربدارن هوندي، هڪ ته ڇا، هھڙيون ڏهه حياتيون به مزي ۽ موج سان گهاري سگهجن ٿيون!" هن بچيل اڌ گلاس هڪ گهيٽ سان ختم ڪري، نئون گلاس ٺاهڻ شروع ڪيو. سندس اهو چوٿون گلاس هو، نه ته هونءَ هو ٽن کان وڌيڪ نه پيئندو هو. مون سندس شعور کي سجاڳ ً ڪري، سندس تحت الشعور ۾ ستل سور جاڳائي ڇڏيا هئا. انهن کي سمهارڻ ۽ پنهنجي خود فريبيءَ، خام خياليءَ ۽ تلخيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ هن اڄ وڌيڪ پيئڻ پئي چاهيو، زندگيءَ جي حقيقتن کي شراب ۾ ٻوڙڻ پئي چاهيو.

ان ڏينهن شام جو پاڙي ۾ ڏو ڏڙام ٿي وئي. هلڪو دڪو ٿيو، جيئن ڪو رڙ ڪرڻ چاهيندو هجي، پر ڪو سندس وات تي هٿ رکي، ۽ آواز رڙ بجاءِ دٻجي نڪري. دپيل پر وڏو. پوءِ ملڪ مٽي تي ويو. ٻاهر شور ٿيو. مان جاڳي پيو هوس، سو اٿي ٻاهر نڪتم، ٻاهر ڪوڙ خلق اچي ڪٺي ٿي هئي. مٽيءَ جو جبل ڪڙو ٿي پيو هو. ان ۾ گهوري نهارڻ سان پتو پيو، ته مستري خدا بخش جي جاءِ ڪري پئي هئي، ۽ اڃا به ڪري رهي هئي.

مستري خدا بخش جي جاءِ هيٺان ڪچي پڪي هئي، يعني مهاڙي

ڇڪين سرن جي، باقي ڇتيون ڪچ سريون. مٿين رهائشي جاءِ ۽ ڪوٺو مڏ تي ٺهيل هو. ڪاٺ جي سلدرن ۽ ڇتين جو ڇڄرو يا ڍانچو ڪوڪن سان جڙيل، ان ۾ ڪچين سرن جو ٽيغو ڀريل هو، ۽ مٿان اندران ٻاهران، گاري جو پلستر. ان ڪري اهڙي جاءِ ٽڪر ٽڪر ٿي، ڍانچي جي ٽٽڻ سان، هوريان هوريان ڪِرندي آهي، ۽ مڪمل ڪِرڻ ۾ پنجن ڏهن منٽن جو وقت وٺندي آهي. ڪڏهن ته ڪو حصو مضبوط ڪاٺ جي جڙائيءَ ڪري ڪِرڻ کان بچي به پوندو آهي. جاءِ ڏکڻ طرف پوتار جي طنبيلي پاسي آهلي هئي. اڌ کان وڌيڪ ڪِري چڪي هئي، ۽ باقي فريم به ٽڙڪاٽ ڪري ٽڙڪي رهيو هو، ۽ رڪي رڪي ڪو ٽُڪر ڪِريو پئي. چوندا آهن، مڏ جي جي جاءِ ڪرندي آهي ته ٻڌائي ڪرندي آهي، يعني جاين جيان اوچتو ۽ مڪمل طرح اچي نه ڪندي آهي. ڪاٺ جو بوتو ٽٽندو آهي ته ٽڙڪاٽ ڪندو آهي، ۽ مڪينن کي اطلاع ملي ويندو آهي ته جاءِ هلڻ هارڪي تي آهي.

ان ڏينهن مستري خدا بخش جا ٻار، سڀ، پاڙي ۾ سيدن جي حويليءَ ۾ نياز تي ويا هئا. هيٺ دڪان ۾ صاحبان ۽ رانجهو، ۽ طنبيلي ۾ ڪڪڙو ۽ هڪ به ڪوچوان ڇپري هيٺان ستا پيا ها. جاءِ ٽڙڪاٽ ڪيو، پلوڙي جون هڪ به سرون ڪريون، ته طنبيلي وارا ۽ مائي صاحبان ته ٻاهر نڪري اچي بيٺا، پر رانجهو اندر رهجي ويو. هيٺين منزل دڪان واري ڏاکڻي پٽ جي ويهڪ ڪري جاءِ اچي ٺڪاءُ ڪيو هو. ان ڪري مٿي تائين ڏکڻ واري پٽ، جيهمي، جُهري، پوريءَ ريت طنبيلي طرف ڪري پئي هئي، ۽ باقي اڃا ڪرڻ جي عمل ۾ هئي.

”ميڏا رانجهو! اڙي ميڏا رانجها!“ مان ٻاهر آيس ته مائي صاحبان جون رڙيون ٻڌڻ ۾ پئي آيون: ”ڪوئي هئي جو آهين ڪو ڪڍ آوي!“ هوءَ زور سان مٿو ۽ سينو به پٽي رهي هئي. پاڙي وارا رڙيون ۽ وارو ڙي وارو، ڪري رهيا هئا، پر جهرنڊڙ ۽

ڪيرنديءَ اڌ ڪيريل جاءِ ۾ اندر گهڙي، آهي ۾ اچڻ جي همت ڪنهن کي ڪانہ هئي. پوءِ اوچتو، هجوم مان ڪتان ڪڪڙو ٻاهر نڪري اڳتي وڌيو، آلر ڪري، دڪان جي ڪليل در مان اندر گهڙي ويو. اندران مٿي ايئن ٻاهر نڪري رهي هئي، ڄڻ ڪو چيچ سان ٻاهر اڇلائيندو هجي. شايد ڇت جو ڪو حصو ڪري رهيو هو. دڪان جي ڏاکٽي پٽ، وچ مان ڳور واري عورت جي پيٽ جيان ٻاهران نڪري، مٿان اندر جهڪي ۽ هيٺ ٿي وئي هئي. اندران رانجهي جون رڙيون ۽ ڪڪڙي جا سڏ ٻڌڻ ۾ پئي آيا. مٿين جاءِ تي حصا ڪري چڪي هئي، باقي آتر واري پٽ جو بوتو بہ تڙڪاٽ ڪري ڏکڻ طرف جهڪندو پئي آيو. اصل ڪرڻ جي ڪنڌي تي هئي. ان ڪري ڪنهن ٻئي اندر وڃڻ جي نہ پئي ڪئي. معاملو ڪلاڪن جو نہ هو، رڳو ڪن، سيڪنڊن يا هڪ ٻن منٽن ۾ پوري ٿيڻ وارو هو تڪڙو ۽ ترت. ٻيءَ جهٽ ۾ در وٽ دفو نظر آيو، رانجهي کي هٿن ۾ کنيو، ڪڪڙو در کان ٻاهر نڪري رهيو هو. چائنٽ وٽ ٿاٻڙيو ۽ روڊ تي اچي ڪريو. رانجهو هٿن مان ڇڏائجي وڃي سندس اڳيان ڪريو. ڪڪڙو ڪنگهي رهيو هو، ۽ اٿڻ ۾ تڪليف پئي ٿيس، شايد ڦڦڙن ۽ اکين ۾ مٽي پئجي وئي هيس. عين ان وقت جاءِ جي رهيل حصي، مهاڙي سميت اچي پٽ تي ڌڪاءُ ڪيو. اڳين مهاڙي واري پٽ ڪڪڙي جي مٿان اچي ڪري. رانجهي جون رڳو ڪتيل ٽنگون پنجوءَ سان ڏيکيون. ماڻهن يڪدم ٻانهن کان وٺي، رانجهي کي ڇڪي ٻاهر ڪڍيو.

رمضو، مرچو، شمن ۽ هڪ بہ ٻاڙي واري ڪڪڙي کي ڪيڻ لاءِ سرون ۽ ڪاٺيون سورڻ ۽ اڇلائڻ لڳا. ڪو ٻاڙي وارو ڪوڏر ۽ ڦاهوڙو بہ کڻي آيو. همراهن وٽ وٽ ڪري ڏني. ”اڙي ڪٿي جا پٽو! ايڏانهن ڇا ٿا ڪريو؟“ اوچتو هجوم مان پوتار جي گجگوڙ ٿي. هو بہ شايد وارد ٿي چڪو هو. ”ايڏانهن

ماڻهوءَ پوري پئي آ؟ پکي ۽ راڻجلي ته هيڏي آهن.“ هو طنبيلي ۾ ڪريل جاءِ جي ينجوءَ تي چڙهڻ لڳو، ۽ جهاتيون پائي، ويهندڙ دز مان پکيءَ ۽ بجليءَ جي ٿانن طرف ڏسڻ لڳو.
پوتار! ڪڪڙوا“ مرچوءَ وراڻيو، ۽ پين سان گڏ، ڪڪڙي کي ڪيڻ جي جتن ۾ لڳي ويو، ۽ پٺ تي ڪنڌ ورائي پوتار ڏي ڏنائين به ڪين.
ٿوري مٿي آنري ته طنبيلي جي ڏاڪڻي پاسي، ابراهيم شاهه جي جاءِ جي پٺ سان، ڪريل ينجوءَ مان پکيءَ ۽ بجليءَ جون منڊيون ظاهر ٿيون. پکيءَ جي ته اڌ ڳچي به ظاهر هئي، باقي بجليءَ جي منڊيءَ جي ڪنن، اکين، دوناڙ ۽ ٻوٽ وارو حصو ظاهر هو.
”ڪڪڙو، ڪڪڙوا“ پوتار چتو ٿي پيو،“ ماڻهو جو سينڌو آ، جو ان جو فڪر لڳو اٿو. ڇڏيو ان دلڻ کي، منهنجي شهزادن کي ڪيو.“ هو پيار وچان انهن گهوڙن کي شهزادو سڏيندو هو. پر ڪوچوان، ڪڪڙي کي ڪيڻ ۾ لڳا رهيا. هن جا هٿ ظاهر تي چڪا هئا، ۽ هو هاڻي اندازو هڻي سندس منهن تان ملبو هٽائڻ لڳا، ۽ هٿ کي تيز ڪري ڇڏيائون.
”اڙي پڏو تنا، پيڻ......“ پوتار رڙ ڪئي، ”مان ڪتو ٿو پؤنڪان چا؟“
رمضوءَ ڪنڌ ڦيري هن ڏانهن ڏٺو، ڳاڙهين اکين سان، ۽ وري ڪم کي لڳي ويو.
”ڇڏيو ان مادر.... کي!“ پوتار جي وڏي پٺ رحيم مرچوءَ کي لڪڻ هٽندي پانهن کان وٺي ڇڪيو. پوتار به ڪريل ملبي سان هڪ پڳل ڪاني ڪٽي اچي رمضوءَ ۽ شمن کي ورتوءَ پئي چٽا، تنهي ڪوچوانن کي گهليندا پنهنجي شهزادن مٿان وٺي آيا.
”پوتار سائين! ڪڪڙو ويچارو مري ويندو!“ رمضوءَ اکين ۽ لهجي ۾ التجا ڪئي. پين سنگتين به ”هائو سائين!“ چئي رمضوءَ جي تاڪيد ڪئي ۽ وينتيءَ وارن نگاهن سان هن ڏي ڏسڻ لڳا.

”ڪڪڙو مئو ته چڙهيو مان واري....“ پوتار وات مان گڙق
ڳاڙيندي ڳار ڪيدي. ”توهان جو ان سان ڇا! ڪهڙو سڪو اٿو؟!“
پوتار ۽ سندس پٽ به هاڻي گهوڙن مٿان پيل پڃجو هٿائڻ لڳا،
جي ڪي هاڻي آڪيون پوري، ڪنڌ ڏرڪائيندا پئي ويا.
پاڙي وارن وٺ وٺ ڪري. ڪڪڙي ڪي مڙئي ڏير هينان
ڪيدي ورتو. پر گهڻي دير تي وئي هئي. رانجهو ته بچي ويو،
پر ڪڪڙي جي زندگي ساٿس وفا نه ڪئي. شايد اها به سندس
مائٽن جيان ڪانئس ناراض هئي، ۽ رسي وئي. پوتار، پٽن ۽ ٽن
ڪوچوانن سان پنهنجي شهزادن ڪي بچائي نه سگهيو. ڪڪڙي
ڏانهن اچڻ، يا ان لاءِ پڇڻ ڏاران ئي، پوتار ۽ سندس پٽ شهزادن
تي ڏڪ جا ڳوڙها ڳاڙيندي حويليءَ ڏانهن روانا ٿيا.
پاڙي وارن ۽ ڪوچوانن ڦوڙي ڪري ڪڪڙي جي ڪفن دفن
جو بندوبست ڪيوسي. لنگهڻ جو پتُ ماسي صاحبان ڪيو، ۽
عذر وٺڻ لاءِ تڏو به ان وڌو. ڪيس دفنائي، قبرستان ڪان موٽي
اچي، تڏي تي عذر جي دعا گهرڻ لاءِ ويناسين ته پوتار جو وڏو
پٽ رحيم به اچي گلم جي ڪنڊ ڪان وينو. دعا گهري، ماسي
صاحبان ۽ رانجهي ڪي عذر ڏنوسين، پر سچ پچ ته جڻ هڪ
ٻئي سان تعزيت ڪئي سين. هو هو به ته سڀ جو. جي نه هو
ته رڳو پنهنجن جو! سندس ماسات ته لنگهڻ جي گرهه ڪائڻ لاءِ
به نه ترسيو. اسان جي ته مرضي هئي ته ان ڏينهن ئي تڏو ڪڻي
ڇڏجي، پر ماسي صاحبان هڪ هيڪائي ڪري ويهي رهي. چي:
”ميڏي پيرا دا تڏا تيجهي ڏهاڙيءَ چوئيجسي.“ رانجهو به ٽئي
ڏينهن آلين اکين سان، زالِ سان گڏوگڏ، تڏي تي وينو رهيو.
پوتار وارن مان ڪو لڙي به تيجهي جي قُلن تي نه آيو.
”يار، ڏاڍو ڏڪ ٿيو!“ چوٿين ڏينهن مون مرحوم ڪڪڙي
جي ماسات رحيم ڪي چيو، جو سنيما جي در تي بيٺل ملي
ويو. هو منهنجو هم ڪلامي هو، پر پئسي ۽ لاڏڪوڏ ڪاري،
پڙهڻ ڪان پري ڇڏيو هوس.

”هائو يار! بس ايئن ڏيٺو هو.“ هن پنجابي فلم جي پوسٽرن تان نظر نہ هٽائيندي چيو، ”بابا ڪي تہ ڏاڍو ڏک ۽ صدمو آيو آهي. اڇا ڏاڍين پيا ڏندڻ پونس. لکن جا شهزادا هئا. ٻہ ٻہ لک تہ مهينو اگهہ، ڊاڪٽر اختر آڇيا هئا، پر بابا جو تہ انهن ۾ ساهہ هو!“

”ويچارو ڪڪڙو!“ مون هوريان چيو. هن شايد منهنجا اهي لفظ جهٽي ورتا هئا.

”ڪڪڙو؟ آهو تہ يار، مڙئي ماساتڙو هو!“ ۽ هو سنيما هال ۾ اندر وڃڻ لاءِ روانو ٿيو.

□□

○ ساهتيہ ۾ تجربو معنيٰ مواد يا هيئت جي سطح تي ڪجهہ نئون ۽ نرالو ڪري ڏيکارڻ، اڳليءَ روايت، ليک ۽ لهجي جي نسبت ۾ اظهار جو ڪو نئون نڪور طريقو اختيار ڪرڻ پراڻن طور طريقن کي رد ڪرڻ، روايت شڪني ڪرڻ، ويچار ۽ اسلوب جا ڪي نوان پيچرا، ڪي نوان مارگ گهڙڻ وغيرهہ وغيرهہ. هر ترقي پذير ٻوليءَ جي ادب ۾ شروع کان ئي يانت يانت جا اهڙا تجربا ٿيندا پئي رهيا آهن، ڇو تہ ادب، ٻين فنون ـ لطيف جيان، بنيادي طور ارٿوان آهي ئي اظهار جي نت نون منفرد طريقن جو پيو نالو! اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هر تجربو ڪامياب يا منفرد ڪونہ ٿيندو آهي. — هيرو شيوڪاڻي

○ منهنجو خيال آهي تہ لکڻ بيحد مشڪل آهي. پر جيڪو بہ ڪم احتياط سان ڪيو وڃي مشڪل هوندو آهي. ڪنهن بہ ڪم کي پرفيڪٽ انداز ۾ ڪرڻ ئي امتيازي ڳالهہ آهي. اديب خود پسند ۽ نرگسي هوندا آهن. اهي پنهنجي پيڙا کي وڌائي بيان ڪندا آهن، پنهنجو پاڻ کي معاشري جو ضمير ۽ ڪائنات جو مرڪز وغيرهہ قسم جون شيون تصور ڪندا آهن. پر جيڪا شيءِ آئون گهڻي پسند ڪريان ٿو اها آهي ڪم کي انتهائي خوبصورتي سان ڪرڻ. ـ گارسيا مارڪيز

# ڪرشن کٽواڻي

## مري ويل انسان

(ڪهاڻي)

هن سوچڻ ڇڏي ڏنو آهي. ڪابه گهٽنا سندس من تي ردعمل پيدا نه ڪندي آهي. سندس دل ڀڪي ڏوٿ ٿي ويل مانيءَ جيان آهي. هو نهاريندي به ڏسندو نه آهي. شايد سندس اکين فوڪن ڪيڻ جي شڪتي وڃائي ڇڏي آهي– هو نالا به وساري ڇڏيندو آهي. دوستن جا نالا، مٽن مائٽن جا نالا، ڪڏهن ته گهر جي ڀاتين جا نالا به ڪانئس وسري ويندا آهن. ڪڏهن ته هو پنهنجي زال ڏانهن به عجيب نگاهن سان نهاريندو آهي. هوءَ ڪير آهي؟ هنن ٻنهي جو ناتو ڪهڙو آهي؟ هنن وچ ۾ اهو ناتو ڪيئن ۽ ڇو جڙيو؟ ڪڏهن هو پنهنجي هڪ ڪمري واري گهر ڏانهن نهاريندو آهي. سندس تصور ۾ اهي بنگلا گهمندا آهن جي ويڪري رستي جي ٻنهي طرف آهن. هو عجب کائيندو آهي ته هيءُ هڪ ڪمرو سندس گهر ڇو ٿيو. اهو باغ وارو بنگلو سندس گهر ڇو نه ٿيو. پر وٽس ڪوبه جواب نه هوندو آهي. ڪنهن به سوال جو جواب کيس ڪونه ملندو آهي. سندس زال هن کي ايئن پيار ڇو نه ٿي ڪري جيئن ڪنهن زماني ۾ هو هندي فلمن ۾ ڏسندو هو. سندس زال ته ڇا سندس ماءُ به هاڻ هن کي پيار نه ڏيندي آهي. شايد هوءَ هن کي پنهنجي پٽ هئڻ جي لائق نه سمجهندي آهي ان ڪري ڏيءَ وٽ رهندي آهي. سندس ننڍڙو پٽ ڏانهنس اهڙين عجيب نگاهن سان نهاريندو آهي ڄڻ هو اها مشين آهي جا ڪٽجي ويئي آهي، بيڪار آهي. ڪنهن جي به ڪم جي نه آهي. هو پنهنجو پاڻ کي ڌڪارڻ لڳو آهي. سندس پاڻ مان وشواس گم ٿي ويو آهي. ڪڏهن ته کيس شڪ پوندو آهي ته هو زنده آهي يا مري ويل. کيس رڳو اها ساڃهه آهي ته وٽس فيصلن ڪرڻ جي

شڪتي نہ آهي. ڪيس پيو ڪير هلائي رهيو آهي.
”پڌو ٿا. ڪالهہ ڪير وارو بل لاءِ ٻہ دفعا موٽي ويو آهي. ۽ اناج ٻہ رکيو هڪ ڏينهن جو وڃي رهيو آهي.“
هو ٻڌندو آهي پر سمجهندو نہ آهي. هو احساس-هيڻ ٿي ويو آهي، ۽ احساس-هيڻ لاءِ ٻڌڻ نہ ٻڌڻ ۾ ڪو فرق نہ هوندو آهي.
پر سدائين تہ ايئن نہ هو. هن کي تہ اهي ڏينهن ياد نہ آهن. هو وساري ڇڏي ويٺو آهي تہ ڪڏهن هو زندهہ هو. پر سندس زال ڪڏهن ڪڏهن اڳڻ ۾ ويٺي پاڙي جي ٻارن کي راند ڪندي اهي ڏينهن ياد ڪري ونندي آهي. هو آفيس مان ايندو هو تہ سندس چپن تي مڪيش جو گيت هوندو هو. جڏهن سندس ماءُ رنڌڻي ۾ يا سنان-جاءِ ۾ هوندي هئي تہ هو تڪڙ ۾ زال جي ڳل کي چمي ونندو هو. آرتوار ڏينهن هو صبح جو پٽ کي مڪيش جو راڳ سيکاريندو هو ۽ شام جو هو بس ۾ چڙهي پڪچر ڏسڻ ويندا هئا. تڏهن سندس ماءُ مٿانئس گهورون ويندي هئي. پاڙي وارا کيڪاري چوندا هئا: ”اڄ هڪ ڪوپ چانهہ جو پي وڃ.“ جڏهن هو پٽ لاءِ ٻمٽ بال وٺي آيو هو تہ سڀ پاڙي جا ٻار مڙي آيا هئا ۽ هن ڏانهن ايئن نهاري رهيا هئا ڄڻ سوچي رهيا هجن تہ جيڪر هو سندس پيءُ هجي ها. تڏهن سڀ کيس پيار ڏيندا هئا، سڀ کيس عزت ڏيندا هئا.
هڪ ڏينهن هو شام جو آفيس مان گهر آيو تہ پٽ سان راند ڪرڻ بدران ڪجهہ سوچيندو رهيو.
زال کيس هٿ ۾ چانهہ ڏيئي اچي سامهون ويٺي.
”ڇو اڄ آفيس ۾ ڪجهہ ٿيو ڇا؟“
هن ڇرڪ ڀريو. پوءِ زال ڏانهن نهاري چيائين، ”اڄ آفيس ۾ هڪ عجيب ڳالهہ ٿي. هڪ ٺيڪيدار آيو هو ۽ مون کي ٻہ هزار ڏيڻ لڳو، جيئن مان سندس بل بنا چڪاسڻ جي پاس ڪريان.“
”ٻہ هزار!“ سندس زال جي وات ڦاٽي پيئي. ”پوءِ اسين ريڊيو

وٺنداسين ۽ ڪپڙن لاءِ ڪپٽ بہ تہ ڪپي.“
”هو ٿورو عجب ۾ پيو. پر مون ڪيس موٽائي ڪڍيو. مون ڪيس چيو، ”مان رشوت ڪونہ وٺندو آهيان.“
زال جي چهري تي ڪن پل لاءِ نراسائي ظاهر ٿي، پوءِ خوش ٿي چيائين: ”توهان سٺو ڪيو. رشوت جي ڪمائي پاءُ ٿوروئي پوندي آهي. سچ جي ڪمائيءَ مان آهستي آهستي گهر ٺهي ويندو.“ ۽ پوءِ لفظن تي زور ڏيندي چيائين: ”سچ جي ڪمائيءَ جو هڪ رپيو ڪوڙ جي ڪمائيءَ جي سؤ رپين برابر آهي.“
هن جو منهن ٽڙي پيو. ”تو مون کي همت ڏني آهي. خبر اٿيئي، منهنجي انڪار ڪرڻ تي هن ٺيڪدار اهڙو وٺي منهن ناهيو ڄڻ مون کي ڪڇو ڪائي ويندو.“
هو ٻئي ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا.
هن کي ڳالهہ وسري ويئي ۽ سندس زال کي بہ. پر هڪ ڏينهن اوچتو سندس آفيس جي ميز کي سي. آءِ. ڊي جا ماڻهو گهيري ويا ۽ سندس ميز جي خانن جي تلاشي وٺڻ لڳا. سندس حيرت جي حد نہ رهي جڏهن هڪ خاني مان پنج هزارن جا نوٽ نڪتا. هو ڪوبہ تسلي بخش جواب ڏيئي نہ سگهيو. سندس خلاف ڪيس درج ڪيو ويو ۽ جاچ کان پوءِ کيس نوڪري مان برطرف ڪيو ويو.
سندس پاڙي وارا چوڻ لڳا: ”ڏٺو! ڏيکاري ايئن ڏيندو هو ڄڻ ڪجهہ نہ ڄاڻي.“
ڪنهن چيو: ”اڄ ڪالهہ ڪير ايماندار آهي؟ سڄي دنيا تہ چورن سان ڀريل آهي.“
سندس ماءُ چيو: ”مون کي خبر نہ هئي تون اهڙو پاپو پٽ آهين. هن زماني ۾ ڪير رشوت نہ ٿو کائي. هٿ ۾ آيل پئسا بہ وڃايئہ ۽ آهيءَ ۾ اڙجي وئين.“
سندس زال کي بہ سندس سياڻپ ۾ شڪ پوڻ لڳو. ۽ هو خود

ٻه پاڻ ڪي شڪي نگاهن سان ڏسڻ لڳو. سندس پاڻ مان وشواس ٽٽڻ لڳو. رات جو ڀيانڪ خواب ڪيس گهيرڻ لڳا. ڏينهن جو ٻين جي نگاهن ۾ هو غلط معنائون پڙهڻ لڳو. آهستي آهستي گهر ۾ هر شيءِ جي نافت ٿيڻ لڳي.

هو روز صبح جو نوڪريءَ جي ڳولها ۾ نڪرندو هو ۽ رات جو سور ۾ نستيون ٽنگون گھلي واپس ورندو هو. سڃاڻل ڪيس شڪي نظرن سان ڏسندا هئا ۽ اسڃاتل سڃاڻپ کان سواءِ نوڪري ڏيڻ لاءِ تيار نه هئا. هن کي ڏسي عجب لڳو ته انسان جو پنهنجو پاڻ کي وڪڻڻ ڪيترو ڏکيو آهي. ڪير به ڪيس خريد ڪرڻ لاءِ تيار نه هو.

هڪ ڏينهن هن بزار ۾ ان ساڳئي ٺيڪيدار کي ڪار ۾ ويٺل ڏٺو. هو سگريٽ پي رهيو هو. سندس پر ۾ سندس خوبصورت زال پنهنجي پرس جي آرسي ۾ پنهنجي لپ اسٽڪ ٺاهي رهي هئي. پٺيان ويٺل آيا جي هنج ۾ ٺيڪيدار جو ٻار ڦيري واري کان ڪئڊبري وٺي رهيو هو. هو ڪجهه دير ٽڙپندڙ اکين سان ٺيڪيدار ڏانهن نهاريندو رهيو. سندس اندر ۾ ويٺل جيئري انسان چاهيو ته هو ٻڪ ڀائي وجي ٺيڪيدار کي ڳچي مان جهلي، ڪار مان ”هيٺ لاهي ۽ سندس پيٽ ۾ ٻه ٽي لتون هڻي. پر سندس مئل انسان زنده انسان مٿان پڙپڇي ويو ۽ هو هڪ هار کاڌل انسان جيان پيچ لتڪائيندو هڪ طرف هليو ويو.

ڪڏهن ڪڏهن سندس دل کي تسلي ملندي هئي جڏهن هو اتان لنگهندو هو جتي رستي جا رهواسي رهندا هئا. هو پاڻ کي آٿت ڏيندو هو ته ڪيس وري به رات جو سمهڻ لاءِ ڪوٺڙي آهي، پر هي ويچارا ڏينهن رات ڪليل آسمان هيٺان رهن ٿا. پر هڪ ڏينهن هو گهر جو مالڪ نه رهيو، جڏهن گهر ۾ کائڻ لاءِ داڻو نه هو. سندس زال، سندس پٽ ڏانهس ايئن نهارڻ لڳا ڄڻ هو رستي جو رولاڪ ڪتو آهي جو بنامطلب سندن زندگيءَ ۾ پيهي آيو آهي. انهن نگاهن کيس پيچي پوري ڇڏيو.

ان رات سندس ماءُ سندس پيڻ کي ساهرن مان گهرايو هو.
ماءُ ڏيءَ کي چيو: ”هاڻي تون ئي هن اجڙ گهر جي اميد آهين. تنهنجو گهوٽ هلنديءَ پڄنديءَ وارو آهي. ڪيس چئه ته پاڻين کي ڪٿي نوڪريءَ ۾ لڳارائي.“
ڏيءَ وڏي واڪي وراڻيو: ”امان نوڪريون ته گهڻيئي ملي وڃن. هن کي سچو، شهر سڃاڻي ۽ ڪير به هن کي انڪار نه ڪندو. پر ڪنهن کي به چوڻ ۾ ڏيپ ٿو ٿئي. ڪٿي دادا اتي به غبن ڪري وجهي ته پوءِ اسين ڪٿي جا رهنداسين؟“
اهو جملو هن به ٻڌو ۽ سندس زال به ۽ گهر جي ڀاتين به. هن جي حالت اها هئي جو شرم کان پنهين ڏانهن به نهاري نه ٿي سگهيو. پر سندس زال کي اهو ڏينهن ياد آيو جڏهن سندس سس پٽ کي چئي رهي هئي: ”پٽ، هيئن گهر ٻهاري پيڻ کي چو ڏيئي رهيو آهين. ٻول کان هڪ پئسو به مٽي ڏيڻ ته گهرجي.“
پٽ کلي ماءُ کي چيو هو: ”ڪل هڪڙي پيڻ ته آهي امان. هن جي شادي ڏام ڏوم سان ڪرڻ ڏي. منهنجي ٻانهن ۾ ست آهي، ڪمائي وٺندس.“
ان رات گهر ۾ کاڌي لاءِ ڪجهه ڪونه هو ۽ پيڻ همدردي جتائڻ لاءِ ماءُ کي پنهنجي گهر وٺي ويئي.
رات جو گهر ۾ بتي نه ٻري. سندس زال سانجهيءَ کان رئندي رهي هئي. ڪڏهن اوچتو سندس رودن سڏڪا ٻڌجي ٿي پيو ۽ ڪڏهن وري ڊيپل سسڪيون، ۽ ڪڏهن هوءَ اوچتو بادل جيان ڦاٽي ٿي پيئي. تنهن کان ته مري وڃان ها. ڪهڙي منهن سان هن گهر ۾ ويٺو آهين. ڪنهن اڳيان منهن مٿي ڪري نه ٿا سگهون.
رئندي رئندي سندس زال اتي ئي سمهي پيئي جتي ويٺي هئي. هو اڌ رات تائين پٽ کي ٽيڪ ڏيو ويٺو رهيو. پوءِ ليٽي پيو. پر سڄي رات اکيون ڦاڙي اونده ڏي نهاريندو رهيو. منجهس

سوچڻ جي ته طاقت نه رهي هئي. پر پنواڙين جيان ڪي خيال سندس دماغ ۾ چڪر ڪاٽيندا رهيا. سندس ماءُ ڪيس ڇڏي ويئي ڇاڪاڻ ته سندس پيٽ وٽ پئسو آهي. ڇا سندس زال به ڪيس ڇڏي وڃي، جيڪڏهن سندس پيڪا سکر هجن ها. سڀ انسان جانور آهن. جيڏانهن ڪاٺو ڏسن اوڏانهن مڙيو وڃن.

صبح جو سندس اکيون جلدي رهيون هيون پر هو اٿيو. منهن ڌوتائين، ڪپڙا بدلايائين ۽ پاڻيءَ گلاس پي گهر کان ٻاهر نڪتو. منجهس هلڻ جي سگهه نه هئي پر هلندو رهيو. جڏهن هو ان سهڻي بنگلي وٽ پهتو تڏهن سج چڱو مٿي چڙهي آيو هو.

ان ويل صبح جا ڏهه ٿيا هوندا. ڪٿي جو پونڪڻ ٻڌي نوڪر ٻاهر نڪري آيو ۽ ڪيس دالان ۾ مُوڙي ته وهاري اندر مالڪ کي سڏ ڪرڻ ويو. اٽڪل اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ٺيڪيدار ٻاهر آيو. لڳو ايئن پئي ته هو ان وقت ئي ننڊ مان اٿيو هو. سندس ڇپن منجهه سگريٽ بدران چروٽ هو. ۽ سندس وات مان رات جي پيتل شراب جي بوءِ اچي رهي هئي. هو بدن ۾ ڪجهه ٿلهو ٿي ويو هو.

ٺيڪيدار هن کي سڃاتو به ڪونه. هن پنهنجي واقفيت ڏني. ڳالهائڻ ويل سندس لفظ ڪاسائيءَ جي ڪاتيءَ سان ٽڪرا ٽڪرا ٿي رهيا هئا. هن پنهنجي سقيم حالت بيان ڪئي ۽ ٺيڪيدار کي نوڪريءَ لاءِ ايلاز ڪيا.

ٺيڪيدار جي منهن تي وڏي مرڪ آئي. سندس منهن ايمان ۾ ٿڙي پيو. ڪيس پنهنجي اهميت جو احساس ٿيو، انسان جو سڀ کان پيارو احساس.

تون منجهند جو منهنجي آفيس ۾ اچج. حال مون وٽ رکيو هڪ چپراسيءَ جي ٿي جڳهه خالي آهي. ڇهين اٺين مهيني تنهنجو ڪم بدلي تو کي ترقي ڏني ويندي.

ٺيڪيدار هڪ ڪتي کي هنج ۾ کڻي، هن کي چميون ڏيندو اندر هليو ويو.

هو روز گهر ۾ به ويلا ماني کائيندو آهي ۽ آفيس ۾ هڪ ڪوپ چانهه پيئندو آهي. هو تنهنڪري زندهه آهي. هو اهي ٻئي سڀ ڪم به ڪندو آهي جي عام ماڻهو ڪندا آهن. مثال طور ڪڏهن اڇاڻائيءَ ۾ ٿهڪ ڏيڻي وڃڻ. پين تي ٽيڪا ڪرڻ. ڪڏهن زال سان گڏ پيار ۽ لڙائيءَ واري فلم به ڏسي ايندو آهي. ڪڏهن رات جو زال سان سنيوگ به ڪندو آهي. ڪڏهن پاڻ کي پنهنجي پار جو پيءُ به سمجهندو آهي.
ٺيڪيدار پنهنجو انجام پاڙيو آهي. چپراسيءَ مان سندس ترقي ڪري کيس ڪلارڪ بڻايو آهي. پر سندس پگهار چپراسيءَ جي ٿي آهي. پر کيس ڪنهن لاءِ به شڪايت نه آهي. کيس ڪنهن لاءِ به شڪايت نه آهي. کيس هڪڙو آٿت آهي ته سندس جيان مري ويل انسان دنيا ۾ ڪيئين آهن. چوطرف پکڙيل آهن. سچ ته هيءَ دنيا مري ويل انسان جو ئي گهر آهي، پوءِ کي سندس جيان مري ويا آهن، ڪي ٺيڪيدار جيان.
□□

○ هيمنگوي جي هڪڙي ڳالهه مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو. هن چيو ته لکڻ باڪسنگ جيان آهي. هن پنهنجو ۽ پنهنجي صحت جو خيال رکيو. فاڪنر بابت مشهور آهي ته هو هر وقت نشي ۾ مدهوش رهندو هو. پر مون هن کان جيترا به انٽرويو ورتا، هن سيني ۾ اهوئي چيو ته مدهوشي جي حالت ۾ هڪ سٽ لکڻ ناممڪن آهي. اهوئي خيال هيمنگوي جو آهي. هڪ سٺي ليکڪ هئڻ جي لاءِ اوهان کي لکڻ جي هر پل ۾ انتهائي واضح ۽ انتهائي صحتمند ٿيڻو پوي ٿو. منهنجو خيال آهي ته ليکڪ کي جسماني ۽ جذباتي طور تي بيحد صحتمند هجڻ کپي. ادبي تخليق شديد صحتمندي جي گهر ڪري ٿي.
— گارشيا مارڪيز

# پوپٽي هيرانندائي
## پڪو ٺاڪيل ٻٽڻ

(ڪهاڻي)

منهنجي سياڳي ڏني اٿو؟ اصل جهڙي ملترياڻي. تنهن ڏينهن چياڻين، ”مون کي ته تنهنجي اها ڳالهه اصل نه ٿي وڻي!“
چيومانس، ”منهنجي توکي ڪا ڳالهه وڻي به آهي ڇا؟“ ته چوي، ”تون هوندين ٿي ابتو ته پوءِ مان ڇا ڪريان؟“
هاڻي مان ٿيس اُبتو ۽ هيءَ ٿي سُبتي! ڪنڌ ڪنڌ ڪا اٿس؟ اصل ڳالهه ٿي نه پڇيو. زبان جهڙي تيز ڌار واري ڇُري! مون ڇهه فوٽي کي هن جي ته انچي ڇپ ليٽائي ٿي وجهي! پوڇو چوندو آهي ته جنهن جي گهر ۾ مٺو ڳالهائيندڙ زال نه هجي تنهن کي وڃي جهنگ وسائڻ گهرجي. سچ، ڀلا جهنگ هن منهنجي گهر کان ڇا ۾ بدتر هوندو؟ برابر باهه بن ۾ به لڳندي آهي پر لڳي اڳو پوءِ سڀ ڪجهه ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي نه؟ هتي ته ٻاروهي پيئي آگ لڳي! ڪنهن نه ڪنهن ڪنڊ ۾ باهه جون چيڀون اُٿن ٿي پيون. تنهن کان ته جيڪر گهر ڇڏي نڪري....
پر به مان ڇو نڪران؟ گهر منهنجو ۽ نڪران به مان؟ ڇو نه هن کي ڪيڏي ڇڏيان؟ ڪيڏي ڇڏيانس؟ ٻنهنجي ٻارن جي ماءُ کي ڪيڏي ڇڏيان؟ ٻارن جو ڇا ٿيندو؟ گهر جو ڇا ٿيندو؟ ماڻهو ڇا چوندا؟ ماڻهو؟

ماڻهن کي مار گولي. اهي ٿي ته هئا جو چوندا وتندا هئا: ”شادي ڇو نه ٿو ڪرين؟“ ”مومل ڪڏهن ٿو ماڻين؟“ ”ڀڳونتيءَ جا لاڏا ڪڏهن ٿو ٻڌارائين؟“

سائين وٺ! آندم مومل. هاڻي هن سياڳي صراحيءَ جي منهن مان جو هيءُ زهر ٻير اوتجي سو مون کان سواءِ ٻيو ڪير ٿو پيئي؟

مان به عجيب آدمي آهيان. هن طوطيءَ پنهنجي چهنب سان ڏونگا
هڻي هڻي منهنجا ڪنپ چني مون کي لسرو ڪسرو بڻائي ڇڏيو
آهي ۽ مان سالن جا سال هن سان گڏ پڃري ۾ رهيو پيو آهيان!
پر به مان هن کان ايترو ڊڄان ڇو ٿو؟ زال کان پيو ڊڄان؟
آفيس ۾ ته مان ڪڙڪو ڪري ڳالهائيندو آهيان. هوءَ زرين
ڪپاڊيا مون کان ڪيترو نه ڪڙ ڪائبندي آهي؟ ڊرافٽ لکڻ
مهل هٿ ڏڪندا اٿس. سڀ پٽيوالا مون کان پيا ڊڄندا آهن.
مان چوان ٻيل پيا ڊڄن.... هن آفيس ۾ منهنجو رعب هلي....
هونئن گهر ۾ ته هيءَ ئي مون کي پيئي ڏمڪائي. اصل آگر
سان ٿي آٿاري ۽ آگر سان ٿي ويهاري! منهنجو آتم وشواس
ڪچلي ڪچونبر بڻائي ڇڏيو اٿس! ٻار ڪجهه پڇن ته چوان،
”وڃي ماڻهين کان پڇو.“ ان ڏينهن ڦتوءَ ڪورس لاءِ پڇيو
تڏهن به ماءُ کان پڇڻ لاءِ چيومانس ته ڪهڙو نه وائڙو ٿيو؟
چئي ڏنائين، ”ڊيڊي! مميءَ کي ڪاليج جي ڪورسن جي
ڪهڙي خبر؟“
مان به ڇا ڪريان؟ اڃا ڪجهه چوان ٻڌايان ئي مس ته ملٽريءَ
واري منع نامو ڪڍندي.! فارسيءَ جا چاڙهو سچ چوندا آهن
ته شاديءَ جي پهرين رات ئي ٻلي مارجي نه ته پوءِ جوءِ مٿي
چڙهي ويندي!
توبهه توبهه.... زبان جي ڪئنچي اهڙي تيز ٿي هلائي جو منهنجو
ته وجود ئي ڪترجي درزيءَ جي ليڙن جيان ٿيو ٿو پوي!
تنهن کان ته شادي ئي نه ڪريان ها!
پر پيلي شادي ڪرڻ ٿي ته منهنجي به دل هئي. مون سمجهيو:
زال ڇا هوندي، اصل کنڊ جي گڏي هوندي. سندس موتئي
جي مکڙين جهڙن نيڙن چپڙن ڏندن مان عطر پيو اوتجندو ۽
گهر مان هر وقت هڳاءُ پيو ايندو. هوءَ ڳالهائيندي ته گيت
ڇٽي پوندا ۽ مان سڌ ٻڌ ڀلائي مڌرتا پيئڻ ۾ محو ٿي ويندس.
مون کي ڪهڙي خبر ته هيءَ بلا اچي پناري پوندي!

پلاڻ؟ شادي ڪيئه ته هر وقت پيو ڪيس چوندو هئين: ”منهنجي چانڊني....“ ”منهنجي روشني....“ ”منهنجي بلبل ...“ ”منهنجي سهڻي....“ اصل گهيٽو ٿي پيو پنيان ڦرندو هئينس.
سچ.... تڏهن مون کي ڪيڏي نه وڻندي هئي. اکين جا ڇپر هيٺ ڪري اکين جي ڪنڊن سان مون ڏانهن نهاريندي هئي ته منهنجي سڄي سرير مان بجليءَ جون ڌارائون لنگهي وينديون هيون. سندس رئو کلهن تان هيٺ گسڪي ايندو هو ته منهنجي تمنا مٿي آيري ايندي هئي.... سندس هٿ پڪڙيندو هوس ته هوءَ شرمائجي چوندي هئي، ”ڇڏيو نه، ڇا ٿا ڪريو؟“ بس.... منهنجي دل ۾ اُمنگن جون ڇوليون هڪ ٻئي مٿان لهرائينديون هلنديون هيون.... هڪ انوکي خوشيءَ جي گجي منهنجي دل جي ڪناري وٽ هلي ايندي هئي.... گرم ۽ تيز ارمانن جي ڇمڪ منهنجي من مٿان ڦهلجي به ويندي هئي....
پر ٻڌو، تڏهن مان جوان هوس. جوانيءَ جي رنگن سان اندلٺ جا رنگ به نه پڄن! جوين اوستا ۾ ڪؤڙي مناس ۽ مٺي ڪؤڙاڻ، ملڻ ۾ تڙقائيندڙ خوشي ۽ وڇوڙي ۾ سوز پريل سڪ، الائي ڇا ڇا پيو محسوس ڪبو آهي!
ته هاڻ مان پڪو ٿي ويو آهيان؟ اڃا چاليهه مس پار ڪيا اٿم! ولائت ۾ چاليهن ڪان پوءِ ئي جوانيءَ جي مند شروع ٿيندي آهي! پر ڏوهه به منهنجو ئي ته آهي! تڏهن ايتري خوشامد نه ڪريانس ها ته اڄ ايڏو مٿو ڦريل نه هجيس ها....
پر هينئر به ويل ويئي ڪاڻهي.... ڪڻ کلو ته ٿيئي پلو....ڇ ڇ چوين ڇا پيو؟ ڇا ڪندين آخر؟ ڇا مار ڏيندينس؟ بس ان شرافت ئي ته ماريو آهي. هجي ڪو مون جهڙو مرد سامهون ته ڪري ڏند پيچانس پر هن زال ذات سامهون....
خبر ناهي هي زالون ائين ڇو ٺٺيل آهن؟ ڇڻ هڪ عورت ۾ ٻه عورتون سمايل آهن.... هڪ ڪومل ٻي ڪئور، هڪ گل جهڙي ٻي لوهه جهڙي.... هڪ سيتل اگني ۽ ٻي ٻرندڙ پاڻي....

اوهه! ٻه مختلف چيزون گڏبيون ته اُئين ٿي ته ٿيندو!
هي منهنجا ڀڳوان! اصل نقط نظر ٿي پنهنجي اٿن. ان ڏينهن چوي ته، ”هل باندرا منهنجي ماسيءَ وٽ.“ ”اڙي مان تنهنجي ماسيءَ وٽ هلي ڇا ڪندس؟“ ڀلا ٻه زالون گڏجن ته رڳو ڳالهائين آچار ۽ پاپڙن بابت، تقرير ڪن مٺي ڀئي تي، ڀاڄين جي مهانگائيءَ تي. ۽ بحث ڪن امڪي جي مڱڻ ۽ ڀمڪي جي پرڻجڻ تي....
ڇيوماڻس ته، ”مان ويهي ٿو مئگزين پڙهان“ ته پوٽ سڃائي وٺي! ڏوڙ پيئي اسان جي مردانگيءَ کي ۽ ڇائي پيئي اسان جي مڙس هئڻ تي! بس زال ٻه گهوڙها ڳاڙيا ۽ اسان پنهنجي ڏاڙهي ڏني هن جي هٿ ۾!
ڪالهه ويچارو وشنو آيو هو. نندپڻ جو دوست اٿم. اصل ڀڳ مٽ يار آهيون. ماني ڪائي نڪري پياسين ۽ وڃي انڌيريءَ ۾ هوٽلءَ وٽ نڪتاسين. ڀلا نڪري پياسين ته پوءِ ڇا ٿيو؟ پر گهر موٽيس ته رات مان ڏينهن بڻائي ڏيکاريائين! ڳالهه ٿي جڻ ٿي. شادي ڪئيسين ته نل دمينتيءَ وانگر هڪ چادر ۾ ويڙهجي پيا هلنداسين ڇا؟ بس چوي ته، ”انهيءَ مٺي وشني سان نٿي پرڻجي ويئين؟“
هو سُندر ماسات اٿم. آهي پورو ينڙ.... اصل ڀڪو بندلباز.... پر حال ته وندرائي ويندو آهي نه؟ وسڪيءَ ذري ٿو پيئي ته ڇا ٿي پيو؟ ڪو بوتل هن جي پيڪي گهران ته ڪونه ٿو ڪٽي اچان نه؟
پر سُندر جو چڻ وٺيس ٿي ڪين. اڙي منهنجي زال آهين ته پوءِ ڇا؟ تنهنجو مڙس آهيان ته ڪنهن جو سؤٽ ماسات ٻه نه ٿيس ڇا! پيٽر ۽ ماءُ کي سهي ٿي ڪين. کهڙيون ٻه ڇڳيون ٿي هلنس، هيءَ بس انهن ماڻ ويڪون ٿي ڪيندي. هن جو مڙس ٿيس ته بس هن جي ٿي جاگير بڻجي ويس! پاڻ پل هزار خرچي ساڙهيون وٺي پر مجال آهي جو پيڻ لاءِ ڪا سؤڏيڍ جي

شيءِ وڏان! منهنجي ماءُ کي به ڪجهه ڏيندي ته شرطائي ۽ ڏهوڻو اگهه ٻڌائي. پوءِ به چڻ ڏاڊي تي مٽانئس مهرباني ڪري. پئسا منهنجا ۽ مهرباني هن جي! ظلم آهي ڳالهه آهي! ڍڳي وانگر وهون اسين ۽ ڪمايل نائي جون مفت ۾ مالڪيائيون بڻجن هي! عجيب ماجرا آهي.

صرف مالڪيائي ٿئي سو به چڱو پر منهنجي سموري هستيءَ جا حق ۽ واسطا چڻ هن کي سونپيل آهن. منهنجي وقت تي ۽ منهنجي پئسي تي، منهنجي اچڻ تي ۽ منهنجي وڃڻ تي، منهنجي اُٿڻ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ تي هن جو ضابطو آهي!

هو ليلا آهي نه؟ موتيءَ جي زال ۽ نهار ڪهڙي نه ٿڌي مٺي اٿس! وات سو هن منهنجي ڳوپيءَ جيان ياقوتي ڪين اٿس، پر ڳالهائيندي آهي ته چڻ صبح جي هير پئي لڳندي آهي! ٻه گهڙيون وڃي سندس گهر ويهه ته چڻ ٻوساتيل ڪمري مان نڪري اچي ڪنهن نم جي وڻ جي ڇانو ۾ ويٺو آهيان! ڪڏهن ته هن جي ڳالهائڻ جي ڪپت ڪان پڇي وڃي هنن وٽ ويهندو هوس ته ائين لڳندو هو چڻ اشتميءَ جي رات چنڊ ۽ تارن جي هيٺيان ڪنهن جي مڌر بنسري پيو ٻڌان!

پر هن کي منهنجي خوشي پانءِ ڇو تي پوي؟ اصل تپائي ڏنائين. اچا چمپل پائي در ڏانهن وڃان ته سوالن جو حملو شروع ڪيو ڇڏي: ”ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ موتيءَ جي گهر ڇا لڏو اٿيئي؟ تنهن ڪان آرام نٿو ويهي ڪرين؟“

دل ۾ ايندو هو ته چئي ڏيانس ته ”منهنجيءَ هر ڳالهه ۾ ٽنگ ڇو ٿي اڙائين؟ آرام ڇاٽي مان ڇاٽان، تون ڇو اچي منجهي آهين؟“

پر هوءَ شوڪيندي ايئن هئي چڻ ته زهر ٻڏل تير تي اُچلي. نيٺ به مان ماڻهو آهيان، ڪو ماڪوڙو ٿوروئي آهيان؟

ماڪوڙو؟ اڙي هن ايشور ڪونه آڪاٽي لکي هئي ”مثل ماڪوڙو“ پر مان آهو ماڪوڙو بڻجان؟

بي‌غيرت مڙس ٻڌجان؟ اصل ٺيٺي ناهي. ڪنڌ ڀڃي وجهانس.... اصل ڳچي مروٽي ڪري ڦٽو ڪيانس.
پر ڀيلي آهي سچ. ننڍي هوندي فوني جو رڪارڊ ٻڌو هئم:
”گهوٽ چڙهيو گهوڙيءَ تي ناس پٽو ٻوڙي،
سوا گهڙي واسطي سڄي عمر ٿيو لُوڙي.“
بس ڪنڌ تي مڙيل ماڪوڙي جهڙي حالت آهي اسان مردن جي!
اڙي شايد ڏوبي ٿي ويو آهي. چولو ڪيڏي ٿو پايان.... مسين مسين ته آرتوار ملي. اڄ ليٽي ٿو پوان....
اڙي پر ٻٽڻ ڇنيو پيو آٿس.... چوانس نه ٽاڪي ڏي؟ رهڻ ڏي ويچاريءَ کي.... پل آزادي ماڻي وٺي.... نه ته اهڙو ڦڪو ٽاڪينديس! سوراخ مان سئي لنگهائي پوءِ ڇوڏاري ڌاڳو ويڙهي سوگهو ڪنديس.... سئي آرپار.... ڌاڳو ڇوڏاري.... سئي آرپار، ڌاڳو ڇوڏاري.... سئي آرپار، ڌاڳو ڇوڏاري....
”اڙي ليٽي ڇو پيو آهين؟ پاپيءَ وٽ هلڻو آهي. جلد ٿي سنيري اچ نه ته ڇوندين ته آس ۾ وٺي هلينءَ ان ڪري مٿي ۾ سور ٿي پيو اٿم....“
”اچ ڪٿي ڇڏينم. تون پاپيءَ وٽان ٿي اچ. مان ويهي ٿو....“
”نه.... نه.... ايئن ڪيئن ٿيندو؟ سيني سان ڇني ويهندين ڇا؟ آت - پاءِ خميس....“

□□

---

○ انساني زندگيءَ اجتماعي آهي ۽ انفراديت پرستي ان لاءِ مهلڪ آهي. باقي انفراديت هر عظيم فنڪار لاءِ ايتري ضروري آهي، جيتري گل لاءِ خوشبوءِ. هر عظيم فنڪار جوڙڻهار آهي ۽ پنهنجي ڪائنات جو جوڙيندڙ آهي. فن زندگيءَ لاءِ هوندي به ان کان مٿيرو آهي. فن جي ڪمال ۾ زندگيءَ جي روحانيت جي تڪميل آهي. هر عظيم شاعر جي سٽ ڏسي، يڪدم انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو ته اها خوشبوءِ فقط هن جي روح جي ٿي ٿي سگهي ٿي.
— شيخ اياز

# علي بابا

وڏو ماڏهو
(ڪهاڻي)

پوريءَ چمار ۾، هن ڪڏهن به پنهنجي ڳوٺ تي نه سوچيو آهي ته ڳوٺ ۾ ڇا پيو وهي واپري. پر اڄ ٻن ٽن مهينن کان پوءِ، شهر جو چڪر هڻندي، ڪراڻا اڪاڙي ۾، پنهنجن ڦوهه جوان پائڻين، پاڙيچن ۽ سوٽين ماساتين جي ونجهه پٽن ڪي شهر جي نوجوانن سان جدوڪراڻا ڪندو ڏسي، هو وڏيءَ مونجهار ۾ اچي ويو آهي. ۽ درياهه شاهه جو بند ڏٽي، واپس ڳوٺ موٽڻ لڳو آهي، وڏن واسامن سان:

'هون—هي ته سڀ ڇورا جوان ٿي ويا!.... هان.... ڏسندي ئي ڏسندي ايڏا جاڻا جوان!.. هاڻ ڀلا هنن ڇورن لاءِ ڇوريون ڪٿان ايندڀون؟' ڀلا ڇا هي ڇورا جيڪي ڊاڪٽر، انجنير، پائلٽ ۽ ايڪٽر ٿيڻ جا سپنا سانڊيو پيا هلن، سي ڀلا اِنهن وڏن وڏن گيدن وارن اٽپڙهيل ڇتوڙين ڳهاڳهيلين کي پسند ڪندا؟ واٽ ويندي ڏاڍي ڌيرج سان هلندي، هو تڏي دل سان ويچار ڪري ٿو ۽ هن جي ذهن مان هڪ هڪ ٿي سڀ جوان ڇوڪريون گذري وڃن ٿيون: سهڻيون، پوريون، سڌيونساديون، ٻه چار درجا سنڌي پڙهيل، ڪارا، ساوا، ڳاڙها رنگارنگ پيرت پريل ڳهگها پهريل ڇوڪريون.

"ڇاڇا، ڇا هيءَ انهيءَ قدي ۾ منڊو پاليندي؟" پٽ جي ڳالهه ياد ايندي ئي هن کان ٺهڪ نڪري ٿو وڃي. جيميءَ جو عاشق پٽ، جيڪو ننيڙي لاڪي ڪيس بابا جي بدران ڇاڇا چوندو آهي ۽ وري هو ڏاڍي اتساهه مان ٽڏو ساهه پيري ٿو ۽ ڇوڏس وايومنڊل ۾ نهاري ٿو.

نيري نيري آڪاس ۾، اڇا ڪارا ڪڪر ڊوڙندا ٿا وڃن. سڄ ٽڏو ٽڏو ۽ وڏو وڏو ٿيندو ٿو وڃي. تاڙن جي تنوار جا آواز،

وسڪارن لاءِ نپ ۾ رڙندا ٿا وڃن ۽ ڪيترن مان اچا اڇا، ننڍي نسل جو ٻچو، هوريان هوريان ولر ڪري، هڪ ٻئي پٺيان اڪيرن آڏار ۾ آهن ۽ اُنَي جي هوائن ۾ چيڪي مٽيءَ جي خمير جو واس آهي. هلندي هو محسوس ڪري ٿو، ڳوٺ جو سڄو ڳاڏو اونڌو هلي رهيو آهي. جڏهن ڪان ڇائو آهي تڏهن ڪان هن ايئن ئي محسوس ڪيو آهي ۽ هاڻ جڏهن هو ڇوٽيهن پنجٽيهن سالن جو اڇي ٿيو آهي، تڏهن، اها ڳالهه هن ڪي شدت سان محسوس ٿيڻ لڳي آهي. هن کي ڳوٺ سان ڪا دلچسپي نه آهي پر پوءِ به هو محسوس ڪري ٿو ته ڳوٺ جي نئين نسل سان، جيڪو جوان ٿي رهيو آهي، اهو ورتاءُ نه هئڻ گهرجي، جيئن سدا ٿيندو آيو آهي ۽ ان لاءِ هو سڄو ڏوهه ڳوٺ جي پوڙهن پوڙهين تي مڙهيندو آهي. جيڪي پاڻ کي وڏڙا چورائيندا آهن ۽ وڏي هلنديءَ وارا آهن جيئن چاهيندا آهن، تيئن تي ويندو آهي. جيڪي سدائين ڪين ڪئنچيءَ جيان ڪاتي به اڏ ڪري ڇڏيندا آهن. هاڻي هن کي پنهنجي مامي تي ڪشت ٿا اچن ۽ هلندي هو سوچي ٿو: ’هون؟.... سڄو ڏوهه انهيءَ يورپيئن مامي جو آهي. جيڏانهن جيڏانهن ويو، سڄي سنڌ ڏئي آيو پر پنهنجي ڳوٺ ۾ نهار ته ساڳيا ڪاريءَ وارا ڪڪ! پنهنجي ڳوٺ لاءِ ڪيو ڇا اٿائين؟.... ڪامورا ته پنهنجي ڳوٺ ڇا سڄي شهر لاءِ الائي ڇا ڇا ڪري ويندا آهن. اسڪول پارڪ، راندين جا ميدان، ناٽڪ منڊليون. پر مامي ڇا ڪيو؟....‘ ۽ هلندي هو مامي تي ويچار ڪري ٿو، ۽ هن جي اميجنيشن مان مامي جو جيون ڏنڊلو ڏنڊلو گذرڻ لڳي ٿو.

اميجنيشن:

هڪ ماڻهو، اونچا ڳاڙها، سونهري عينڪ اکين تي. بنهه جهڙو انگريز ايڪٽر. ڪڏهن زورت سان ڪار ڪاهيو پيو ٿو وڃي. ڪڏهن ماڻهن کي ڇهڪن سان پيو ماري. ڪڏهن ٽيليفون پيو ڪري. ڪڏهن وڏين وڏين آفيسن مان ٽڪو ٽڪو هلندو ٿو

وجي. ڪڏهن لئبريريءَ ۾ ڪتابن ۾ گم آهي. ڪڏهن لکي پيو. ڪڏهن بانبڙا پسائيندڙ ٻارڙن سان رانديون پيو رچائي ۽ ڪڏهن ... ڪڏهن دکي آهي، ننڊ ۾ ڇتڪي پيو. ڇڻ سپنن ۾ روئي پيو.

۽ هو.... اميجينيشن جي ٻوڏار مان نڪري ٿو اچي ۽ هرويرو هن کي محسوس ٿئي ٿو، مامو دکي آهي. جيئن هو وڏو ٿيو آهي، هن کي سانپر آهي ته مامي کان سدائين هو پري ۽ وڇيرڪو رهيو آهي. بس پندرهن ويهن سالن ۾، عيد براد تي کو ڏهه پندرهن ڀيرا مليا هوندا. سو به پنجن ڏهن منٽن لاءِ، ڇڻ نه سنگ نه سياڪو! سوچيندي هو دکي ٿي وڃي ٿو ۽ وري هو يادن جي ٻوڏار ۾ هليو وڃي ٿو:

هڪ تمام پورو پورو، انگريزن جهڙو رانديگر اڪيلي سر ٻن پناهگير ماسترن سان ٽينس کيڏي رهيو آهي ۽ وري هن جي ڪن ۾ الائي ڪٿان، ماءُ جا آواز پڙالجن ٿا:

”گماں خبر ٿئي، جڏهن تنهنجو مامو عليگڙهه مان سوني بيج سان، ايم-اي پاس ڪري موٽيو هو ته شهر جا مسلمان ڇا هندو به قطارون ڪري کيس اسٽيشن تان ايئن وٺڻ ويا هئا ڇڻ وڏو حج ڪئي آيو هجي.“ هلندي هن کي اچا ٻيا ڪي پساهه پون ٿا. پراڻا، ڏنڌلي سپني سمان:

درياهه ڇولان ڇول ۾ آهي. هو ننڍڙو ٻڪڙو آهي. ٻيڪيدار سانڙهين سان وڏيون وڏيون هندوائيون آهن ۽ اڇو سوٽ پهريل مامي ۽ مامي جيڏا وڏا وڏا ماڻهو، ڳالهيون ڪندا، ٺهڪڙا ڏيندا، درياهه ڪناري وڏي وڏي جهاز تي اچن ٿا. هو جهاز ۾ چڙهڻ جي تختي تان چڙهندي ڊڄي ٿو. هڪ هندوائي کيس ڪڇ ۾ کڻي چميون ڏئي ٿي ۽ مامو ٺهڪ ڏئي ٿو.

۽ هو وري پنهي لڙات ۾ هليو ٿو وڃي.

وڏو وڏو بنگلو آهي، چوڌاري باغ آهي ۽ ٿورو وڇيرڪو وڏي وڏي جبل جهڙي جاءِ آهي جنهن ۾ آڪيڙا چڙهيل ماڻهو اونڌا

ٿنگيا پيا آهن. مختيارڪار ڏاڍي ڪروڌ ۾ آهي، زيردستن اڳيان گجگوڙ سان واقي ٿو: ”آهي پاڙيا مختيارڪار هوندا. رنن زالن سان ٿو آرهه زورايون ڪري. انهيءَ ڪُتي جي ڦر وڏيري جو ڦگڙ لاهي، ڳچي ۾ رسو وجهي وٺي اچوس. جي وڏيرو گهر ۾ نه هجي ته جوٺس ڪاهي اچو.“

[ٻ ٻئي ڪن ۾]

ٻئي ڪن ۾، پوليس وارا آهن، اڌ مڇ ڪوڙيل ٿلهو وڏيرو آهي ۽ مختيارڪار جو لڪڻ آهي. مختيارڪار اسٽڪ سان وڏيريءَ جي ڪل اُڀيڙي ٿو ڇڏي، وڏيري جي خميص ڇيهون ڇيهون ٿيو ٿي وڃي. مختيارڪار وڏيري کي ايسٽائين ماري ٿو جو هو سندس پيرن ۾ غش ڪائي ڪري ٿو، پوي: ”سائين توبهن، يا حسين توبهن، گهوڙاڙي توبهن.“ مختيارڪار جي زوردار ٺڏي سان، وڏيرو نڪ مان رت جون ڦينديون وهائيندو اونڌو ڪرونبڙو ٿيندو ٿو وڃي.

”او ڪُتيءَ جا ڦر، ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ، وري جي غريب مار ڪئي ٿئي ته جوٺهين انهن ماڇين کان ڪٺائيندس. هوندين ڪنهن منسٽر جو پڙوو، مان لنڊي لاٽ جي پرواهه نه ڪندو آهيان.“ ۽ پوءِ مختيارڪار ٽڪڙو ويندي منشيءَ کي دڙڪو ڏئي ٿو:

"Three months jail, one thousand rupees fine."

وات ويندي هو سوچن جي ٻوڏار مان نڪري ٿو اچي ۽ وري وايومنڊل ۾ نهاري ٿو. سنڌيا مٿان رات جي رئي چڙهندي ٿي وڃي. وري الائي ڪٿان هن جي ڪنن ۾ الائي ڪنهن جا آواز گونجن ٿا:

”بابا، تنهنجي مامي جهڙا ماڻهو ڪٿي! موليٰ پاڪ جو قسم اسان جي پاسي مختيارڪار ٽئين مهيني ٽپڙ ٻڌي ويندو هو، پر تنهنجو مامو.... تنهنجو مامو اهڙي صاحبي هلائي ويو جو ڪنهن انگريز به ڪانه هلائي هوندي. بابا ذات حراميءَ جي ڳچيءَ ۾ پٽڪو، پلي خان خانان هجي. اصل گهيرگهيران. رب ڏئي پناهه!“

”ڇو ڀلا، پنهنجي ڳوٺ ۾ مامو ايڏو ٿڌو ڇو آهي؟“ هن جي ذهن ۾ سوال اڀري ٿو ۽ هو ڳوٺ ۾ مامي جي جيڪا ڇُرپُر آهي ان تي ويچار ڪري ٿو.
اميجينيشن:
هو پنڌ پيو وڃي ۽ مامو سوين پيرا سرڙاٽ سان موٽر سان گذري وڃي ٿو.
مامو لئبريريءَ ۾ ويٺو آهي.
مامو آرام ڪرسيءَ تي ڪنڌ ڍرڪايو، پير ٽپائيءَ تي ڦهلايو، بي. بي. سي پيو ٻڌي.
مامو پوتا پوٽيون ڏوهٽا ۽ ڳوٺ جا ٻيا ننڍڙا ٻڪڙا ٻار وٺيو، وڏيءَ وڏي ڪار ۾ الائي ڪيڏانهن گهمڻ پيو وڃي.
مامو ننڊ ۾ آهي ڪين الائي جاڳ ۾، مامي کي ڇڻ ننڊ ڪانهي، مامو ننڊ ۾ ڇڻ ڦٿڪي پيو.
مامو ٺهڪ پيو ڏئي، جيئن سدائين ڏيندو آهي، وڏا وڏا ٺهڪ. جن ۾ آواز گهٽ، خوشي گهڻي هوندي آهي. هو محسوس ڪري ٿو، مامو دکي آهي ۽ جيون ۾ پهريون ڀيرو هن کي سڪ پيدا ٿئي ٿي ته مامي سان ڪڏهن ڪچهري ڪرڻ گهرجي.
هلندي هو وري چوڏس ،وايومنڊل ۾ نهاري ٿو. سندس ڳوٺ جون روشنيون ٻري ويون آهن. هو محسوس ڪري ٿو، ڳوٺ جي آها اڳين ڳوناٺي سونهن ختم ٿي وئي آهي، ڳوٺ بدران ڪراچيءَ واري شرف آباد يا گلشن اقبال جهڙي آبادي محسوس ٿئي ٿي.
ڳوٺ ۾ نئينءَ وڏي وڏي مسجد سامهون اچي، مامي جي ڳاڙهي ڪار ڏسي، هو گهر وڃڻ بدران مامي جي گهر وڃي ٿو.
’تاهم ڪرڻ ۾ آهي ڇا؟ هان.... مان نوڪري وٺڻ يا ڪنهن جي سفارش ڪرڻ ٿوروئي پيو وڃان. ڪيستائين هڪ ٻئي لاءِ ايئن اڃاتل اوپرا ماڻهو رهنداسين؟‘ هو پنهنجي اندر سان سوال ڪندو گهر ۾ داخل ٿئي ٿو. گهر جا سڀ ڀاتي هن کي ڏسي

ڏاڍو خوش ٿي وڃن ٿا. ٻي ٻي الوينا هن کي چيڙي ٿي وڃي
هو ڪيس ڦيرائي ٿو.
"Where is uncle?"
"He is sleeping." ٻيبي پراڻي جاءِ جي هڪ ڪمري ڏانهن
اشارو ڪري ٿي. در بند آهي، هو دريءَ مان سنل مامي کي
ڏسي ٿو. جيون ۾ پهريون ڀيرو هن کي محسوس ٿئي ٿو ته مامو
پوڙهو ٿيندو ٿو وڃي. الوينا کيس نئين ٻماڙ جاءِ ۾ وٺي اچي ٿي.
"Papa said 'This is for me' good home?"
"Yes, very nice beautiful."
هو نئين گهر ۾ پهريون ڀيرو آيو آهي. سڄو گهر چڱيءَ طرح
ڏسي ٿو، ۽ بالڪونيءَ مان ٿيندو ٻيبيءَ سان گڏ ڇت تي هليو
وڃي ٿو.
"Shall we play ping pong?" ٻيبي پڇيس ٿي.
"No, I am feeling tired." هو لنوائي ٿو. هو سوچي ٿو
مامو الائي ڪڏهن جاڳندو، هن کي گهر موٽي وڃڻ گهرجي.
هيٺ لهندي، مامو هن کي باٿ روم کان ٻاهر نڪرندو ٿو
نظر اچي. مامو ڏاڍي سٺي نهار سان هن ۾ نهاري ٿو.
"ڪڏهن آيو آهين؟"
"اڄ ئي، اوهان ته هيننر ستا هئا."
"نه، ايئن ئي ليٽيو پيو هئس. مون تنهنجو آواز ٻڌو پئي. ڪيئن
آيو آهين؟"
"ائين ئي ذل چيو، هليو آيس."
"سچي!..." مامو عينڪ صاف ڪري اکين تي چاڙهي ڏانهس
ايئن ٿو نهاري ڄڻ کيس ويساهه نه ٿو اچي.
"طبيعت ٺيڪ آهي نه؟" مامي کان پڇي ٿو.
"ها، طبيعت کي ڇا ٿيندو. طبيعت ماڻهوءَ جي پنهنجي وس
۾ هوندي آهي." مامي جي ڳالهه تي هو مرڪي ٿو پوي. هن
کي محسوس ٿئي ٿو، مامو ساڳيو آهي. مامي ۾ ڪائي چينج

ته آهي. جي چينج آهي ته رگهو اها ته پٽ پوڙها ٿي ويا ٿس.
مامو سا ڳيو ينگ، سمارٽ ۽ هئنڊسم آهي.
”تنهنجو ڪاليج ڪيئن پيو هلي؟“
”ٺيڪ آهي. بس هلي پيو.“
”آ__ ها__ .... ڇا زمانا هئا، ٽيچرس لائيف به ٽيچرس لائيف
آهي.“ ڪن لاءِ اونهي ساهه سان مامو چڱ ساروڻن ۾ وڃائجي
ٿو وڃي.
”ڇا رکيو آهي ان لائيف ۾ ماما؟“
”هون.... مان ست اٺ سال ٽيچرس لائيف گذاري آهي. مون
کي سڀ خبر آهي. ڇا شاندار لائيف آهي. بس رگهو ماڻهوءَ جي
پنهنجي ڪوالٽي هجي.“
”پوءِ اوهان ٽيچنگ لائيف ڇو ڇڏي؟“
”اڙي يائي ڇڏائي وئي. مان ته سدائين ايئن محسوس ڪندو
آهيان ته مون ٽيچنگ ڇڏي پاڻ کي ٿوڙي ڇڏيو هو. ڳهڻ
لاءِ ڇائي وائي. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو قربانيءَ جو ٻڪر ٿي
ويندو آهي.“ مامو اولاهين دير لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿو. ۽ مامي
ڇانهه ڪٿي اچي ٿي. ڪن لاءِ ٻٺي ماٺ ٿي، ڇانهه جا سُرڪ
پرينڊا رهن ٿا.
”ڪم اٿئي؟“
”نه ته.“ هو هڪدم وراڻي ٿو.
”الائي ڇو، ڪم ڪان سواءِ مون وٽ ڪوئي ڪونه اچي.“
مامو ڏاڍو ڏکوئجي ٿو وڃي.
۽ مامي چن اوچتو گوليءَ وانگر ڇٽي ٿي پئي:
”ڪنهن کي ڇتي ڪاڌو آهي جو تو وٽ ايندو. جيڪو اچي منهن
پٽيو ڇڏيندس. پوءِ ڇئين ته مون وٽ ڪو اچيئي ڪونه.“ ماميءَ
جي ڳالهه تي مامي جي ڇهري تي رکي مرڪ ڪڙي ٿي وڃي.
۽ مامو هن کي اک پچي ٿو:
”الائي ڇو، هاڻ تون وٺين پيو. سچ ٻڌاءِ، ڪم سان آيو

آهين نه؟ ڀائي تون غلط ڪم چوندين ته اهو به ڪندس.“
”نه، باءِ گارڊ. رڳو اوهان کي ڏسڻ آيو هئس.“
”هون.... اڙي ڀائي مون کي سڀ خبر آهي. تنهنجو اچڻ منهن ٽيو آهي. "Really, she is a fine girl"
”جي.“ هو گهٻرائجي ٿو وڃي.
”اڙي ڪوپ ٿو اوندو ڪرين، پوءِ چئو ٿا دڙڪا ٿو ڏئي. مون کي خبر آهي، تون پنجن سالن کان پوءِ پنجن منٽن لاءِ به اچين ٿو ته رڳو مون کي ڏسڻ لاءِ، نه ڪم لاءِ. مان ٽيچنگ لائيف ۾ ٻارڙا نه، جوان پڙهائيندو هئس.“
”ٿئنڪز.“ هو مامي جي ڳالهه تي سندس ٿورا مڃي ٿو.
“Really you are a lucky person and gentle fellow.”
مامو هن ۾ نهاريندي مرڪي ٿو، ڏاڍي پيڙا مان ۽ ماميءَ ڪم ڪار ڪندي پري کان هڪل ڪريس ٿي:
”مٺا پچ، اهو ڪلندي ڪلندي، گهيتاري گهيتاري اوچتو بگڙجي ويندءِ.“
”مان هلان.“
”چو ڀلا، انهيءَ پوڙهيءَ جي ڳالهه دل سان لڳي اٿئي ڇا؟“
”نه ته، وري ڪڏهن سٺي ڪچهري ڪنداسين.“
”ها، حياتي آهي ته ڪچهريون ئي ڪچهريون آهن.“
مامو ڏٻائي تي ڪوپ رکي ٿو، ۽ هو موڪلائي اٿي ٿو ۽ هن کي ڀهريون ڀيرو محسوس ٿئي ٿو ته هن جو مامو اهو نه هو جيئن هن سمجهيو هو.

□□

⊙ قدرن جي ٽڪڙي بدل (عمل)، انسان جو ان ئي تيزيءَ سان بدلجڻ (ردعمل) وچ ۾ ويچو رهي ٿو. انساني وهنوار ئي آن جو اثر اڻ ٽر آهي. پر عام انسان جو وڏو حصو ’ڪٿين‘ لاءِ سوچي نٿو سگهي. قدر اپنائي ٿو يا قدر خود به خود سندس سوچ وهنوار جي رت سان گڏجي مسجي وڃن ٿا.
— پريم پرڪاش

# شوڪت حسين شورو

## سفر

(ڪهاڻي)

ڪار شهر مان نڪري هڪ سنگل پڪي روڊ تي هلڻ لڳي هئي. رياض کي ڪا خاص تڪڙ ڪانه هئي. هن ايترو جلدي پهچڻ نٿي چاهيو. ويني ويني هن کي خيال اچي ويو هو. هن ڪنهن کي ڪونه ٻڌايو هو. هن پاڻ سان ڪجهه کنيو به نه هو. نه وڌيڪ ڪپڙا، نه شيونگ جو سامان. منجهند جي ماني ڪائي ٿورو ليٽڻ کان پوءِ اوچتو اٿي ويٺو هو. مومي سمهڻ لڳي هئي. رياض جي اٿڻ تي هن ننڊاکڙي آواز ۾ پڇيو هو، ”ڇا ٿيو؟“

”مون کي تہ وڃڻو آهي. ڳالهہ ئي وسري وئي.“

”ڪيڏانهن وڃڻو آهي؟“ مومي پڇيو.

”ميرپورخاص. هڪڙي ماڻهوءَ ۾ ضروري ڪم آهي.“ هن ڪوڙ ڳالهايو هو. هن کي لڳو تہ بنا سوچڻ جي پاڻمرادو ڪوڙ نڪري پيو هو. پر جيڪڏهن هو سچ ڳالهائي ها تہ ڪهڙو فرق پئي ها. رڳو ايترو تہ مومي کي ٻڌي حيرت لڳي ها ۽ وڌيڪ سوال پڇي ها.

”رات جو موٽي ايندين؟“

”نہ، رات جي مسافري ٺيڪ ڪانهي. سڀاڻي جمعو آهي. ڏينهن جو ڪنهن وقت اچي ويندس.“ هن سوچيو تہ شام تائين موٽي ايندو ۽ ٻڌائيندو تہ ڪيس ڪي دوست ملي ويا هئا.

”ٺيڪ آهي،“ مومي لاتعلقي سان ڇٽي پاسو ورايو. رياض بوٽ پائي ٻاهر نڪتو ۽ ڪمري جو در بند ڪري ڇڏيائين.

سامهون هڪ بس اچي رهي هئي. رياض کي خبر هئي تہ ڊرائيور بس کي روڊ تان ڪونہ لاهيندو. هو پاڻ ڪچي ۾ لهي ويو ۽ سنت ئي بس جي لنگهڻ کان پوءِ پڪي تي آيو. هو ڏهن سالن کان پوءِ ڳوٺ وڃي رهيو هو. ڳوٺ وڃڻ ۾ ڏکي وٺي پئجي وئي هئي. ان لاءِ ڪو خاص ڪارڻ کيس ڪونہ سمجهيو. ڪڏهن

ضرورت ئي ڪانه پئي. ڪو ڪم نه هو. ڳوٺ ۾ هڪڙو پيءُ ۽ پرڏيل پيڻ هئي. ڪجهه زمين هئي جنهن سان هن جو ڪو واسطو نه هو. هن بدي جو سنگ ٺڪرائي پيءُ کي ڪاوڙائي ڇڏيو هو. جيڪڏهن پيءُ جي مرضيءَ سان شادي ڪري ها ته ڳوٺ سان سندس تعلق ٽٽي ڪونه وڃي ها.

پاسي وارو شيشو لٿل هو، پوءِ به پوري هوا نٿي آئي. رياض هڪڙي هٿ سان اسٽيرنگ سنڀاليو ۽ ٿورو پريان جهڪي ٻئي در جو شيشو ڪجهه هيٺ لاٿو. هاڻي هوا کي لنگهه ملي ويو هو. ڏينهن ٽتل هو ۽ جون جي سخت گرمي هئي. رياض سوچيو ته برسات پوڻ کپي. رُت ڏري پوندي. هن جو گلو خشڪ ٿي ويو هو. گاڏيءَ جي ريڊيئٽر ۾ به پاڻي هو، الائي نه. ٽيمپريچر جو ڪانٽو ٿورو مٿي چڙهي آيو هو. اڳيان جيڪو شهر ايندو، هن اتي ڪار روڪڻ جو سوچيو. اڄ ستائڻ لڳي هئي. هن هڪڙي غلطي ڪئي هئي جو پاڻ سان گڏ واٽرڪولر نه کنيو هو. گهٽ ۾ گهٽ ٿرماس ته کڻي ها. بنا پروگرام جي نڪرڻ سان ائين ٿيندو آهي. پر هن کي اوچتو اهو خيال ڪيئن آيو هو.... اڳيان ڪجهه مينهون روڊ تان اڪري رهيون هيون. هن بريڪ کي آهستي دٻايو. ڪار ڍري ٿي بيهي رهي. پريان ٻنيءَ مان ڇوڪرو ڊوڙندو آيو. هن لٺ سان مينهن کي هڪليو. رياض ڪار کي فرسٽ گيئر ۾ آندو ۽ آخري مينهن جي لنگهي وڃڻ سان ڪار هلڻ لڳي. رستي جي هڪڙي پاسي ٻنيءَ ۾ ڪمند بيٺو هو. رستي جي ٻئي پاسي ڪنڌيءَ جا وڻ هئا. ان ڪان ٿورو پريان ريل جو پٽو هو. روڊ تي گهٽي ٽريفڪ ڪانه هئي. ڪيڏي ڪيڏي مهل ڪا بس يا ٽرڪ لنگهي ٿي وئي، تڏهن هو ڪچي تي لهي ٿي آيو.

هن کي پريان شهر جون جايون نظر اچڻ لڳيون. هن ڪار کي اتي روڪڻ جو سوچيو. هن اسپيڊ ٿوري وڌائي. روڊ سان لڳ ڪجهه هوٽلون هيون. هن ڪار هڪ هوٽل جي اڳيان بيهاري.

اها هوٽل ٻين کان ڪجهه چڱي هئي. ٻيون هوٽلون ڪچين سرن جون ڍيبل هيون. هو اندر گهڙي ويو. هوٽل ۾ صفائي پوري ساري هئي. هو هڪڙي خالي ٽيبل تي وڃي ويٺو. بيرو پاڻيءَ جو جڳ ۽ گلاس کڻي آيو. رياض ڏٺو ته گلاس کي ٻاهران سٽيپ لڳل هو. ڪنهن ماني کائي پاڻي پيتو هو ۽ پوءِ گلاس کي صاف ڪونه ڪيو ويو هو. هن بيري کي ٻٻل اپ آڻڻ لاءِ چيو. هن کي پنهنجي ٿرماس ۾ پاڻي کڻي اچڻ جو خيال آيو. هن وڏي غلطي ڪئي هئي. اهڙن گندن گلاسن ۾ پاڻي پيئڻ سان مرڳو دل ڪچي ٿيندي. اڄ ڪٿان لهندي. بيرو بوتل کڻي آيو هو ۽ سندس اڳيان کولي ٽيبل تي رکيائين. هن بوتل کڻي منهن کي هٿ سان مهٽي صاف ڪيو ۽ وات تي آڻي ڍڪ ڀريو. اهڙي خاص ٿڌي ڪانه هئي. پر گهٽ ۾ گهٽ ڊسٽلڊ واٽر ته هو. سامهون واري ٽيبل تي هڪڙو ماڻهو ماني کائي رهيو هو. هن هڏيون هيٺ فرش تي ڦٽيون پئي ڪيون. رياض آخري وڏو ڍڪ ڀريو ۽ پاڻيءَ جو جڳ کڻي ٻاهر گاڏيءَ وٽ آيو. ريڊيئٽر جو ڍڪڻ اڃا گرم هو. رياض گاڏي صاف ڪرڻ وارو ڪپڙو کڻي آيو ۽ ڍڪڻي کي آهستي آهستي ڦيرائي کولي ورتائين. پاڻي ٿورو گهٽ هو. هن ڪار جو دروازو کولي اندر جهڪي گيئر کي نيوٽرل ۾ آندو ۽ ڪار کي اسٽارٽ ڪيو. پوءِ اڳيان اچي ريڊيئٽر ۾ پاڻي وجهڻ لڳو. ڀرجي وڃڻ کان پوءِ هن ٻوڇ ڏيئي ٻونيٽ کي بند ڪيو. ڪار کي بند ڪري جڳ کڻي اندر هوٽل ۾ ويو. جڳ ٽيبل تي رکي ڪائونٽر تي آيو. بيري رڙ ڪري پئسا ٻڌايا ۽ هو پئسا ڏيئي ڪار ڏانهن ويو.

ڪار روڊ تي چڙهي ته هن اهائي ساڳئي اسپيڊ رکي. شهر پوئتي رهجي ويو ۽ وري ٻنيون ۽ انهن ۾ بيٺل فصلن جو سلسلو شروع ٿي ويو. جيڪڏهن ڪٿي رستا روڪ هجي، ته هو ڇا ڪندو؟ اخبارن ۾ روز اهي خبرون پئي آيون ته فلاڻي هنڌ

ڏاڙيلن وڻ ڪٽي روڊ بلاڪ ڪري ڦرلٽ ڪئي. هن سوچيو ته وٺس ڇا هو. واچ، هڪ هزار رپيا ڪئش ۽ هيءَ ڪار. هن کي رستي تي ڪا نه ڪا سواري ملي وڃي ها، پر ڪيس سڀ کان وڏو نقصان ڪار ڦرجڻ سان ٿئي ها. ٿي سگهي ٿو ته ڏاڙيل کيس به پاڻ سان گڏ وٺي وڃن ها اغوا ڪري. پوءِ هن لاءِ پئسا ڪير ڏئي ها! هڪ لک رپين کان ته مٿي گهرن ها. ايترا پئسا ڪٿان ايندا. پٽس ايترا پئسا ڪونه ڏيندو. ايترا ته ڇا بنهه ڏيندوئي ڪونه. بئنڪ ۾ رکيل ڪئش ۽ مومي جي زيورن کي ملائي هڪ لک رپيا ٿي ويندا. پر هوءَ پنهنجا زيور ڏيندي! رياض پاڻمرادو مرڪيو. ڏاڙيلن کي پئسا ڪٿان ڪونه ملندا. هڪ سرڪاري ملازم کي اغوا ڪري پاڻ لاءِ ڏچو پيدا ڪندا. هو هڪ ڳوٺ وٽان اچي لنگهيو. ڳوٺ جا ڪتا يونڪندا ڪار سان گڏ ڊوڙيا. ٻيا جلدي ٿڪجي بيهي رهيا، باقي هڪڙو ڪتو چڱو پنڌ ڪار جي پويان ڊوڙندو آيو ۽ پوئتي رهجي وڃڻ کان پوءِ به يونڪندو رهيو. رياض کي خيال آيو ته اهو ڪتو ڪنهن ٽرڪ يا بس جي هيٺان اچي ضرور مرندو. ان ڪتي کي ٻين کان وڌيڪ ٽرڙپائي هئي. هاءِ وي تي ڪنهن گاڏيءَ جي هيٺان اچي مئل ڪتو ڏسي هن کي ڪتي جي موت واري چوڻي ياد ايندي هئي. موت ته مڙئي موت آهي، پوءِ ڪتي جو موت مرڻ ڇا ٿيو.... ماڻهو مرڻ به شان سان ٿو چاهي.

هن کي وري اڄ لڳي هئي. کيس پاڻ تي چڙ آئي. ٿرماس کڻڻ ضروري هو. ڪن ڪن بس اسٽاپن تي ڪچيون هوٽلون نهيل هيون. هن اتي رڪجي پاڻي پيئڻ لاءِ سوچيو. هن اسپيڊ وڌائي. منجهند لڙي چڪي هئي. وڇين جي مهل اچي ٿي هئي، پوءِ به اجا گرمي هئي. هن کي پري کان وسندي نظر آئي. بس اسٽاپ تي ڪجهه دوڪان ۽ به تي هوٽلون هيون. هن هڪ هوٽل جي اڳيان ڪار بيهاري هارن وڄايو. هوٽل جي اڳيان

ڪٿون پيل هيون جن تي ماڻهو ويٺا هئا.
ڇوڪرو ڊوڙندو هن ڏانهن آيو.
”پاڻي ته پيار، پر گلاس کي ڌوئجان،“ رياض ڇوڪري کي چيو.
”حاضر سائين،“ ڇوڪرو واپس ڊوڙندو ويو.
هوٽل جي پاسي ۾ هڪ هئنڊ پمپ لڳل هو. رياض ڪار مان لهي هيٺ بيٺو. رياض چاهيو ته ان هئنڊ پمپ جو تازو پاڻي پيئي. هن ڏٺو ته ڇوڪرو جڳ ۽ گلاس کڻي هئنڊ پمپ ڏانهن ويو. رياض کي اهو وڻيو. ڇوڪري گلاس کي ڌوتو ۽ پوءِ جڳ ڀري رياض ڏانهن کڻي آيو. پاڻي ٿڌو ۽ لوهه جي ذائقي وارو هو. هو ٻه گلاس پي ويو. پوءِ هن رپيو ڪڍي ڇوڪري ڏانهن وڌايو.
”نه سائين، پاڻيءَ جا پئسا وٺبا آهن ڇا! پاڻي پيئارڻ ته ثواب جو ڪم آهي.“ ڇوڪرو گلاس ۽ جڳ کڻي واپس ڊوڙندو ويو.
رياض رپئي جو نوٽ کيسي ۾ وڌو ۽ ڪار ۾ اچي چڙهيو. ڪار کي تاپ ۾ آڻيندي هن ڪجهه وڌيڪ اسپيڊ ۾ هلڻ جو سوچيو. هن سج لهڻ کان اڳ ڳوٺ پهچڻ ٿي چاهيو.
آهستي آهستي هوا ۾ گرمائش ۽ آٻس گهٽجندي وئي. ٻنين ۾ بيٺل فصل وڌندڙ شام جي رنگ ۾ رڱجي گهرا ساوا پئي لڳا. رياض کي ڳوٺ ۾ شام جي ويل وڻندي هئي. آڪيرن ڏانهن موٽندڙ وڻن جي چوڌاري لامارا ڏيندڙ پکي، وڻاٽن ڏانهن ورندڙ ڌوڙ اڏائي ايندڙ مال ۽ شفق جا رنگ. پوءِ آهستي آهستي گهٽجندڙ روشني ۽ چوطرف ڇانئجندڙ اونداهي. ڄڻ زمين ڪاري چادر اوڍيندي هجي. رياض جي ذهن تي ننڍپڻ جا سمورا ڇٽ ڇٽجي ويا. ڳوٺ ڇڏي ٻه ڪي سال ٿيا. ڳوٺ وڃڻ ائين هو جيئن پرديس وڃڻ، ڪجهه وقت لاءِ ـــ ۽ پوءِ وري ٻه موٽي پنهنجي ملڪ وڃڻو هو. هاڻي ته شهر ئي هن جو ملڪ هو.
اوچتو هن کي ڪجهه چاتل سڃاتل لڳو. هاڻي ڳوٺ ويجهو هو، ڪجهه ميلن جي پنڌ تي. رياض ڏٺو ته سج جو گولو ٿڌو

ڪمند جي لئين تي اچي بيٺو هو. ڪجهہ ئي دير ۾ اهو ڪمند جي گهاٽي فصل ۾ گم تي وڃڻ وارو هو. رياض کي ڪو خيال آيو ۽ هن رستي جي پاسي ۾ ڪار روڪي. دروازو کولي ٻاهر آيو. هن لاڳيتا ٻہ ٽي اونها ساهہ کنيا. فصلن جي سرهاڻ هن جي دماغ تي ڇانئجي وئي. سج جو ٽڪو گولو هيٺ ٽيندو ويو. رياض سوچيو تہ هو اتي ئي بيٺو هجي جيستائين سج لهي ۽ پوءِ واپس موٽي شهر هليو وڃي. هو لهندڙ سج کي ڏسندو رهيو، تان جو سج ڪمند جي فصل ۾ لڪي ويو. رياض چاهيو تہ اندر گهڙي سج کي ڳولي. هو ڪار ۾ چڙهيو. ٿورو ئي اڳتي ڳوٺ ڏانهن ويندڙ رستو نظر آيو. هن ڪار کي موڙي ڳوٺ ڏانهن ويندڙ ڪچي رستي تي آندو. ڪمند جي گهاٽي فصل جي وچان رستو هو. ڪار آهستي آهستي هلندي وئي. اچا اوندهہ ڪانہ ٿي هئي. جيئن ئي رستو فصل مان ٻاهر نڪتو، اڳيان ڳوٺ هو. اهو ڳوٺ جتي هو ڄائو هو، هن جو ننڍپڻ گذريو هو.

هن ڪار اوطاق جي اڳيان اچي بيهاري. ٻاهر ٿلهي تي پيل هڪڙي کٽ تي سندس پيءُ ويٺو هو. ٻي کٽ خالي پئي هئي، جنهن تي رلي وڇايل هئي. اسڪول جي ٻن ٽن بينچن تي ڪجهہ ماڻهو ويٺا هئا. رياض ڪار جو در کولي ٻاهر آيو. بينچن تي ويٺل ماڻهو اٿي بيٺا هئا. اهي پٽس جا هاري هئا. رياض پيءُ ڏانهن وڌي آيو جيڪو وهاڻي کي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. هو سڌو ٿي ويٺو ۽ رياض ٿورو جهڪي هن کي هٿ ڏنو.

”ڪيئن آهين؟“ پٽس پڇيو.

”ٺيڪ آهيان،“ هن وراڻيو.

”ويهہ،“ پٽس پاسي ۾ پيل کٽ ڏانهن اشارو ڪيو. بيٺل ماڻهو واري سان هٿ ڏيندا ويا.

”بوٽ لاهي سولو ٿي ويهہ،“ پٽس چيو. ”گهر ڏي سڀ خير آهي؟“

”ها، خير آهي،“ هن بوٽ لاهي پير مٿي ڪيا ۽ وهاڻي کي ٽيڪ ڏني.

پڻس هن کان سندس نوڪريءَ ۽ شهر بابت خبرچار ورتي. پوءِ هن رڙ ڪري ڇوڪري کي سڏيو ته گهر ۾ رياض جي اچڻ جو پڌائي ۽ چانهه نهرائي ڪٺي اچي. ڪجهه ٻيا ماڻهو به آيا جيڪي شايد ٻنيءَ تان موٽيا هئا. اهي رياض کي هٿ ڏئي بينچن تي وچي ويٺا ۽ پڻس کي حال احوال ڏيڻ لڳا. پڻس هارين سان ٻنيءَ جي ڪم ڪار بابت ڳالهائڻ ۾ مشغول ٿي ويو. رياض کي انهن ڳالهين سان دلچسپي ڪانه هئي. هن پاڻ کي اتي اوپرو ڀانيو— ڄڻ شهر جو ڪو ماڻهو هو جيڪو ڪم سانگي هن ڳوٺ ۾ آيو هو. ڇوڪرو هڪڙي ڪيتلي ۽ ٻه خالي ڪوپ کڻي آيو. ڪوپ ڀري هڪڙو پڻس کي ۽ ٻيو کيس ڏنائين. ايترن ماڻهن ۾ رکيو پاڻ ۽ پڻس چانهه پي رهيا هئا. رياض کي اهو سٺو نه لڳو. ننڍ کير جي گهاٽي مٺي چانهه هن کي ڪانه وڻي. پر هن کي ڪجهه بڪ محسوس ٿي رهي هئي، ان ڪري هو سڄو ڪوپ پي ويو. خالي ڪوپ ڇوڪري کي ڏئي وري اهلي پيو. ڪچهري مٺل هئي. رياض کي لڳو ته سندس دماغ ساڻو ساڻو ٿي رهيو هو. هتي ڇو آيو هو؟ هن کي خيال آيو، پر هن کي لڳو ڄڻ ته ويٺل ماڻهن مان ڪنهن پڇيو هو. هن غور سان ماڻهن کي ڏٺو. اوندهه ۾ ڪنهن جي به شڪل چٽي نه هئي. سڀ شڪليون ڌنڌليون هيون. سامهون کٽ تي ويٺل ماڻهو به ڌنڌلو هو. رياض کي اهو سڀ عجيب لڳو. هو ڪنهن اڻڄاتل جاءِ تي ويٺو هو. هن جو اتي ڪم ڪهڙو هو! هن جي ذهن ۾ به اوندهه گهڙي آئي هئي. ذهن ۾ ٿوري پاهر سڀ منجهيل هو ۽ اوندهه ۾ ويڙهيل هو. ڪو ماڻهو هن جي اڳيان اچي ويٺو هو ۽ هن ڏانهن هٿ وڌايو هئائين. رياض وهاڻي تان اٿي هٿ ڏنو. اهو ماڻهو سندس ئي کٽ تي ويهي رهيو هو.

”ڪيڏي مهل پهتا؟“ ان ماڻهوءَ پڇيو.
”شام جو،“ هن ورائيو. پر هو سمجهي نه سگهيو ته اهو ماڻهو ڇو سندس ويجهو اچي ويٺو هو. هن چاهيو ته ڪيس اڪيلو ڇڏيو وڃي.
”گهران ٿي آيا آهيو؟“ ان ماڻهوءَ وري پڇيو.
گهر؟ هتي گهر ڪٿان آيو؟ رياض پاڻ کان پڇيو.
سامهون کٽ تي ويٺل ماڻهوءَ ٻئي ماڻهوءَ کي جواب ۾ ڪجهه چيو ۽ ٻي ڪا ڳالهه پڇي. هو ٻئي پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا. رياض پنهنجي جند آجي محسوس ڪئي. هن وهاڻي کي ٽيڪ ڏني. سامهون کٽ تي ويٺل ڪاوڙ مان ڏاڍيان ڳالهائي رهيو هو ۽ ٻينهي تي ويٺل ماڻهن مان ڪنهن هٿ ٻڌي ردِ وانگر ممڙاٽ پئي ڪيا. ٻري ڪئي ڪتا ڀونڪي رهيا هئا. رياض کي لڳو ته هو ڦاسي چڪو هو. ڀڄڻ جي ڪا واهه نه هئي. هن جي سموري سگهه ختم ٿي وئي هئي ۽ ذهن ٻه ساڻو ساڻو هو. هن غلطي ڪئي هئي هتي اچي.
ساڻس گڏ کٽ تي ويٺل هن کي ڪجهه چيو. رياض سمجهيو ڪونه ۽ لنوائي ڇڏيو.
”شايد سمهي پيو آهي. ٿڪجي پيو هوندو،“ ڪنهن چيو.
سندس ٿالو وٺي ڪنهن سڏيو. هن اکيون کولي ڏٺو. سڀ ماڻهو اٿي بيٺا هئا ۽ سامهون کٽ تي ويٺل شخص اٿي هن جي اڳيان اچي بيٺو هو.
”سمهي پيو آهين ڇا؟ اٿ، گهر هلون.“
رياض چپ چاپ اٿيو ۽ انهن ٻنهي ماڻهن سان گڏ هلڻ لڳو. ڀڄڻ جي ڪا واهه نه هئي. هو گهر ۾ گهڙيا. مايون رياض کي وڪوڙي ويون. هن کان سندس، گهر ۽ ٻارن جي خير عافيت پڇڻ لڳيون.
”ڇڱو ڇڱو، هاڻي وڏيڪ احوال سڀائي پڇجو. ادو ٿڪل آهي. جلدي ماني کڻي اچو ته کائي سمهي،“ ٻاهر هن سان گڏ جيڪو

ماٺهو وينو هو تنهن ڏاڍيان ڇپيو. رياض جي ذهن ۾ ڀرپور خواهش جاڳي ته جيڪڏهن ڪيس ڇڏيو وڃي ته هينئر ئي واپس شهر هليو وڃي. هن جي بک ختم ٿي چڪي هئي. ان هوندي به سندس اڳيان جيتري ماني آئي هن ڪائي پوري ڪئي.

”توهان ڀلي سمهو، سياڻي ڪچهري ڪنداسين.“

رياض ڪٽ تي ليٽي پيو ۽ صاف آسمان تي جهرمر ڪندڙ بي‌انتها تارن کي ڏسڻ لڳو. هن جا پنبڻ ڳرا ٿيندا ويا ۽ پوءِ اکين کي ڍڪي ڇڏيائون.

هن جي اک ته مٿانئس هلڪي اس پئجي رهي هئي. سج چڙهي آيو هو. سندس آسپاس واريون کٽون خالي هيون. سڀ اٿي چڪا هئا. هن کي ياد اچي ويو ۽ کيس حيرت لڳي ته رات ڇا ٿيو هو. رات نشي جهڙي حالت ۾ هو. هن ڪا اهڙي شيءِ کاڌي ته ڪانه هئي. رڳو چانهه پيتي هئي، پر اها ته ٺيڪ هئي. هو کٽ تان اٿيو. سامهون سندس پيٽويو چار جو ڏنڊڻ ڪندو پئي آيو. هن کي ڏسي ڏنڊڻ وات مان ڪڍي ٿڪ اڇلائي، کلندو هن ڏانهن آيو.

”رات طبيعت ٺيڪ ڪانه هئي ڇا؟“

هن جو خيال آهي ته آئون رات پيتل هوس، رياض سوچيو.

”نه، مڙئي ٿڪل هوس،“ رياض ورائيو.

”تيار ٿي وٺو ته ناشتو ڪريون.“

رياض هٿ منهن ڌوئي ورانڊي ۾ رکيل ڪرسين تي اچي ويٺو. هن کي ڏسي پيٽس ڏانهس وڌي آئي.

”ادا، تو اسان کي صفا وساري ڇڏيو آهي. ايترا ورهيه لنگهيو وڃن ته ڪڏهن سار به ڪونه لهين،“ پيٽس ڏوراپو ڏنو.

”نه، وساريو ڪونه اٿم. تون ته ياد ايندي آهين....“

”ياچائي ۽ ٻار خوش هئا؟ انهن کي به وٺيو اچين ها.“

”ها، وٺي ايندس، پر تون به ته ڪڏهن اچي ٿي وڃ نه،“ رياض کلندي چيو.

”بس ادا، وٺي اچڻ وارا وٺي اچن نه.“

سندن پيءُ به اچي اتي ويٺو هو.
”ناشتو تيار هجي ته ڪڍائي اچ.“ هن ڏيءَ کي چيو. هن جي وڃڻ کان پوءِ هن آهستي پٽ کي چيو، ”هيئن اوچتو ڪيئن آئين، ڪو ضروري ڪم آهي؟“
”نه نه، ڪو ڪم ڪونه هو. ايئن ئي اوچتو خيال اچي ويو.“
”سئو ڪيئي، سئو ڪيئي. ٻارڙا ته خوش آهن؟ انهن کي ڪونه وٺي آئين؟“
”منجهند جو گرميءَ ۾ نڪتو هوس، ٻارن کي تڪليف ٿئي ها. ٻئي ڀيري وٺي ايندو سان.“ هن وراڻيو. ڪيس خبر هئي ته پٽس موميءَ جي لاءِ ڪجهه نه پڇندو. سندس پيڻويو به اچي ويٺو ۽ هن جي پويان ناشتو به کڻي آيو. ماني کائيندي ٻنهي ڄڻن رياض کان سندس نوڪريءَ ۾ ترقي جي امڪان بابت پڇيو. رياض کي خيال آيو، ته ٻارن کي اسڪول وڃڻ ۾ تڪليف ٿي هوندي. مومي ڪاوڙجي ٻارن کي رڪشا ۾ وٺي وئي هوندي.... پر وري هن کي ياد آيو ته اڄ جمعو هو. رات ٻارن وي سي آر تي فلم ڏٺي هوندي. ٿي سگهي ٿو ته فلمون ڏٺيون هجن ۽ اجا ستا پيا هجن.
چانهه پي خالي ڪوپ رکندي رياض چيو، ”هاڻي آئون هلندس.“
”ڪيڏانهن؟“ پٽس حيرت مان چيو.
”شهر.“
”پر اڄ ته توکي موڪل آهي. هينئر ئي وڃڻ جي ڪهڙي تڪڙ آهي؟“
”ڪن ماڻهن سان ضروري ڪم آهي. انهن سان ٽائيم رکي چڪو آهيان.“
”ٻني ته گهمي ها.“ سندس پيڻويي چيو.
”ٻئي ڀيري موڪل وٺي ايندس، پوءِ ٻه ٽي ڏينهن رهي پوندس.“
”ادا، ڪهڙو روز روز ٿا اچو. هينئر به الائي ڪيئن قسمت سانگي آيا آهيو. اچوڪو ڏينهن ته رهو ها.“ پيٽس چيو.

”هاڻي جلدي ايندس. اوهين به نه اچو نه،“ هن پيٽوپي ڏانهن نهاريندي چيو.
”ڇڏيوس، مڇيندو ڪونه،“ پڙس ڪي سندس تڪڙ ڪاڻ وٺي هئي. ”ماڻهو اچي نه سانهه ستيءَ ۾ اچي، باقي اهڙي اچڻ مان ڪهڙو فائدو!“
ٻئي چٺا ڪيس ٻاهر ڪار تائين ڇڏڻ آيا. ڪار مٽيءَ ۾ لٽي پئي هئي.
”اڙي ڇورا، ڪار کي ته ڇنڊي وٺ،“ پيٽوپي هڪل ڪئي.
”مون کي چاٻي ڏيو ته پاڻي ڇيڪ ڪري وٺون.“
”رياض ڪيس چاٻي ڏني.
”آئين به تڪڙو، وڃين به تڪڙو پيو. آهي ته خير؟“ پڙس بي اعتباريءَ مان پڇيو.
”نه نه، اهڙي ڪا خاص ڳالهه ڪانهي. بس، ائين ئي....“ رياض کلي پيو.
”عجيب ماڻهو آهين تون. ٻارن ٻچن وارو ٿيو آهين پر اڃا اهي عادتون ڪونه وڌون....“ پڙس چڙ مان چيو. پوءِ ٻنهي مان ڪنهن به نه ڳالهايو.
ڪار صاف ٿي وئي هئي. رياض ٻنهي کان موڪلايو ۽ ڪار ۾ وڃي وينو. هن ڪار اسٽارٽ ڪري انجڻ کي ٿورو گرم ٿيڻ ڏنو. هو ٻئي اڃا بيٺا هئا. رياض ٻانهن ٻاهر ڪڍي هن ڏانهن هٿ لوڏيو ۽ پوءِ ڪار کي موشن ۾ آندو. پڪي روڊ تي چڙهڻ کان پوءِ ڪار کي ٽاپ ۾ آڻي هن اسپيڊ وڌائي ڇڏي. هن جلدي شهر پهچڻ ٿي چاهيو. ٻنهين ۽ وڻ تيزيءَ سان پڇندا ويا ۽ هن جون نظرون سڌيون اڳيان رستي تي هيون.

□□

---

⊙ ’ڪلاسڪ‘ اهڙو ڪتاب هجي ٿو جنهن کي ماڻهو ساراهيندا آهن پر پڙهندا ناهن. — مارڪ ٽوين

## منظور جوکيو

### هينڊ گرينيڊ، گل ۽ ساوا پن

(ڪهاڻي)

"منهنجي اکين ۾ نهار."

"تنهنجي اکين ۾ ڪهڙو پيار جي ميناج جو سمونڊ چوليون ٿو چِلي، جنهن کي مان ڏسي من ـ اندر ڏاريان. مون کي ته تنهنجي اکين ۾ نفرت جي آڳ جا پيڙ ٿا پڙڪندي محسوس ٿين، جن کي ڏسي مان پنهنجي اکين کي تڪليف ڏيڻ نه ٿو چاهيان."

آسمان تي موت جي ڏاڪڻ رکي، چڙهي گم ٿي وڃڻ لاءِ پنهنجن آخري ڪچيل قدمن جا نشان پنيان ڇڏيندو هلندو ٿو وڃي. هلندو ٿو وڃي، زندگيءَ کي پنهنجي نه هجڻ جو احساس ڏيارڻ.

سوچ وچيس تي وقت جي رفتار سان پوروچوٽ ٿيندي. بلڪل ايئن ئي جيئن سندس پيرن جي هيٺان زمين تي وڇايل ريل جي پٽن جي وچ ۾ هڪ پوروچوٽي قائم آ.

گهور، پولار ۾. جڻ آسمان کي پنهنجي نظرن جي شعاعن جي نوڪن سان ڏاري وجهندو.

اِچا پيلو سج آسمان جي پاٽي تي نظر ايندڙ پولار ۾ ٽپيون هڻي پنهنجي وجوديت جو احساس ڏياريندو ٿو رهي. سج دنيا جي تمام وڏي حقيقت. سج سان گڏ مرڻ ٿو چاهي. ڏسي ٿو سج جي مرندڙ چهري ڏانهن [سج جو مک مرندڙ يا هن جو پنهنجو!] جڻ ٻئي هڪ ٻئي لاءِ وڇوڙي جو سنديش کنيو بيٺا هجن. ٻئي هڪ ٻئي ڏي ڏسي پنهنجي چهري تي مسڪراهٽ ٿا آڻين. اکيون چنجهيون ڪري سج ڏانهن ڏسي ٿو. گهور. چٽي گهور. سج جي مک تي هلڪي اداس مرڪ ڏکي اٿي آ. هن جي چهري تي به اهڙي ئي اداس مرڪ ٻرڻ/چمڪڻ لڳي آ.

”توڻ ۽ مان هميشھ لاءِ هڪ ٻئي لاءِ اڄ مري رهيا آهيون،
اي سورج بادشاه!“
زندگي گذري رهي آ. رڻ جي قافلي سالارن سان. ڌرتي جو
سندرپڻو مري چڪو آهي ڌرتيءَ جي رڳن جي هيٺان.
سوچ ۽ وقت جي پوروچوٽي ۽ ريل جي ٻن پٽن جي پوروچوٽي
وچ تيون گذيون.
پاروتي جو شهر. پاروتي کي ياد ڪرڻ جي ڪوشش. چوطرف
دونهون. نظر ڪجھ نه ايندڙ. دونهون ٽيئر گئس جي شيلن جو،
بارود جي سڙڻ جو. هتي ۾ هينڊ گرينيڊ ڪچيل. ڪوئي هينڊ
گرينيڊ ڪريو پيو آ، گلن ۽ ساون پنن جي وچ ۾. ٽريجيڊي
اهائي آ ته هينڊ گرينيڊ جي پن نڪتل آ. ڌماڪو ٿيڻ وارو آ
۽ گهڙي پل ۾ گلن ۽ ساون پنن جا ذرا ذرا، ٽڪرا ٽڪرا
پکڙجي ويندا هن ڪائنات جي وسعتن ۾. سچ جي مهانتا. ’مان
سورج بادشاهه آهيان، ڪوئي مون سان اکين ۾ اکيون ته ملائي.‘
هتي جون سچ ڏانهن ڪچيل چنجهيون اکيون بند ٿي ويون آهن.
بند اکين ۾ کولهي ٿو. اونده ۾ گهولهي ٿو پاروتي. پاروتي
گم سم. يا اکين جي ڏسڻ جي شڪتي ناس ۽ چٽ ٿي وئي آ.
ڪيترا پيرا لنگهي چڪو آهي انهن ريل جي ساڳين پوروچوٽ
پٽن تان. سوچ تبديل. ڌرتي تبديل. سورج بدليل. پاروتي ۾ ويندو
هو گهٽيندو پٽن جي هيٺان پيل ڪاٺ جا سليپر: هڪ، ٻه، ٽي....
هڪ سؤ هڪ، هڪ سؤ ٻه، هڪ سؤ ٽي ... لامحدوديت. سندس
پير ڪچڻ يا وقت ريڙهيون پائيندڙ.
هيٺ ڪريل ڪنڌ ڪٽي متي نهاري ٿو. سچ اڃا مئو ناهي ۽
نه ئي هو هاڻي مري سگهي ٿو.
پاروتي جي زندگيءَ جي لکيل ڪتاب جو ڪوئي ورق ڦاٽي،
اڏامي وڃي رهيو آهي سندس نظرن جي سامهون. ٻڪ ٿو پري،
پڪڙي ٿو وٺي. انهيءَ ورق تي محسوس ٿو ڪري ڳالهائيندڙ
لفظ ۽ سندس پاروتي جي زندگيءَ جي احساس جي تصوير....

تازي زندگي، Fresh Fresh. ڪوئل جي ڪوڪ کي ٻڌڻ لاءِ، اُن جي ڪِرُ ڪنڌ هڪ ڀار. وڏي جدوجهد بعد ڏسي ٿو ڪوئل کي. سوچي ٿو: ڪوئل خوشيءَ جي جذبن جي اظهار جا گيت ٿي ڳائي يا پنهنجي غمن جي ماتم جا نوحا ٿي آلاپي. فيصلو ناممڪن.... سوچ پرزا ھٽي اڏامي ويندڙ ڪنهن ڪوئل جيان. ۽ پويان رهجي ويئي آهي رڳي ڪوئل جي ڪوڪ.

”ڪچيل هٿ هيٺ ڪيو، هينئر گرينيڊ جي پِنَ نه ڪڍجو.... معصوم گلن ۽ ساوڻ پنن کي برباد نه ڪريو........ ڇو ته رَڻ ٿهلايو هئن اداس آسمان جي سيني هيٺان.“

ساڳيو ئي دونهون. ڪوئل پنهنجي آخري ڪوڪ ڪرڻ بعد شايد ڪٿي وڃي پنهنجو دم ٽوڙيو آهي.

ڏرتي اينگهبي ٿي وڃي يا ريل جا پٽا. يا سچ کي ڪنهن هڪ هنڌ تنگي ڇڏيو آهي.

مٺ کولي ڏسي ٿو. يادون ته واريءَ جيان ڪڏهن جو هيٺ ڇٽي ويون آهن زندگيءَ جي مٺ مان. هلڪي هلڪي دز چنبڙيل آهي زندگي جي ترِيءَ تي.

”پيو هوندو ئي چاهي هڪ پويان پساهه کڻندڙ انسان جي سوچن ۾.“

بي جان، بي ربط هڪ لاش آهي جو وڃي رهيو آهي ڪنهن سڪون واري هنڌ تي سچ سان گڏوگڏ مرڻ لاءِ. ويجهو گذري رهيا اٿس شطرنج جي بساط جا ڪجهه پيادا ماڻهو. هو آئي ٿو پاڻ کي وچائڻ چاهي جتي هو اڪيلو هجي، مرندڙ سچ هجي ۽ رهجي وڃي ياد جي دز هجي سندس هٿ جي تري تي.

”مان تنهنجي مضبوط سيني جي گهاٽن وارن ۾ منهن لڪائي سڪ جي چانورا کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهيان....“

سڪ جا چانورا هن وٽ ڪونه هئا. هو پاڻ هاڻي دکن جي آسن مان سکن جي چانورن جي ابدي تلاش ۾ سر جهڪايو وڃي رهيو آهي.

”ايئن سمجهجان جڻ تون ۽ مان هڪ آنڊيءَ ۾ مليا هئاسين، انهيءَ آنڊيءَ ۾ ئي تنهنجي ۽ منهنجيءَ ٻنڌڻ جو رشتو ڏار ٿي ويو. ايئن جيئن آنڊيءَ کان پوءِ صحرائن ۾ ڌرتيءَ جي سيني تي تبديلي اچي ويندي آهي.“
ڪا شيءِ آهي جا آنڊيءَ جيان اچي رُهي آهي. رنيندي- تکي تکي ريل جي پوروچوٽ پٽن تان وڏي رهي آهي، هُن جي زندگيءَ جي رستن ڪي موت جي رستن ۾ بدلائڻ لاءِ. آنڊيءَ رنيي رهي آهي هو رڙيون ڪري رهيو آهي.
”گلن ۽ ساوڻ پنن جي وچ ۾ پيل هينڊگرينيڊ کي ڪٺي صحرائن ۾ اڇلائي ڇڏيو، ان کان اڳ جو گل ۽ پن فنا ٿي وڃن. آنڊين کي روڪي ڇڏيو مٿان صحرائن جا رستا به تبديل نه ٿي وڃن. پنهنجن پنهنجن ٻاروتڻ کي ڳولهيو، ان کان اڳ جو ٻاروتڻ هميشه لاءِ گم ٿي وڃن.“
سڀ پيادا گم ٿي چڪا آهن، ڪوئي هُن جو آواز ٻڌي نه ٿو سگهي.
اِن کان اڳ جو سج هُن لاءِ ۽ هُو سج لاءِ مري وڃي، هو ڏسڻ ٿو چاهي سج جي مرندڙ ڇهري کي پنهنجي مرندڙ اکين سان. نهاري ٿو سج ڏانهن. سج وچڻ وارو آ، مرڻ وارو آ. هو ڏسي ٿو سج جي جڳهه تي هڪ پاڇو اڀري آيو آ، هُو اکيون چنجهيون ڪريءَ ڏسي ٿو پاڇي ڏي. پسي ٿو هڪ موهڻو مک. مُک آ هڪ سندر ناريءَ جو، جا ڏسي رهي آهي هن کي. مرڪ هُن جي چپن تي پکڙي پئي آ. هُن جا وار اڏامي رهيا آهن آسمان ۾ ۽ انهن جي پيرسان اڇا اڇا پکي اڏامي رهيا آهن پرڙا کولي.
هو ريل جي پوروچوٽ پٽن تان پاڻ کي پري اڇلائي ٿو ڇڏيءَ، ڌرتيءَ جي وسعتن ڏانهن، ڌرتي هُن کي هنج ۾ کڻي ٿي وٺي. ريل جي پٽن تان هڪ آنڊي ’پان‘ ڪري هلي ٿي وڃي ۽ هو ريڙهيون پائيندو وڃي رهيو آ سج جي جڳهه تي بيٺل پاڇي

ڏانهن ۽ پڪين ڏانهن.
ڳلن ۽ ساون پنن جي وچ ۾ رکيل هيئڊ گرينيڊ ڌماڪي سان ڦاٽو آهي ۽ ساڳئي سمي ڌرتي جي سيني تي ڪنهن هنڌ هزارين ڳونچ ڦٽي نڪتا آهن.

□□

⊙ آئون نوجوان ليکڪن کي اهو مشورو ڏيندس ته هو پنهنجن تجربن کي پنهنجا موضوع بڻائين. ۽ اهو ڇاڻڻ نهايت سولو آهي ته ليکڪ پنهنجن تجربن جي بنياد تي لکي رهيو آهي يا خالي خولي پڙهيل يا ٻڌل ڳالهيون بيان ڪري رهيو آهي. نرودا جي هڪڙي مصرع آهي ته 'خدايا! آئون ڳالهائيندي ڳالهه جي خراب ٿيڻ جي گناهه کان پناهه گهران ٿو.' مون کي اها ڳالهه هميشه مضحڪه خيز لڳندي آهي ته منهنجين لکڻين جي سڀ کان وڌيڪ ساراهه ڪرڻ وارا انهن ۾ موجود تخيل کي ساراهيندا آهن. جڏهن ته منهنجين لکڻين ۾ هڪڙي به سٽ اهڙي ڪانهي جنهن جون پاڙون حقيقت ۾ کتل نه هجن. — گارسيا مارڪيز
○ ٻولي جيڪا سونهن ۽ سمجهه جو گهر آهي، اها پنهنجو پاڻ سوچڻ ۽ ڳالهائڻ شروع ڪري ٿي ۽ ڀرپور سنگيت جو روپ وٺي ٿي— ٻاهرين ٻڌجي سگهندڙ آوازن جي لحاظ کان نه، پر پنهنجي اندرين ۽ اڇل ۽ اڇهل وهڪري جي لحاظ کان. پوءِ جيئن هڪ مهانديءَ جي تيز ڌارا خالص پنهنجيءَ رفتار سان پٿر کي لسائيندي، ڦيٿن کي هلائيندي ۽ اڳتي وڌندي رهندي آهي، تيئن ٻوليءَ جو وهڪرو پڻ، خالص پنهنجن قانونن مطابق، وڌندي وڌندي، وزن جي جوڙ ۽ قافيي جي جڙاءُ ۽ ڪيئي اهڙا سٽاءُ ۽ گهاڙيٽا تخليق ڪندو رهي ٿو، جيڪي پاڻ انهن کان زيادهه اهم آهن ۽ هيل تائين نه ڪڏهن لڌا ويا آهن ۽ نه ويچاريا ويا آهن ۽ نه وري انهن کي اڃا تائين ڪي نالا ئي ڏنا ويا آهن.
— بورس پشسترنڪ

# شمس الدين عرساڻي

## شڪار

(ڪهاڻي)

رب تي پهچندي ئي هن آواز ڏنو: ”بيلي او بيلي.... هو هو!“ اونداهي پولار ۾ چڻ ته ايهين ئي ڪٽي ڪنهن تير ڇوڙيو هجي. اميد جي خلاف سندس سڏ دڙن جي گونج ڪٽي واپس ڪونه موٽيو، بلڪ پريان ڳائيندڙ جي آلاپ جي آواز سان ٽڪرائجي فضا ۾ گم ٿيو. هو ڏور پوري ٿيڻ تائين ترسيو ۽ جيئن ئي ڳائڻي گنڀير سُر ۾ هڪ بيت پورو ڪري ٻئي بيت کڻڻ لاءِ ساهي کنئي ته هن وات جي چوگرد هٿن جو پيالو ٺاهي ڦڦڙن جي پوري طاقت سان واڪو ڪيو: ”بيلي هو.... هو!“ اهو تير پورو نشاني تي بيٺو. هوڏانهن سنيار ٿيڻ سان ئي ماڏو سُر ٽٽي وڪري ويو ۽ آن ’بيلي‘ جي آواز کي رستو ڪري ڏنو— پهرين دڙن تان ئي آواز وريو: ”بيلي هو هو....“ ۽ پوءِ ڪانئي ڪيڏي وينلن مان، ڪنهن راڳ ۾ رخني پوڻ ڪري پتر هٽي ڪڍيو: ”ڪهڙو آهين...“ اهو پريل جو ڄاتل سڃاتل آواز هو. ”آئون آهيان اميرو، ڇتل خان جو مهمان!“

پريل جي تکي زبان بس اتي ئي پوري ٿي وئي ۽ ٻئي پاسي وينل پليڪار ڪرڻ لاءِ آيا ٿي ويا. انهيءَ ساعت ۾ ئي دڙي تائين پهچي ويا ۽ پوءِ واري واري سان ڪيڪر بازي ڪرڻ لڳا:

”پلاڙي ڪئي آهين جوان!“

”اڙي اميرشاهن هن ڪمهلي ڪيئن لڙي پيو آهين؟“

”خوش آهين؟“

”جوڙ آهين، مٺارو آهين؟“

”هن پَٽ ۾ وري ايامن ڪان پوءِ تو ڏسجين؟“

اهڙن گڏوچڙ سوالن جا هو نه مٿا پير جهليندو. جواب ڏيندو رهيو ته نه وٺانئس هر سوال جو ٻيجوڙ جواب تي نڪتو. هڪ ڇٽي

ماچيس جي تيلي ٻاري اميروءَ جي اڳيان جهلي.
”اڙي نياڳا کهڙو نه ڪمزور پيو لڳين!“ ان جملي ۾ ڏاڍي پنهنجائپ ۽ همدردي هئي. پر هن فقط بيدليءَ سان ’هان‘ ’هون‘ ڪيو. پنڌ هلندي هن توريءَ ۾ سائس تيل ويڙهن ٻڌائي ته ڪهڙيءَ طرح ڳوٺ جي هارين پاڻ ۾ ٻڌي ڪري، زميندارن کان توني قاعدن روءِ پوري ٻٽائي ڏيڻ تي زور ڀريو. جنهن ڪري مٿن ڪهڙا ڪهڙا ظلم ڪيا ويا. عملدار به وڏيرن سان ٻٽ تي ويهي رهيا. ۽ هن تي وڏيري جي هڪ غنڊي جي قتل جو ڪوڙو الزام مڙهيو، جيڪو جهيڙي مهل اتفاق سان پنهنجن ئي ماڻهن هٿان مارجي پيو هو. ۽ هاڻي هو جهنگل جهاڳيندو، پير ٿپائيندو، بدن تي لڳڙيون لتڪائيندو پنهنجي پراڻي پناهگاهه ۾ اچي رهيو آهي.
اڳيان ڀرين شاخ آئي. هن پٽ تي ويهي پنهنجا سڙندڙ پير پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيا ۽ آهستي آهستي هٿن سان ٺڏڙا پائڻ لڳو. ايئن توري دير ۾ پيرن مان ساڙو گهٽجي ويس. هن سک جو ساهه کنيو ۽ غيرارادي طور ٻڪ ۾ پاڻي ڀري هن منهن تي ڇنڊا هنيا ۽ پوءِ لڙڪيل پانهن سان اکهي ڪڙو ٿيو.
هو پيچري تي لهي ڳوٺ ڏانهن وڌڻ لڳا ته اميرو به همراهن کان پڇڻ لڳو: ”توهان وٽ هتي ڇا پيو وهي واپري؟“
هو چئن ته ان سوال ٻڌڻ لاءِ آتا ويٺا هئا. هر ڪنهن جواب ڏيڻ جي ڪئي، پر پريل جو ڪڙڪيدار آواز ٻڌي سڀ ماٺ تي ويا، جهڙوڪر پنهنجي طرفان ڪيس ڳالهائڻ جو حق ڏئي ڇڏيائون!
”ڇا ٿو پڇين يار! تو واري تر کان به هتي خراب حالت اٿي. نوان زميندار هاريءَ کي بيدخل ڪرڻ تي سندرو ساهيو ويٺا آهن. ڪن پنهنجا ٽريڪٽر آڻي ويهاريا آهن، ته ڪن وري باغن رکائڻ جو سانباهو ڪيو آهي. هاري جي زمينون ڇڏين ته ٿا بک مرن ۽ جي حق ٿا گهرن ته به گولين جي منهن ۾ پون!

ٻني ٻاري سان لڳل مڙئي سوڙن ۾ آهيون. وڏيرن جي ڇورَ
لڳي اچي. پوليس جا موڇڙا ڪائيو موٽون ته وري شودن جي
آزار ۾ اچو پئون!"..

ٻريل ڳالهه ته ڏاڍي جوش وچان ڪئي پر وري ڪو ڪنڪو
جاڳيس ته پاڻ کي ڪٺي جهل ڏنائين.

اميروءَ وري پڇيو: "ادا، ڀلا ڪو تدارڪ به سوچيو اٿو
ڪي نه؟"

"پهرين هل ته ڳوٺ رسون، تون تمام ٿڪل ٿو لڳين. اتي
ڇنيي ۾ ويهي ڳالهيون ڪنداسون."

ٻريل جي سست جواب تي، ٻيو همراهه جنهن ورنديءَ لاءِ ٻڙڪو
ڪاڙو هو، سو به ماٺ ٿي ويو.

ٿوري مفاصلي تي هڪ ٻَچُرَ ڪتي ڳوٺ اچڻ جو اعلان ڪيو.
اميرو سامهون اونده ۾ جڳمڳائيندڙ ڏيئا ڏسي اندازو لڳايو ته
گهرن ۾ اڃا سوڌو ماڻهو جاڳن پيا. ٻريل ڇپ چپات ۾ هلي
رهيو هو. اميروءَ پنهنجي رفتار وڌائي ڇڏي. ڳوٺ ۾ گهڙندي
ٻيا همراهه ڏگهه مٿائي ويا ۽ هي ٻئي ڄڻا ڪوهيءَ وٽان مٿيندا
هڪڙي ڇني اندر داخل ٿيا، جتي ڪجهه ماڻهو اڳيئي ويٺل هئا.

"ڀلي ڪري آئين!"

"خوش چاق چڱا ڀلا!"

"ڀلي ڀلي آئين!"

اهڙين ٻين صدائن سان آجيان واري تقريب ختم ٿي ۽ موڪري
ڇاتيءَ واري هڪ ڪنڌار مڙس اميروءَ کي ڪٺي پنهنجي ٻانهن
۾ گهيريو. اهو چتل خان هو- اميروءَ جو پراڻو واقف. هميشه
مهماني جهليندڙ ۽ مددگار رهيو هو. ڀاڪر-کان پوءِ هن اميروءَ
جو هڪڙو هٿ پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ ٿوري دير لاءِ قابو جهليو
۽ ان کي لوڏي لوڏي يڪساهيءَ ڪيترا سوال ڪري وڌا:

"جوڙ آهين خوش آهين.... اميرو تنهنجو ڪهڙو حال آ. هيتري
عرصي کان پوءِ ڪيئن اچڻ ٿيو.... خيريت سان آهين.... ڏاڍو

ڪمزور ٿي ويو آهين.... يار، تون تہ سڃاڻڻ ۾ نہ پيو اچين....!"
اميرو اٽڪل سندس سيني سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي: "ها! بلڪل خيريت سان آهيان.... ها ڪجهہ ڪمزور ٿي ويو آهيان.... بس ايهين ٿي تو سان ملڻ لاءِ هليو آيس...."
اهو ڪوڙ هن في الحال اصل واقعن بيان ڪرڻ کان پيدا ٿيندڙ سوالن ۽ ڏيکھہ ۾ پوڻ کان بچڻ خاطر خبرداري ڪندي ڪيو.
همراهہ جيئن تہ اميرو جي اهڙي سفر کان چڱيءَ پر واقف هئا، سي سندس جواب کان مطمئن تہ ٿيا. هنن کي چاڻ هئي تہ ڪيس گهٽا پيرا وڏيري هڻ پار جو مال هيڏانهن نيڪال ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. پر ان خيال کان ماٺ ۾ رهڻ بهتر سمجهائون تہ اڄ نہ تہ سڀاڻي ضرور پاڻهپي ڦاٽ ڦاٽندو تہ هو ڇو هتي پڄي آيو آهي.
اشاري ملڻ سان ٿي هو پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن وڃڻ لاءِ ٻاهر نڪري ويا. چتل خان اميروءَ کي ڪٽ وڇائي ويهاريو ۽ پاڻ سگريٽ مان تماڪ ڪڍي ترِيءَ تي رکيو ۽ ان ۾ چرس جي گولي گڏائي مهٽڻ لڳو. پور کي سلفيءَ جي منهن ۾ پري تيلي ڏيکاريائينس— ۽ پوءِ سلفي کٽي اميروءَ ڏانهن وڌايائين.
هن سوچيو تہ خالي آنڊي تي ڪش هڻندو تہ گهمراٽي ٿيندس، ان ڪري هوٺن ٿي وات اڳيان جهلي ڪوڙ سوڙ جو ڪش هٽي موٽائي ڏنائين. چتل خان، "مان اچهو آيس." چئي ٻاهر نڪري ويو. اميرو سمجهي ويو تہ سندس واسطي نڪريور جو بندوبست ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهي. هو سوچڻ لڳو تہ ڪؤنرو پيٽ آٽي تہ سٺو ٿيندو، پر ويلن جي لنگهڻ کان پوءِ اٽيو ڏوڏو ڳاڻٽو پيو تہ پيٽ ۾ مروڙ وجهندو. هو اڪيون پوري مانيءَ متعلق سوچيندو رهيو. هن اڪيون پٽي وري آسمان طرف نهاريو ۽ اندازو لڳايو تہ يارهن کان ٻہ مٿي وقت ٿيو هوندو.
هن سوچيو تہ صبح جو رئيس جڏهن ڇني ۾ ايندو، تہ ڪيس ڏسي ڪيڏو نہ خوش ٿيندو. هن چوڙ کان سمٻ ٽائين مال نيڻ

۾ ڪيڏي نہ جفاڪشي ڪئي هئي. رئيس ان مان ڪيڏو نہ فائدو ڪمايو هو. هو هر پيريءِ سندس بهادري ۽ بي ڊپائيءَ جون ڳالهيون ورجائي واکاڻ ڪندو هو. پوءِ هن سوچيو تہ رئيس اهو بہ پڇندو تہ هن پيري ڪنهن جو قتل ڪري هتي پهتو آهي؟ اهو خيال ايندي ئي هو فڪرمند ٿي پيو تہ رئيس کي سندس رهائش يا پناهہ ڏيڻ ۾ دلچسپي ٿيندي ڪي الائي نہ؟ هن پيري هو ڪو پيرئي ترئي مال سان ڪونہ آيو آهي، جو ڏسي رئيس جون واڇون ٽڙن. پريل جي گفتگو ياد ڪري بہ دل ۾ ڪٽڪو وڌي ويس، جيڪا ڪڙمين سان چڪتاڻ بابت هئي. پر وري اهو سوچي ڪجهہ اطمينان ٿيس تہ پئي زميندار هن وقت پاڻ ۾ قتل آهن، جا ڳالهہ پڪ سان سندس فائدي ۾ ويندي. ايستائين سوچي چڪو هو، جو چتل خان اچي ويو. اهو ظاهر ڪرڻ لاءِ تہ ڪيس مانيءَ جو انتظار ڪونهي ۽ نہ ئي ڪا ڪيس بک آهي، هو دت هڻي نند ۾ پئجي رهيو.

”اميرشاهہ، اٿ ڙي ماني کاءُ.“ چتل کيس جهنجهوڙيو.

اميرو ”اون اون“ ڪري اکيون مليندو اٿي ويٺو. چتل خان پٺ جي ٿالهي ۾ کير جو وٽو سندس اڳيان رکيو.

”اچي پاڌو پٺ ۾ کير ئي مليو آهي. تون کاءُ تہ آئون پاڻي ڪٿي اچان ٿو.“

اميروءَ رسمي طور چئي ڏنو: ”يار، هن وقت تو هرويرو تڪليف ڪئي.“ پوءِ ڏڪ لاهي کير وجهي آڱرين سان ڳڏائي کائڻ شروع ٿي ويو. چتل خان ايتري ۾ پاڻيءَ جو گلاس ڀري آيو ۽ کٽ هيٺان رکي ڇڏيو. پاڻ وري پرسان پيل منجهون پاسيريون ڪري رکڻ لڳو.

”اڙي چندا، ڪنهن کي قتل ڪري آيو آهين؟“ هن منجي پٺ سان رکندي پڇيو.

اميرو هاڻ پٺ تي تئي پيو هو. بک جي چٽائي لڪائڻ سندس وس ۾ نہ رهيو. هن گرهہ ڳهندي جواب ڏنو: ”ڪو بہ قتل پتل

نہ ڪيو اٿم، ائين ئي پوليس تنگ ڪري ٿي.“ ڪائينديءَ مهل چتل جو رخنو وجهڻ هن کي خراب لڳو.
”پوليس هرو ڀرو تنگ ڪانہ ڪندي، منهنجا پاڻ. تون ضرور ڪو ڪڏو ڪم ڪري آيو آهين. حيرت آهي جو اسان کان لڪائين ٿو.“
اميروءَ ٿالهيءَ مان ٻچيا ڪچيا چانور ڪٺندي جواب ڏنو: ”رسول جو سنهن. تہ ڪجهہ بہ نہ ڪيو اٿم. توهان کي رئيس جا چاڙتا بيسبب تنگ نہ ٿا ڪن؟“ تو ڪهڙا ڪڏا ڪم ڪيا آهن؟“
چتل خان اهو ٻڌي در کان ٻاهر هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ ويو ۽ پوءِ سرگوشيءَ ۾ چوڻ لڳو، ”هتي هاري ۽ آبادگار اڳي ئي پاڻ ۾ اٽڪيا پيا آهن. هڪ نہ ٻئي روز ايهين ئي دنگو فساد لڳو پيو آهي. ڪيترن زميندارن هارين کي بيدخل ڪرڻ لاءِ هٿياربند جٿا آڻي لاٿا آهن. اسان واري رئيس جو جن ماڻهن ۾ شڪ آهي، ٽن جي ٻويان چاري لڳائي ڇڏيا اٿس. اسين ڏاڍو پريشان آهيون.“
”توهان تہ ڪي ٻنهہ گيدي آهيو،“ اميروءَ طعنو ڏنو. ”اسان واري پاسي ڳوٺ ڳوٺ ۾ هارين ڪاميٽيون ٺاهي تحريڪ ۾ شامل ٿيا آهن. طاقتور تہ ٻڌيءَ جو سلو اپرڻ کان اڳي ئي ان کي چٽڻ جي فڪر ۾ هوندا، پوءِ توهان ڇو سٽا پيا آهيو؟“
اميروءَ جي اندر روانيءَ جو دريا اٿلون کائڻ لڳو. هو پوري تقرير ڪري وجهي ها، پر سندس بلند ٿيندڙ آواز کان گهبرائجي، چتل خان روڪي وڌس. ان وقت رات ڪافي ٿي چڪي هئي. هو وڃڻ لاءِ اٿي بيٺو. ديڪي ۽ ٿالهي هٿن ۾ لڙڪائي، بسترو آڻڻ لاءِ گهر ڏانهن هليو ويو. هيڏانهن اميرو پنهنجيون رهيون ڳالهيون سوچي سمجهي رهيو. ٿوري دير کان پوءِ چتل خان اچي جاڳايس. پترائي، وهاڻو ۽ رلي ڏئي پاڻ ٻيڪٽ تي ڏگهو ٿي پئجي رهيو. اميرو بسترو وڇائي مٿان رلي تاڻي جهٽ ۾ ڪونگهرا هڻڻ لڳو.
اميرو نہ تہ ’امير‘ هو ۽ نہ شاهن وڏيري جيان خانداني وڏيرو.

هو فقط هڪ هاري هو. ماڻس پٽس پنهنجي مفلسيءَ کي وندرائڻ خاطر سندس نالو ڪٽي امير شاهن رکيو. جيئن سندس تر ۾ عام ماڻهو انڌي کي حافظ، مواليءَ کي بادشاهه، شيديءَ کي ڏاڏا ۽ معمولي ملازم کي به سرڪار چوندا آهن. پر هن ويچاري کي ته ڪڏهن به ڪنهن پنهنجي نالي سان 'امير' يا 'شاهن' چوڻ گوارا نه ڪيو. هو ڳوٺ ۾ فقط اميروءَ جي نالي سان ئي سڏيو ويندو هو. جڏهن سندس پيءُ ماءُ کيس پوري نالي سان سڏيندا هئا ته لاشعوري سينو ڦونڊي بيهندو هو! پر جڏهن وڏيرو يا وڏيري جو پٽ ڪڏهن کيس امير چوڻ جي تڪليف به نه ڪندا هئا ۽ 'لوسي' چوڻ وڌيڪ موزون سمجهندا هئا ته ڇاتي دٻجي ويندي هئس ۽ سندس ڪنن جون پاپڙيون سڙڻ لڳنديون هيون. آهستي آهستي اهو احساس به ويندو رهيو. ڇو ته امير شاهن چوڻ وارا ماءُ پيءُ ته مري ويا ۽ وڏيرو ۽ پٽس گهڻو ڪري 'لوسي' چوندا هئس ۽ جيڪڏهن مهربان ٿيا ته اميرو چئي ڇڏيندا هئا.
جوان ٿيو ته هارپ ڪان سواءِ وڏيري جي خدمت چاڪري به سندس ذمي ٿي. خاص ڪري رات جو پنگ جو ڪونڊو گهوٽڻ ته سندس ڪم ۾ شامل هو ئي هو. جيئن ئي رات ذرڻ لڳندي هئي، تيئن وڏيرو ڀنگ جا گلاسن مٿان گلاس ويندو هو چاڙهيندو ۽ پوءِ جڏهن اکين ۾ ڳاڙها ڏورا لهي ايندا هئس ته ڦان ٿي پلنگ تي پئجي رهندو هو ۽ ان مهل اميرو ٽنين جهڙين ٽنگن ۽ ٻانهن کي مڪڙيون ۽ زور ڏيڻ لڳندو هو. ٿوريءَ دير کان پوءِ وڏيرو جڏهن پنڪيءَ مان اٿي ڪوٺ ڏانهن وڃڻ لڳندو هو ته اميروءَ جي ڊيوٽي به ختم ٿي ويندي هئي.
اميرو گهٽي پورهئي ۽ پوري سوري ڪاڏي جي باوجود به پنهنجي ڳوٺ جي همت ڀرين جوانن ۾ ڳڻيو هو. ميلي جي وقت کيس وڏيري جو نالو چمڪائڻ لاءِ ملاکڙي ۾ لهڻو پوندو هو. هو گهڻو ڪري پهريون يا وري ٻيون نمبر ايندو هو، جنهن جي

نتيجي ۾ ڪيتري وقت تائين ڪيس چڱو چوکو ڪائڻ لاءِ ملندو هو ۽ وڏيرو ڪيس 'لوسي' ڪهڻ ۽ 'اميرو' وڏيڪ چوڻ لڳندو هو. ۽ پهرين ڏينهن تہ 'امير شاهن' بہ چئي ڏيندو هو.

جڏهن وڏيرو اميروءَ کان خوش ٿيندو هو، ان رات ڪانئس ڏاڍوءَ جو ڪم نہ وٺندو هو. پوءِ وڏيرو چوندو هو تہ: "هاڙي اميرو ڪا ڪافي تہ ٻڌاءِ!" ۽ اميرو ڪنڌ مٿي ڪري ڪاپي ڪن تي هٿ رکي لسي آواز ۾ لهرون اڇليندي ڪافيءَ جو ٿل ڪڍندو:

"جهوري جيءُ وڏوءِ، راڻل رسامن سان،
گهوري ريت رسڻ جي، ائين نہ گهربو هوءِ،
رسڻ ماڻا ڪن سان!"

لئہ جا سر لهرائيندا، ڳوٺ جي جڳهين کان بہ مٿي ڪڇندا، وري ٻئل ڪائيندا، لرزندا لهڻ لڳندا ۽ هلندي فضا ۾ دائرا بنائيندا ڦهلبا ويندا. پوءِ سُرن جون رڳون تحليل ٿينديون ٿينديون، وري درجي بدرجي گمبير سرن ۾ بدلجي مٿي اڏامڻ لڳنديون:

"مون پانيون ڳڏ گهاريندي، ڪو جو پهہ پيوءِ،
چنہءِ سنگ چورن سان.........................!!"

وڏيرو وهاڻن سان ٽيڪ لايو ويٺو هوندو هو. ڪوٺ جا ٻيا ڪمي ڪاسبي بہ ٻڌجي وڏيري ڪي سئي موڊ ۾ ڏسي ڏيڍيءَ کان ڪسڪندا اندر گهڙي ايندا. ٻڌندڙن جي پياس اچا چوٽ چڙهيل هوندي هئي، تہ اندران ديري مان نوڪرياڻي اچي وڏيري کي سنلس پرپور جوان زال جو حڪم ٻڌائيندي: "سائڻ چوي ٿي تہ طبيعت خراب آهي ديري اندر اويل ڪري نہ ايندا!"

وڏيرو هيسجي ويندو. نشي جي پنڪيءَ کان چرڪ کائي اٿندو ۽ ڪٽ تي چوندو: "اميرو، بس ڪر هاڻ هينگون!" ۽ ڪمين ڪاسبين کي چوندو، "اڙي ڪتي جا ڦرڻ، توهين چو اچي ڳاهٽ ٿيا آهيو. ٽري وڃو اکين سامهون." ائين هيسايل ڪنيار گڏهہ جا ڪن مروٽيندو هو. ڪتي جا ڦر پيچ پائي وٺي پچندا هئا ۽ اميرو امالڪ پلٽي ماري پيرن دياڻڻ ۾ لڳي ويندو هو.

اهڙيءَ طرح ڏينهن گذرندا رهيا. امير شاهن پوکيندو، لڻندو
ڳاهيندو رهيو. وڏيري لاءِ ملاکڙي ۾ لهندو رهيو. رات جو زور
ڏيندو رهيو ۽ سرن جي لٺ ۾ غير شعوري پنهنجو ڏکڙو روئيندو
رهيو. وري نندڙي ساٿڻ جي طبيعت خراب ٿيندي رهي. وڏيرو
نند ۾ اونگهندو رهيو. ڪنيار ڪنيارڻ سان ته پڇي گڏهه جا
ڪن مروٽيندو رهيو ۽ ڪتي جا ڦر پيچ پائي پچندا رهيا. اميرو
۽ وڏيرو پنهنجي پنهنجي قسمت جو ڪائيندا رهيا ۽ خدا جو
شڪرانو بجا آڻيندا رهيا. هارين جا ڏينهون ڏينهن حال هيٺا ۽
سور پيٽا ٿيندا ويا، پر وڏيري جي قسمت وئي زور پوندي.
پوليس سان به سندس جوڙي سجوڙي ٿي وئي. ته جي چورن
جو پاٿاريدار بنجي ويو. ڪي وهٽ ينگ وٺي موٽائي ڏيندو هو
ته ڪجهه اميروءَ هٿان دريا پار نيڪال ڪندو هو. ائين اميروءَ
ڪن سٺو ٽڪر نصيب ٿيڻ لڳو. اميروءَ جي چٽل خان سان
ملاقات دريا جي ٻئي پر واري علائقي ۾ ٿي هئي، جڏهن هو مال
جي آسامي ڳولڻ آيو هو. ائين هيڏانهن جو مال هوڏانهن سولائي
سان ٿيڻ لڳو، جنهن جو سڱ سراغ به نه رهندو هو. جيتري قدر
ٻئي زميندار پاڳي پاڳيوار بنجي پرپٺ پاڻ ۾ دوست بنجي ويا،
تنهن کان وڌ وري هاري هڪ ٻئي جي قريب اچي ويا، ڇڻ ته
ورهين کان واقفيت هجين. انساني فطرت جي تقاضا به اهائي
هئي. هڪ ڀيري جڏهن چٽل خان پوليس جي آهيءَ ۾ ڦاسي
پيو ته اميرو جهٽ ڪري پوليس کي نذرانو ڏئي ڪيس ڇڏائي
آيو. ان کان پوءِ هو هڪ ٻئي کي پنهنجو هڏ ڏوکي به سمجهڻ
لڳا. اهڙيءَ طرح اميروءَ جو مهيني ماسي وهٽن لاءِ ان پاسي گذر
پيو ٿيندو هو.
پوءِ ملڪ ۾ ٻهريون ڀيرو مارشل لا جو اعلان ٿيو. ظالمن جي
پاڙ پٽڻ جون دعوائون ٿيڻ لڳيون. مسڪين ٻورهيتن ۾ سرهائي
وري آئي. پر پوءِ اها رڳو خوش فهمي ثابت ٿي. ڏسندي
ڏسندي سرڪاري ۽ چٽل زمين تي نوان آبادگار قبضو ڪندا

ويا. مقامي به لڏي ايندڙ جا مددگار ثي بيٺا. دريا جي ڇوڙ کان پيدا ٿيندڙ هڪ نئون رستو کلي پيو، جنهن ۾ رئيس کي به ساڃي لڳي وئي. هن سمگلرن سان حصو پتي رکيو ۽ سمنڊ تائين مال رسائڻ جو ذمو کنيو. چنل خان جي ڪري رئيس جو اميروءَ تي پروسو ويهي رهيو ۽ مال آڪارڻ لاءِ کيس موڪليائين. ائين ڪجهه پيرا اميرو رئيس جي خدمتگاري به ڪئي ۽ سر جو سانگو لاهي به ساڻس وهيو.

وري ڏينهن ڦرڻ لڳا ۽ سياست جو رخ به مٽجڻ لڳو، اميروءَ جا رکپال زميندار به مخالف ڪئمپن ۾ شامل ٿي ويا. هڪڙو مفاد خاطر مذهبي جماعت جو طرفدار بڻجي ويو ته ٻيو وري حڪمران پارٽيءَ سان وفادار رهيو. هاري پيڙهبا ۽ لتاڙبا رهيا ۽ زميندار نين حالتن سان ٺاهه ڪري وڌيڪ طاقتور ٿي ويو. عوامي انقلاب به آيو، پر هارين جي حالت نه سڌري. ڪجهه عرصي کان پوءِ اميروءَ جي ملاکڙي جو هڪ نئون ميدان کليو. هينئر هو جيئوٽيڪ اٺن ايڪڙن جو مالڪ هو، ته به اڄا سوڌو هر هاري هو. غريبن جي جدوجهد کيس نادار انسانن جي ويجهو آڻي ڇڏيو. حق ۽ ناحق جي وچ ۾ سنڌو سيڙهو صاف ڏسڻ ۾ آيس. حالتن کيس للڪاريو. هن وڏيري جي هٿ جو باز ٿي رهڻ کان انڪار ڪيو. عوامي عظمت سندس پٺي ٺپري ۽ هو پنهنجي علائقي ۾ تحريڪ جو سورمو بڻجي ويو.

هاري نون قاعدن مطابق بٽئي گهرڻ لڳا ۽ مالڪاڻا حق ملڻ لاءِ زور لائڻ لڳا. آبادگارن ۽ زميندارن جون پيرون تائڄي ويون. مچون ڦڙڪڻ لڳيون. پوليسون لاٿيون ويون ۽ هٿيابند غنڊا آندا ويا. هڪ زرخريد غنڊو پنهنجي ئي زميندار جي گولي کائي مرندي مرندي به هميشه لاءِ پنهنجو منهن ڪارو ڪري ويو ۽ بيان ڏنو ته کيس اميرشاهن ماريو آهي.

۽ اڄ اميرشاهن گهڻن سالن کان پوءِ پنهنجي پراڻي پناهه گاهه ۾ پهچي ويو ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ حالتون معمول تي موٽي

اچن، ته هو وري پنهنجي تن ۾ وچي ٻيو ڀيرو هارين جي تحريڪ ۾ حصو وٺندو.
صبح جو تڙڪي تي هو اٿي ويٺو ۽ ٻاهر نڪري ويو، جڏهن موٽڻ لڳو ته ڏينهن ڪافي چڙهي چڪو هو. گهرڻ مان ماڻهو پنهنجن پنهنجن ڪمن ڏانهن روانا ٿي چڪا هئا. ڪجهه همراهه اڳيئي ويٺل ڏٺائين ۽ چٽل خان سندس انتظار ڪري رهيو هو.
”ويهه ڀائو، مان چانهه ڪٺي اچان ٿو.“ ائين چئي هو گهر ڏانهن روانو ٿي ويو. ويٺلن مان هڪ ڄڻي ڪانئس اچڻ جو سبب پڇيو ته هن سڀڪجهه ٻڌائي ڇڏيو. توقع جي خلاف هنن ڳالهين ۾ دلچسپي ورتي ته اميروءَ ڪين هارين جي تحريڪ ۽ زميندارن جي ظلمن ۽ ڏاڍاين تي به روشني وڌي. هو سڀ ڪجهه ڌيان سان ٻڌندا رهيا. ايتري ۾ چٽل چانهه ڪٺي آيو. اميروءَ چانهه پي ورتي ته رئيس اچي ويو. سڀئي تعظيم لاءِ اٿي کڙا ٿيا. سندس مڇون ڪيس سان چمڪي رهيون هيون. اترادي ٽوپي پيشانيءَ تي لڙيل رعبدار ڏيکائي ڏئي رهي هئي. ڪارتوسن جي پٽي مان پستول لٽڪي رهيو هو ۽ پنيان سندس ٻه ملازم اچي بيهي رهيا. هن ايندي ئي اميروءَ تي سرسري نگاهه وڌي ۽ پڇيو: ”اڙي، هي پاڻ وارو اميرو ته ڪونهي؟“
”ها، رئيس، هي اهوئي اميرو اوهان جو ساڳيو خادم آهي، جنهن کي اوهان مال پهچائڻ لاءِ موڪليندا هئا ۽ اڳي ڪيئن گهمرا هتي پناهه وٺي چڪو آهي.“ اميروءَ کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ته چاٺي واٺي اڻ چاڻ ٿيو ٿئي.
”اهو ٺيڪ آهي.... خوش آهين؟“ ڏند ڪيندي رئيس چيو ۽ مڇن کي تاءُ ڏيڻ لڳو. ”مون سان پاڻ رات ڪنهن خبر ڪئي ته ڪو پاڇوڪڙ آيو آهي.... ها ته توتي چمبو ته وڏيري بي گناهه ڏوهه مڙهيو آهي؟“ ۽ جواب جو انتظار ڪرڻ بنان سگريٽ مان ڪش هڻي دونهون اڇليندو رهيو ۽ ائين بيٺي پير وري ٻاهر نڪري ويو ۽ سندس پٺيان وري ٻيا همراهه به وڃڻ لڳا. چٽل خان ٻن پهرڻ جي ماني به ڪٺي آيو. اميرو ڪاڏو ڪائي سمهي

رهيو. جڏهن جاڳيو ته سج لهي ويو هو. چنيءَ ۾ ڪوبه موجود ڪونه هو. گهڙي ساعت ڪان پوءِ چٺل آيو. هو ڪيس رئيس جي اوطاق تي وٺي هليو، جتي اڳي ئي گهڻا همراهه ويٺا هئا. شيل شڪار جون ڳالهيون ۽ اميراڻيون پچارون ٿي رهيون هيون. رات جي ماني هنن اوطاق تي کاڌي.

”اميرو، سڀاڻي توکي دريا پار شڪار تي وٺي هلندس.“ رئيس مهمان نوازي جتائي.

”ڏاڍو سٺو ٿيندو رئيس.“ اميرو غير متوقع مهربانيءَ تي چرڪندي جواب ڏنو. ۽ صبح ٿيندي ئي رئيس جا ملازم واقعي ڪيس سڏڻ آيا. رئيس دريا جي ڪنڌيءَ تي سندس انتظار ڪري رهيو هو. ڪيس ايندو ڏسي هن مُرڪيو ۽ مڇون وٺڻ شروع ڪيون. ٻيڙيءَ ۾ ويٺو ته اميروءَ کي به ويهڻ لاءِ چيائين. ٻيڙي پاڻيءَ کي چيريندي اڳيان وڌڻ لڳي.

ٻي ڪنڌيءَ تي رسي ٻيڙي ٻيهي رهي. سامهون وڻن جو گهاٽو جهنڊ هو. سڀئي ڇٽا لهي پيا. وڻن جي آڏ کان پوليس جا ٽي سپاهي، اڇل ڪاڌي سامهون آيا.

”اسلام عليڪم رئيس.“ صوبيدار چيو. ”هڪڙو گهربل ڏوهاري اوهان جي سامهون بيٺو آهي، جنهن جي گرفتاريءَ جو وارنٽ اسان وٽ آهي.“

”مون سان گڏ اهڙو ڪوبه ماڻهو ناهي. هي اسان جو مهمان آهي، مان ڪيس سڃاڻان ٿو. تمام لائق ماڻهو آهي.“ رئيس اميروءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

”ٿي سگهي ٿو، پر اسين حڪم جا ٻندا آهيون.“ ۽ صوبيدار اميروءَ جي ڪرائين ۾ هٿڪڙي هٺي ڇڏي. رئيس رسمي طور وري سندس حمايت ڪئي، پر هو ڪيس وٺي هلندا ٿيا.

ڪجهه مفاصلو هلڻ کان پوءِ اميروءَ ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو. ٻيڙي واپس وڃي رهي هئي. شڪار ڪيڏجي چڪو هو. اڄ ٻنهي زميندارن جا سياسي ۽ طبقاتي رشتا اميروءَ کي پارايل هٿڪڙين وري جوڙي ڇڏيا.

# ڪيهر شوڪت

## پريشان ماڻهوءَ جي رات

(ڪهاڻي)

گهڻن ڏينهن کان پوءِ ٽي وي تي سني فلم آئي هئي. پر اها به هاڻي ختم ٿي چڪي هئي! هاڻي اتي هجڻ جو ڪو ڪارڻ رهيو نه هو. هڪ ته سسٽس ۽ سندس ٻن وڏن ٻارن کي اتي سمهڻو هو، ٻيو ته ٽي وي تي به هاڻي ڪو پروگرام نه رهيو هو. ان لاءِ هاڻي هن جي ان ڪمري ۾ هجڻ جو ڪو ڪارڻ نه رهيو هو. پوءِ به هو صوفي کي چنبڙيو رهيو. سسٽس ٻارن کي ريلو ڪرائي وٺي آئي هئي، ۽ هاڻي ڊرائنگ روم ۾ رلهيون وڇائي ان کي بيڊ روم ۾ بدلائي رهي هئي ـــ ان لاءِ هن کي اهو ڪمرو ڇڏڻو پيو. هو اتان اٿي ٻاهر آيو ۽ بلب ٻاري پٽئي ۾ گهڙي ويو ۽ ريلو ڪري باٿ روم ۾ وڃي هٿ منهن ڌوئي، ورانڊي ۾ اچي ڊائننگ ٽيبل تي پيل ڪولر مان پاڻي پيتائين. هاڻي ڊرائنگ روم جي بتي وسامي چڪي هئي، لاچار هن کي ٻاهرين بتي به وسائڻي پئي. بتي وسائڻ سان بستري ۾ وڃڻ جو خوف هن ۾ گهڙي آيو. هن جو من اڃا بيڊ روم ۾ گهڙڻ کان لهرائي رهيو هو. پر هاڻي ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪجهه رهيو به ته نه هو! ۽ هاڻي رات به ته ڪافي گذري وئي هئي. ان لاءِ هاڻي هن لاءِ هنڌ تي ليٽڻ ۽ ليٽي ننڊ ڪرڻ جي جتن ڪرڻ جي ٻيو ڪجهه بچيو به ته نه هو! وري به هميشهه جيان، دل کي ريڊيي جو ڏيڏ ڏئي ڪمري ۾ گهڙي آيو ۽ اچي زال جي پرسان ليٽي پيو. جوٽس کي اڄ به سدائن جيان جلدئي ننڊ وٺي وئي هئي. ۽ هوءَ پنهنجي ننڍي ٻار کي ڪڇ ۾ ڪيو سٽي پئي هئي. زالهنس کي ايترو جلد ننڊ اچڻ تي اڄ به هن جي اندر ۾ جوءِ خلاف ساڙ پيدا ٿيو. ۽ هن ۾ اهو به محروميءَ جو احساس ٽپ ڏئي اٿيو ته هن کي جوٽس جيان سمهڻ سان

ننڊ چو نہ ٿي اچي، پر جلدي ھن پاڻ تي قبضو ڪري پلنگ
ھيٺان رکيل ننڍڙو ريڊيو کنيو، جيڪو ھن خاص ڪري ننڊ
نہ اچڻ ۽ ان حالت ۾ پاڻ کي ذھني اذيت ۽ روحاني ايذاءَ
کان بچائڻ لاءِ ورتو آھي. ھن ريڊيو کوليو. ريڊيو زور سان
وڳو تہ ھن تڪڙ ۾ ٻچي ڦيرائي ريڊيي کي ھلڪو آواز ڏنو
۽ پوءِ زال ڏانھن نھاري ھن شڪر ڪيو تہ جوڙس جي اک
نہ کلي ھئي، نہ تہ اڄ بہ ھوءَ ھن جي ريڊيي وڄائڻ تي وات
ڪري ھا ۽ ھن کي بہ زال کي چڙٻون ڏئي ۽ چنبا ھڻي
بس ڪرائڻو پوي ھا ۽ ان سان پنھنجي ننڍي ٻار جي ننڊ بہ
ڦٽائي وڃي ھا. جيتوڻيڪ ھو وڏي ڪوشش ڪندو آھي تہ
ريڊيي تي وڏو آواز نہ اچي تڏھن بہ الائي چو ريڊيو زور سان
وڃي پوندو آھي! آل انڊيا تان ھاڻي روي شنڪر جي ستار وڃي
رھي ھئي. ھو سنگيت جي لھرن سان ڏور آڪاس ۽ آڪاس
کان بہ ڏور ھڪ اھڙي دنيا ۾ پھچي ويو ھو جتي آنند ۽
مڪتي ھئي، جتي رات ھجڻ ۽ ننڊ نہ اچڻ جو ڪو احساس
نہ ھو. پروگرام ڇا ختم ٿيو، ھن کي جڻ ڪنھن ڳنس چنبر
۾ اڇلي ڇڏيو. پيڙا ۽ مونجھہ دوران ھن ٻچي ڦيرائي بي. بي. سيءَ
تان ڪجھہ وقت انگريزيءَ ۾ خبرون ٻڌي پاڻ کي سڪون
ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پوءِ ھميشھہ جيان ان آسري تي تہ
ھاڻي متان ننڊ اچي وڃي، ھن ريڊيي کي بند ڪري ھيٺ
رکيو. ۽ اکيون ٻوٽي ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ۽
جڏھن گھڻي دير اکيون ٻوٽڻ کان پوءِ بہ کيس ننڊ نہ آئي تہ
ھن اھا بيڪار ڪوشش ڇڏي اکيون کوليون ۽ اکين کولڻ
سان ھن پاڻ کي پلنگ تي ڏٺو. پر ڇا ھي پلنگ ھو؟ يا ڪا
ڪنڊڻ جي سيج جنھن تي ھو روز رات ڄڻ ليٽايو ٿو وڃي!
ڪير ٿو ليٽائي ھن کي؟ ھو پاڻ؟ يا ڪو ٻيو؟ زندگي ڪيڏا
نہ سوال ڪئي اچي ٿي! پر ڪنھن وٽ جواب آھن؟ ڪنھن وٽ
بہ تہ نہ! جي ڪنھن وٽ آھن تہ مڪمل نہ! لولا لنگڙا، انڌا

ڪاٿا! ۽ پوءِ بہ ڪيڏي نہ خام هئجي ٿي، دعوائون ڪجن ٿيون تہ اسان ”هيئن آهيون، هونئن آهيون. اسان ٿي علم جو سج لهي ۽ چڙهي ٿو. اسان سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ذريعي ڪائنات تسخير ڪري ڇڏي آهي. اسان ڪمال تي پهچي ويا آهيون. هي آهي ڪمال! هي ڪهڙي ترقي ڪئي آهي انسان ذات تہ جڏهن سڄو ڏينهن هڻ هڻان وٺ وٺان ڪري، ٿڪجي ٽٽي ڀڄي پري، رات جو گهر پهچجي، هنڌ ۾ ڪري تہ هنڌ هن کي آنند ڏيڻ تہ ڏهيو، هن کي ڪنڊن جي سيج لڳي. هو چرڪي ڏونٽين جي زور تي ٿورو اٿي ويٺو. پڪ ڪرڻ لاءِ هن هڪ نظر هنڌ تي وڌي. هو پاڻ کي ڪنڊن جي سيج تي سمهل تصور ڪيئن ٿو ڪري! ڇا اها حقيقت ناهي تہ هو ڪنڊن مٿان نہ پر هڪ ڊبل بيڊ تي سمهل آهي؟ ۽ ان ڊبل بيڊ تي ڪنڊا نہ پر مولٽي فوم جا گدا ۽ انهن مٿان چادرون ۽ هڪ نہ پر بہ نرم وهاڻا، هن جي مٿي کي آرام ڏيڻ لاءِ هر دم تيار ٿا رهن، ۽ پوءِ بہ هو ان کي ڪنڊن جي سيج ٿو محسوس ڪري؟ پر جي هيءَ ڪنڊن جي سيج آهي تہ پوءِ ڪيئن سندس ڏي پرسان ساڳي ئي پلنگ تي، سندس زال ۽ پٽ اگهور ننڊ ۾ پيا آهن!؟ نيڪ آهي جوڙس کي ڪٽي ڇڏي ڏجي، پر هڪ معصوم ۽ ابهم ٻار کي ننڊ تہ ڇا پر ڪنڊن تي ليٽائڻ جو تصور ئي نٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن هو ٿوري تڪليف ڪري، پنهنجو ٽڪ وساري، اٿي بلب ٻاري تہ شايد سندس معصوم پٽ جو ننڊ جي الوڪڪ آنند ۾ ٻهڪندڙ ۽ مرڪندڙ مکڙو هن کي شرمائي وجهي. هونئن شرمائڻ ڪاڻ تہ هن لاءِ جوڙس جو ننڊ ۾ ورتل پوت بہ ڪافي ٿي سگهي ٿو. تہ ڇا هو ڪنڊن جي سيج تي سمهل ناهي؟ اهو سڀ هن جو وهم آهي؟ جي ائين آهي تہ پوءِ ڪنڊن جي سيج ڪهڙي ٿيندي آهي؟ ۽ جي هيءَ ڪنڊن جي سيج آهي تہ پوءِ جوڙس ۽ پٽس بيفڪيا ڪيئن سُتا پيا آهن؟ ۽ اهو سڀ ڇا هي تہ هڪڙي گهر جي

هڪڙي ڪمري جي ساڳي ڇت هيٺان ٻيا به مئيءَ ننڊ ۾ ستل آهن، پر هڪڙي ڇٽي جي ننڊ قتل آهي! منهنجا مولا، هي سڀ ڇاهي؟ يا ڪٿي ائين ته ناهي ته هو غلطي تي آهي. جوڙس ۽ پٽهنس به ننڊ لاءِ تڙپي رهيا آهن، رڳو ڍونگ ڪيون پيا آهن ته هو ننڊ ديويءَ جي وادي ۾ آهن. ۽ سندن هلڪو هلڪو ننڍاڪڙو آواز رڳو هن کي چيڙائڻ لاءِ آهي، نه ته اهو هتراڏو ٻڌايل آهي. ها، هو ٿوري به ڪوشش ڪري اهو آواز غور سان ٻڌي ته آواز جي مصنوعيت هن جي آڏو ظاهر ٿي سگهي ٿي، ها، هو ڇڙو ٿوري ڪوشش ڪري ته جوڙس ۽ پٽهنس جو ڪوڙ کلي سگهي ٿو. اما لڪ هن کي خيال آيو ته هو اٿي بلب ته ٻاري ڏسي ته واقعي هو ننڊ پيا آهن يا نه. ان لاءِ هو پلنگ تي اٿي ويٺو، پر اٿي جو اٿي هن کي پاڻ تي ڪل اچي وئي. هڪ ڀيرو وري هن پاڻ کي بستري جي ڏانهن ۾ ڏنو. هو وري هنڌ تي تڙپڻ لڳو. ڪڏهن ڪان ساڄي، ساڄي ڪان ڪڏهن پاسي اونڌو سنئون، سڌو ڪرونڊڙو، هن سمهڻ جو هر نمونو هر طريقو اختيار ڪيو. پر ڇڙو هن جون اکيون ئي بند رهيون، ننڊ نالي واري ڪابه شيءِ هن جي اکين ڏانهن نه آئي. ڇت وارو پکو زرزاٽ ڪري هلندو رهيو. وقت رات سان گڏ رڙهندو رهيو. هو پاسا ورائي ٿڪو ته وري هن جو ريڊيي ڏانهن ڌيان ويو. هن نوڙي پلنگ هيٺان ريڊيو کڻي ان کي کوليو. سرڙاٽ ٿيو. هن وري آواز جهڪو ڪري، سئي گهماڻ شروع ڪئي. ڪافي اسٽيشنون خاموش هيون. ڪٿان رڳو سيٽين جو آواز پئي آيو. هڪ اسٽيشن تان الائي ڪهڙي ٻوليءَ ۾ عورتاڻو اڻوڻندڙ آواز پئي آيو. شايد خبرون پڙهجي رهيون هيون يا ڪجهه ٻيو. ۽ پوءِ هڪ هنڌان ڳائي جو آواز. روسي ٻوليءَ ۾ ڪورس ۾ ڪي مرد ۽ زالون ڳائي رهيا هئا. روسي نه سمجهندي اڄ به هو سنگيت جي دنيا ۾ گم ٿيڻ لڳو. ها، سنگيت ئي هڪ اهڙي شيءِ آهي، جا اڄ تائين هن کي سرور ڏيندي رهي آهي، يا بچائيندي رهي

آهي. جڏهن به هو ڏکو آهي، جڏهن به هو زخميو آهي، جڏهن به هن ايذاءُ محسوس ڪيو آهي، جڏهن به هن آنند ماڻڻ چاهيو آهي، جڏهن به هن پاڻ پلاڻڻ چاهيو آهي ته ان هڪڙي شيءِ هن کي زور ڏنا آهن، ڌاڪور ڪئي آهي، ملم مکي آهي، ڦها رکيا آهن: هن کي ڪجهه سڪون ڏنو آهي، ڪجهه درد گهٽايو آهي. ها سنگيت ئي هن کي ٿنڌي منڌي ئي سهي، پناهه ڏني سگهي آهي، پوءِ ڪهڙي به ٻوليءَ ۾ هجي: روسي، عربي، فارسي، انگريزي، ننڍي ڪنڌ جون ڪافي ٻوليون، پيون به الائي ڪهڙيون ٻوليون، جيڪي به هن کي هن جو ربديو ٻڌائي سگهيو آهي. ها، سنگيت لاءِ ڪن لفظن جو به ضرور ڪونهي. رڳو سازن جي آواز ۾ ئي ڪجهه اهڙو آهي، جو روح کي جهومائي سگهي ٿو، ۽ جيڪڏهن اسان سُپرنيچرل دنيا کي مڃون ٿا ته پوءِ اهو ته سچ ٿو لڳي، ته ٻولي ۾ جڏهن آتما کي لاٿو پئي ويو، ته ان لاءِ هڪ سنگيت ئي اهڙي شيءِ آهي، جنهن ائين ڪري سگهيو هوندو، نه ته ڪائنات ۾ ٻي ڪابه اهڙي شيءِ ٿي نٿي سگهي، جيڪا ائين روح کي جسم ۾ قيد ڪري سگهي ها، ها زور ۽ جبر به نه، پر جنهن شيءِ جي ڪري آتما سراپجي بنديائي بڻي، ان کي هو پنهنجو دوست ڪيئن ٿو مڃي!؟ اها ته انڌي بي‌رحم شيءِ آهي، جنهن هن مهاپوساگر ۾ انسان کي اڇلائڻ ۾ وڏو حصو ورتو. جيڪا شيءِ ذليل ۽ خوار ڪري ان جي هو ساراهه ڪيئن ڪري رهيو آهي؟ ان کي ته نندڻ گهرجي. فرائيڊ کي جيڪڏهن سنگيت کان چڙ هئي ته ان جي پنيان لاشعور ۾ شايد اهائي دبيل يا لڪل نفرت ئي هوندي يا شعوري طور به هو ان تي سجاڳ ٿي سگهي ٿو. ها هن کي ان شيءِ کان نفرت ڪرڻ گهرجي، ۽ هو آهي جو ان کي پاڪر پايو پيو آهي! هن نفرت مان ريڊيي کي بند ڪري ڇڏيو، ۽ ان نفرت ۽ ڪاوڙ جي سهاري خوشي ۽ ڏک کان دور ٿي پلنگ تي پيو رهيو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ هن کي

ريلي جو خيال آيو ته هو موريز ڏانهن ويو. ريلي ڪرڻ سان هڪ ڪاڪروچ هن جي پير مٿان ڊوڙندو پچي ويو. هن کي بچاءُ وٺي وئي. هو تڙتڪڙ ۾ ٻاهر نڪري آيو. جوئس ڪيتري به صفائي ڪري پر هي ڪاڪروچ ختم نه ٿيندا. ڪِل ڪي نٿي پوي ته هي ڪٿان پيا اچن. ڪاڪروچ، مڇر، منگهڻ، هي نفرت ڏياريندڙ جيو دنيا تي ڪيڏو ته ڇانئجي ويا آهن، جو اڄ اسان اڄ جي دور کي، اسپيس ايج، نيوڪليئر ايج جي جاءِ تي مڇر ايج، منگهڻ ايج، ڪاڪروچ ايج سڏيون ته غلط نه ٿيندو. ۽ ماڻهو ايج؟ ماڻهوءَ ايج جو ڇا ٿيو!؟ اوهه! ڊيم! هو ٻاهر نڪري آيو. ۽ وري وڃي بستري تي ڊٺو، ۽ پنهنجي معنيٰ ۽ بي‌معنائي- هجڻ نه هجڻ تي سوچيندو رهيو- فلسفي! ها سوچ هن کي تباهه ڪري ڇڏيو! ڪتابن سان ته هن ياري پچي ڇڏي آهي، پر سوچ جي واڳون جي وات مان هو اڄ به نڪري نه سگهيو آهي! هن کي سوچڻ بند ڪري ڇڏڻ گهرجي، نه ته شايد صبح تائين هن کي ننڊ نه ايندي. هن اکيون بند ڪيون. پر ننڊ ڪٿي آهي!؟ ڀيشم پتامهه ٻاڻن جي سيج تي پيو رهيو، ۽ سورج اڃا دکشڻايڻ ۾ هو. اُترايڻ ۾ نه آيو هو. انهن ڏينهن ڪڏهن پورا ٿيندا؟ موت اڃا ڪيترو پري آهي؟ ڪرشن تون جواب ڇو نه ٿو ڏين؟ ارجن تون به مهاپلوان آهين. تون به پنهنجي رٿ تي چڙهي، گانڊيو ڌنش تي تير چاڙهي منهنجو انت نٿو آڻين!؟ پيراج ڪٿي آهي؟ پتامهه ٻاڻن جي نوڪن تي پيو رهيو. سرير اسهه دک سهندو رهيو. آتما بي‌انت ايذاءُ ڀوڳيندي رهي. اماالڪ هن کي وري سنگيت جي ضرورت محسوس ٿي. ٺيڪ آهي، جي اها هن جي ازلي دشمن آهي ته ڇا ٿي پيو؟ اهائي ته هڪڙي شيءِ آهي، جا هن کي سهارو ڏيو بيٺي آهي، نه ته باقي رهيو ئي ڇاهي؟ ۽ هوئن به زهر ئي زهر جو علاج آهي، ته پوءِ ڇو نه؟ ها جڏهن نه چاهيندي به منافقيءَ سان ئي سهي، پر اسان انهن ماڻهن سان به رستو رکيو ٿا اچون، جي

اسان جا دشمن آهن_ ويساهه گهاتي آهن، تہ پوءِ هو سنگيت سان سنگت ڇو نہ رکي؟ هن وري ريڊيو کوليو. هن وقت روسي ٻوليءَ ۾ عورت ۽ مرد ڳالهائي رهيا هئا. جيتوڻيڪ عورت جو آواز ڏاڍو وڻندڙ هو، پر هن کي ڪنهن جي ڳالهائڻ جي ضرورت نہ هئي. هن کي آنند لاءِ سنگيت کپي. هن سئي گهمائي. هاڻي ڪافي اسٽيشنون خاموش ٿي چڪيون هيون. اوچتو سئي اچي هڪ هنڌ تي بيٺي. دف ۽ بربط جو آواز ۽ ”يا حبيبي....“ زالن ۽ مردن جو گڏيل آواز، ڪورس. ۽ هن جو حبيب ڪاٿي آهي؟ ڪاٿي آهي؟ ڪيٽي سڏ ۽ پڙاڏا گونجندا رهيا. ڇا هيءَ ئي سندس حبيب آهي جو ساڻس گڏ ستو پيو آهي؟ نہ هي سندس محبوب ڪٿي آهي! هيءَ تہ سندس ٻارن جي ماءُ آهي. تہ پوءِ هن جو حبيب ڪاٿي آهي؟ ڪاٿي آ؟ ڪاٿي!؟.... وري سڏ ۽ پڙاڏا گونجڻ لڳا. هن دري کان ٻاهر ڏٺو. ڇاريءَ مان نظر ايندڙ آسمان ۾ هڪ اڌ چمڪندڙ ستاري کان سواءِ ٻہ ٽي ڏنڌلا ستارا وچي ٻڇيا هئا. هو ڪا مهل انهن تارن ۽ آسمان کي گهوريندو رهيو. ڪا طاقت هئي جنهن هن کي کٽي گئلريءَ ۾ آندو. هو گئلري ۾ لڳل شيخن ۾ هٿ وجهي اونداهي آسمان ۾ ڏنڌلن تارن کي ڏسڻ لڳو. هن آسمان، هن دنيا سان هن جو ڪيڏو سات. ڪيڏو سنگ رهيو آهي!!! ننڍو هو تہ، چنڊ ماما پاڻي ڏي_ پاڻي ۾ آ حرڪت تو ۾ آ برڪت، اندر ٻاهر سوجهرو، هڻ ٻلي کي موڇڙو. ٿورڙو وڏو ٿيو تہ ڏاڏي سائين هن کي تيڙو ۽ ڪتيون، وڇون ڪٽ_ لڏا_ ائٽ ۽ پين نکٽن بابت ٻڌايو ۽ تارن کي ڏسي وقت ٻڌائڻ سمجهايو. جواني آئي تہ: اپر چنڊ پس پرين تو اوڏا مون ڏور_ سڄڻ ستا ولهہ ۾ ڇوتا پري ڪپور.... ۽: اڄ چنڊ اڙي چنڊ، پرين تو تہ ڏٺو ناهي.... پر اڄ هن آسمان ۾ چنڊ ڪٿي آهي!؟ تارا تہ آهن پر چنڊ ڪيڏانهن ويو؟ ڪهڙي ازدها آئي جنهن چنڊ کي ڳڙڪائي ورتو؟ نہ چنڊ نہ پرين! نہ سڄڻ ستل ولهہ ۾! نہ ڇوتن منجهہ ڪپور! ڪاڏي ويا

سپ! ها ڪاڏي ويا؟ ڪاڏي ويو اهو ڳوٺ؟ ڪاڏي ويو ڪليل اڱڻ ۽ ڪوٺو جنهن تي سمهي هو چنڊ ۽ تارن سان روح رچنديون ڪندو هو ۽ چنڊ جي دلربا ۽ جهيڻيءَ روشنيءَ ۾ پٽائي ۽ اياز کي پڙهندو هو. وقت ۽ حالتن چنڊ کي ٿي نه، هر شيءِ کي ڳڙڪائي ڇڏيو. هن پنهنجي پرين جي اکين جي الماس جي روشنيءَ ۾ زندگي گذارڻ چاهي. هن هن کي هن جي پرينءَ کان ڌار ڪري جوٽس جي حوالي ڪيو ويو. هن ڳوٺ جي فطري ۽ روحاني زندگيءَ ڏانهن واپس ورڻ چاهيو. شهر هن جا سڀ جيان گوڏا چٽي ورتا. هن ڪا چڱي نوڪري چاهي، جنهن سان هن جو، هن جي گهر جو وقت خوشيءَ ۽ عزت سان گذري، پر هن کي واهيات بڻ نوڪرن جي ڏٻڻ ۾ ڦاسايو ويو! ڇا مليو هن کي؟ ها ڇا ڏنو هن کي زندگيءَ؟ تقدير؟ ڪنهن به ڇا ڏنو؟ ماڻهوءَ جو، دنيا جو، هن ڪائنات جي تخليق جو ڪارڻ؟ يا ائين ٿي صحيح آهي ته ڪو تخليق ڪار ڪونهي؟ دنيا ائين پنهنجو پاڻ، خود رو ڪارڻن يا ڪن حادثن جي ڪري وجود ۾ آئي آهي— ڪابه ميٽافزيڪل دنيا ڪانهي؟ پين فلسفين، ڏاهن، رشين، منين جيان، هن جي جاڪوڙ اجائي آهي؟ هو پلي ان کي کهڙي به نئين معنيٰ ڏئي، پراڻن مفروضن کي رد ڪري نون مفروضن سان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. ڪجهه نه ٿيندو، سواءِ ان جي ته ماڻهوءَ کي هڪ مان ڪڍي ٻيءَ يوٽوپيا ۾ ڦاسائيندو؟ سوال! سوال!! ۽ سوال!!! ۽ بي رحم آسمان وٽ ڪوبه جواب ڪونه! سوال به هن جا! ۽ جواب به هن جا! ۽ ان ئي ڳالهه هن کي تباهه ڪري وڌو آهي! ۽ پوءِ به هو ان کي هميشه لاءِ وسارڻ، ان کي وري ڪڏهن به نه سوچڻ جو سوچي به سوچي ٿو! ۽ موت ۾ دکي ٿئي ٿو! ڪاش هن جي هٿ ۾ پل پيو ڪجهه نه هجي، ڇڙو هڪڙي شڪتي هجي جنهن سان هو ماڻهوءَ جي عقلي قوت کي تباهه ڪري سگهي، ته سڄي دنيا جو ڪلياڻ ٿي وڃي. ماڻهو روحاني روڳ کان

۽ آزاد ٿي وڃي. ان ڪان وڌيڪ ماڻهو جي ٻي ڪهڙي سوڀ ٿي سگهي ٿي؟ جسماني بيماريون ته رڳو جسم کي پيڙا ڏين ٿيون ۽ روحاني ته ٻنهي کي- سرير ۽ آتما ٻنهي کي تباهه ڪري ڇڏي ٿي. هونئن به ڪافڪا جي ان ڇوڻ کي رد ڪري نٿو سگهجي ته سريرڪ بيماري آتمڪ روڳ جي اُٿل آهي. اوهه! وري سوچ! اهي هٿيار جي وڏيون دعوائون ڪندي به ماڻهوءَ کي تباهي جي گئس چيمبر مان ڪيڏي نه سگهيا! ۽ هو اجا انهن ڪان پنهنجا پلئه آجا ڪري نه سگهيو آهي! هن آسمان ڪان چهرو هٽائي هيٺ ڏٺو. گهٽي رات گذرڻ ڪري لڳ ڀڳ سيني گهرن جا بلب وسامي ويا هئا. ۽ سامهون ٻيءَ منزل واري گهر ۾ رهندڙ نئين وهانءَ ڪيل جوڙي جي بيڊروم تي به هاڻي اونداهيءَ جو راڪاس ڏند ڪڍيو بيٺو هو. هو ڪا مهل ان بيڊروم جي دريءَ جي لڏندڙ پڙدن کي ڏسڻ لڳو. ۽ امالڪ هن جي چپن تي ڪساري مرڪ هلي آئي. هي جوڙو جيڪو روز گيلريءَ ۾ اچي، هڪ ٻئي سان لڳي پاڻ ۾ گم ٿي دنيا ڪان لاپرواهه ٿي ويندو آهي، ۽ ڪجهه وقت هڪ-ٻئي ڏانهن پيار مان ڏسندي، مرڪندي، ميٺن ۾ ڳالهائيندي پوءِ اندر بيڊروم ۾ وڃي پڙدا ڪيرائي، ڳاڙهو زيرو بلب ٻاري، پريم جو ناٽڪ رچائيندو آهي، به هڪ ڏينهن جوڻس ۽ هن وانگر هڪ ٻئي ڪان لاتعلق ٿي ويندو. ڪنهن کي به ٻئي جي پرواهه نه رهندي رڳو فرض نڀائڻ رهجي ويندو. (اُئين جيئن شروعاتي دور ۾ جوڻس ۽ هن به اهڙي اداڪاري ڏيکاري هئي، جو هن کي ۽ جوڻس کي ان تي ڪو اڪيڊمي ايوارڊ ملڻ کپي ها.) اوهه! زندگي ڪيڏا نه ناٽڪ ٿي رچائي، ۽ نه چاهيندي به هر ماڻهو اداڪار ٻڻجيو وڃي. پر ناٽڪ جي اداڪاري ڪيڏي سولي، ڪيڏا فائدا ڏيندڙ آهي، ۽ زندگيءَ جي اداڪاري ڪيڏي ڏکي، ڪيڏي هاڃيڪار آهي، ۽ هو زندگيءَ جو اداڪار ٻڻجي ويو آهي! زندگي، جيڪا پلي ڪيڏي به ڪامڪ نظر اچي.

پر گهريءَ معنيٰ ۾ ٽرئجڪ آهي. وري سوچ! وري فلسفو! وري پنجوڙ! هن پنهنجو ستو گنلريءَ جي ڪنهڙي تي رکي ڇڏيو، ۽ اکيون ٻوٽي ڪا مهل هو ائين ئي پيو رهيو: سمهي رهه، سمهي رهه. تون ڏاڍو ٿڪجي پيو آهين. سمهي رهه سمهي. توکي ڏاڍي ننڊ جي ضرورت آهي. سمهي رهه، سمهي رهه. ڪي ٻه هٿ ڪونهن، جيڪي هن جي مٿي ۾ آڱريون ڦيرائي، هن کي ننڊ ڪرائين! ڪي ٻه ٻول ڪونهن، جيڪي پنهنجي مدرتا ۽ سرلتا سان هن کي شانتي بخشين! ۽ ها، هن جي ماءُ به ته نه رهي آهي! ۽ ههڙيءَ ويل ۾ ماڻهوءَ کي ماءُ جي ڪيڏي ضرورت ٿي رهي!؟ ماڻهو پل ته ڪيڏو به وڏو ٿي وڃي، ماءُ هن کي ڪپي، جا پيڙا پل ته ختم ڪري نه سگهي، پر ان کي گهٽائي ضرور سگهندي. ۽ هن جي درد گهٽائڻ لاءِ ماءُ به نه رهي آهي. هن کي شانتي ملي به ته ڪيئن؟ جڏهن ته شانتيءَ جي ديوي ئي نه رهي. موسيٰ جي ماءُ مري وئي ته هن کي جتي لاهي ٻوءِ طورسينا تي چڙهڻ لاءِ چيو ويو. ۽ هن جي ماءُ مري وئي ته هن کي اشانتيءَ جي اٿاهه آڙاهه ۾ اڇلايو ويو آهي. هن ڇرڪ پري اکيون کوليون. رستي تي ڪارن ڊڪن سان اڇي ٻلي ڏاڍي مزي، ڏاڍي ناز انداز سان ٽلي رهي هئي. اوچتو ٻليءَ کي الائي ڪهڙي اچي خوشي جاڳي جو هوءَ ٻود ۾ پرجي روڊ تي پيل ڪپڙي سان کيڏڻ لڳي. ڪڏهن ڪپڙي کي اڇلي، ڪڏهن ڊڪي ڪپڙي ۾ چڪ وجهي وري ان کي چنبا هڻي، ڪپڙي سان کيڏڻ لڳي. ٻلي ڪپڙي سان کيڏندي رهي. هو ڪپڙي سان کيڏندو رهيو. ڪڏهن ڪپڙي کي اڇلي، ڪڏهن ڊڪي وجي ان کي چڪ هڻي، وري اڇلي کيڏندو رهيو. ۽ آن کيل هن کي ڪا دير پنهنجي وجود کان لاپرواهه ڪري ڇڏيو. زندگي! اي زندگي! اتي رڪجي وڃ. بيهجي وڃ. ها اتي، اتي. پر نه، ائين نه ٿيو. آهستي آهستي هن کي پنهنجي هستيءَ جو احساس ٿيڻ لڳو، ته هن کيڏندڙ ٻليءَ تان اکيون کڻي، وري رات جي پاڪر ۾

پيل گهرن ۾ گهٽين کي ڏسڻ لڳو. هن وقت هر شيءِ پراسرار لڳي رهي هئي. زندگي- ڪائنات- هر شيءِ! ڪوبہ نہ سمجهي سگهندي سگهندو! ڪوبہ نہ چاڻي سگهندو تہ هي سڀ ڇاهي! آهي؟ ناهي؟ جاڪوڙ اجائي آهي. ها، سمهڻ گهرجي. شايد هاڻي هن کي ننڊ اچي وڃي. پر ننڊ ڪيئن اچي؟ هي بلب پرندو تہ ننڊ ڪيئن ايندي؟ هڪ ڀيرو وري ڪاوڙ ۾ وڪوڙجي ويو. ٻيوءَ ۾ لڳل مرڪيوري بلب اڄ بہ اڳي وانگر چمڪاٽ ڪري رهيو هو. هن جي دل ۾ اڄ بہ مرڪيوري بلب کي ڪا شيءِ هڻي، ڀڃي پورا پورا ڪري وايو منڊل کي اونداهي ڪرڻ جي خواهش جاڳي. هن نفرت مان بلب کي ڏٺو. ڇڻ ننڊ نہ اچڻ لاءِ اهو بلب ئي جوابدار هو. هو اتي وڌيڪ ترسي نہ سگهيو ۽ ڪمري ۾ گهڙي آيو ۽ پاڻ کي وري اچي هنڌ تي سٿيائين. ريڊئي جي ان اسٽيشن تان هاڻي پروگرام ختم ٿي چڪا هئا. هن وقت اسٽيشن تان هلڪي سرڙاٽ جو آواز اچي رهيو هو. هاڻي هن کي ريڊئي ٻڌڻ جو ڪو موهہ نہ رهيو هو. هن ريڊيو بند ڪيو. ريڊئي جي بند ڪرڻ سان هن جي ٻار ننڊ مان ڇرڪي هلڪي دانهن ڪئي. ٻار جي دانهن سان جوڙس اٿ جاڳي پئي، تہ ننڊاڪڙي نوع ۾ پنهنجي ٻار کي ڇڪي، ڪڇ ۾ ڪري، ٻار کي ٻيو ڏنائين. ڪجهہ وقت ٻار جي ڇڪڙ جو آواز ٿيندو رهيو، ۽ پوءِ ماءُ ۽ ٻار ٻئي وري الوٽ ننڊ ۾ پئجي ويا هئا. هو اڪيون بند ڪيو بہ سڀ ڪجهہ ڏسندو رهيو. هن کي هڪ ڀيرو وري ماءُ جي شدت سان ضرورت محسوس ٿي. هڪ ڀيرو وري ماڻهوءَ جي لاءِ ماءُ جي هجڻ، نہ هجڻ جي فائدي ۽ نقصان تي سوچڻ لڳو، ۽ هڪ ڀيرو وري هن کي پنهنجي سوچڻ جي علت تي ڇڙ وٺي وئي. هو سوچڻ بند ڪري، خالي ذهن سان ننڊ جو انتظار ڪرڻ لڳو، ۽ جڏهن ان حالت ۾ ڪا مهل رهڻ بعد بہ هن کي ننڊ نہ آئي، تہ هن کي اکيون کولڻيون پيون. هيءَ بي آراميءَ جي عادت هن کي هميشہ جي لاءِ پورو ڪري

ڇڏيندي. اهوئي بهتر آهي تہ ماڻهو هميشهہ لاءِ ختم ٿي وڃي. ان ڪان خچو بيچيني ٿيو، سڪون ۽ آرام لاءِ تڙپندو حياتي گهاري. پر موت بہ هن کان رسي ويو آهي. ۽ جيئڻ يا حالتن سڌرڻ جي خوشفهمي بہ تہ هن جي پچر تني ڇڏي. نہ، اصل هو ڪيدي آهي. هو موت کان، موت کان پوءِ جي دنيا، اڻ واقف دنيا کان ڊڄي ٿو. نہ تہ اولهہ ڪان پوءِ اوڀر ۾ بہ جيڪا آتم هتيا جي رسم پئجي رهي آهي، ان ۾ هو بہ شامل ٿي سگهي ٿو، پر هن ۾ جرئت ئي ڪانهي. هو ڪنهن بہ قسم جي سگهہ پاڻ ۾ پيدا ڪري نہ سگهندو. هن کي اڄ جي ڪري مونجهہ محسوس ٿي، تہ هو ڊائننگ ٽيبل تي پيل ڪولر مان وڃي پاڻي پيئڻ لڳو. پاڻي پي وري پٿيءَ ۾ هليو ويو، ۽ پٿي مان ٿي، هو اچي بستري ۾ سمهيو. ننڊ پوءِ بہ هن کي نہ آئي. ننڊ نہ اچڻ جي حالت ۾ هڪ بہ پيرا ڪو ڪتاب ڪٺي پڙهڻ يا وري ٻاهر گئلريءَ ۾ وڃي ويهڻ جي خواهش بہ جاڳيس، پر هن ايئن ڪرڻ سان، ننڊ جي وري صفا نہ اچڻ ۽ گهر وارن جي ننڊ ڦٽڻ جو سوچي اهو خيال ئي لاهي ڇڏيو. پنهنجي انهيءَ بيوسيءَ تي هن کي پاڻ تي باهہ وٺي وئي. نيوڪليئرس ويپنس ڪرندا رهيا. دنيا آڳ ۾ جلندي رهي. هو بہ سڙندو رهيو. پاڻي - پاڻي - پاڻي. پاڻي الائي ڪاڏي الوپ ٿي ويو هو. شايد ٻخار جي صورت ۾ خلائن ۾ گم ٿي ويو هو. هر شيءِ جيان پاڻيءَ کي بہ باهہ لڳي وئي هئي. العطش - العطش العطش - هو باهہ ۾ ڊوڙندو رهيو. ڊوڙندو رهيو، پاڻيءَ جي ڳولا ۾، ۽ ايئن ڪجهہ دير کان پوءِ هڪ ڪن لاءِ هن پاڻ کي پنهنجي ڳوٺاڻن دوستن سان گڏ واهہ ۾ ترندي ڏٺو. وري هن جون اکيون ٻوٽجڻ لڳيون. ڪن ڪنن ڪان پوءِ سدائين جان الائي ڪهڙين عورتن ۽ مردن جو مرڪندڙ منہيون هن جي آڏو تيزيءَ سان ايرتديون، لهنديون رهيون. هو وري پنهنجي ڳوٺ واري واهہ

جي ڪناري تخت راند (۱) کيڏي رهيو هو. هڪڙا واهه ۾ ڪريا پيا هئا ۽ پيڪ ۽ پوڙن ۾ هٿ وجهي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا، پيا انهن ڪي لتون هڻي هيٺ ڪيرائي رهيا هئا، ته ٽيان وري انهن ڪريلن کي سهارو ڏئي رهيا هئا، ته چوٿان وري انهن سهارو ڏيندڙن کي ٽيلها ڏئي ڪيرائي رهيا هئا. ڪي ٻنهي ڌرين جا واهه مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. ته ڪي ٻنهي ڌرين مان واهه ۾ ڪري رهيا هئا. هو هڪڙي همراهه سان گڏيندو پيو هو. همراهه سڄوري طاقت گڏ ڪري، هن کي هيٺ پاڻيءَ ۾ اڇلڻ جي ڪوشش ڪئي. هن همراهه جو وار بچائي، همراهه کي پاڻيءَ ۾ اڇلڻ جي ڪوشش ڪئي ته همراهه جا پير نڪري ويا. ته هن ان کي لت هڻي پاڻيءَ ۾ اڇلايو. همراهه وڃي واهه ۾ ڪريو. هو خوشيءَ ۾ هو ته مخالف ڌر جو پيو همراهه اچي هن کي لڳو. وري ٻئي هڪ ٻئي کي واهه ۾ اڇلائڻ جي ڪرڻ لڳا. ٻئي ڏاڍا زور ڏيڻ لڳا. هن جو پير ترڪڻ تان ترڪي ويو ته هو هيٺ ڪپر تي ڪري پيو. هن اٿڻ جي ڪئي ته همراهه هن کي ڌڪن سان هيٺ ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ڪجهه وقت جي پڌ ڪان پوءِ هو واهه ۾ ڪري پيو، پر ان هوندي به هن جو

(۱) تخت راند ۾ هڪڙي ڌر واهه جي ڪپر تي بيهندي آهي. ٻي ڌر پاڻيءَ ۾ هوندي آهي. پاڻيءَ واري ڌر ڪناري واريءَ ڌر کي چنگهن ٻانهن کان ڇڪي، هيٺ پاڻيءَ ۾ اڇلي، پاڻ ٻاهر ڪناري حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، ۽ ڪناري واري ڌر پاڻ کي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. جيستائين ڪنهن ڌر جا سڀئي ڄڻا پاڻيءَ ۾ ڪريل نه هوندا، تيستائين انهن نه هارايو هوندو، ۽ جيستائين ٻيءَ ڌر جا سڀئي ڄڻا ٻاهر ڪناري تي نه هوندا آهن، تيستائين اهي تخت جا حقدار نه هوندا آهن.

ٻُوڙي ۾ هٿ پئجي ويو ته مٿان ٻيڻل همراهه ان کي لتون هڻي هيٺ ڪيرڻ چاهيو. هو هڪ هٿ تي لتون کائيندو، ٻئي هٿ سان ٻاهر نڪرڻ جا جتن ڪرڻ لڳو. اوچتو هن جو ٻيو هٿ مٿي ٻيڻل جي مُرئي ۾ پئجي ويو، ته مٿي ٻيٺل جو پير به کسڪي ويو، ۽ هو به ان جي مٿان اچي ڪريو، ۽ ٻئي جي مٿان ڪرڻ سان هو پاڻيءَ اندر هليو ويو. هن پاڻيءَ جي مٿئينءَ سطح تي نڪرڻ چاهيو، پر پاڻي هن کي هيٺ پاتال ڏانهن گهليندو ويو. پاڻيءَ جي پيٽ اندر وڃڻ ۽ ٻڏڻ جي ڊپ کان هن پنهنجو وات بند ڪري ڇڏيو ۽ هٿ پير هڻڻ لڳو. اوچتو هن جا پير وڃي زمين سان لڳا، ۽ جنهن زور سان هن جا پير پٽ سان لڳا، تنهن زور سان هن کي زمين پاڻيءَ کان ٻاهر اڇليو. هو گوليءَ جيان پاڻيءَ جي مٿين سطح تي اچي نڪتو، ۽ ڪا مهل ساڻو ٿيو، پاڻيءَ مٿان پيو رهيو. پاڻي هن کي هيڏان کان هُتان، ۽ هُتان کان هيڏان پڇاڙيندو رهيو. هن جا حواس جاءِ ٿيا، ته هو اچرج ۾ اچي ويو. نه اهو واءُ! نه اها تخت راند! نه اهي دوست! ڪجهه به سا ڳيو نه! هو هڪ اٿاهه سمنڊ ۾ ڇولين جي رحم ڪرم تي پيو هو. ڪنارو ڪٿي آهي؟ ۽ هو ڪٿي آ؟ هو جيسين انهن سوالن جا جواب حاصل ڪري ئي ڪري، ان کان اڳ هڪ وڏي هيبت ناڪ لهر ان ڏانهن الرون ڪري اچڻ لڳي. هو سڄو هيسجي ويو، ۽ پوءِ وير کان بچڻ لاءِ هن سموري طاقت گڏ ڪري مٿي ٽپو ڏنو. وير لنگهي وئي ته هن سک جو ساهه کنيو، ۽ ڪناري جو خيال ڪري هڪ طرف ترڻ شروع ڪيائين. هو ترندو ويو، ترندو ويو، پر ڪنارو هن جي سامهون نه آيو، ۽ امالڪ هڪ ڊيڄاريندڙ شيءِ هن ڏانهن لوُهه پاتي. پهرياڻين هو ڊپ ۽ وائڙائپ ۾ ان پوائتيءَ شيءِ کي اکيون ڦاڙي ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ دانهن ڪري وڌي هڪ ٻيءَ ڏسام پڇڻ لڳو. هڪ وڏو ۽ خوفناڪ نانگ هن جي ڪڍ لڳي پيو. هو اڳتي ترندو به پئي ويو، ۽ پوئتي

ڪنڌ ورائي بلا کي پنهنجي پٺيان ايندي به ڏسي رهيو هو. جيئن هن تيز هٿ پير ٿي هنيا، تيئن اجگر به ڇوهو ٿيندو پئي ويو. جيئن پوءِ تيئن نانگ ۽ هن جي وچ جو مفاصلو گهٽجي رهيو هو. ان لاءِ هن سموري شڪتي گڏ ڪري اڃا به تيز ترڻ شروع ڪيو. اهالڪ هن جون اکيون وڃي هڪ جهاز تي ڪتيون. هن مدد لاءِ وڏي رڙيون ڪيون: ”بچايو بچايو! ڪو آهي جو مون کي بچائي! بچايو بچايو! رڙيون سمنڊ ۾ گونجڻ لڳيون پر ڪوبه بني بشر هن جي مدد لاءِ جهاز تي ظاهر نه ٿيو. پوءِ به نانگ کان بچاءَ جي آس اهو گونگو پوڙو جهاز ئي هو. هن جهاز ڏانهن تيزيءَ سان رخ رکيو. نانگ هاڻي اڃا هن جي پرسان پهتو هو. پر جيئن ئي نانگ هن تي آلر ڪئي، تيئن هن جهاز جي ڪناريءَ ۾ هٿ ڪپايا. هٿ ڪناريءَ تي، پير پاڻيءَ ۾- هو اڳتي وڌندو ويو. نانگ به جهاز جي ڪناريءَ تي چڙهي، هن جي ڪڍ لڳي چڪو هو، پر هو نانگ کان بچندو، هڪڙو سچو پاسو ڦري ٻئي پاسي جي اڌ تي آيو. پر جهاز ۾ نه در هو نه دري! نه ڪا ڏاڪڻ ۰نه رسي هن ڏانهن وڌي آئي! هن جي لوڻ لوڻ ڪانڊرجي وئي ۽ هن پڻ مان وڏي رڙيون ڪيون. سڏ پڙاڏا گونجندا رهيا پر ڪوبه آدمزاد هن جي مدد لاءِ نه آيو. هو ازدها کان بچڻ لاءِ پيو پاسو به ڦري آيو. پر در دريون يا ڪابه بچاءَ واري شيءِ سڄي ٻئي پاسي ڏانهن به نه مليس، ۽ اهالڪ چڪ هڻي ڪڍيس ته هو نانگ کان بچڻ لاءِ وري پهرين پاسي ڏانهن ڀڄڻ لڳو. پهرين پاسي طرف پهچڻ سان اوچتو هڪ دز پنهنجو پاڻ کلي پيو ۽ هو ٽپو ڏئي جهاز ۾ چڙهي پيو. در وري پنهنجو پاڻ بند ٿي ويو. هو جهاز ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏاڍو ڊڪيو، ڪنڊ ڪڙڇ جاچيائين، رڙيون ڪيائين، پر نه ڪو ساهوارو هو نه ڪا ڪائڻ جي شيءِ. هيڏي وڏي ۽ ماڻهن کان سواءِ جهاز هن جي بت ۾ سيسرات پيدا ڪري ڇڏيا. هاڻي جهاز کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪو در يا

رستو ڪونہ ھو. ھن کي جھاز ڪان ڊپ ٿيڻ لڳو. اوچتو ٻگل وڳو ۽ جھاز چرڻ شروع ڪري عجيب آواز ڪيڻ لڳو. ھن ڊپ ۾ـ وٺي ھيڏانھن ھوڏانھن ڊوڙ پاتي، ۽ وڃي ھڪ ديوار سان لڳو. ديـوار سان لڳڻ سان ھڪ عجيب ڏاڪڻ ھن جي آڏو ظاھر ٿي. ھن ڏاڪڻ تـي ڪٽي پـاڻ اڇليو. خودڪار ڏاڪڻ ڪانيائيءَ جيان ڦيرائي ڦيرائي ھن کي ڪٽي اڇليو. ھو وڃي زمين تي ڪريو. الائي ڪيئن اچي ھو وري پنھنجي ڳوٺ واري واھ جي پڪ تي پيو ھو. ڪناري تي. ڪرڻ سان ھن جون اکيون کلي پيون. دهشت ۾ ڪيترو وقت ھن جي دل ڌڙڪندي رهي. ھو تکا تکا ساھ کڻندو رهيو. ڪافي وقت ڪان پوءِ ھو سامت ۾ آيو، تہ ھو ان خواب کي سوچيندو رهيو تہ اھو خواب نفسياتي آھي؟ يا ڪو اشارتي؟ يا مورڳو روحاني؟ ھو ان جو تجزيو ڪرڻ لڳو. تجزئي ڪندي وري ھن کي گھيرٽ اچڻ لڳا. ھو ھڪ تمام عاليشان ۽ شاھي باغ جي ھڪ شاھي در تي بيٺو ھو، ۽ دربان ھن کي باغ ۾ گھڙڻ ڪان روڪي رهيو ھو. ھو اندر وڃڻ تي ضد ڀڏي بيٺو. ھن جو دربان سان جھيڙو ھليو پئي تہ امالڪ آسمان مان اڏند کٽولي تي ٽي پريون اچي لٿيون. ھيون تہ ٽئي ڏاڍيون سندر، پر ھڪڙي نہ رڳو ڪپڙي لٽي، پر سونھن جي خيال ڪان بہ انھن ٻنھي جي راڻي پئي لڳي. ۽ ھوءَ ھئي بہ سچ پچ مھاراڻي. ھن کي دربان نياز ۽ نوڙت مان جھڪي سلام ڪيو، ۽ راڻيءَ حاڪماڻي انداز مان دربان کان سربستو احوال ورتو، ۽ پوءِ ھن ڏانھن منڙيءَ مرڪ ۽ دلربا نگاھن سان پڇيو، ”اي اجنبي! تون منھنجي باغ ۾ ڇو ٿو گھڙڻ چاھين؟“

ھن راڻيءَ کي ٻڌايو، تہ ھڪ تہ ھو وڏو پنڌ ھئي ڏاڍو ٿڪجي پيو آھي. ٻيو تہ ھن کي بک ۽ اڃ بہ ڏاڍي لڳي آھي، جو ھو آرام ڪرڻ ۽ ميون سان پيٽ ڀرڻ ٿو چاھي، ۽ ھي خوبصورت باغ بہ اھڙو آھي جو ھن کي پاڻ ڏانھن ڇڪي ٿو. تنھن تي ھن

پريءَ چيو، ”نوجوان! ڇا هي باغ مون کان به سندر آهي؟“
تنهن تي هن پرين جي ملڪا ڏانهن ڏٺو، ته ڏسندو ئي رهيو.
هن ڪجهه ڳالهائڻ چاهيو، ته هن جي زبان وچڙڻ لڳي. لفظن
هن جو سات نه ڏنو. هو سونهن جي سحر ۾ گرفتار ٿي پنڊپهڻ
ٿيڻ لڳو. تڏهن هن پري سندس حالت سمجهي مهر پريءَ مرڪ
سان چيو، ”خبر ٿي ته مان ڪير آهيان؟ مها سندري! ممتاز،
دمساز جي قصي واري! جنهن پريءَ تي تون ننڍي هوندي عاشق
هوندو هئين، ۽ ان کي ڦاسائڻ لاءِ ڪيئي چلا ڪيندو هئين،
۽ عمل ڪندو هئين. اڄ، اڄ تون منهنجو مهمان آهين. مون
سان گڏجي کاءُ پيءُ ۽ آرام ڪر. توکي منهنجي ناچ ڏسڻ جو
شوق هوندو هو نه؟ مان توکي اهو به ڏيکاريندس، پر اڄ نه،
جو اڄ مان سڀ لوڪ ۾ مهاراجا اِندر وٽ نچي نچي ٿڪجي
آئي آهيان. سڀاڻي مان تنهنجي لاءِ محفل مچائيندس.“ شاهي
دروازو کلي ويو. ڪيترائي نوڪر ۽ غلام سجدي ۾ ڪري
پيا. مهاسندري هن جي هٿ ۾ پنهنجو هٿ ڏيو، پرين سان گڏ
شاهاڻي انداز سان هلڻ لڳي. اندر ته اڃا به اور لڳو پيو
هو، جنهن جو هو سوچ به ڪري نٿي سگهيو. امالڪ وٽن مان
هڪ شاندار محل ظاهر ٿيو. ”ته باغ اندر محل به آهي!“ هو
اڃا به تپرس ۾ پئجي ويو. محل جي در تي پيا به ٻانها ۽
ٻانهيون هيون. سيني جي هٿن ۾ چانديءَ جا قسمين قسمين رنگن
سان پريل گلن جا ٿالهه هئا. نياز نوڙت ۽ ڏنڊوت کان پوءِ
هنن السٽي راڳ ڇيڙي گلن جي ورکا شروع ڪئي. ان ڏينهن
هن خوب کاڌو پيتو: ست رڇيون، ڪيئي قسمن جا شربت ۽
شراب. ۽ پوءِ هن کي هڪ شاندار ڪمري ۾ آرام ڪرڻ لاءِ
آندو ويو. مهاسندري راتوڪي اوجاڳي ڪري پنهنجي ڪمري
۾ هلي وئي ۽ هن کي به جلدي ننڊ ڪٺي وئي. ٻئي ڏينهن هن
جي اک کلي ته ڪچڙي منجهند ٿي چڪي هئي. هن جي اٿڻ
سان هن کي شربت، ميوا ۽ ٻيون شيون پيش ڪيون ويون ۽
چيو ويو ته مهاسندري شام کان اڳ هن سان ملي نه سگهندي

جو اچا هوءَ آرامي آهي. هو دلفريب باغ جو چڪر ڏئي،
اڻ ڏٺل پکين جون منڙيون لاتيون ٻڌي وري سمهي پيو. جڏهن
هن کي اٿاريو ويو ته رات ٿي چڪي هئي. مهاسندري ڪلهه
کان به وڌيڪ سندر لڳي رهي هئي. بسنتي لباس ۾ هن جي
سونهن کي ڏسڻ ڏاڍو ڪٺن ڪم هو. وري هن جي آڏو قسمين
قسمين شراب ۽ کاڌا آندا ويا. هو کائيندو پيئندو به رهيو ۽
مهاسندريءَ جا مٺا ٻول به ٻڌندو رهيو ته سونهن مان سرڪيون
به پريندو رهيو. ڪافي دير کان پوءِ اوچتو راڳ ۽ رنگ جي
محفل شروع ٿي وئي. اهڙو الوهي راڳ هن نه ڏٺو هو، نه ٻڌو
هو. اما لڪ مهاسندري هن ڏانهن وڌي آئي. ”توکي ناچ ايندو
آهي؟“ ”نه اهڙو ته نه، پر جڏهن مان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو
هوس، تڏهن رات جو پنهنجي پارٽنر سان گڏجي مغربي موسيقيءَ
جي ڌُن تي ڊانس ڪندو هوس.“ ”ٺيڪ آ اڄ مان توکي سرڳ
لوڪ جو ناچ سيکاريان ٿي. ڇا ياد ڪندين!“ مهاسندري شيرين
مرڪ سان هٿ ڏئي هن کي هيٺ لاٿو، ۽ هن کي سرڳ لوڪ
جو ناچ سيکارڻ لڳي. آهستي آهستي هو پڙ ٿيندو ويو. پوءِ
هُو هو ۽ مهاسندري هئي. هن جو سرير ڏي نه، آتما به مهاسندريءَ
سان رقص ڪرڻ لڳي. ڪافي وقت اهو سمو وجود ۾ رهيو،
۽ پوءِ محفل ٽٽي ته هو مهاسندريءَ سان گڏ وسمه ۾ وجهندڙ
هن جي آرامگاهه ۾ آيو، ۽ پوءِ سرير ڏي نه، آتمائون به هڪ
ٿي ويون. آنند ۽ آنند هر طرف آنند هو. ڪير آهي، جو هو
الوهي راڳ ڳائي رهيو آهي؟ اهي ساز ڪهڙا آهن، جن مهڙي
منڊيندڙ ڌن ڇيڙي آهي؟ هي ڀڳوان، مهڙي ڏي آنند ۽ مڪتيءَ
جي تنهنجي بندي کي ضرورت آهي، ۽ تو هن کي ڪهڙي
نه مهاڀو ساگر ۾ اڇلي ڇڏيو آهي! اوچتو ٻار جي رڙين تي
هن جي اک کلي پئي. هن کي زال تي چڙ اچي وئي، ۽ هو
زال کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو، ته ڪيس ٻارن پالڻ جو ڪو
ارڪان ڪونهي، ۽ نه هن جي ننڊ جو ڪو خيال. جوڙس به
ان تي وڏو وات ڪيو، ۽ ميڪندي چيائينس ته سڄي رات ننڊ

ٿو ڪرين ته به پيٽ ٺٿو پرجئي، ۽ سندس ننڊ ته ٻار جي ڪري هر هر ڦٽي ٿي وڃي، تڏهن به هو شڪايت جو ڪو حرف به نٿي ڪڍي. جوڙس پنهنجي جند ڦاسڻ جو ميهڻو به ڏنو ته ٻار کي ٺٿ به وهائي ڪڍي، جنهن تي ننڍڙي اڃا به گهڻو ڪيٺو ڪيو. هو اٿي ٻاهر آيو، ۽ ٻاٽي پيتائين. اندر آيو ته ٻار اڃا به رڙي رهيو هو، جيتوڻيڪ هاڻي جوڙس هن کي پيار ۾ ريجهائي رهي هئي. هن کي ماءُ ۽ ٻار کي رنڊ ڏيڻ جو ڏاڍو خيال آيو، پر هن پاڻ کي قابو ڪيو. ڪافي دير کان پوءِ ٻار بس ڪيو. ٻار ۽ ماءُ جي ننڊ ۾ وڃڻ کان پوءِ هو به وري ننڊ جي گود ۾ هليو ويو. ڪافي دير کان پوءِ هن جي اک کلي ته هن پنهنجي مٿان وڏن وارن ۽ ڏندن واري هڪ بلا ڏٺي جا هن جي نڙي ۾ چڪ وجهي هن جو رت پيئڻ لڳي هئي. هن دانهون ڪرڻ چاهيون پر هڪڙي دانهن به هن جي نڙيءَ جي سرنگهه مان ٻاهر نڪري نه سگهي. هن ٻئي هٿ بلا جي منڍيءَ ۾ وجهي بلا کان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. اها ويڙهه ڪافي وقت هلندي رهي، ۽ نيٺ هو ان بلا کي اڇلائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ۽ پوءِ هو حيران ٿي ويو ته نڪا بلا هئي نه ئي ڪا هن جي ڳچيءَ مان رت وهي رهيو هو، نه ئي سندس ڳچيءَ تي ڏندن جا نشان هئا، پر هو بستري تي بلڪل ٺيڪ ٺاڪ سمهيو پيو هو. ۽ جوڙس ۽ پٽس به بيفڪيا ٿيا ستا پيا هئا. ڪجهه وقت هن جي دل تيز ڌڙڪندي رهي. اهو ڇا هو؟ نائيٽ ميئر؟ هليو سي نيشن؟ يا ڪجهه پيو پراسرار؟ هن کي ننڊ اچڻ لڳي، پر هن ان بلا جي پڇ کان اکيون ٻوٽڻ نٿي چاهيون، ان ڪري اکين کي زوريءَ کوليائين ٿي. امالڪ لائوڊ تي فجر جون ٻانگون اچڻ شروع ٿيون ته هن کي ننڊ کٽي وٺي. ۽ جڏهن هن کي صبح جو ننڊ مان جوڙس اٿاريو، تڏهن هن ڏٺو، ته رات ختم ٿي چڪي هئي، ۽ هاڻي ڏينهن جو وارو هو! نه چاهيندي به نستائي ساڻائي ۽ لاچاريءَ مان هن کي ڏينهن جي آجيان ڪرڻ لاءِ هنڌ تان هيٺ لهڻو پيو ۽ ڏينهن ڇتي ڪتي جيان هن تي روُمڙ ڪري آيو.

□□

# اڪبر سومرو

## بسنت

(ڪهاڻي)

ڪاري چاپئين ڏاڙهي، پنيا پٽونءَ ڪٽ وارا، اکين ۾ شفق جهڙي سُرخي، انب جي قار جهڙو نڪ، اڏ تاڪيي جي ڪانئچ، بوسڪيءَ جو پٽڪو، پيرن ۾ چانديءَ جو بوٽ، بگي ڪهاڙي ڪلهي تي- مڙس ڇهه هٿي بلا هو. ڪنهن جو ڊپ ڊاءُ نه هئس، راڄ ڊچندا هئس. مٿي اگهاڙي ماڻهوءَ کان پيلا کهڙو اشراف ونءُ نه ويندو؟ ڇيڙاڪ ٻه حد درجي جو هو. هڪ پيري رڳو وڏيري زوراور خان سندس ڳوٺ جي هڪڙي نياڻيءَ کي تڪيو ته بسنت سندس اوطاق ٽپڻ کان بس ڪئي. چئي: ”وڏيرا، سنگت پنهنجي جاءِ تي آهي ۽ عزت پنهنجيءَ جاءِ تي. ڳوٺ راڄ تي جنهن جي اک هوندي سو وري کهڙو چڱو مڙس هوندو؟.... پئسي وارو آهين ته پنهنجي لاءِ. منهنجي ڳوٺ جي نياڻين ۾ اکيون وڌيون اٿيي ته نڪتل هونديئي. بسنت چور آهي ته ڇا ٿيو، اهڙو واهياتو ڪونهي!“ ۽ وڏيرو ڇڻ لوڙهي ۾ پٽ ڪتل پاڙئي ڪٽي جهڙو ٿي ويو. سُسي سانڊي جيترو وڃي ٻچيو پر ڦڪائيءَ کي وندرائڻ ڪاڻ ڇيو هئائين: ”چڱو مڙس جيڪو آهين سو سڄاڻانءِ ٿو! پوليس کان ليڪين ته اڇيو اسان جي ٿر ۾ ڪيرين. باقي، پاڻ کي پيو پڏائين. اهڙو تنگيسر هجين ها ته....“

”وڏيرا....“ بسنت جون نبضون ٽاٽجي ويون، ڳاڙهسريون اکيون چنجهيون ٿي ويس، ٻانهن جا وار آيا ٿي ويس. وڏيري کيس اهڙو ميهٽي هاب ڪيو هو ڇڻ ڪنهن رَن کيس لتون هٽي ڪٽ ٽان پاڙيو ڪري لاٿو هجي! هَن ڏند ڪُرٽيا ۽ وڃي ڪهاڙي ڪنئي ۽ وڏيري جو ڳپيا ڳپيا بدن هن جي خيالن ۾ ڦرڻ لڳو. ”هان.... ٺيڪ آهي.... چڱو اهو تون ۽ تنهنجي پُليس ڏسنداسون!

نبري پونداسون....!!“ هو رڳو ايترو چئي سگهيو، ڪٽ تان
پٽڪو کڻي ڪلهي تي رکيائين ۽ بگي ڪهاڙيءَ مان ڇلڪا
ڏلڪا ڪيندو اچي بنان تل جي گهوڙيءَ تي چڙهيو ۽ نواب پور
جي ڳوٺ جي ڏڏڙ ڏانئيندو هليو ويو.

وڏيري سندس نظر ۾ هڪڙي خسيس ماڻهوءَ، ماڇي ماڇيءَ جي
پٽ بسنت هٿان سندس نڙيءَ ۾ لڳل بيعزتيءَ جو تير سٽ
ڏيئي ڪڍيو ۽ ڇپن ۾ پڙڪيو، ”دلو....! مهاڻي جو پٽ، اڄ
ايتريءَ مانيءَ کي پهچي ويو آهي جو اسان سان به سامهون ٿو ٿئي.
ڳوٺ جي ڇوري نٿي ڪڻايم ڇڻ پيٽس کي ٿي ڪڻايم!“

ٻئي ڏينهن وڏيرو انبن جون اٺ پيتيون جيپ ۾ رکائي ويو
شهر، ٿاڻي تي ۽ صوبيدار سان صلاح ڪري ڳاڙهي دستي ۽
بسنت جا ڏس پتا ڏيئي بياونو ٿي اچي ڳوٺ لٿو.

هڪڙي شام جو جڏهن سج ڏرتيءَ جي سيني تي ڪنڌ رکي
سمهڻ وارو هو، پکي پکڻ واهيرن تي وري رهيا هئا ۽ پيلون
۽ ڇالون وڻاڻن تي موتي آهورا خالي ڪري رهيون هيون ته
ڏتي لغاريءَ جي ڳوٺ تي پوليس جيپون پري اچي لٿي ۽ گهيرو
ڪري فائرنگ شروع ڪري ڇڏيائين. خانڻ لغاري به ڪو پاڙيو
پٽو ڪونه هو، راڄائتو مڙس هو، ملڪن ۾ سنگت هئس،
ڇڙو ٻڪيو مڙس هو، پارنهن هيانءَ هئس. سندس ديري تي بسنت
رهيل هو جنهن کي مارڻ يا جهلڻ لاءِ پوليس گهيرو ڪيو هو.

”پيلي هٿيار پاڻ وٽ هفتو سڄو ڪونه ڪٽندو. هاڻ مڙس ماڻهو
ٿيو.“ خانڻ، بسنت ۽ ٻين ڪاٽڪن کي هڪل ڪئي. بسنت
پٽڪي جو پلاند چاڙيءَ وٽان ورائي ٻٽ ٻڌي ۽ رائيفل کڻي
وڃي اوٽ ورتائين. دوبدو مقابلو ٿيو. ٿي پوليس وارا ماريا، هڪڙو
ڪاٽڪو مئو ۽ بسنت يارن سميت گهوڙيءَ تي چڙهي گهيرو
ٽوڙي نڪري ويو ۽ وڃي پيلي ۾ لڪو.

سال يڪو پيلي ۾ لڪو رهيو. ڦريون ڪيائين، هٿيار ورتائين،
گولين جا انبار گڏ ڪيائين، نيٺ ڇيٽ لٿيو ته بسنت وڏيري

کي خط لکيو: ”پنج لک رُپيا آماڻ! نہ تہ مهمان آهيان.“
”چڱو، هيءُ بہ هاڻ خط لکيو ٿو پئسا گهرائي!“ وڏيري اوطاق تي بسنت کي گاريون ڏيندي چيو: ”هُون!... ماڻهن جو پٽو خراب ٿي ويو آهي.“ وڏيري پئسن کان نابري واري. مُلي جي ڌوڙ مسيت ٿائين ۽ وڏيري جي ڌوڙ ٿاٽي ٿائين، سو وچي پوليس جي پير ورتائين. انجام واري ڏينهن تي بسنت سنبري اچي کري تي لٿو، کري کي باهہ ڏنائين، ٽريڪٽر ۽ ٿريشر کي ساڙي آخر ۾ ٽيوب ويل جي ٽرانسفارمر کي بہ گوليون هڻي باهہ ڏئي ويو. پوليس پهچي ٿي پهچي تنهن اڳ کٽک کوئلا تي ويئي ۽ بسنت وچي هنڌائتو ٿيو.

وڏيري جو اندر بہ کٽک جيان کوئلو ٿي ويو. گاڏيون پڳيون، پئسا پاڻيءَ جيان هليا، پوليسون ڊوڙيون، پير کٽي ملک لتاڙيائون پر پير وچائجي ويا. عملدار ڪُکڙ کائي اوگهرايون ڏيئي وچي گهر ويٺا. بسنت هاڻ کاٽکو چور تہ هو. کونہ جو کنهن وڏيري جي اوطاق تي رهي. هن لاءِ هاڻ اوطاقون رهڻ لائق نہ رهيون هيون.

پنهنجي ساهہ وڏيري وڙول ڏنو تہ پتو پيس تہ درياءَ جي هن پار ٻيلي ۾ بسنت جون محفلون متيون ٿي ۽ ٽر جي ٻر ۾ پٽن ۽ پاڻن پر سپائي سنگتياڻيءَ ساڻ همراهہ جون ٻتيهہ دليون آهن جتي هو راتيون گذاري ٿو.

ٿَر جي پئسن مان بسنت درگاهون پيتيون، دعائون گهريون، پَٽڙ وڌائين، امام جي علمن جون بيرڪون ڏنائين، غريب غربي جون مددون ڪيائين ۽ خيراتون ڪيائين. هڪ پيري هو سپائيءَ جي سنيهي تي پهتو ٿيو تہ پوليس وري اچي گهيريس. بہ ٿي ماري سپائيءَ سميت کٽي گهوڙيءَ کي آڙي هنيائين. وڏيرو وري بہ ٿڪو ڦودنو ٿي ويو. شڪار سورن جي هٿان نڪري ويو. وڏيري جي دشمني بسنت کي هڪ ڏينهن وڏيري جي خويليءَ ۾ وڏي ويئي. بسنت برقعو

پاڻي يارن سان رائيفلون کڻي وچي وڏيري جي کنڌ تي ڪڙڪيو ۽ آنڌا اٿلائي وڌائينس. وڏيري جون اکيون رت ۾ ٻڌ تي ويون! هوڪريو مچي ويو: ”وڏيرو ماري ويو!“ ۽ نواب پور جي دشمنيءَ ڪي پنجو اچي ويو. وڏيري کي ماريُ بسنت سمهيو تہ هاڻ هو گهڻي قدر واندو آهي سو اولانيا لاهي ويهي رهيو. پر هڪڙيءَ رات جو ميلي مان گهمي همراهہ ٻاهر نڪتو تہ جيپ تي گولين جو وسڪارو ٿي ويس. ٻاهر مقابلي لاءِ لٿو پر ٽنگن ۾ گوليون لڳيون هئس سو هلڻ کان هلاڪ ٿي پيو. بيوس آڏن بار چڙيا. مڙس کي ورائي کڻي قابو ڪيائون ۽ وڻ سان ٻڌي گولين سان چاڻي چلي وڌائونس. ٻئي ڏينهن خبرون چڱ پيلي ۾ ٻاهر: ”بسنت پوليس جي مقابلي ۾ مارجي ويو.“
ڪاري ڏاڙهيءَ ۾ رت جا ڦڙا اٽڪي پيس. انعام ورهائجي ويا.
پيلي ۾ سپائيءَ جي وجود ۾ وَڍ پيا ۽ آنڌا چيري ٽنين ڏاڙيل کي جنم ڏنائين. ٻار هونگڙيون ڏيڻ لڳو ۽ سپاڏي کيس لوليون.
□□

○ ادب ۾ تجربي جي افاديت يا ڪاميابي جاچڻ پرکڻ لاءِ ٻہ ڪي ماڻ ۽ معيار مقرر ٿيندا آيا آهن ۽ ٿيڻ کپن. مثلاً: تجربو پنهنجو پاڻ ۾ ڪو مقصد ڪونهي بلڪ فنڪار لاءِ پنهنجي وقت، انيو ۽ ويچار جو، نسبتي طور بهتر، مگر اڻ ٽر اظهار جو وسيلو آهي. جڏهن بہ ڪو تجربو يا ڪي تجربا ساهتڪار جي احساس، انيو جي اڻ ٽر مگر سهج ضرورت مان ڦٽي نڪرن ٿا، تڏهن ئي انهن مان ڪجهہ نئون ۽ ارٿوان ملي ٿو. ڪوبہ تجربو فقط شوق، ريجهڪ، نقل يا ڌماڪو پيدا ڪرڻ جو نتيجو نہ هئڻ کپي. جڏهن ايئن ٿيو آهي تہ اهو عارضي شعاع بعد رک جو ڍير بڻجي رهجي ويو آهي.
— هيرو شيوڪاڻي

# عبدالرحمان سيال

## گول چڪري کان اتر طرف

(ڪهاڻي)

صبح جو وقت آهي. اسڪول ـ بس مان لهي روز وانگر چئن ڪمرن تي ٻڌل ڪاليج واري بلڊنگ ڏانهن رخ ڪيم ۽ روز وانگر جلديءَ جلدي ڏاڪڻ تان چڙهندو ڪلاس روم ۾ پهتس. رفتہ ڪاپي کي زور سان سيٽ تي اڇلائي وراندي ۾ اچي بيهي رهيس. هيڏانهن هوڏانهن نظر ڊوڙائي ڏٺم پر اڄ ڪاليج جو پٽيوالو بہ ڪونہ آيو هو. روز وانگر ڪلاس ۾ ڪاپي رکي سامهون ڪورٽ ويو بلڊنگ تي لڳل انگريزي اڙدو فلمي پوسٽرن جي قطار کي وڏي چاهہ سان ڏسڻ لڳس تہ ان ۾ ڪجهہ نون پوسٽرن جو اضافو ٿيو آهي. جنس اوپارينڊڙ پوسٽر شايد امتحان وٺڻ لاءِ لڳايا ويا هئا. پوسٽرن جي پويان ڪورٽ جي ٻاهران پونگڙين هيٺان مٽنشين جون ڪرسيون ٽيبلن مٿان ڏٺم جيڪي روز وانگر اُبتيون لڳيون پيون هيون. اهو سڀ ڪجهہ ڏسڻ کان پوءِ هيٺ لهي آيس. ڪاليج واري بلڊنگ جو چڪر لڳايم پر ڪوبہ اهڙو ماڻهو ڪونہ پهتو هو جنهن سان ويهي گهڙي ڪن وقت گذارجي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو مون جهڙو سدورو آڙيو ٿڙيو شاگرد اچي نڪرندو هو تہ پوءِ چڱي ڪچهري ٿي ويندي هئي ۽ وقت بہ چڱو گذري ويندو هو.

پر اڄ ڪوبہ شاگرد ڪونہ آيو هو. بس، مان اڪيلو ٿي هئس. اڪيلو هئڻ ڪري ڏاڍو بور پيو ٿيان. ڇا ڪيان؟ ڪيڏانهن وڃان؟ اڃا انهيءَ خيالن ۾ گم هئس تہ اوچتو گهڙيال جو گهنڊ وڳو. نظر وڌم تہ ساڍا ـ ست ٿيا هئا. ٽائيم ڏسڻ سان ويتر بور ٿيڻ لڳس. ڪاليج شروع ٿيڻ ۾ سڄو سارو ڪلاڪ پيو هو. ڪاليج جو پهريون پيريڊ مس جمال جو هوندو آهي. هونئن تہ پهريون پيريڊ ڪنهن کي بہ اٽينڊ ڪرڻ ياد ڪونہ هوندو هو.

اڪثر ڪري گهڻن ڪان پهريون پيرڊ مِس تي ويندو هو. پر
جڏهن ڪان مِس روزي جمال اسان جي ڪاليج ۾ آئي آهي
تڏهن کان شاگرد ڪلاس شروع ٿيڻ کان ’اڳ ۾ اچي ويندا آهن.
سڀڪو ڏهي ڏڪي اچي پهچندو آهي. ڪلاس شروع ٿيڻ ۾
سچو سارو ڪلاڪ پيو هو. دل ۾ ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. جڏهن
پيو ڪجهه نه ڪري سگهيس ته دل ئي دل ۾ اسڪول - بس جي
ڊرائيور کي پهرين پيٽن ۽ پوءِ گاريون ڏيڻ لڳس. ڇو ته جيڪا
باهه گاريون ڏيڻ سان لهي ٿي آها ٻئڻ سان نه! ’.... ڪنهن جاءِ
جو! صبح جو ساڍي پنجين وڳي ٿو ننڊ مان اٿو پوي رڳو
اسڪول بس تي پهچڻ لاءِ.‘ بيوس تي اسڪول واري ڏاڪڻ
تي ٿنبي کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيس. ڏهه پندرهن منٽ گذري
ويا پر ڪوبه دوست ڪونه آيو هو جو ويهي وقت گذارڻ
خاطر ئي ڪٿي عشقي داستانن جا ڪوڙ ڇيڙيون. دل ۾ خيال
ڪير ته گهر ڪان واندو ڪير هوندو جو ساڍي ستين وڳي
ڪاليج ايندو. شهر وارن لاءِ ته اڃا سج چڙهڻ اپريو ئي ڪونهي.
ڪير ٿو اچي انهن ڪان اڳ ۾، سواءِ اسڪول جي ٻارن ڪان
جيڏانهن نظر ڪٿي ڏسان سُڃ ئي سُڃ هئي. انهن پيو لڳيم ڄڻ
ڪنهن راڪاس جي ڏپ ڪان ماڻهو گهرن ۾ لڪا ويٺا هجن.
اسڪول جي ڏاڪڻ تان اٿي هٽ لوڏيندو اسڪول جي ٻاهرين
وڏي گيٽ تي اچي ويهي رهيس. هلڪي هلڪي ٽرئفڪ هلي
رهي هئي.
روز ڪاليج ڪان ٻاهر ڪلاڪ گذارڻ لاءِ ڪيڏانهن نه ڪيڏانهن
نڪري پوندو آهيان. اڄ به فردوس سنيما ڪان ٿيندو گول
چڪري واري جاءِ تي اچي ويهي رهيس. دل ۾ اِهائي پيڙا ته
صبح جو وقت آهي، من ڪو درشن ديدار ٿي وڃي. پر اتي به
ايئن پئي لڳو ڄڻ وڏن راڪاسن مان ڪو راڪاس صبح سويري
پنهنجا پير گهمائي ويو هجي. پر اصل ۾ مان هئس جو صبح
جي وقت ’اهڙيون اجايون ڳالهيون سوچي رهيو هئس. الائي ڇو

اج بيچيني حد کان به وڌيڪ وڌي ويئي هئي.
اڄ به وڪون پائيهئي ڪنهن نه ڪنهن پاسي گهلجي ويون. گول چڪري کان ٿيندو سڌو سيماب ڊرائي ڪلينرس, وٽان ڦرندو اتر طرف واري گهٽي ڏانهن وڌيس. ڪي ڏينهن هئا جو آئون هرروز انهيءَ گهٽي مان گذرندو هئس. پر اڄ گهڻي وقت کان پوءِ ان گهٽي ۾ داخل ٿيو آهيان. گهٽيءَ ۾ سڌو نظر ڊوڙائي ڏٺم پر مڙوئي خير هو. ٿورو اڳتي وڌيس. رستي تي ڪو پٿر پيو هو. فوٽ بال جو شوقين آهيان. عادت کان لاچار ٿي بوٽ سان زورائتو ڌڪ هنيومانس. پٿر ڌڪ هڻڻ سان پري وڃي نڪتو هو. مٿي ڪنڌ کڻي ڏٺم ته اهو پٿر سامهون ڪنهن در تي وينل چوڪريءَ جي پرسان وڃي پيو هو. ڏاڍو شرمسار ٿيس. دل ۾ خيال ڪيم: چوڪري ڇا سوچيندي. شايد اهوئي سوچيندي ته ڪو چريو آهي، يا شايد اهو سوچيندي ته ڇيڙڻ ٿو گهري. سوچيم: ڪيتي مائٽن کي سڏ ڪري صبح سوير ڏياري نه ڪا ڏاهوڪي مار ۽ نڪري نه وڃي دماغ مان عشق جو دونهون. پوئتي موٽڻ جي ڪيم. دل ۾ خيال ڪيم، اهڙي ڊوڙ پائي پڇي وڃان جو مون تي نظرئي نه پويس. پر الائي ڇو هڪ وک به پوئتي وري نه سگهيس. سامهون وينل چوڪري پنهنجي خيالن ۾ گم هئي. اڇا ڪپڙا ۽ مٿي تي ڪاري گندي هيس. ڪاراڻ مايوسي جي نشاني آهي، يا وريءَ پيار ۾ شڪست جي نشاني. پر اڄ ڪلهه جي فئشن ۾ ڪارو ڪپڙو گهڻو ڪري پسند ڪيو پيو وڃي، پوءِ ڇو نه ڪٽي پائينڊڙ جو رنگ ڪارو دانگي جهڙو ئي هجي. چوڪري ڪنڌ کڻي مون ڏانهن نهاريو. پر هيءَ ته سونهن پريو چهرو هو. جهڙو چاتل سچاتل، جهڙو ڏٺل وائٺل. هن مون کي ڏسڻ شرط شايد سڃاڻي ورتو. آئون وري گهٻراهٽ ۾ ڪنڌ مٿي ڪري بلڊنگ تي لکيل انگلش ٽيچنگ اسڪول جو نالو پڙهڻ لڳي ويس.
پيهر نظر ملايم. دل جو عذاب چڻ وڌڻ لڳو. پراڻا ڦٽ چڻ

اٿلي پيا هجن. وچي پاڻمرادو بناارادي چڪجي بيهي رهيس.
انهيءَ سوچ ۾ هئس تہ اڳتي هليو وڃان؟ ڳالهايانس يا نہ؟ ڇا
ڪيان؟ ڳالهائڻ گهرجيم يا نہ؟ هُن مون ڪي ڏسي مرڪيو،
شايد منهنجي هيٺي حال تي. مان اڃا بہ سوچڻ ۾ گم هئس. پر
پوءِ هيڏانهن هوڏانهن نهاريم تہ ڪير ڏسي تہ ڪونہ ٿو! پر
ڪوبہ ڪونہ هو. هو پنهنجي اسڪول جي پٺي نمبر ننڍڙي
دروازي واري گيٽ جي ڏاڪڻ تي ويٺل آهي.
اڃا تائين ڪوبہ ٻار ڪونہ آيو هو. همٿ ڪانہ ٿي ٿئي جو
مان هُن سان ڳالهائي سگهان. سانت بيٺو آهيان.
”ڪيئن اڄ صبح سويري پلجي پيو آهين؟“ پاڻ ئي پهرين ڳالهائي
منهنجي مشڪل آسان ڪري ڇڏيائين.
”بس! اڄ ڪا ڏکڻ جي هوا گيهلي ڪٺي آئي آهي تہ تہ اچڻ
جو ڪو ارادو تہ ڪونہ هئم!“ مون چيو.
”هوائون جيڪڏهن ماڻهن کي گيهلي ڪٺي اچن ها تہ پوءِ شايد
مان بہ ڪنهن طرف گيهلجي وڃان ها.“ هُن چيو.
”هوائون هر انسان کي تہ ڪونہ گيهلينديون آهن. هوائون رڳو
هيڻن کي گيهلي ويندديون آهن.“ مون چيو.
هُن مون ڏانهن گهوري ڏٺو، ڪجهہ مرڪي ڏنائين ۽ پوءِ هيڏانهن
هوڏانهن ڏٺائين ڄڻ ڪنهن کي ڳوليندي هجي. اکيون ڄڻ
ڪنهن کي ڏسڻ لاءِ آتيون هجنس!
”ڪنهن کي پئي ڳولين!“ مون پڇيو.
”ان گذريل وقت کي پئي ڳوليان جڏهن مان ۽ تون....“ هن
جملو اڌ ۾ ڪٽيندي چيو. هُن وري مون ۾ نظرون کپائي
ڇڏيون. هو مون کان ڄڻ پڇندي هجي: ’ڪٿي هئين؟ ڪيئن
هئين؟‘ مون وٽ سندس ڪنهن بہ سوال جو ڪوبہ جواب
نہ هو.
”ڇا پئي ڏسين؟“ مون پڇيو.
”ڏسان پئي تہ ڪيڏي نہ ڇڻڇڻ آهي انهن اکين ۾ جيڪي سدائين

خمار ۾ ٻڏل هونديون هيون ۽ ان ڇهري ڏانهن جيڪو سدائين ڏکن هوندي به مرڪندو رهندو هو. آهو سڀ ڪجهه، اڄ خبر ناهي الائي ڇو...." هو اڳتي ڪجهه به نه چئي سگهي. مان سانت ويٺو رهيس. ڪجهه ڳالهائڻ ٿي چاهيم. ڪجهه پڇڻ ٿي چاهيم. ڪجهه گذريل وقت کي ورجائڻ ٿي چاهيم. پر آهي سڀ ڳالهيون چوڻ بلڪل اجايون هيون. ڪنهن سان ڳالهايان ها! جنهن جي واٽ مون کان بلڪل الڳ هئي. جنهن جي منزل مون کان صفا پري هئي.

"ڪيترن ڏينهن کان پوءِ مليو آهين پوءِ به خاموش!" هن پڇيو.

"ڳالهائڻ لاءِ ته ڪجهه بچيو ئي ڪونهي." مون چيو.

"جن وٽ ڳالهائڻ لاءِ ڪجهه به نه بچندو آهي، تن کي ماضيءَ جون ڪجهه گهڙيون ۽ ڪجهه يادون ضرور تڙپائينديون آهن." هن چيو.

"جڏهن ڪا تڙپڻ جي جاءِ ئي نه هجي ته پوءِ آهي ماضيءَ جون يادون ۽ گهڙيون ڪٿي تڙپينديون؟" مون چيو.

"خبر ناهي الائي ڇو، وقت پنهنجي رفتار سان گڏوگڏ انسان کي به بدلائي ڇڏيندو آهي." هن چيو.

"وقت جيڪڏهن انسان کي بدلائي ڇڏي ها ته پوءِ شايد اڄ ڪوئي ڪنهن کي سڃاڻي نه سگهي ها." مون چيو.

هو خاموش ٿي ويئي. هن خبر ناهي ڇو مون کان اهو سڀ ڪجهه وري پڇڻ ٿي چاهيو، جيڪو ڪجهه ٿي گذريو هو. پر مون نه ٿي چاهيو ته ڪو ماضي کي وري ياد ڪجي. اسان جون واٽون الڳ هيون ۽ اسان کي واٽن تي هلائڻ وارا ٻيا هئا. اسان جي هٿن جون ڇيڄون ٻين جي هٿن ۾ هيون. شايد اسان پوڙها ٿي ويندا سين ته به اسان جون واڳون هميشه ٻين جي هٿن ۾ هونديون.

پريان نظر ڪري ڏٺم: ٻار اسڪول اچڻ شروع ٿي ويا هئا. مان هن جي پرسان ويٺو رهيس. هن وانگر مان به سانت هئس.

اسان ٻنهي جي وچ ۾ اُها ساڳي خاموشي هئي. پريان شايد ڪا ٻي ٽيچر اچي رهي هئي ۽ آئون گهٻرائجي ٻنان ڪجهه چوڻ جي اڳتي وڌيس. خبر ناهي ڇو وقت سمنڊ جي ڇولي وانگر هُن کي ڪنهن ٻئي ڪناري تي ڦٽو ڪيو آهي. اسان جي وچ ۾ ايڏو وڏو مفاصلو اچي ويو جو مان هُن کي پهچي نه سگهيس.

مان هُن کي ڇڏي اڳتي وڌيس. سيماب ڊرائي ڪليئرس واري طرف ڪان گول چڪري کي ڦيرو ڏئي ڪاليج ڏانهن وڌيس. ڪجهه گهڙيون اڳ آهي ساڳيا قدم جلدي جلدي گول چڪري طرف وڌيا هئا. پر هينئر اُها چُستي بلڪل ختم ٿي ويئي هئي. ايئن پيو محسوس ڪيان ڄڻ سڄي دنيا جو بار منهنجي ڪُلهن تي اچي ٽٽو هجي. ڪاليج جي ٻاهرين وڏي گيٽ ڪان اندر داخل ٿيس. انهيءَ ڪان اڳ ۾ صبح جو جتي ويراني ڪان سواءِ پيو ڪجهه ٻه نه هو، هاڻي اتي ڇهڇٽا لڳا پيا هئا. اسڪول ۽ ڪاليج جا شاگرد پنهنجن پنهنجن ڪلاسن ۾ وڃي چڪا هئا. مان ڪاليج واري ڏاکڻ ڪان چڙهندو ورانڊي ۾ داخل ٿيس. پوڻا نَوَ ٿي چڪا هئا. مان پنهنجي ڪلاس جي پوئين دروازي ڪان بنا موڪل وٺڻ جي چپ چاپ ڪري وڃي پوئين سيٽ تي ويٺس. مس جمال اُن وقت پڙهائي رهي هئي ۽ مان پنهنجن سوچن ۾ گم هئس. هو ڳالهائڻ جي چالاڪ ۽ چست ضرور آهي پر پڙهائڻ ۾ ايتري هوشيار ڪانهي. انگريزي ۾ ماسٽرس ڊگري اٿس.

ڪاليج جا سيئي شاگرد مس روزي جمال جو نالو وٺي بس ٿي ويندا آهن. پر مون کي اصل ڪانه وڻي. شايد ڏاري هٺڻ ڪري يا سندس ڏي فيشن ۽ نخرن جي ڪري. سڄي ڪاليج جي ٽن ليڊي ٽيچرن مان رڳو هڪڙي ٽيچر منهنجو آئيڊيل آهي. ڇو ته هو سدائين چپ چاپ رهندي آهي مون وانگر يا شايد پنهنجي لڳندي آهي.

ڪلاس ۾ مسز جمال جو آواز سنگيت پکيڙي رهيو هو ۽ منهنجو ڪنڌ زمين طرف جهڪيل هو. ڪنهن گهري سوچ ۾ گم هئس. ڪلاس ۾ ليڪچر ڏانهن ڪوبه ڌيان ڪونه هو. سيٽ تي پاڻ کي مڙالين وانگر ڇڏي ڏنو اٿم. سوچن جو سلسلو جاري آهي. اڇوڪي ملاقات انوکي ۽ اوچتي هئي اصل سپنن وانگر "O' Mr. learn manners properly." مس جمال جي اوچتي دڙڪي سپنن مان جاڳائي وڌو.

اڄ به ڪالهه وانگر بس سوير اچي ڇڏيو آهي. سڀ ڪجهه روز وانگر ساڳيو آهي. مان ڪاليج جي بلڊنگ مان نڪري گول چڪري ڏانهن وڃان ٿو. ڪٿي ڪٿي سوچن ۾ گم ٿي ٿو وڃان. مان هُن سان اڄ ملان يا نه! ڪڇي رات جاڳندي انهيءَ سوچ ۾ گذاري اٿم. ڪو فيصلو نه ڪري سگهيو آهيان. گول چڪري وٽ بيهي ٿو رهان. هڪ ٻه وک اڳتي وڌان ٿو. ها! هو منهنجو انتظار ڪندي هوندي، مان دل ۾ چوان ٿو. ها! منهنجو انتظار ڪندي رهي. جڏهن سنجوڳ ٽيڙو ئي ڪونهي ته پوءِ ڇو ڪنهن سان ملجي! هو الڳ! مان الڳ! پوءِ ملڻ ڇا جو! منهنجي ملڻ سان ڪٿي هُن جي زندگي زهر نه بنجي وڃي. مان هُن بابت سوچيندو ٿو رهان. اڄ پاڻمرادو اتر طرف وڃڻ بجاءِ ڏکڻ طرف نڪري آيو آهيان. جتي ڪوبه اسڪول ڪونهي! ڪابه ڇوڪري ڪانهي! سواءِ گئريجن جي، جتي ڇوڪرا ۽ مستري آهن جيڪي صبح سوير ئي اچي ڪِڪ ڪي لڳا آهن.

هڪڙي ڪار اچي لنگهي ۽ مون کان ٿورو اڳيان گئرج وٽ اچي بيهي ٿي. ڊرائيور در کولي مستري سان ڳالهائڻ ٿو لڳي. ڪار جي پوئين سيٽ تي ڪا سهڻي ڇوڪري ويٺي آهي. پاڻمرادو اکيون ڪڇي ٽيون وڃن. آئون اکيون مهٽڻ لڳان ٿو. وري غور سان ٿو ڏسان. اکين تي ويساهه نٿو اچي. اصل اک ئي نه ٿو ڪڍان. پڪ ڪرڻ ٿو لڳان. هوءَ ويٺي آهي. پاسيرو چهرو نظر پيو اچيس. خبر ناهي هُن به مون کي ڏٺو آهي يا

نہ! پويان پير ڪريان ٿو. چڱ ڪنهن بدن ۾ ڏنگ هڻي ڇڏيو هجي. سيسرات نڪري ٿا وڃن. پاتيان ٿو هُن مون کي ڏنو ناهي نہ تہ ڪنڌ ورائي ضرور مون ڏانهن ڏسي ها. شايد اهوئي رستو اٿس جتان روز لنگهندي هوندي. پر اها ڪار ڪنهن جي ٿي سگهي ٿي؟ ڪار ۽ ماستريائي- ڪجهہ ڪوڙو ٿي نہ ٿو لڳي. هاڻي پڪو ارادو ڪيو اٿم تہ نہ آتر پاسي ويندس، نہ ڏکڻ پاسي ويندس. بس سياڻي کان اوپر يا اولهہ پاسي ويندس. بس اهي ٿي ہ پاسا رهيل آهن. پر هوءَ جي ان پاسي.... سوچي ڇرڪي ٿو وڃان. شايد آئون ڪانئس ڊڄي ويو آهيان. منهنجي لاءِ سڀ پاسا ممنوع ٿي چڪا آهن. آڄ آئون ڊرائيور بدران پاڻ کي پنڻ لڳان ٿو. ڪاش! آئون اتر طرف وڃان ٿي نہ ها. مان دل ۾ چوان ٿو.

آئون ڪانئس بچي نہ ٿو سگهان. ائين ٿو لڳي، سڄي عمر آئون ڪانئس پري ڀڄندو رهندس. پر هو ڪنهن نہ ڪنهن موڙ کان ضرور اچي نڪرندي!

□□

○ ادب ۾ جديد ۽ قديم جو قصو ڪم نظريءَ جو دليل بہ آهي ۽ بالغ نظريءَ جو بہ. ڪم نظريءَ جو دليل ان سبب ڪري آهي، جو جديد کان جديد ترين شاعر ۽ اديب بہ پنهنجي ماضيءَ کان بلڪل منحرف نٿو ٿي سگهي. بالغ نظريءَ جو دليل ان سبب ڪري آهي جو هر سچو فنڪار ڪنهن نقش قدم تي هلڻ کان پاسو ڪندو آهي، ۽ پنهنجي منزل ۽ پنهنجي راهہ پاڻ متعين ڪندو آهي .... هن جي شروعات بغاوت سان ٿئي ٿي. ماضيءَ جي هر پراڻي نقش سان عداوت، هن کي فني ارتقا ۾ معاون ثابت ٿئي ٿي. پر آخر هو پنهنجيءَ منزل تي رسي پٺ تي اهي سنگ ميل ڏسي ٿو، جيڪي جيڪڏهن موجود نہ هجن ها تہ هن جي منزل تائين رسائي ناممڪن نہ تہ بہ مشڪل ضرور ٿي پوي ها. — شيخ اياز

## ستار

# ٽنڊلا عڪس

(ڪهاڻي)

مينهن هڪ پيرو وسي بيٺو ۽ تمام ٿوري وقفي کان پوءِ وري وسڻ شروع ڪيائين. رفتار اڳ کان ڪجهه تکيري. ان جي باوجود به بجلي نه وئي هئي ۽ نه هوا ٿي گهلي. ٽي-ويءَ تي آزاديءَ جي جشن جا پروگرام هلي رهيا هئا. هو پنهنجي ننڍي ڪمري جي سامان جي نئين سر ترتيب ڪرڻ ۾ رڌو رهيو. هن لاءِ اڄ به ڪم نڪري آيو هو، ڇڻ ڪيس موڪل ڏني نه هئي.

پنکي جي هلڻ جي باوجود پگهر ڳڙي رهيو هوس. هوا بنهه کانئه هئي. بنهه ٻٽ لڳي پئي هئي. فضا ۾ گهم ته هئي پر ٿڌ نه.

موڪل جي ڏينهن هٿڻ ڪري هن ڪن مهمانن کي ڪوٺ ڏني هئي، پر جنهن وقت تي اچڻ جو واعدو ڪيل هو، اهو گذري چڪو هو. پانيائين: جيسين مينهن نه هو، جيڪڏهن ان وقت تائين اچي نه سگهيا آهن ته هاڻ ڪهڙو ايندا. ڪيس مٺيان به لڳي. سوچيائين: ماڻهو واعدو ڪري ته ضرور پورو ڪري نه ته اهڙو واعدو ڪري ئي نه. هن انهيءَ ڪري ئي گهر ۾ ويهي مڪيون مارڻ بدران پنهنجي ڪولي نما ڪمري جي سامان جي ورائي ترتيب تي ڪئي.

ڪجهه ڏينهن کان پنهنجي ان خيال کي عملي جامو پهرائڻ جو اڄ سنو موقعو هو. آن بهاني ڪمري جي ڪنڊ ڪڙڇ جي صفائي به ٿي ويندي ۽ ڪتابن جي چنڊ ڦوڪ پڻ. ڪتاب جنهن رئڪ ۾ هڪ سال کان وڌي رکيا هئائين ته اهي اتي ئي بنا ڪنهن چنڊ ڦوڪ جي رکيا هئا.

هن ڪمري جي ترتيب بدلائي ورتي. ڪتابن جي رئڪ اترئين

پٽ. وٺان ڪٽي، ڏاڪٽي پٽ جي ڪنڊ ۾ رکيائين. ٽيبل جنهن تي پراڻي ماڊل جو رفلڪو جو وڏو ريڊيو ۽ ان ڪان سواءِ ڪجهه ڪتاب رکيا هئا، ۽ جيڪا ڪيس ساڳئي وقت لکڻ، پڙهڻ ۽ ڪائڻ جو ڪم ڏينديي هئي، اها ڏاڪٽي پٽ وٺان ڪٽي، اوڀارين پٽ، جيڪا دروازي جي سامهون هئي، ان سان ملائي رکيائين. پٽين تي چڙهي آيل اڏوهيءَ جي مٽيءَ جي ننوڙن جهڙن گهرڙن کي ڊاهيندي، ڪيس افسوس به پئي ٿيو، پر ڪيس پنهنجا ڪتاب وڌيڪ پيارا هئا. اهي ڪتاب هن پنهنجي محدود آمدنيءَ مان، پنهنجي اڌبي بک ٻجهائڻ لاءِ خريد ڪيا هئا. انهن جي ڪري هن اهو گناهه پنهنجي سر ڪنيو، ۽ پنهنجي گناهن ۾ جيوَن جي قتل ڪري پاڻ کي قاتل سمجهڻ لڳو. ڪنهن انسان جي قاتل کي ٿي قاتل سمجهيو ويندو آهي، ائين ڇو آهي؟ جيتوڻيڪ دنيا ۾ الائي ڪيترا هر روز قتل ٿيندا رهن ٿا: جيت جٺين جو قتل، پکين پرندن جو قتل، خواهشن جو قتل، آسن اميدن جو قتل. انسان ازل ڪان ابد تائين ڪئين قتل ڪري ٿو. دنيا ۾ انسان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪوبه وحشي ناهي.

هن ڪمري جي ترتيب ٺاهي پوري ڪئي ۽ آخر ۾ پنهنجي کٽ 10 x 6 فوٽ ڪمري جي آترين پٽ وٽ رکيائين ته ”افوهه“ ڪري ويهي رهيو. سندس ذهن ۾ جنهن نموني جي ترتيب هئي، ائين ٿي نه سگهيو. سندس خيال مطابق ڪمرو ننڍو هو ۽ ڪيس اها ترتيب پسند نه آئي. هن ڪيتري عرصي پڄاڻان اڪيلي سر ايترو ڪم ڪيو هو، جيتوڻيڪ سندس زال آرام سان ويهي ٽي-وي پروگرام ڏسي رهي هئي. هن رڳو زال ڪان ڪمري مان کٽ ٻاهر ڪيڻ جي مدد ورتي هئي، باقي سڀي چند ڦوڪ ۽ ڊاهه ٻوهه وري ٺاهه ٺوهه پاڻ ٿي ڪئي هئائين. ان ڪري ٿڪجي پيو هو. ڪيئي پيرا پکهر جون لوڏائيون ريڳاڙيون سندس وات ۾ پيون هيون ۽ هن صرف ’ٿو ٿو‘ ڪري ان جو ذائقو وڃائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. اهڙيءَ حالت ۾ هو پکهر

قميص جي ٻانهن سان بہ اگهڻ ۾ عار نہ ڪري ها، پر
اڄ سندس ٻت قميص ڪان آجو هو. اگهاڙي جسم تي پگهر
جون ريگاڙيون گڙي رهيون هيون، بلڪل اهڙيءَ طرح، جهڙيءَ
طرح ٻاهر مينهن جون ڇاٽون گهر جي ديوار سان ٽڪرائجي
هيٺ رڙهي رهيون هيون. ڪيس نئين ترتيب پسند نہ آئي، سو
ڇيائين: .هيڏي محنت ٿي اجائي وئي. پهرين ترتيب (جيڪا هن
لاشعوري طور هن ڄاڻ ۾ ناهي هئي، جا اڄ تائين قائم هئي)
بهتر هئي. پر ان نئين ترتيب کي ورائي، پراڻي ترتيب ۾ بدلائڻ
جو ساهس نہ ساريائين. رڳو افسوس جي هڪ اتاچري نگاهہ نئين
ترتيب تي اڇلائي، هو وهنجڻ لاءِ هليو ويو.
.مينهن لڳاتار وسي رهيو هو. ڪڏهن هلڪو ٿي ٿيو تہ ڪڏهن
تيز ٿي ٿي ويو. پر بجلي مسلسل ٻري رهي هئي. پوري وقت
۾ هڪ جهٽڪو بہ نہ ڏنو هئائين ۽ ٽي-وي پروگرام جاري
هئا. هن سوچيو: اڇوڪي ڏينهن لاءِ بجليءَ وارن کي خاص
هدايتون هونديون تہ اڄ ڪنهن بہ حالت ۾ بجلي فيل نہ ٿيڻ
گهرجي. ملڪي وقار جو .مسئلو آهي. ماڻهن جي مرڻ جي سوال
ناهي. هو وهنجي نڪتو. مينهن پنهنجي پوري جوڀن سان وسي
رهيو هو. هن در ڪان منهن ٻاهر ڪڍي جهڙ جو جائزو ورتو.
ڪيس ڪتي بہ ڇڙوڇڙ ڪا ڪڪري ڏسڻ ۾ نہ آئي. سمجهيائين:
اڄ مينهن بس نہ ڪندو. ويچارن ماڻهن جو ڪيل خرچ تباهہ
ٿي ويو. ٽي-ويءَ تي لوڪ ناچ اچي رهيا هئا. ڪيس بلوچي ۽
سنڌي لوڪ ناچ پسند آيا. پٺاڻن رڳو ڦيريون ٿي پاتيون ۽
پنجابين 'ڀنگڙا' ۾ رڳو بغل پئي ڏوڪيا.
ماني تيار ٿي تہ ڪائي ڪجهہ وقت سمهڻ جي ڪوشش ڪيائين،
پر ڪيس ننڊ نہ آئي. ٻاهر ٽي-وي ۽ ٻارن جي آوازن ڪيس ننڊ
ڪرڻ نہ ڏني. هو اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ٻاهر اچي دروازي تي بيهي
مينهن جي وسڪاري کي ڏسڻ لڳو ۽ مينهن ۾ ٻارن کي پسندو
ڏسڻ لڳو. بيهي بيهي ۽ ٻارن کي اٿين پسندو ڏسي نيٺ سندس

من چلولائي ڪئي ۽ هڪ ضدي ٻار جيان ضد ڪيو ته ٻاهر نڪر. هو اندر ويو ۽ ڀوراڻ پائي گهران نڪري پيو.
هو گهران ته اڪيلو نڪتو، پر ٻاهر نڪرڻ کان پوء هو اڪيلو نه هو. هن پاڻ کي هجوم ۾ پاتو. ڪئين آواز سندس ڪنن ۾ پڙاڏجڻ لڳا. سمجهيائين: شايد ماڻهو ڪڏهن به بنهه هيڪلو ٿي نه ٿو سگهي. هن سان گڏ هيون: ڪئين يادون، ڪئين حسين گهڙيون ۽ پل. هو بلڪل اڪيلو نه هو. مينهن پنهنجي ساڳي رفتار سان وسي رهيو هو. شايد ڪٿي، ڪنهن پنهنجي ناني کي هوڏ مان سارنگ ڳائڻ لاء چيو هجي ۽ هُو هاڻ بس ٿي نه ڪندو هجي. ڪائنس هڪ اونهي آهه نڪري وئي: ’هاء نانو!“
نانهنس کي راڳ ڳائڻ ايندو هو. پر هن جي اها خاصيت هئي جو سارنگ تي ڏاڍو ضابطو هوس. جيتوڻيڪ هن ڪڏهن به باضابطه ڪنهن وٽان راڳ جي سکيا نه ورتي هئي، بس رڳو شوق ۾ هن راڳ ٻڌي سکيو هو ۽ هر راڳڻي ڳائي سگهندو هو. ايتري قدر جو ڪيس راڳڻي جي بڻبڻياد جي به ٿوري ٿڪي ڄاڻ هئي. هن کي افسوس ٿيو ته هن پنهنجي ناني کان ڪوبه فائدو نه ورتو. ڪاش! هن کان راڳ سکي پوان ها. هن جا سريلا ٻول هن جي ڪنن ۾ پُرڻ لڳا ۽ ڪائنس بي‌اختيار نڪري ويو:
”حڪم ٿيو بادل کي، سارنگ سات ڪجن“
مينهن هڪ ئي رفتار سان وسندي اوچتو تيز ٿي ويو. سندس يادن به ان ئي تيزيءَ سان ڦيرو ڪاڏو ائين جيئن فلم جو ڪو نه ڏيکارڻ جهڙو ڏيک تبديل ٿي ويو هجي، ۽ هڪدم پيو پيار پريو ڏيک اچي ويو هجي.
ٻنش هيٺ ڪيڏي رهي هئي. ٻاهر مينهن تيزيءَ سان پئجي رهيو هو. خورشيد سندس ئي سويٽر اٿي رهي هئي. ٻاهر تيزا هوا جا سوساٽ ۽ مينهن ۽ نيسارن مان ڪرندڙ پاڻيءَ جو آواز جيئن

ڀوءِ ٽيئن وڌندا ٿي ويا.
”مون کي برسات ۾ پسڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو آهي. ٿڌو ٿڌو ڪرنڊڙ پاڻي، جسم ۾ عجيب ڪتڪتايون ڪندو اٿم.“ سرمد، جيڪو سندس سامهون صوفا تي ليٽيو پيو هو، خورشيد کي چيو: ”۽ تو کي؟“.... ڇڻ ڇوڻ چاهيندو هجي ته مينهن ۾ پسڻ هلون.
”پسڻ ته مون کي به پسند آهي. پر....“ خورشيد ڪجهه وڌيڪ چوندي لفظ ڪائي وئي.
”پر؟“ سرمد هن ڏانهن سوالي نگاهن سان ڏسڻ لڳو. جڏهن هوءَ ڪو خاطر خواهه جواب ڳولي نه سگهي ته جواب وري به سرمد ڏنو:
”تنهنجو مطلب آهي، بينش جي ڪري ڪيئن هلجي.“
هن ڦڪي کل کلندي چيو: ”ها ها. ائين ئي چاڻ.“
”ائين ئي چاڻ؟“ هن سندس جملو سواليه نموني ورجايو. ”ان مان ته ظاهر ٿو ٿئي ته ڳالهه ڪا ٻي آهي.“ سرمد شرارت ڀريل نظرن سان هن کي ڏسڻ لڳو.
هن کي ڪوبه جواب نه ٿي سجهيو. ان ڪري کڻ لڳي.
”اڙي، ڇا ٿيو؟ ان ۾ کلڻ جي ته ڪا ڳالهه ناهي.“
”ڳالهه ته ڪا روئڻ جي به ناهي.“
هاڻ هو به کلي پيو. ٻنهي جي کل مينهن جي ڇپڪي ۾ ملي مليا ميٽ ٿي وئي.
”برکا رُت جي ٻاڪ ڀلي، تون آءُ هلي، اي جيون ساٿي!“ هن جهونگاريو.
”پنل رُت جي سڳنڌ به مخصوص ٿيندي آهي. ائين. جيئن.... جيئن...“ هو شرارت ۾ ڀرجي چڪو هو.
”تنهنجو ادورو جملو مون سمجهي ورتو. تون جو ڪجهه چوڻ پيو چاهين، مان ڄاڻان ٿي.“
”واهه، ڏاڍي ڄاڻون ٿي وئي آهين! ڪڏهن کان؟“

سرمد جون اکيون شرارتي نموني مرڪي رهيون هيون.
”ڪڏهن کان— جڏهن کان توسان سڄاڻ ٿي آهي.“ هوءَ ان ٿي رفتار سان سوئيٽر اڻي رهي هئي.
هيٺ بينش بانبڙا پائي وڃي ٿي - ويءَ کي پهتي هئي ۽ ان کي وٺي اٿڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. سرمد ٽپ ڏئي اٿي، جهٽ ڏئي بينش کي کڻي ورتو. هن کي اها سڌ ئي نه پئي ته ڇا ٿي ويو ”نه“ ته هوءَ ضد ڪري روئي ها. هوءَ پنهنجي ننڍي ذهن سان انهيءَ ڪشمڪش ۾ هئي ته ڇا ٿي ويو.
سندس اوچتي ٽپ ڏيڻ تي خورشيد به حيران ٿي هئي ۽ هٿ اڻڻ کان بيهي ويو هوس. هن به سمجهيو خبر ناهي ڇا ٿي ويو. پوءِ حيرانگي گاڏڙ ٻڪل کلي.
”آهه! اسان ته پنهنجي خيالن ۾ مگن هئاسين. ڪٿي هيءَ ٽي-وي سوڙي ڪري ها ته غضب ٿي وڃي ها.“ هوءَ هڪدم سوئيٽر هڪ طرف رکندي، اٿي آئي ۽ بينش کي ڳل تي پيار ڀري ٺڪي هڻندي چيو. بينش سمجهيو ته هوءَ ڪيس کڻڻ آئي آهي، ۽ هوءَ ’اون اون‘ ڪري وري به هيٺ لهڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.
”انسان ۾، پنهنجي مرضيءَ کي ڪيڏي نه اهميت آهي. جيتوڻيڪ هوءَ ننڍي آهي، اسان جي لحاظ کان بيسمجهه آهي، تنهن هوندي به ڪيس پنهنجي مرضيءَ جو ڏک ٿو ٿئي ۽ ان جو اظهار به ڪري چائي.“
هن ڪڪيءَ کي هيٺ لاهي ڇڏيو. هوءَ وري به بانبڙا پائيندي، تيزيءَ سان اوڏانهن وڃي رهي هئي.
”واقعي اهو سچ آهي ته انسان کي جنهن شيءِ کان جهلبو آهي يا جا شيءِ هو حاصل ڪري نه سگهندو آهي، انهيءَ کي حاصل ڪرڻ جي تمنا، هر ڳالهه تي حاوي پئجي ويندي اٿس. ان کي حاصل ڪرڻ واسطي في الحال ان جي نفعي نقصان جي پرواهه نه ڪندو آهي.“

۽ اهو به سچ آهي ته خورشيد پنهنجي مڙس سان تعلقات بگاڙڻ کان پوءِ، سرمد جي، هن ۾ گهري دلچسپي ورتي کان پوءِ ٿي پاڻ سنڀالي سگهي هئي نه ته هوءَ جتي به ويندي هئي، جنهن به سهيليءَ سان ملندي هئي، موٽڻ کان پوءِ روئندي ايندي هئي. ان وقت هن وٽ ايترن سوالن جا جواب ئي نه هئا. سرمد سندس هر سوال جو جواب ڏيندي سندس زندگيءَ ۾ داخل ٿيو هو. هن جا مڙس سان تعلقات به ان جي ڪري ئي خراب ٿيا هئا جو هن وٽ، هر سوال جو جواب پادر ۾ هٿ هو. زندگيءَ ۾ اهي ئي انسان ڪامياب ٿيندا آهن، جن وٽ سوالن جا جواب هوندا آهن.

خورشيد وري وڃي سويٽر ڪنيو ۽ ڳالهائڻ جو، واندڪائيءَ ۾ مانڊ جي مٽ ڪئي، پڇڻ جو سلسلو ڪجهه وقت تائين بند ٿي ويو.

سرمد اٿي اچي گيلريءَ ۾ بيٺو ۽ مينهن جي پوڻ ۽ ڦڙين جي لڙهين ڪي ڏسي، لطف اندوز ٿيڻ لڳو. دور دور تائين نظر ڪي اماڻڻ جي ڪوشش ڪيائين. سڄي فضا ۾ وسڪاريءَ جي سڳنڌ پکڙيل هئي. سڀ وڻ ڏوبي ساوا ڇهڇ ٿي ويا هئا. پري پري کان ڏنڌلا ڏسڻ ۾ ايندڙ جبل، ڪنوڻ جي ڪجڪار ۾ ائين ٿي لڳا ڄڻ ڪائي سانوري پوچارڻ هاڻ هاڻ، نديءَ مان اشنان ڪري نڪتي هجي. هن جي ساهن ۾ ان جي وارن جي چنبيل خوشبوءِ گهڙي وئي.

هوا ۾ تڏ وڌي وئي هئي. هو ويڙهڪ ٻيهي نه ٿي سگهيو، ان ڪري موٽي ڪمري ۾ آيو. خورشيد خاموشيءَ سان سُيون هلائي رهي هئي. سندس آڱريون ڪنهن خودڪار مشين جيان ٿي هليون. هو ڪجهه دير انهن آڱرين کي ڏسندو رهيو. اهي آڱريون ڪنهن تخليقڪار جون آڱريون لڳي رهيون هيون.

انسان عظيم آهي. سندس هر تخليق عجيب ۽ ڪيڏي موهيندڙ آهي! سوئيٽر ته نهيل ڏڪيل به ملندا آهن، پر انهن ۾ هٿ جي اڻيل

۾ ڪيڏو تفاوت آهي. جا سونهن هٿ جي اڻيل سوئيٽر ۾ آهي، اها مشيني ٺهيل ۾ ڪڏهن به ٿي نه ٿي سگهي.
هو به ماٺ، بلڪل ماٺ، بنا اک ڇنڀ جي ان وقت هن جي آڱرين هلائڻ ۽ سوئيٽر جي اڻت کي ڏسي رهيو هو. سندس ذهن ۾ ڀٽائيءَ جو بيت هُرڻ لڳو:
نه سي ووڻ وڻن ۾، نه سي ڪاتاريون،
پسي بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.
وڻن ۾ ووڻ ته اڄ به آهن، پر اهي ڪارتاريون.... ڇا ٿيو انهن جو؟ ڪيڏانهن ويون آهي؟ شايد انهن ڪاتارين مان ڪنهن جي پڪيل روح، رلندي رلنديءَ اڄي خورشيد جو روپ ڌاريو آهي.
ها، خورشيد هڪ خوبصورت ڪاتاري آهي. اها بي ڳالهه آهي ته اٽڻ جي جاءِ سُئين، ورتي آهي ۽ ڪپهه جي جاءِ تي اُنَ.
”خورشيد لڳي ٿو، تون، گذريل جنم ۾ ڪا ڪپهه ڪتڻ واري ڪاتاري هئينءَ.“
سندس ماٺ جو شيشو، بيت سان ٽڪرائجي پچي پيو.
”اها ڳري کهڙي جنم جنم جي ڦيري جي ڳالهه ڪوٺي ڪيدي اٿئي؟ مون کي ته سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته تون آهين ڇا؟“
”مان، مان ڇا آهيان، ڇا لاءِ آهيان، انهيءَ سان منهنجو ڪو به واسطو ناهي. مان آهيان، انهيءَ ۾ منهنجو ويساهه آهي.. پر ڪڏهن ڪڏهن مون کي، هندو ڌرم وڻڻ لڳندو آهي ۽ سندن اها جنم جنم جي ڦيري جي مثالاجي حقيقت لڳندي اٿم.“ هو گنڀير بڻجي ويو هو، ڇڻ هو پنهنجي گذريل جنم جي باري ۾سوچيندو هجي. هڪ پيرو وري ماٺ مڙهجي وئي.
ڪنهن ڳوڙ سبب سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. پريان ڇڪڙي تي ڪجهه مرد ۽ ٻار نعرا هڻندا پئي آيا. اٺ جي ڳچيءَ ۾ ملڪي جهنڊي جون ٺهيل جهنڊيون ڦڙڪي رهيون هيون، جيڪي مينهن ۾ پسي ويون هيون. اٺ جي ڳچيءَ ۾ جهنڊيون ڦڙڪنديون

ڏسي ڪانئس بي اختيار ڪل نڪري وئي. مرد ۽ ٻار گوڙ مچائيندا، هنبوشيون هڻندا هن جي پر مان اچي لنگهيا. وسڪاري ۾ تيزي اچي وئي ۽ هوا جو هڪ تيز جهوٽو آيو. پنهنجي جسم تي، گهميل هوا جي ٽڪرجڻ سبب سندس جسم مان درڙي نڪري وئي. مينهن سندس لڱ لڱ مان ڳڙي رهيو هو. چڪڙي وارا اڳتي نڪري ويا هئا. اهائي مرڪ سندس منهن تي ڪٽڪيون ڏئي رهي هئي. هنن جا نعرا هوا ۽ منهنجي آواز ۾ جهڪا ٿي ويا هئا.

ڪيس ڳوٺ ۾ مينهن جي موسم ياد آئي. اهڙي ڏينهن تي ڳوٺاڻا ٻار لانگوٽا ڪٽي گهٽين ۾ نڪري پوندا آهن ۽ هنل هنبوشيون هڻندا ۽ گڏجي ڳائيندا آهن: ’ڪارڙو ڪمارڙو. ان پاڻي ڏي ته مينهن وسي.‘ هن جي دل جي ڪنهن ڪنڊ مان نڪتو: ”ان پاڻي ڏي ته مينهن وسي.“ ۽ مينهن وسي رهيو هو.

هڪ ٽيڪسي اچي سندس پرسان بيٺي. ٽيڪسيءَ ۾ هڪ مرد ۽ ٻه ٻار ويٺل هئا. سندس خيال ٽٽي پيا. ائين جيئن سندس هٿ مان ڪو شيشي جو ٿانءُ ڪري پرزا پرزا ٿي ويو هجي. ٽيڪسيءَ جا وائپر هلي رهيا هئا. ڊرائيور شيشو هيٺ لاهي پڇيو: ”ريتا گراؤنڊ ڪٿي آهي؟“

”ريتا گراؤنڊ؟ هي ريتا پلاٽ ضرور آهي. هي سڄو علائقو ريتا پلاٽ سڏبو آهي. پر مون کي ريتا گرائونڊ جي خبر ناهي. اوهان کي ڪٿهن وٺ وڃڻو آهي؟“

”ريتا گراؤنڊ ۾ ڪائي ميچ ٿيڻ واري آهي، مان ان لاءِ مهمان خصوصيءَ جا فرائض انجام ڏيڻ لاءِ ڪوٺايل آهيان. راند ڇا ٿيندي بس فارملٽي پوري ڪرڻي آهي.“ اندر ويٺل مرد جهڪندي، هن ڏانهن گهوريندي چيو.

انڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيندي چيائين: ”مون کي ريتا گراؤنڊ جي خبر ناهي.“

ڊرائيور ايڪسيليٽر تي پير رکيو ۽ ٽيڪسي اڳتي وڌي وئي.

هو سوچي رهيو هو: ڪيس هتي آئي هڪ سال پورو گذري ويو آهي، ان هوندي به ڪيس هن علائقي جي پوري ڄاڻ ڪانهي. ڄاڻ ڪيئن ٿئي؟ هو ڪيڏانهن اچي وڃي، گهمي ڦري، ملي جلي ته خبر پوي. هو ته محدود آهي، آفيس کان گهر ۽ گهر کان آفيس. ملڻ وارن جو حلقو تمام محدود بلڪل نه جي برابر، پوءِ ڪيس ڄاڻ ڪيئن پوي. هن ويندڙ ٽيڪسيءَ تي هڪ اتاچري نظر اڇلائي.

روڊ ٻارن مينهن جو پاڻي ائين ئي اڙهو ڇڻ ڪنهن واهڙ ڪي ڪنڌ پيو هجي ۽ هيناهينءَ ۾ ڪنو ٿي رهيو هو. اتي ڪجهه ٻار ترڪي رهيا هئا. هڪ ٻئي کي پاڻيءَ جا ڇانڊارا هڻي رهيا هئا. پريان هڪ گهر جي دروازي تي ڪائي ننڍي نيٽي نينگري پاڻيءَ ۾ پسي ۽ ٻارن کي ترڪندو ۽ هڪ ٻئي سان ڪيچل ڪندي ڏسي خوش ٿي رهي هئي. هو روڊ جي وچ واري حصي تي هلي رهيو هو. بجليءَ جي ٿنڀن کان پاڻ بچائيندو ۽ ٽيڏي اک سان نينگريءَ کي ڏسندو ٿي ويو. سندس ذهن ۾ آيو ته ان وٽ هليو وڃي ۽ وڃي چوي: ”ڇو اڪيلي بيٺي آهين؟ اچ ته گڏجي پسار ڪريون. ڇا توکي هيڪلائيءَ ۾، ڪنهن جي هٿڻ جي تمنا نه ٿي اڀما ڏئي؟“ ائين ڪري نه سگهيو. اها سندس وس کان ٻاهر هئي. هي سماج ايتري اجازت نه ٿو ڏئي. هن سماج اسان کي ذهني نبل بڻائي ڇڏيو آهي. اسين خواهشن جا قاتل آهيون.

هو اڳتي وڌي ويو. وڌندو ٿي رهيو تمام سست رفتاريءَ سان. ڪيس مينهن کان بچڻو ته هو ڪونه. ائين ٿي ان نينگريءَ تي گهڻو سوچڻ به نه پيو چاهي. جنهن کي پاڻي نه ٿو سگهجي، تنهن لاءِ هروڀرو سوچي ڇو پاڻ کي پريشان ڪريان؟

هن يادن جي ٽٽل شيشي جا پرزا ميڙي، انهن کي گنڍڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ ياد، ڇنال ڇوريءَ جيان ڇال ڏيندي، سندس ذهن جي قيدخاني جون ديوارون ڇلانگيندي، ٻاهر نڪري آئي.

هڪ مخصوص سڳنڌ، هڪ مناس، هڪ عجيب ڇهاءُ ۽ ڇهاءُ ۾ رَسُ،
نه ڄاڻ ڪتان هن وٽ رسيو، جيڪو هن محسوس ڪيو.
ڇا ڪائي سڳنڌ به فضا مان غائب ٿي نه ٿي سگهي، ۽ عرصي
پڄاڻا به اها هوا ۾ موجود ٿي رهي؟ ماڻهو رڳو ان کي محسوس
ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ڪجهه حساس بڻائي ۽ پنهنجا حواس استعمال
ڪري. يا اڄ مون تي ڪنهن شاعر جي حواسن جو غلبو ٿيو
آهي جو جماليات جيڪا انسان جي ڇهن ئي حواسن سان تعلق
ٿي رکي، مون ۾ واسو ڪيو آهي. مون اڄ ڪيئن خورشيد
جي جسم جو هڳاءُ بدن جو مناس محسوس ڪيو آهي! سندس
وات ۾ پاڻي اچي ويو.
هوءَ ڪنهن سهيليءَ جي ڪڪي جي جنم ڏينهن ۾ شامل ٿيڻ
لاءِ تياري ڪري رهي هئي. ڪانئس ڪپڙن پهرڻ لاءِ مشورو
ڪيو هو. هوءَ جڏهن ساڙهي پائي ۽ ان تي چست بلائوز پائي
آئي هئي ته ڪيڏي سندر لڳي رهي هئي! هن جو جسم ساڙهيءَ
پهرڻ لاءِ سڄو سيڪڙو درست هو. سائي رنگ جي ساڙهي ۽ ان
تي ڪاري ۽ گلابي رنگ جي گلڪاري ۽ ان جي مناسبت سان
هلڪو ميڪاپ ڪيل. سڄي گهر ۾ هن جو هڳاءُ پکڙجي ويو
هو. هن جا نقش فضا مان ايرڻ لڳا. اول ڪيس هن جو رڳو
پاڇولو محسوس ٿيو ۽ پوءِ اهو پاڇولو ويو چٽو ٿيندو، ويو چٽو
ٿيندو ۽ نيٺ خورشيد سندس سامهون هئي.
اهوئي ڪڻڪ رنگو چهرو، ڀريل جسم، وڏيون اکيون جن ۾
ڪجل جي ريکا. پورو پنو قد، ڀريل ڳل، لپاسٽڪ لڳل چپ.
اهو روپ، جنهن کي هڻ زندگي بخش روپ سڏيو هو، سندس
سامهون هو.
”ٻڌاءِ، هن لباس تي وار ڪيئن ٺاهيان؟ چوٽي ڪريان يا جهوڙو
ٻڌايان؟“
سندس ڏٺو، ڪارا وار هوا ۾ جهلڪا ڏئي رهيا هئا. ڪڏهن
ڪڏهن سندس چهري تي ائين ٿي آيا جيئن سانوڻيءَ جي چوڏينهنءَ

جي چنبءَ تي ڪائي ڪڪري هوا تيءَ ٽڪجي، مٿان لنگهي، ٿوري وقت لاءِ هن کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي هجي. پر چنبءَ ڪٿي ٿو لڪي سگهي!

هن ٿوري دير لاءِ پيرن ڪان مٿي ٽاڻين سندس جائزو ورتو ۽ کيس ڏسندو ئي رهيو.

”ٽڪ ٽڪ، دير ٿي ٿئي. هيٺ سڀ ماڻهو پهچي ويا آهن.“

”وارن کي کولي ڇڏ.“

”کولي ڇڏيان؟“

”ها، کولي ڇڏين، پل ته آزاد فضا ۾ پنهنجي آزاديءَ جو پورو پورو فائدو وٺي سگهن. پڌل ته سدائين رهندا آهن. خوشيءَ جي موقعن تي باندين کي ڇوٽ هلندي آهي. مون کي کليل وڏا وار ڏاڍا وڻندا آهن.“

هن وارا ڇوڙي ڇڏيا. ڇڙيل وار هوا ۾ لڏي رهيا هئا جيئن قيدي آزاديءَ جو پڌي خوشيءَ ۾ نچڻ ٽپڻ لڳندا آهن. ان وقت هن کي پنهنجي ٻانهن جي گهيري ۾ آڻيندي، سندس سيني تي هڪ مهر هڻيين هئائين. هن جي جسم جي سڳنڌ ۽ مٺاس هن جي رڳ رڳ ۾ پيهي ويا.

هوءَ ٺڪ ٺڪ ڪندي، ڊيل جيان ٽلندي هن جي سامهون وڃي رهي هئي. هن جي چنچل من چاهيو ته هن وقت کيس وڃڻ نه ڏئي. بس، کيس ويهاري ان ئي حالت ۾ ڏسندو رهي.

ڪيڏو نه بهتر وقت هو .اهو! جيڪڏهن وقت موٽي نه سگهندو آهي ته پوءِ ان گذريل وقت جيان، انهن يادن کي به موٽڻ نه گهرجي. ماضيءَ جو حال ۽ مستقبل سان ايترو ئي واعدو آهي ڇا ته سندس نشان حال ۽ مستقبل ۾ ملندا رهندا. ڪن ڪندرن مان ۽ ڪڏهن ذهن جي تهخانن مان؟

۽ هڪ ڏينهن سندس سماڌيءَ ۾ ڪوئي راڪشس ڪاهي پيو، سندس سماڌي ڀنگ ڪرڻ خاطر. ڪاش! اهو ڏينهن ڪڏهن به نه اچي ها. پل ته سدائين رات هجي ها. رات جنهن ۾ ماڻهو

حسين ترين سپنا ڏسندو آهي. اهي سپنا صبح ٿيندي ئي ٽٽي ويندا آهن. باقي ڪجهه وقت تائين ويا ڪل تي ويندو آهي. هو ان راڪشس کي چاڻي پيو. اهو سندس دوست ئي هو. جيتوڻيڪ ارشد جي تعريف به پاڻ ئي هن سان ڪئي هئائين. ڪيس ڪهڙي خبر ته هڪ ڏينهن اهو ئي ارشد سندس سماڌي ٽوڙي وجهندو!
ڪيس ياد آيو، هڪ ڀيري معمول مطابق ڳالهائيندي مرد جي بيوفائيءَ جي ڳالهه نڪتي هئي. ڪيئن نڪتي هئي، ڇو نڪتي هئي، اها ان وقت به چاڻ نه هين. بهرحال خورشيد پنهنجي چاڻ پٽاندر دليل ڏنا هئا:
”ائين ناهي. اهي سڀ فلمي ڳالهيون آهن، جيڪي هن دؤر جي ئي پوري عڪاسي ڪري نه ٿيون سگهن. مردن جي وفاداريءَ سان ته تاريخ ڀري پئي آهي. پري وڃڻ جي به ڳالهه ناهي: سهڻي - ميهار، سسئي - پنهون، هير - رانجهو ۽ ليلا - مجنونءَ کي ئي ڪٿي ڏس! جيڪڏهن انهن داستانن ۾ عورت وفادار رهي آهي ته مردن به ڪو پاڻ گهٽ نه ملهايو آهي، جيتوڻيڪ انهن داستانن جا مڙئي مرد وڏ گهرانا به هئا.“
هن خورشيد جو اشارو سمجهي ورتو هو ته هن اها ڳالهه ڪهڙي سبب ڪري ڇيڙي هئي.
”وقت تي ڇڏي ڏي ان ڳالهه کي خورشيد! اهو فيصلو تون ۽ مان ڪري نه سگهنداسون. وقت پاڻيهيءَ اها ڳالهه فيصل ڪندو ته ڪير وفادار ۽ ڪير....“ هن کلندي ۽ چاڻي ٻجهي اهو جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو. ”مردن اڳيان مجبوريون ۽ خانداني وقار به ايندو آهي.“
”ڇو هروڀرو انهن غير حقيقي ڳالهين تي گنديو ٻڌي بيٺي آهين؟ اهي فلمون اسان جي سماج کي سڌارڻ بدران بگاڙڻ لڳيون آهن. جيتوڻيڪ اهي معاشري کي سڌارڻ جو بهترين ڪردار ادا ڪري ٿيون سگهن. پر هتي ته آهي رڳو پئسو ڪمائڻو. سماج سڌري يا بگڙي، ان ۾ هنن جو ڇا؟ ليکو ڪبو ته سيني فلمن جي ڪهاڻي لڳ ڀڳ وڃي ساڳي بيهندي. اسان جي ماڻهن جو سڀ

ڪان پهريون. مسئلو آهي پيٽ. هنن سڀ ڪان پهريون مسئلو عشق ڪٿي بڻايو آهي. چوندا آهن: پوءِ آهي ته پول به آهي. پوءِ بنا پول ٿي ئي نه ٿو سگهي. ان ڪري فلمي دنيا وارا معاشرو ئي سرمائيدارائو ڏيکاريندا آهن. پوءِ اهي بيوفايون به ان سرمائيداري نظام جو هڪ حصو آهن.“

هو کلندي کلندي سنجيدو ٿي ويو ۽ هن کي هڪ ننڍو ليڪچر ڏئي مٿي چڙهيو. ڇپائين ته پنائي پڙهي ڏس: ٻئڪيءَ ڪيل نه آڇهي، ڏکي ڏمر ناهي، اڳهاڙي وهاڻي، ويو ويچاري وسري. هو نباهي رهيو آهي ۽ نباهيندو رهندو جيسين اهي يادون سندس ذهن جي تهخاني ۾ موجود آهن. انسان پنهنجو پهريون پيار وساري نه ٿو سگهي. ڪٿي ان کي وسارڻ جي ڪوشش ڪري، پر زندگيءَ جي ڪنهن به ڇوواٽي تي اهي سندس سامهون اچي بيهن ٿيون ته ان وقت هو حواس باخته ٿيو وڃي. پيار به هڪ اهڙو نشو آهي، جيڪو جڏهن چڙهندو آهي ته لهڻ جو نالو ئي نه وٺندو آهي.

”شايد مان هن جو پهريون پيار نه هوس. نه ته هوءَ ڪڏهن به ائين نه ڪري ها.“

هوءَ جا هاڻ ديس ۾ ئي ناهي، ان لاءِ ڇا ٿو چئي سگهجي. ٿي سگهي ٿو ته ديس کان ڪوهين ڏور رهندي، اڄ ڪيس ياد ڪندي هجي. هڪ غير منطقي جواب هن جي ذهن ۾ آيو: ’ياد ڪر تان ياد ٿيئن.‘ هن کي ته ڪيترائي ڀيرا سندس موجودگيءَ جو احساس به ٿيو آهي. ڪڏهن ڪيس هلندي ائين لڳندو آهي، هوءَ ساڻس گڏ هلي رهي آهي.

منی بس جي اڳين سيٽ تي ٻئي ويٺا هئا. بينش ڪڏهن هن ڏي ته ڪڏهن خورشيد ڏي آئي ۽ وئي پئي. هن کي ڪنهن سهيليءَ جي دعوت تي وڃڻو هو. ان ڪري سرمد کي چيو هئائين:

”جڏهن تون ڊيوٽيءَ تي وڃين ته مون کي به وٺيو هلج. صدر مان رڪشا تي هلي ويندس. هتان هيڪلو نڪرڻ ڪجهه عجيب لڳندو اٿم. بس ۾ بينش به تنگ ڪندي.“

هن انڪار نہ ڪيو هو. انڪار ڪري بہ ڪيئن ٿي سگهيو. هڪ سيٽ تي ويٺي هو خوش هو. خوش هوءَ بہ هئي. رستي ۾ سندس سهيليءَ جي باري ۾ ڳالهايو هئائون. هوءَ سندس ڪلاس ميٽ هئي ۽ اتان سندن ساهيڙپ هلي هئي.

”جيڪڏهن تون هلين تہ بهتر. رضيا ايتري ڪنڌڏهن ناهي جو تو ۾ يا مون ۾ ڪو شڪ ڪري. مان ڪيس ائين چئي بہ تاريءَ تي سگهان تہ رات جو هيڪلائپ کان سرمد ڪي وٺي آئي آهيان. ڇا تون منهنجو پاڙيسري ناهين؟“

”آهيان ـــ سؤ سيڪڙو سچ آهي. پاڙيسرين جا کهڙا حق آهن، اهي بہ ڄاڻان ٿو. ان کان سواءِ مان ايترو روشن خيال بہ آهيان ۽ تنهنجي سهيلي بہ تو جيان ئي هوندي. مان هن جي ذهنيت ۾ شڪ نہ ٿو ڪريان، پر مون کي ڊيوٽيءَ تي ضرور وڃڻو آهي، مون ڪافي موڪلون ڪيون آهن، هروڀرو غير حاضر رهڻ بهتر نہ ٿو لڳي.“ هن ڪيس اڪيلي وڃڻ لاءِ راضي ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ هو چاهيندي بہ نہ ويو هو. مينهن ان ئي رفتار سان وسي رهيو هو ۽ هاڻ تہ مينهن سان گڏ تيز هوا بہ گهلي رهي هئي. ان ڪري پنل جسم تي هوا جي ڇهاءُ ڪري ڪيس ٿڌ محسوس ٿيڻ لڳي. اوچتو هڪ سوزوڪي تيزيءَ سان آئي ۽ بيٺل پاڻيءَ جا ڇانڊارا هن کي هٺندي اڳتي نڪري وئي. سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. هن ڪنڌ کڻي سوزوڪيءَ ڏانهن ڏٺو. پويان ويٺل ماڻهو پنهنجي حرڪت تي پشيمان ٿيڻ بدران فتحيابيءَ واري کل کلي رهيا هئا. سندن کلڻ تي ڪيس مٺيان لڳي ۽ زور سان چيائين: ”سورهيائيءَ تي کل ٿي اچيو!“

هو ڪجهہ سرديءَ ۽ ٿڪ محسوس ڪري رهيو هو، ان ڪري گهر وڃڻ لڳو، ۽ ننڍا ننڍا قدم کڻندو روڊ تان لهي ويو.

□□

# لياقت رضوي

## گلاب جي خوشبوءِ

(ڪهاڻي)

سج ڏور اولهه جي ڪُنڪ ۾ آهستي آهستي لڪي رهيو هو ۽ ڪانوَ پنهنجن آکيرن ڏي موٽي رهيا هئا. وڻن تان هوائون لهي، يونيورسٽيءَ جي خاموشيءَ سان گڏ تيز ڊوڙي رهيون هيون ۽ هاسٽلن کي هوريان هوريان سانجهيءَ جو رنگ اچي رهيو هو. اهڙي سمي ۾ هو سينٽرل لئبرريءَ واري رستي تان هيٺ ڪلچرل انسٽيٽيوٽ ڏي وڃي رهيو هو. هلندي، هو پنهنجن وارن کي هر هر ڪاڀي هٿ سان مٿي، پوئتي به ورائي رهيو هو، جن کي هوا جي ڪيچلي ٻار ڊاهي پئي ڇڏيو. اڄ هن کي لڳي رهيو ته سندس من شانت ناهي. ڪلهه رات انٽرنيشنل براڊڪاسٽنگ ٻڌڻ کان پوءِ پانياٺين پئي: ديس جون سهاڳڻيون، ڍاڪ جي اونداهي کوهه ۾ اڇلايون پيون وڃن، ٻارن کي يتيميءَ جا تمغا ڏنا پيا وڃن، ماڻرن جي آسروند اکين مان نوجوان پٽن جي سيندوري سپنن کي اجاڙي، ڇڻ گندرف ڇٽيو پيو وڃي. پيڻرن جي موتئي جهڙن پٽڪن کي لاهي، انهن جي چانديءَ جهڙن مٿن ۾ ڇيلهه ڇٻي، ڪنڌ وڇوڙي جي ڏوڙ وڌي پئي وڃي. پيرن جي اڏ ڪايل ڇپڻ ۾، ”ادل“ منهنجو چوڏهينءَ جو چنڊ“ لڙڪي پيو آهي ۽ پرجي وئي آهي ڪنهن ڪنهن بارودي سرنگ جهڙي ڊگهي دانهن. ڪيس لڳي رهيو آهي ته زندگي ڏاڍي مهانگي هوندي به ڏاڍي سستي آهي. صبح ڪمري تي ڪنهن دوست سان بحث ڪندي چڙي ويو. چئي: ”ماڻهو سست آهن. ماڻهو بزدل ۽ ڊڄڻا آهن. جاهل ۽ ڏوتي آهن.“ سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو هو. وات مان بي اختيار نڪري ويو هوس، ”سڄي بڪواس آهي اها. ڪير ٿو چوي ته ماڻهو ڏوتي ۽ بزدل آهن؟! ماڻهو ته بندوقن ۽ رائيفلن جي سامهون اٿين اچي

رهيا آهن، جيئن عقاب پنهنجن آکيرن ڏي موٽندا آهن.“ دوست کي چيو هئائين، ”اسان وڏا حرامي آهيون. تاريخ اسان کي ڪڏهن به معاف نه ڪندي. اسان کي قوم جي نفعي ۽ نقصان سان ڪو سنبنڌ ڪونهي. حقيقت ۾ اسان پنهنجي ذاتي انا ۽ مفادن جا بکيا آهيون. تاريخ جي ڪئلنڊر ۾ اهي گولين کاڌل سينا، گرم ۽ نوجوان دليون، اڌوريون خواهشون ۽ انيڪ سپنن سان پرندڙ نيڻ، انهن نوجوان شهيدن جي پيرن ۽ مائرن جون آسون، انهن جي زالن جون اوسيئڙي ۾ پيل اکيون، اسان کي، اسان کان پوءِ ايندڙ نسلن اڳيان اگهاڙو ۽ ذليل ڪنديون رهنديون. اسان جو ايندڙ نسل، اسان کان نفرت ڪندو. اسان مظلومن جي رت ۽ ڳوڙهن کي وکيو آهي، اسان....“

۽ وچ ۾ سندس دوست هڪ بي‌سرو ۽ ڦڪو ٽهڪ ڏنو، جنهن پرائيءَ پٽ تان چاپڙ ڪري پيو هجي. دوست چيس: ”يار! تون ته صفا جذباتي ٿي ويو آهين.“ ۽ سندس اکين ۾ جنسي ڳوڙها پرجي آيا، چيائين: ”اهڙن معاملن ۾ مان واقعي به سنجيده هوندو آهيان، جو ته اهي معاملا رڳو اسان جي سياسي اخلاق جا نه پر سڄي قوم جي مفادن جا آهن، انساني مفادن جا آهن.“ ۽ ٽڏائي واري نموني ۾ چوڻ لڳو، ”ماڻهو جاهل ۽ ڏڇٽا ناهن، ڏڇٽا ۽ جاهل اهي آهن جيڪي ماڻهن کي جاهل ۽ چور سمجهن ٿا.“

۽ کيس لڳي رهيو هو ته سندس من شانت ناهي. هوريان هوريان پنهنجي ديس جي ڪلچرل انسٽيٽيوٽ ڏي وڌي رهيو هو ۽ سڄ اولهه ۾ ٻڏي رهيو هو. اهو انسٽيٽيوٽ جتي ديس جي سڀيتا محفوظ آهي. اوچتو کيس سڀيتائي طور تي به غير محفوظ هجڻ جو خيال بجلي جيان وڪوڙي ويو. ڇا اسان هوريان هوريان پنهنجو پاڻ کان به اجنبي ٿي رهيا آهيون؟؟ انسٽيٽيوٽ، جي ٻاهرينءَ لان تي مومل هن جو اوسيئڙو ڪري رهي آهي. هن جي منهڙ اُنهيءَ ڳالهه ڏانهن آهي جيڪو سانجهيءَ جي هوا ۾

ايئن لڳي رهيو آهي، ڄڻ ڳهلندڙ هوا کي پڪڙڻ جي ڪوشش
ڪري رهيو هجي. هو اڃي مومل جي پر ۾ ويهي ٿو رهي.
مومل سا ڳئي انداز ۾ يڪ ٽڪ ڳل ڏي ڏسندي ڪيس چئي
ٿي، ”دير ڪيئي؟“
”تو کي ڪيئن خبر پئي ته مان اچي ويو آهيان!؟“ جواب ڏيڻ
بجاءِ ڪانئس پڇي ٿو.
”تو کان اڳ ۾ هوا، تنهنجي خوشبوءِ کڻي آئي مون وٽ.“
مومل ڳل تان نگاهون کڻي سنڌس ڇڄري تي وڇائي ڇڏيون. ڪيس
لڳو ته ڪنهن پراڻي جاءِ جي پٿين تي تيز بارش کان پوءِ ڄڻ
سج جي روشني ڦهلجي وئي هجي.
”مان اڄ ڏاڍو منجهيل آهيان.“
”مان سمجهان ٿي. ڇو ته تون پراڻي تصوير جيان لڳي رهيو
آهين. پر ڳالهه ڇا آهي؟“ مومل مرڪندي پنهنجن ڏکهن وارن
جي لهي آيل ڇڳ کي ساڄي هٿ سان پوئتي ڪندي پڇيو.
”تو ڪلهه انٽرنيشنل براڊ ڪاسٽنگ ٻڌي هئي؟“
”ها!“ ٿڌو ساهه ڀريندي مومل پنهنجي نگاهه پريان جهومندڙ
موتئي جي ڳلن ڏي ڦيري ڇڏي.... خاموشي.... هو ٻئي ڄڻ ته
خاموشيءَ جي بستري ۾ وهاڻو جيان ويڙهجي ويا. سڄو انسٽيٽيوٽ،
خاموشيءَ جي ڍنڍ ۾ ڪنول جيان ترڻ رهيو هو ۽ هوائون
ڄڻ معصوم ٻارڙن جيان ماحول کان ٻي اوتيون ٿي نچي ڪُڏي
رهيون هيون.
مومل هن جي ويجهو سرڪندي پڇيو، ”ماڻهو جڏهن خاموش
هوندو آهي ته ايئن ڇو لڳندو آهي ته هر گهڙي ۽ ساعت ريڙ
جيان چڪبي وڃي پئي ڏکهي ٿيندي؟“
هن سوالي نظرن سان مومل جي مُک کي گهوريو. ”اسان جي
زندگي خاموشي ڊڪشنري ءَ جو بنا لفظن وارو باب آهي ۽ اسان....“
”تون ڪجهه وڌيڪ منجهيل لڳي رهيو آهين، تون لفظن سان
ڳنڍ نه ڳالهائي رهيو آهين.“ مومل سنڌس ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي

چيو، ”اصل مسئلو ڇا آهي؟“
”مومي! مان سوچيان ٿو ته ڏينهن مان راتيون ۽ راتين مان ڏينهن جنم وٺندا رهن ٿا، پر ڇا اسان جي پاڳي ۾ ڪو اهڙو ڏينهن به آهي، جنهن ڏينهن اسان جي اکين جا سيئي سپنا، من جون سڀ ئي آسون حقيقي شڪل ماڻي سگهنديون؟“ هن آهستي ۽ نماڻائي سان ڳالهايو، جيئن ڪوئي راهه ڀٽڪيل مسافر ٿڪي ٽٽي ڪنهن گهاٽي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي رهي.
”تون ڏاڍو سادو ۽ معصوم آهين جانب!“ مومل پيار ڀرئي لهجي ۾ چيو.
”مان ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان، مومي.“ هن ايئن ڳالهايو ڄڻ سندس ڪجهه وڃائجي ويو هجي.
”تون اجايو ڊوڙيو آهين. تو اکيون ٻوٽي پوپٽن کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جانب!“ مومل هن جي هٿ تي هٿ رکندي اهڙي نموني چيو، ڄڻ هوءَ ڪو اهم فيصلو ٻڌائيندي هجي. ٻئي چپ. سندن ڳالهين جي ڪمري ۾ خاموشي ايئن اچي ڪيري جيئن ڇت مان ڪاڻ ڪرندي آهي. ڪن پل جي سانت کان پوءِ، جانب پنهنجن وارن ۾ آڱريون ڦيرائيندي چيو، ”اسان جي زندگيءَ ۽ اسان جي هڪجهڙن ڏينهن ۾ تبديلي ڪڏهن ايندي! اسان جنهن شيءِ لاءِ وڙهون ٿا، اها ملڻي به آهي يا نه؟ آخر ڪيستائين.... آخر ڪيستائين اسان زندگي جي گلاب جي خوشبوءِ لاءِ، راتين ۾ ڏينهن لاءِ ۽ ڏينهن ۾ ٽڪور سج اپارڻ لاءِ وڙهندا رهنداسين؟ آخر ڪيستائين؟!!“ هن ٻيو ڀيون جملو ايئن ختم ڪيو ڄڻ روئي ڏيندو.
”رات کان پوءِ ڏينهن ضرور ٿيڻو آهي. اهو اٽل آهي. رات جيڪڏهن ڊگهي آهي ته گهبرائجي نه وڃجي.“ ايئن چوندي مومل جي اکين ۾ آڪاس تي پيار ۽ آس جا ڪروڙين ستارا جڳمڳ جرڪڻ لڳا، ”تنهنجي اندر ۾ جيڪو وچئين ڪلاس جو پاڙي ماڻهو ويٺو آهي، ان کي تون ترڙي ڇو نه ٿو ڪڍين؟!

پنهنجي ذهن ۾ انقلاب لاءِ يقين پيدا ڪر.“
”تون سدائين اشتراڪين جهڙيون ڳالهيون ڇو ڪندي آهين؟“
هن اوچتو ايئن پڇيو جيئن ننڍڙو ٻار ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿندو آهي ۽ ان پل ئي کيس لڳو ته اها ساڳي ڳالهه، اڳ به ڪئين ڀيرا هو مومل کي چئي چڪو آهي.
مومل هلڪڙو ٽهڪ ڏنو، ڄڻ جلترنگ وڄي ويو. هن ڏي ٿورو جهڪي چيائين، ”تون تنگ نظريءَ جي خوبصورت ڄار ۾ ڦاسي ويو آهين.“
هو حيرت سان مومل جي ڳول ڇپري ڏي ڏسي رهيو هو، جنهن مان لفظ، برسات ۾ ابابلين جيان نڪري رهيا هئا. مومل پنهنجي ڳالهه کي ساڳئي انداز ۾ جاري رکيو، ”تون ڏاڍو ذهين آهين جانب، پر مون کي پڪ آهي ته تون انهي ڪٺڙيٺي ۾ پنهنجي ذهانت کي ايئن دفن ڪري رهيو آهين، جيئن اڳاٽي جڳ ۾ ماڻهو پنهنجيون ڌيئر پوري ڇڏيندا هئا.“
”ته اها تنگ نظري آ، يعني ديس سان ڪو مسئلو ئي ڪونهي!!؟ مومي، هيءَ جو هر روز ڳاڏيون ۽ بسون، سوچ سمجهه ۽ ڏاڙهين مڇن وارا ٻار ڇٽي رهيون آهن؟ اسان جو ديس ڄڻ هڪ وسيع ويڙ ڳهر بڻجي ويو آ. اسان هڪ هڪ ٿي ڳهرڻ ۾ بند ٿي رهيا آهيون؟“ هن جي ڳالهين ۾ واقعي اثر هو، مومل هن جي انهيءَ انداز تي موهجي ويندي هئي. هن وٽ لفظن جا ڄڻ بريف ڪيس ڀريل هئا. هو جڏهن ديس جي ڪيس کي پنهنجي مخصوص انداز ۾ پيش ڪندو هو ته لڳندو هو ته هو ڳالهائي نه پر پاڻي پي رهيو آهي. ڳهڙي ساعت رڪجي، هن مومل جي ڳهرين ڪارين اکين ۾ ڳهوري چيو، ”پر مومي، تون اهو سڀ ڪجهه مشڪل سمجهين سگهين. مڃان ٿو ته تو مارڪس ۽ لينن کي گهڻو پڙهيو آهي. مون به انهن کي پڙهيو آهي. تون مطالعي جي پهاڙ تان ٿي ڏسين، جنهن ڪري هيٺيون شيون تو کي ننڍڙيون ٿيون نظر اچن. تون پلي ڪري قومي مسئلي

تي سٺو...“
موملَ هن جو جملو اڌ ۾ ڪٽيندي چيو، ”شيون مٿان ڏسبيون
تڏهن به ۽ جي هيٺيان ڏسبيون تڏهن به، نظر نميديون ٿي اينديون.
فاصلو مٿان کان شروع ڪجي يا هيٺان کان، ٿيندو ته هڪجيترو
آهي. اها سادي سچائي آهي، پر اهو بورجوا فلسفو آهي. اسان
کي هڪ ڳالهه سمجهڻ گهرجي ته اسان جا حواس ئي آخري
۽ قطعي ناهن. حقيقت، خارجي ۽ داخلي ڇنڊڇاڻ کان سواءِ
ٿي پروڙي سگهجي. ڪن حالتن ۾ اسان جا حواس به اسان
کي دوکو ڏيئي ويندا آهن. باقي جيستائين مارڪس ۽ لينن کي
پڙهڻ جو سوال آهي ته تو انهن کي پڙهيو ضرور آهي، پر
تنگ نظريءَ جي عينڪ پائي! تون مارڪس کي ڪوٺ ڪندو
آهين ته فقط آئرلينڊ جي ڪيس جي حوالي سان. تو لينن جي
ڪتابن ۾، رڳو اهي جملا انڊرلائين ڪيا آهن، جيڪي لينن،
سوشل شاونسٽن ۽ ڪميونسٽن جي غلط پاليسيءَ کي ننديندي
لکيا آهن. پر شايد تو لينن جا اهي ٽڪرا ناهن پڙهيا، جن ۾
هن تنگ نظر قوم پرستن ۽ لبرل بورجوا جا چوڏا لاٿا آهن.
تو شايد اهي جملا نه پڙهيا آهن، جن ۾ لينن قوم پرستيءَ جي
نفاست، ملائمت ۽ رومانويت جي اوٽاين کي واڳو ڪيو آهي.“
هو ايئن پڌي رهيو هو، ڄڻ آئينو ڏسي رهيو هو. موملَ جي
اها خوبي هن کي بي انتها وڻندي هئي ته هوءَ هر سچي ڳالهه
بنا هٻڪڻ جي چئي ڏيندي هئي. موملَ جي لفظن ۾ واقعي
هڪ اهڙي ڇڪ هئي جيڪا هر ماڻهوءَ کي سوچ جي پاهه ڏي
ڇڪي ويندي آهي. موملَ ڳالهائي رهي هئي، هوا گلن سان
کيڏي رهي هئي ۽ سانجهي ڪنهن مانجهيءَ جي مرڪ جيان
ڦهلجي رهي هئي. موملَ ڳالهائيندي رهي، ”جانب اسان جيڪي
خواب پنهنجين اکين جي المارين ۾ بند ڪتابن جيان سجائي
گهمي ڦري رهيا آهيون، هڪ ڏينهن انهن المارين جا تاڪ
کلندا ۽ ڪائنات ۾ نوان باب جنم وٺندا. ها! اهو منهنجو يقين

آهي. پڪو پختو يقين.“ ايئن مومل سڪون ڏيندڙ ڏکهو ساهه کنيو. ۽ پوءِ اڏچاٽل لمحن تائين هو ٻئي خاموشيءَ جي پَلَ ذريعي ڳنڍيل رهيا. ساوڻ جي درياهه جي ٻن ڪنارن جيان ٻنهي جي اندر ۾ امنگ هئا، جوش هو، اٿل پٿل هئي. هڪ ٻئي ڏي ڏسندا رهيا ۽ خاموشي سندن نگاهن ۾ لفظ پرينديءَ رهي. نظرن جي انهي خاموشي بحث ۾ به جانب هارائي ويٺو.
”پاڻ ڪي ڪجهه دير ٿي وئي آهي.“ جانب پنهنجون نگاهون هن جي نگاهن ۾ اوتيندي چيو. مومل، آسمان ۾ ڪنهن معصوم ٻار جي ميريءَ چوليءَ جهڙيءَ ڪڪريءَ ڏي ڏسندي اٿي بيٺي. هوا جي سندس ڪپڙن مان خوشبوءِ چنڊي رهي هئي. ”تو پنهنجو اصل مسئلو ته ڪونه ٻڌايو.“ ايئن چئي مومل پنهنجو هٿ هن ڏي، اٿارڻ لاءِ وڌايو. جانب، مومل جو هٿ پڪڙي اٿندي چيو، ”مومي! هيءُ هٿ مون کي شاهه لطيف نه ڪري ڇڏي.“ ۽ ٻنهي جا هلڪڙا سريلا ٽهڪ هوائن ۾ وکري ويا.
گل نچي رهيا هئا ۽ ديس جي سيپتا جو مرڪز، ڪلچرل انسٽيٽيوٽ مرڪي رهيو هو. پر ڪجهه هو جيڪو جانب جي اندر ۾ ڪچيءَ پٽ جيان پچي رهيو هو. هو ٻئي لان مان نڪري هاه وي ڏي هلڻ لڳا. هوا انهن جي اڳيان پويان ايئن هلي رهي هئي، جيئن وفادار نسل جو انگلش ڪتو، پنهنجي مالڪ سان هلندو رهندو آهي. خاموشيءَ جي سڪل پن کي لتاڙيندي مومل چيو، ”اسان ٻنهي کي جيئن هٿڻ ڳهرجي ايئن ناهيون. جانب! مان تنهنجي آهيان، آخر تون مون کان پنهنجي مونجهه ڇو لڪائي رهيو آهين؟!“ ايئن چوندي سندس نيڻ جهڙالا ٿي ويا.
”تون چوندي آهين نه ته منهنجي ذهن ۾ لفظن جو ڪارخانو آهي؟“
”ها. اهو ته مان هاڻي به چوان ٿي!“ مومل جي چپن تي هلڪي مرڪ چانئجي وئي، جيئن چوٽ جي چنڊ مٿان ڇڏي ناسي

ڪڪري اچي ويندي آهي.

”پر، مومي! لفظ به ضدي ٻارڙن جيان آهن، ذهن جي گهر مان، ڇپن جي اسڪول تائين اچڻ ئي ڪونه ٿا.“ جانب ائين ڳالهائي رهيو هو جيئن ڪو ئي پيريل ٽين ڪوهه مان چڪيندو آهي، ”تون منهنجي آهين، منهنجي پنهنجي، اها به سڌ اٿم. ۽ پڪ اها به اٿم ته ذهن ۾ جا مونجهه آهي، اها توکي ٻڌائڻ ڪان سواء جهڪي ٿي نٿي سگهي.“ لفظ هنن جي پيرن سان گڏ هلي رهيا هئا. ٻئي هاءوي جي ساڄي پاسي ڪان پٽي ويا. پاسن ڪان خاموش وڻ، ڇڻ قطار ۾ سندن آجيان ڪري رهيا هئا. هو اڳتي وڌي رهيا هئا ۽ هر پوئتي رهجي ويل شيء ڪين خوشيءَ ۽ حسرت مان ڏسي رهي هئي. هو ڳالهائي رهيو هو، ”مومي، مون سان ڪجهه سياسي مسئلو ٿي پيو آهي. مون کي ڪجهه وقت ڪان لڳي رهيو هو ته حقيقت ۾ مان اهو ڪجهه نه ڪري رهيو آهيان، جيڪو ڪجهه مون کي ڪرڻ گهرجي. مان.... مان....“ هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي چپ ٿي ويو. ڪيس لڳو ته لفظن جا سيئي بلب ڇڻ فيوز ٿي ويا هجن. هاءوي تان موڙ مٽيندي، هو ڇوڪرين جي هاسٽل ڏي لڙي ٿا وڃن.

”تون.... تون منهنجو مطلب سمجهين ٿي نه؟“

”مان تنهنجو مطلب سمجهي ويس.“ مومل کي لڳو ته سندس جسم ۽ ذهن هلڪا ٿي ويا هجن. ڪا شيء برف جيان ڳري لهي وئي هجي- انديشن ۽ وسوسن جي ڄميل برف. سامهون اينڊڙ گاڏيءَ جي تيز روشني ٻنهي جي اکين ۾ چُڀي وئي. ٿورو ڇرڪجي، هنن هڪ ٻئي ڏي ڏٺو: روشنيءَ ۾ وهنتل ٻه جسم. گاڏي تيزيءَ سان ڪين پوئتي ڇڏي هلي وئي. لفظن جا پوپٽ وري مومل جي چپ- گلن تي ڦيرا ڏيڻ لڳا، ”مان ۽ تون هڪ ٻئي جي اندر جون آرسيون آهيون، جانب!“ مومل ائين ڳالهايو ڇڻ موتيو سونگهي رهي هجي، ”جانب! پاڻ جڏهن لان تي ويٺا هئاسين

تہ تون، مون کي موهن ڪلپنا جي ان ڪردار جهڙو لڳي رهيو هئين، جنهن جي چوڌطرف جاسوس نظرون هيون ۽ جنهن جو چهرو استعيفا جهڙو هو. پڻ، اسان کي پنهنجون پريشانيون ۽ ڏک / سک پاڻ ۾ ورهائڻ گهرجن، جانب! تنهنجي بددلي ۽ ذهني مونجهہ مان چڱي طرح سمجهان ٿي."
هاسٽل اچي وئي ۽ هو گيٽ جي ٻاهران پاسي ڪان پوسٽ جي دٻي کي ٽيڪ ڏيئي هڪ ٻئي کي تڪڻ لڳا. سندن نگاهون هڪ ٻئي سان پاڪر پائي رهيون هيون.
جانب ڳالهايو، "مون کي تنهنجون ڳالهيون سدائين سچيون ۽ ڏنهنجا دليل مظبوط محسوس ٿيا آهن، مومي."
۽ رات، آسمان جي ڪوني تان هيٺ رسڻ ٿي، وڻن تي، جاين تي ۽ هر شيءِ تي لهي آئي. رسڻ تي رات سان گڏ هوائون بہ ڊوڙڻ لڳيون. هنن جي ذهنن ۾ ايندڙ ڏينهن جا خيال ۽ فيصلا ڊوڙڻ لڳا.
"مان توکي مڪمل طور تي رد نٿي ڪيان، پر ايترو چوان ٿي تہ تون جيڪو ڪجهہ چاهين ٿو، ان لاءِ تنهنجي ويڙهہ اسڪل آهي، اجائي آهي. ڇو تہ اتي سياست، دليل جو نہ ڏنڊي جو نالو آهي. تون جيڪڏهن ديس جي مائرن جا لڙڪ، ديس جي عورت جي من جا گهاوَ ۽ ديس جي ماڻهوءَ جي بيوسي ڏسي نٿو سگهين تہ پوءِ اچ تہ گڏجي، انهيءَ سماج جي پيٽ تي زندگيءَ جي نئين آدرش جو ڪٿلنبر لڳايون، جيڪو سماج اسان جي مرڪن ۽ محبتن جو ضامن آهي. مان رڳو تنهنجي محبوبا نہ پر بهترين ساٿي بہ ٿي سگهان ٿي."
هو، مومل جي چهري ڏي ڏسي رهيو هو، جنهن تان رات ائين ترڪي رهي هئي ، جيئن ٻارڙا گسڪڻيءَ تان گسڪندا آهن. روڊ تان ڪوئي ڇوڪرو شڪي ۽ ريس وارن نظرن سان هنن ڏانهن ڏسندو هليو ويو. مومل ڳالهہ جاري رکي، "مان قومي مسئلي کي مڃان ٿي، ۽ سمجهان ٿي تہ ان جو حل فقط اشتراڪي

تي سوچڻ سان آهي. دنيا جي مظلوم قومن ۽ پڙهيل طبقن جو اتحاد ئي اهڙي انجيڪشن آهي جيڪا غلاميءَ جو موت ۽ آزاديءَ جو سنيهو آهي. اچ.... اچ ته...“ ائين چوندي مومل جي مُک ـ آڪاش تي عزم ۽ اميد جو انيڪ اندلٺون ايري آيون ۽ جملي پوري ڪرڻ کان سواءِ ئي مومل پنهنجو هٿ جانب ڏانهن وڌايو. جانب جي من منجهه فيصلن جا، سوچن جا سوين گهيرو اڪيون مهتي اٿيا. هُن، مومل. ڏي ڏٺو. پل کن ۾ چڻ برسات کان پوءِ پکي پر ڇنڊي وٺي تان اڏامڻ لڳا.

جانب، مومل جو هٿ ائين پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي ورتو، جيئن ڪو فيصلو ڪري ورتجي.

۽ روڊ جا سيئي بلب روشن ٿي ويا. روشني ٻن پاڇن کي لتاڙيندي اڳتي گذري وئي. رات يونيورسٽيءَ جي ديوين ۽ جبلن ۾ لڪي وئي. ۽ مومل جانب جي آيرنڊڙ سج جهڙي مک ڏي تهاري ائين مرڪي رهي هئي، جيئن معصوم ٻارڙا ڪنهن ماڻهو جي آجيان تي ڪيس گلدستا پيش ڪندا آهن.

□□

---

○ ادب ۾ سياسي ۽ سماجي مقصد جو اظهار ادب جي اهميت کي ڪٿو گهٽائي. ائين به صحيح آهي ته ادب جي پرک اول ادبي آهي ۽ پوءِ سياسي ۽ سماجي، ائين به صحيح آهي ته ادبي تخليق نه اخباري مراسلو آهي نه ڪالم، پر پوءِ به ادبي تخليق جي سياسي ۽ سماجي افاديت تي مون کي ڪوئي اعتراض نظر نٿو اچي. جي ادب هر لطيف فن وانگر حسن جي تلاش آهي ته ان تلاش جي دائري کان سماج ۽ سياست کي ڇو ٻاهر رکيو وڃي؟ آخر هر عظيم سياسي ۽ سماجي ادب ۾ سياست ۽ سماج جو هڪ تصور آهي، جو ان جي خالق جي نظر ۾ تاج محل تي تروري وانگر ٻکندو آهي.

— شيخ اياز

# گل ٽالپر

## جوڳ

(ڪهاڻي)

5 فيبروري تي اديبن جي گڏجاڻي هئي، جنهن جو ڪارڊ مون کي بہ مليل هو. اڄ جي دور ۾ ادب جي پرک صلاحيت ناهي، ۽ هوندي بہ ادب ۾ پاڻ مڃرائڻ ڪو اوکو ڪم ناهي. اجايو وقت وڃائڻ ۽ محنت جي ڪهڙي لوڙ! بس پنهنجي خرچ تي هڪ ڪتاب (مجموعو) ڇپرائڻ جو ڪشٽ سو ڪجي. اهو بہ ضروري ناهي تہ لکڻيون پنهنجون ئي هجن. مهاڳ ڪنهن ناميار ي ليکڪ کان لکرائجي مهورت لاءِ وڏي ڪنهن ڳري ۽ وڏي هستي جو مهمان خاص هئڻ ضروري آهي. باقي رهيو تنقيد يعني نسوري ساراهہ ڪرڻ وارو مرحلو تہ ان لاءِ بہ تعريف ۾ آپي ڌرتي هڪ ڪنڌڙن جي پلا ڪهڙي کوٽ! انهيءَ لاءِ بہ ليکڪ جو عورت هئڻ تي ڪافي آهي. پوءِ تہ راتون رات اديبن جي قطار ۾ شمار ٿيڻ ۾ ڪا ئي دير نہ لڳندي. مون بہ ائين ئي ڪيو. ڪير ٿو ويهي سالن جا ڪاپا ڪڍي. انهيءَ شام ادب برادري جي ميڙ ۾ هڪ مڃيل حيثيت سان شريڪ ٿيس. البت ٿوري گهٽي گهٻرايل ضرور هيس، ڇاڪاڻ تہ ماڻهن جي انبوهہ ۾ ويتر وڌيڪ هيڪلائي ۽ مونجهہ محسوس ٿيندي اٿم.

منهنجي پهچڻ کان اڳ ڪاروائي شروع ٿي چڪي هئي. سڀڪو پنهنجو وارو وڃائڻ ۾ پورو هو. گهڻو ئي چيو ۽ ٻڌو ويو آخر ۾ مهمان خاص سچڻ صاحب جو آواز آيريو. ٻڌندي ئي ساهہ ڇاتي اندران ڇولين جيان ڇلڻ لڳو. امالڪ ڪا وير آئي جنهن سموري وجود کي پنهنجي وڪڙ ۾ آڻي وڪوڙي ڇڏيو. نہ ڄاڻان ڇو اهو آواز الهامي پيغام بڻجي من پاتال ۾ ٻرڻ لڳو. ائين پئي لڳو ڄڻ ڪن هميشه کان هن آواز جا هيراڪ هجن.

من ئي من ۾ ويچاريم: هن کي تہ آئون سدا کان سڃاڻان....

جنم جنم جي ساڃهہ اٿم هن سان.

جڏهن ته سندس شبيهه وري وري چتائي نهارڻ سان ٻنهه اوپري اوپري لڳي، تنهن هوندي به هن جي شخصيت ۾ پنهنجائپ جا پورا پورا امڪان اڪريل پاتيم.

لڳو ٿي ڄڻ منهنجو وجود ويڙهجي انهيءَ سراپا ۾ سمائجو وڃي. ڏيان مٿائڻ ڪان ڪند ڦيرائي هيڏي هوڏي نهاريم پوءِ به هن اجنبي انسان سان ڪن پل ۾ لاڳاپيل احساس ڪان جان ڇڏائي ڪين سگهيس. انهيءَ اڻ ٿڻ ۾ ڪيڏي مهل ڪاروائي پوري ٿي خبر ئي نه پيئي. ماڻهن ڪي اٿندو ڏسي، ڇرڪي ويندڙن سان گڏ وک وڌايم.

اوچتو ڪنن تي پڙلاءُ پيو. آتي جو اتي پير اڻين جمي ويا ڄڻ پنڊپهڻ بنجي ويئي هجان.
”مسٽر سچڻ! هن سان ملو. هيءَ آهي مشهور ليکڪا مومل.“
ڪو پاڇي مثل ماڻهو چئي رهيو هو. شايد هاڻ مون لاءِ مڙيئي ماڻهو پاڇولا بنجي ويا هئا سواءِ سچڻ جي. ۽ هو منهنجي سامهون مرڪندڙ مک سان بيٺل هو ۽ آئون وڳهرڻ لڳيس احساس جي ٻٽيءَ ۾.

”جهڙو اٿس شاعري جو شعور تهڙو ئي....“ تعارف ڪرائيندڙ چوندو رهيو. وڌيڪ ٻڌڻ وسري ويو، ٻڌي ويس اندر جي اڌمي ۾ جنهن پوري وسعت سان زور پئي ڀريو ته چئي ڏيان: ’ڪنهن سان تا سڃاڻپ ڪرايو؟ هيءَ ته مون ڪان وڌ مون کي سڃاڻي ۽ آئون....!‘ من ۾ اهڙو عجيب خيال ايندي هيڪر ته پريشان ٿي ويس پر پوءِ سامت سنڀالي جواب ڏنم: ”مهرباني.“

الائجي ڇا چوڻ ڪپندو هو، سو هوش ئي ڪٿي هو. پوري سگهه سان ڌرتيءَ ۾ پيهي ويل پير پٽي اڳتي نڪري ويس هارايل ۽ وچايل وجود سان. چاتل سڃاتل راهن تي ويندي اڻين پئي پاتيم ڄڻ ڪنهن اوڻتو واٽ تي هلي آئي هجان.

اُها شام ۽ اڄ جي شام ـ ڪو بہ سڄ اڀريو ناهي. سڏڪي رهيو آهي ساهہ سڄ جي آخري ڪرڻي جيان. ائين پئي ڀانيان ڄڻ ساري ڪائنات دونهاٽيل آهي درد جي دونهين ۾. اداس سرد شامون، بيآس اوسيئڙو اندر جو اوڙاهہ ٿهائين وچي ٿو پڙڪندو. ساروڻين جون سنگين سنگهرون پل پل وڃن ٿيون ويڙهيون. آهو آسريل احساس منهنجي هستيءَ تي بيپاڙي ول جيان وچي ٿو ڇانئبو ۽ وچائبو. هيئن گهري تنبُ مان اچانڪ ماري جاڳي پوندڙ جذبي ڪي ڇا چوان؟
ذهني اٿپورائي، آوارگي يا ڪا پتڪيل ۽ بي چين آتما، جا پنهنجن اڌورين آشائن پويان پئي پتڪي جنم جنم کان.
سوچي سوچي سائي ٿي ويندي آهيان پر سجهندو ڪي ڪين اٿم. ڏهن ڦيرڙيون پسي پونديون آهن، لنئون لنئون مان سمي نڪرندڙ لڙڪن منجهان ويتر وڏا وڏا وڍ پوندا آهن ساهہ ۾ جڏهن اهو ويچاريندي آهيان تہ هو ڪير آهي؟ ڪهڙو ناتو اٿس مون سان؟ منهنجو آدرش.... يا ڪو وڇايل ساٿي جنم جنم جو. ڪجهہ تہ آهي؟
ات بنهہ بيوس ۽ بيپهچ بنجي ديوانگيءَ جون سموريون حدون اُڪري حيرت جي اونهاهين ۾ هٿوراڙيون هڻندي هڪ هڪ ڳالهہ ڳڻيندي آهيان.
ڪا ئي تہ ڪوٽ آهي اندر ۾، جنهن جو سلو سراڙي سان ڦٽي نڪتو آهي. ڦوٽون ڪري من ڌرتيءَ منجهان ۽ وچي ٿو وڌندو وڻ ٿيندو هوريان هوريان.
ڪڏهن ڪڏهن هنن ياونائن ڪان ڏاڍي ٻچان ايندي اٿم، ۽ پنهنجو پاڻ ڪان ڌڪارپٽو. ڪري پوندي آهيان پنهنجي ئي نظر ۾. سموريون سوچون ۽ ويچار ميهٽي مٺل پائيندي آهيان. هڪ سان جسم جو ڳانڍاپو ڳنڍيو اچان ۽ روح جو وري پئي سان، ڪهڙيءَ ريت تہ ممڪن آهي اهو سڀ! انتهائي ڪريل ۽ ڪوجهو لڳندو اٿم اهڙو انومان من ۾ آڻڻ. نتو سونهي.... ڪنهن بہ

پر نتو سونهي. نابري واري بيهندي آهيان! انهيءَ ويرم منُ
ڪروڌ ۾ پرجي مون کي ئي ملامت ڪندو آهي. سموري سمجهه
سياڻپ کي اياڻپ سڏيندي چئلينج ڪندي آهي. تون سدائين
سچ ۾ سڪ کي ڳوليو آهي، رڳو مان اڄ اجهاڻي چاهي اٿيئي،
ڇا مليو اٿيئي هيل تائين وفائن جي بدلي؟ جنهن کي جيون ساٿي
بنايو اٿيئي، ڪهڙو سات نڀايو آهيس توسان؟ هن جو ناتو اڄ
توسان ڪچي تند کان به ڪمزور رهجي ويو آهي. رڳو پنهنجي
مردانگي جو مان رکڻ ڪاڻ نڀائيندو ٿو اچي ۽ تون مرد جي
مفاد واري ڏاهيل تياس تي ٽنگيل آهين سالن کان. تنهنجو جيون
ته جوڳ بڻيل آهي، پوءِ به تون چاڻي ٻجهي گهاريندي اچين
انهيءَ گهنگهر ۾. وفائن جي نانءَ تي سارو جيون واري به ڇڏين
ته به ورندو ڪي ڪين. انهيءَ لاءِ تي هلندي هلندي وڃائجي
وينديئن ۽ تڏهن ڳولڻ به چاهين پاڻ کي ته لهي نه سگهنديئن ۽.
هي ريتون رسمون، مان مريادا- سڀ اجايا ۽ ڪوڙا پيمانا آهن
انساني روحن کي باندي بنائڻ جا، جن جي آڌار تي هر دور ۾
هيڻن جي هتيا ٿيندي ئي رهي.
پر منهنجي شعور مڙني دليلن کي ويٽو ڪيو هو. هي مايوسيون
۽ محروميون مون پاڻيهي پاڻ مٿان مڙهيون آهن، نه ئي ڪنهن
خوف کان ڪو فيصلو سمجهي قبول ڪيو آهي. آئون پاڻ وس آهيان.
خوشين ۽ خواهشن کي ماڻڻ پيدائشي حق آهي انسان جو.
انهيءَ سڪرات کي ساهه ۾ رکيو ان ڪري سانڍيو اچان جو
مون کان اعتبار جو پيهر ٽٽڻ ۽ ويساهه جو وري ورڻي وڪرڻ
سٺو ڪين ٿيندو.
ائين ئي ورچجي ورهائجي ويٺي هيس پاڳن ۾. منهنجو شعور ۽
لاشعور روس ۽ آمريڪا جيان ڪنهن به هڪ ڳاهه تي پهچڻ لاءِ
تيار ناهن. من ۾ متل آهي ويٽنام واري ويڙهه، اندر جي جنگ
ڇڙي ۽ ياري آهي جنهن ۾ مري نه ٿو سگهجي. جيئڻ انهيءَ کان به
اوکو. اونداهين سان وڙهندي وڙهندي سهائين جي ساڃهه وڃائي

ويٺي آهيان. هاڻي ته احساس جي اڏام آڏو دوريون ۽ فاصلا وڃن ٿا پنهنجي معنيٰ وڃائيندا. اندر جي پيڙا پوڇا بنجندي وڃي تهائين متاهين ٿيندي. سچ جي سڪ روح جي وارياسي پٽن تي ساڻون جي وسڪاري جيان وسندي ٿي رهي مسلسل.
ديوانگي جا دائرا وڃن ٿا ويڪرا ٿيندا.
راتين جا اوجاڳا عادت بنجي ويٺي آهي. روز صبح جو اخبار کڻي ذرو پرزو ڏسندي هيس، متان ڪٿ ڪو فوٽو يا نالو هجي. ڪٿنگس اٿين سنڀالي رکندي هيس جڻ ملڪ سنڀاليندي هجان.
ڪنهن محفل ۾ اتفاق سان ذڪر نڪري ايندو هو ته چمي ويندي هيس، اتي جو اتي، پهرن جا پهر. اهڙي ئي هڪ موقعي تي ڪنهن چيو هو: ”سچ عورتن جو پوڄاري آهي....“
ڪيڏي نه گهٽتائي لڳي هيم. هُن جي انهيءَ الزام کي ريٽڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي هيم. پوءِ اڪيلائي ۾ ويهي پاڻيهي پاڻ کان سوال پڇيم: ”تون هُن کي سڃاڻين ٿي؟“
”اون هون“ نهڪر ۾ ڪنڌ ڌوڻ.
”دليل ته اڻين پئي ڏنئي جڻ هُن جي گذرندڙ هر گهڙيءَ کان واقف هجين.“
پشيماني ۽ پڇتاءُ ۾ ڪيترن ڏينهن تائين پڇرندي رهي هيس- اندر جي آنڌ مانڌ کي ماٺو ڪرڻ ڪاڻ عادت موجب شاهه جو رسالو کڻي آٿلائڻ لڳس:
”ڪڏهن ڪيڏهن هينئڙا نٿو وڃين تون....“
اکيون ڪپي ويون انهيءَ سٽ تي ۽ سوچيم: ڪهڙي ايذائيندڙ ۽ اوکي لمحي ۾ هن بيت جي تخليق ٿي هوندي بيچين ۽ بيڪل روح کي آٿت ڏيڻ لاءِ.
هاڻي ته قسمت تي ويساهه وڌي ويو اٿم ۽ يقين اٿم ته اهوئي آهي آدم، جنهن جي پاسرائي مان ڪوري ڪيڏيل مٽيءَ منجهان جوڙيو ويو آهي مون کي. سچ جي زندگي جي هر ڪا ڊوڙ پنهنجي ڳولا ۾ ئي پانيان ڪڏهن تہ.... ڪيڏي نه تبديلي اچي

ويئي آهي حالات جي قيرين گهيرين سان گڏ نظرن ۾ پئي.
هڪ هار وري ملڻ ٿيو پنيور سيمينار ۾ آمهون سامهون. سندس
نيڻن ۾ عام آشنائي پسي ڪيئن نه من جي ڪنڊ ڪنڊ ۾
ڪهرام متو هو. ڪن پل ۾ آرزوئن ۽ آشائن جون هڙئي ديوارون
ڊهي پيون هيون. پيرن هيٺان ڌرتي ڏٻندي پائڻي هيم. اهڙي
ڪمزور لمحن ۾ به هاڙهي جهڙي حوصلي سان بيٺي رهي هيس،
پنهنجي شعور آڏو. هڪ مرد کي ماڻهو ته ڪو مسئلو ئي ڪين
هو. پر اصل ڳالهه هئي سچ ۽ الهام جي. آخر هو هيڏي هاڃي
کان بي‌خبر ڪيئن رهيو؟ نراسائي جو ڏک منهنجي شهه رڳ
تي چپ ڪپائي رت چوسڻ لڳو هو.
آسن جي تندن ۾ ڳنڍيون پونديون ٿيون وڃن. زندگي وحشتن
سان پنهل ڪانئيءَ جيان ڪارانڀي پئي وڃي ۽ پوءِ امنگن جو
پروسو تني ئي ٿتو اڃا تائين.
پاڳلپڻي جون سموريون حدون اُڪري ويئي هيس. اهڙي ئي ڪنهن
لمحي ۾ چار سٽون لکي ويني هيس، دونهاڻيل پاڻ جهڙيون. خط
هٿان نڪري وڃڻ کان پوءِ احساس ٿيو پنهنجي ڪانئرتا جو.
انهيءَ مهل دل گهريو ته ڪنهن چوواٽي تي بيهي وڏي واڪي
دانهون ڪري اعتراف ڪيان پنهنجي چاهت جو. سنگسار تي
شانتي پايان من جي. اصل چيهون ٽي ويئي ساري هستي،
جنهن کي ميڙيندي ميڙيندي نه جوڙي سگهي آهيان هينئر تائين.
پتر بنجي ويون آهن جيئرن احساسن جون اُڪيون.
اعصابي انتشار هٿي موڳو ڪري ڇڏيو اٿم. تڏهن به اندر جي
عذاب جو اولڙو چهري تي پوڻ ڪين ڏنو هيم. انهيءَ ڏينهن
ته بلڪل وائڙي ٿي ويس جڏهن ڪنول اوچتو پڇي ويني:
”ڇا ڳالهه آهي مومل؟ سچڻ سان ڏاڍي سڄڻپائي ٿي ڏسجي.
ڪڏهن کان ٿي سڄاڻين؟“
مون حيران نگاهن سان نهاريندي چيو: ”ڪجهه نه، آئون پاڻ به
نٿي ڄاڻان.“

ڪو ٻهانو ڪين سمجهيو هوم. ڪنول منهنجي دوست هئي.
سالن جو سات رهيو هو. تنهن هوندي به سندس هن سوال پريشان
ڪري وڌو هو. ڪنول کي ڪيئن ڪل پئي. سچ کي ته
مون پاڻ کان به لڪائي رکيو آهي. ٻاهو سوچيندي ياد اچي
ويم، هن جي ذڪر جو وري وري ورجاءُ مون لنوايو، ڇو ته
ڪنول ساڻ ڪوبه ٻهانو هلي ناهي سگهندو. هن به گهڻو زور
ڪين پريو.
درد جو سفر ائين ئي وڌندو رهيو. هوريان هوريان ڪنول جو
شڪ يقين ۾ بدلجي ويو.
ڪلهه شام جو ڪنول ايندي ئي پني ٽڪري هٿ ۾ ڏيندي
چوڻ لڳي: ”ڪيستائين پيڙا پوکيندينءَ، هان وٺ فون نمبر.
سهڻي صلاح اٿيئي ته ڳالهائينس.“
”ڪهڙيون پاراٽيون ڳالهيون ٿي ڪرين ڪنول! ڪڏهن ائين
به ٿيو آهي؟“ مون احتجاج ڪيو.
نمبر ملائيندي چوندي رهي، ”ڪلهه تائين جو ناهي ٿي سگهيو
سو ئي ناممڪن آهي، باقي سڀ ممڪن!“ رسيور هٿ ۾ ڏيندي
ڪمري مان نڪري ويئي.
”هيلو....“ سچ جو آواز ڪن ۾ اوتجي ويو. بت ۾ سياٽو
اچي ويو.
”هيلو....“ سڪل ڳلي سان زوري مس نڪتو.
”ڪير ٿي ڳالهائين؟“ هن ننڍاڪڙي آواز ۾ پڇيو. مان چپ.
ڳالهائڻ نه اڪلي.
”ڪير، نجم آهين؟ نسيم؟ فوزيه؟ ڪير ته آهين؟ ڳالهائين
ڇو نٿي! جلدي اچ. منهنجي ته بوتل به ختم ٿي ويئي. ڪير
به آهين، جلدي اچ....“
آواز ايندو رهيو پر مون وٽ موٽ ڪهڙي هئي. رسيور رکندي
اکيون ڀوري آواز جي پڙاڏي کي ساهه ۾ سمائڻ لڳيس.
”تون ڍچڻي آهين.... روايت پسند.... خودي جي خول ۾ بند! انا پسند

انسانن جا حال اهڙا ئي ٿيندا آهن.“ ڪنول ڪاوڙ ۾ چوندي رهي. ڪل ئي ڪانہ پيم تہ هوءَ ڪڏهن مهل ڪمري ۾ موٽي آئي.
”تون ناحق ٿي چڙين. ڇا چوان ها؟ هُن کي تہ پنهن جو انتظار هو!“
ڪنول وڏيڪ چوهہ چنڊيا: ”روحن جي دنيا جي رهواسي! سچ ۾ انسان آهي. فرشتو ناهي. ڳالهائين ها تہ موضوع بہ نڪري اچي ها. اٿين نٿي چوين تو کي پاڻ تي بہ اعتبار ناهي رهيو. آپگهات ڪرڻو اٿيئي تہ سنئون سڌو چو نہ! ڇڙي ڇڙي مرڻ مان فائدو؟“
”اڇا تو منجهان ڪڪ ڇوٽي رت نڪري“ پهرين سٽ مس اچاريم تہ ڪنول ڪٽي وات تي هٿ رکيو. ”شعرن جي مار ڏيئي لاجواب نہ ڪندي ڪر مون کي. آئون هلان ٿي اکيتي ڪتي تنهنجا پاڳ.“ ۽ هو هلي ويئي.
ڪنول جي اچوڪي گفتگو رهڙي وڌو هو وڃن کي! چڪندڙ چهڪن مان رت ڳاڙڙ سوچون سمي پيون. ڪنول ڪڏهن بہ هن تانگهہ ۽ تڙپ جو ڪارڻ سمجهي ڪانہ سگهندينءَ. رڳي موت محبت ئي سهي پر مون لاءِ عبادت ۽ ايمان آهي. چاڙين ٿي آدرش ڇا آهي؟ آدرش روح جي ناتي جو نانءُ آهي. اوتار آهي پنهنجي پاڻ جو. انهيءَ سچ جي پرک انتهائي اوکي آهي. جيئن زهر زهر کي ماريندو آهي تيئن.... چاهت ۾ ديوانگيءَ جون حدون اورانگهيدي مون بہ ڪوجها سپنا ناهن سجايا نيڻن ۾، جيڪي سچ جي سوجهري ۾ اونداهي جيان وکريو وڃن. ۽ نہ اهڙين اکين ۾ پنهنجو عڪس آباد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، جن جي پهچ رکيو بت تي پهريل ڪپڙن اندر هڏ ماس ماپينديون رهن. جڳن ڪان انهيءَ ڳولا ۾ صدين جا پنڌ پچائيندي پير پٿون ڪيا اٿم. انهيءَ سڪ جي هن اڙانگي پيچري تي هيڪل ۽ وياڪل مسافر بڻجي هلندي رهنديس، پوءِ پل اهو سفر انڌيري اڻ ڪٽ سرنگهہ ڇو نہ بڻجي وڃي.

دک جي انهيءَ مان ۾ پل پل ڏهندي جڙندي رهي آهيان پنهنجن جذبن هٿان. تڏهن به مون مان ناهي مڃيو. ڪڏهن ته..... نجاڻان ڇو يقين جون تندون ٽٽي ئي نٿيون.

مون ۾ اڄ به ساهس آهي، عشق جو اڏول اهڃاڻ بڻجي جيئڻ جو. ساري چمار وفائن جي قيدياڻي رهي آهيان ۽ هاڻ به چاهتن جي جمر ٽيپ جالڻ جي سگهه آ مون ۾. مون پيڊ کولي ڪنول کي خط لکڻ شروع ڪيو. ڪنن پري ڪان آواز پئي آيو، ڪو ڳائي رهيو هو:

”تون شاه سچڻ، آئون سنڌ سپل.“

□□

⊙ خراب شهرت کي برداشت ڪرڻ سٺي شهرت جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آسان آهي. سٺي شهرت گهڻي ۾ ڏاڍي ڳري هوندي آهي، ڇو ته ماڻهوءَ کي ان موجب ئي زندهه رهڻو آهي ۽ ان ۾ پيدا ٿيل ڪنهن به ڪوتاهي کي هن جي خلاف ڏوهه سمجهيو ويندو. خراب شهرت ۾ ماڻهوءَ جي ڪوتاهين کي مجرائي ملي ويندي آهي.

— البر ڪامو

⊙ اهو سچ آهي ته هر وقت ڪهاڻيءَ جو روپ ساڳيو ڪونه رهيو آهي. ڪو وقت هو جڏهن اها شربت وانگر رڳو ٻارن کي پيئاري ويندي هئي. ٿوري عرصي بعد ڪن من موجين ان کي شراب بڻائي غم غلط ڪرڻ جو ساڌن بڻايو. وري ڪن سياڻن ان کي دوا جو روپ ڏنو ۽ ان مان هو پنهنجي ۽ ٻين جي صحت جوڙڻ لڳا. اڄ اها هڪ گلابي پاڻي آهي. ڪو وقت ايندو جڏهن اها صرف پاڻي رهجي ويندي. اهو ڪهاڻيءَ جو اصلي روپ هوندو. ڪهاڻيءَ جو اصلي روپ اڃا باقي آهي.

— هريش واسواڻي

## تانيا ٽيپو

### ڦرندڙ ڦيٿو ۽ ان جو وچ

(ڪهاڻي)

هڪ پيٽ ختم ٿئي ٿي ٻي شروع ٿي ٿي وڃي. اها ختم ٿئي ٿي ته هڪ ٽئين پيٽ تي شروع ٿئي ۽ اها ختم ٿئي ٿي ته هڪ نئين پيٽ شروع ٿي ٿئي. هيٺان مٿان ڪمري کي بند ڪرڻ لاءِ، هيٺ ڌرتي ۽ ڌرتيءَ مٿان سيمنٽ لڳل پر مٿي ايڏي وڏي آسمان کي ڍڪيندڙ ڪجهه اسڪوائرس تي ٻڌل. ڪمري مان سفر ڪري اڪيون اڳتي ۾ هليون ٿيون وڃن. خاموشي، خاموشي ۽ خاموشي ۽ بس اداس ڪڏن جا پاڇا پيا ڏسجن. پر پربت جيڏي سچ جو ڪوبه پاڇو اڳتي ۾ ڪونهي. بس پاڻ ڪجهه هئڻ مان اهوئي فائدو اهوئي نقصان ٿيندو آهي ته ڪي پاڇا نه ڏهندا آهن. بس جيڪو ڪجهه هوندو آهي ماڻهو پاڻ هوندو آهي. ٻين جا عڪس ٻين جا پاڇا ناهيندڙ جو ڪو عڪس، ڪو پاڇو ڪونهي. بس جيڪو ڪجهه آهي پاڻ آهي ۽ ننڍي هئڻ مان شايد اهو نقصان ٿيندو آهي ته پاڇو پيرن هيٺان رهجي ويندو آهي. جيڪڏهن ٽڙندو آهي ته اهو به نه نظر ايندڙ. ذهين هئڻ به ذهين هئڻ چا آهي، شايد دماغ جو خلل. پاڻ کي به دوکو ڏيڻ ۽ ٻئي کي به دوکو ڏيڻ. يا شايد ذهين هئڻ يا شايد ٻئي کي ذهين چوڻ يا سمجهڻ جو شايد اهوئي مقصد آهي ته پنهنجي حالتن ۽ پنهنجي ذهن پٽاندر ٻئي کي پرکڻ. تارازيءَ جي هڪ پڙ ۾ پاڻ ويهي رهڻ ۽ ٻئي کي ٻئي پڙ ۾ وجهي ۽ پاڻ انسان مان ڦري ماپ تور جو ڪو گول گول لوهه جو وٽ تي پوڻ. ٽنگون ٻانهون سڀ وڪوڙي سڪوڙي گول ترازڙو ٻڌجي وڃڻ. رئي يا ڪپڙي مان ٺهيل هودڙي ٻڌجي وڃڻ. بس اهو آهي ٻئي کي عقلمند چوڻ ۽ سمجهڻ جڻ چوڻ ته تو ۾ پاءَ وزن آهي ۽ مان سير جو وٽ آهيان. هيٺن منهنجي ڪنن ۾ جملو پيو:

زندگيءَ ۾ ڪا نواڻ هجي. شايد امان چيو.
زندگي جي نواڻ شايد پنهنجي موڙ جو نالو آهي. پر ڇو ته اهو ڪجهه عرصي کان پوءِ ٿئي ٿي ان ڪري ان کي نئون سمجهڻ پاڻ کي خوش رکڻ لاءِ پاڻ سان ڪوڙ ڳالهائڻ يا پاڻ کي دوکو ڏيڻ يا پاڻ کي دوکي ۾ رکڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ خوش رهڻ. نواڻ ته زندگي ۾ آهي ئي ڪونه ۽ ڪا اڇي ڳي ڪونهي ڇاهي ڪهڙا به انقلاب ڇو نه برپا ٿين. گهر ۾ ڪو نئون ٻار ڄمي ته ان جي پراڻي يا ان واقعي جي پراڻي هئڻ جو وڏو ثبوت خود گهر جا پيا ڀاتي آهن جن مان ڪن کي پراڻو ٿئي ڪيتراڻي سال، ڪن کي ڪجهه سال ٿيا هجن ۽ ڪن کي ڪجهه مهينا يا ڪجهه گهڙيون. پر اصل ۾ آهي ته ڪجهه به نئون ڪِونه. ڪوبه نئون ڪونهي. مون کي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته ڪجهه چوڻ لاءِ لفظ ضروري هوندا آهن يا ذهن جي خانن ۾ سانڍيل اڏوهي ڪاڌل يا ٻائينڊ ٿيل لفظن لاءِ ڳالهائڻ. هر انسان جا ڪن خبر نه آهي ڇو بند ٿي ويندا آهن جڏهن ڪو ٻيو ڳالهائيندو آهي پر پنهنجي ڳالهه ڪرڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ ڪن به کُلي ويندا آهن ته وات ته اڳي ئي ڦاٽل هوندو آهي. پنهنجو پاڻ سان پيار دنيا جو وڏو سچ آهي. پر ان سچ کي سچ چوندي ڇو ته هر ڪنهن کي شرم محسوس ٿيندو آهي ان ڪري هو پنهنجي مفاد کي ٻين سان ٿيلي ڪري انهن کي خوش ڪندو آهي ۽ اجتماعيت جو نعرو هڻندو آهي ۽ اندر جي انفراديت لاءِ وڙهندو آهي، ان کي اجتماعي رنگ ڏئي. آهي ته سڄو ڪجهه پنهنجي پيٽ ۾ گڏڻ، پوءِ ڪٽي ٻن ٽڪرن بدران چار ٽڪر ان اميد تي گهرڻ ته جيڪڏهن مون کي هڪ به نه مليو ته ٻيو به من چار گهري ۽ ڇڻن مان به مون کي به ڏئي ڇڏي. ’مان‘ ۽ ’تون‘ بس ٻن ۽ ڇڻن ٽڪرن ۾ ئي ورهايل آهيون. پر ٻه ٽڪر ڇڻن ٽڪرن کان پوءِ نه گهرندس. توهين ڀرين گهرندؤ اها ٻي ڳالهه آهي ته منهنجا ٻه ٽڪر ڪهڙي قسم جا آهن يا اهي مون کي. ڪيئن

ٿا وصول ٿين. مڪمل سچ ڪي اڌ سچ ڏانهن ڌڪيلي وڃڻ ۽ پوءِ ان ڪي ڪوڙ ڏانهن ريڙهڻ. بس سڄو چڪر اهو آهي اجتماعي ۽ انفرادي اسٽرگل جو. ڪڏهن زندگي سڌي ليڪ ۾ سفر ناهي ڪندي. پنهنجي گرد هرڪو گول دائرو ناهي ونندو آهي ۽ اهي به هڪ ٻئي کان الڳ نه پر هڪ ٻئي سان ڳنڍيل اچي اتي پهچن جتي منهنجو وجود شروع ٿئي. مايوسي به مڪمل سچ آهي. پر مڪمل سچ ڪي مجڻ مستقبل لاءِ خواب نه ڏسڻ شايد انسان جي وس کان ٻاهر آهي. خبر نه آهي ڇو مان 'مان' کان ٻاهر ناهيان نڪري سگهندي . مان ڪنهن ٻئي ڪي وچ ۾ آڻڻ کان سواءِ ڪا ڳالهه ڪرڻ چاهيان ٿي. آخر ڪي ڪردار ڪي واقعا ڇو هجن؟ مان جيڪو ڪجهه چوڻ چاهيان ٿي، مان اهو خود ڇو نه چوان، ڪردار تخليق ڪري به؟ جڏهن ڳالهه پنهنجي ٿي ڪرڻي آهي ۽ پنهنجي ٿي ڪرائڻي آهي ته پوءِ ڪنهن ٻئي ڪي سيڙائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ سنو آهي ماڻهو، 'ماڻهو' کان هٽي 'اسان' ڏانهن سفر شروع ڪري. پر هنن جي هوڻئن ته ڪا اهميت ڪونهي. سڄو چڪر جڏهن معنيٰ جو آهي ته منهنجي خودغرضي منهنجي . چالاڪي ان ڪي اسان ڪي رهڻ ٿي ڪتي ڏيندي؟ اها 'اسان' به 'مان' ٿڄي ويندي، 'اسان' ۾ لڪل 'مان'، ان لڪل 'مان' جي جڏهن مون ڪي به خبر هوندي ته پوءِ ايڏي ڪٽرا ڳ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ مان توهان ڪي اهو به ٻڌائيندي هلان ته مان ٻئي جي ڏک ڪي پنهنجو ڏک ڪي چاهي سمجهي به سگهان پر ان ڪي محسوس ڪرڻ ڪا ٻي شيءِ آهي ۽ منهنجي نظرڻ ۾ اها تمام وڏي ڳالهه آهي جيڪا خودغرضيءَ کان هٽيل شيءِ آهي. ڪا وڏي شيءِ آهي پر مون وٽ ڪونهي. ٻئي جي ڏک ڪي پنهنجو ڏک سمجهڻ ۾ ۽ محسوس ڪرڻ ۾ جيڪو فرق آهي اهوئي فرق مون ۾ ۽ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ ۾ آهي. مان ٻئي سان ته ڪوڙ ڳالهائي سگهان ٿي پر مان پاڻ

سان ڪوڙ ڳالهائيندي شايد شرم محسوس ڪيان ۽ منهنجا ٿي
هٿ منهنجي ڳچيءَ ۾ هجن. ڪلهه تائين رستا شايد رستا هئا، پر
اڄ اهي ڪا ماڻ ٻڌجي ويا آهن، جو مان رستن جون ڳالهيون، رستن جي هنج
کي محسوس ڪرڻ لڳي آهيان. گهر ڪو رستو ٻڌجي وڃي ۽
رستا گهر ته پوءِ پٿرن جون ٺهيل پڪيون ڇڏي مان خيالن جي
ڪکن جا ڪي محل اڏيندي، نه ڄاڻ ڇو گهر گهر نه رهيو
آهي ڪو پليٽ فارم ٻڌجي ويو آهي. جتي هر ريل کي خبر
هجي ته هن جي ڪا منزل ڪونهي. جتي هوءَ بيٺي آهي اها
به نه. سياڻي اتي هوءَ مهمان هوندي. مان رستن جي رولاڪ بنجي
وئي آهيان. ڪا اندر جي آنڌ مانڌ جهڙي سوچون ويهڻ ۾
مون سان وڙهي ڊيڄگوڊيري ٿي پوڻ سي سوچون، سا آنڌ مانڌ رستي
تي ٽڪڙو هلندي پيرن ۾ ٿي چيڀاٽجي وڃي. ڪنهن گوڙ گهمسان
ڪان سواءِ نه مون سان ڪا ويڙهه ڪن نه ڪو تڪرار. ڪن
رستن تي رلي اڪيلائين کي محسوس ڪري اردگرد ڪجهه
به پنهنجو نه ڏسي جڏهن گهر موٽيس ته لڳو ته من جي آنڌ مانڌ
جون الٽيون رستن تي ڪري آئي آهيان. جن جن رستن تان
لنگهي هونديس اتي سڀ ڪجهه اوڳاڇيل پيو هوندو. وري وڃي
مان ڏٺي ڏوئينديس. پر نه، رستن تي هلندڙ ترڪندڙ بوٽ سينڊل
اهي الٽيون اها گندگي پنهنجن ترن ۾ سميٽي ترن سان لڳائي
هليا ويندا. بس جڏهن وڃان گهر گهر وڃي در در ڪڙڪائي
انهن جا ٿورا مڃان ته مون جهڙو گند ڪيو، اهو توهان جي
ترن پنهنجي هنجن ۾ سميٽي ورتو آهي پر منهنجيون شيون مون
کي واپس ڪيو. منهنجيون اهي الٽيون ته منهنجو خزانو منهنجي
ميراث آهن ۽ انهن جوتن تان سمورو گند سموريون الٽيون
چٽي موٽي اچان. سمورو زهر وري اوتجي وڃي من ۾. منهنجو
من ويڳاڻو ٿي رهي، پنهنجي ميراث پاڻ سنڀالي خالي جهولي نه
ڪٽي گهمي. وري الٽين جو احساس زبان تي ڪٽي چپن کي
چٽي، من ۾ سمورو خزانو ميڙي بس مان لهان ٿي. پر جهوليءَ

مان زهر سپ ڪجهه چنبڙي، وري رستو آهي پر ڪجهه مختلف.
گهر جي اڳيان لنگهندڙ رستا به گهر بڻجي ويندا آهن ۽ گهر
بڻجي ڪجهه به ناهن رهندا. رستو اورانگهيندي ٿي وجان آسمان
کي تن تي ويڙهي.
هن مهل جو هتي؟
ڪو آواز ڪنهن پاسي کان اچي ٿو.
ان کي جواب ڏيڻ لاءِ ٻن سيڪنڊن جو وقفو. پر سيڪنڊن
جي سڃي ڳالهه اها آهي ته انهن ۾ لفظ ٻه نه پر ڪروڙين ايندا
آهن، ڪيٽريون ئي سٽون ايندڙيون آهن. من ۾ سوچيان ٿي ته
من ۾ ڪو چور ته ڪونهي جو ڪنهن معراج تي نه وٺي هيس،
ڪنهن عرش جو سير ڪرڻ لاءِ نه وٺي هيس. بس بلڊنگ جون
ڏاڪڻيون لتاڙي پنهنجي دوست ڏي وٺي هيس، چاڪباري سنگ
ڪاٺ، جيڪي مون لاءِ ماني کان به وڌيڪ ٿي ويا آهن. خاص
ڪري چاڪبار آهي ته ڪا اهڙي شيءِ ڪونه پر مان ان کان
احساس پهرين ناهي پنيو. پهرين ان کي نئين معنيٰ ڏيٺي آهي.
چاڪبار چاڪبار ڪونهي ڪو ٻوز آهي فرسٽريشن کي دور
ڪرڻ جو. چانهه، سگريٽ، شراب ۽ چاڪبار يا ڪجهه به. بس
جڏهن اها نئين معنيٰ وٺي هڪ ذريعو بڻجي وئي آهي ته هاڻي
اهي چانهه، سگريٽ، شراب ئي آهن مون لاءِ ڪو تعويذ آهي.
رستن ويندي مان ماڻهن ۾ ناهيان گهوريندي. خبر ناهي جيتوڻيڪ
پيون ايئن ڪنديون آهن پر مون کي ماڻهن جا چهرا ياد ناهن
رهندا، يا رکڻ کان اڳ نظر ناهن ايندا.
هن مهل جو هتي؟
هن ڀيري اهو آواز من مان آيو. ها، هتي نه ته ڪٿي هجان!
ڊرائنگ روم ۾ ٽي وي ڏسندي هجان، ايئن به ٿي سگهي ٿو پر
فرسٽ.... ڪيڏو سستو ڪيو آ مون ان لفظ کي. محروميون
به بازارن ۾ هر مال چار چار آنا جي ڳاڏڙن تي ٿيون وڪامجن.
سستي شيءِ ڏسي ڪير نه وٺندو! گهٽائي ذخيرا ڪيا اٿم من

۾. هاڻي ته ورهائڻ تي اچان ته ڪو ماڻهو خالي جهولي ڪٿي
نه موٽي. ٽرسو، توهان مون ڪي ايئن .نه سمجهو ته مان ڪو
توهان آڏو پنهنجين مظلوميتن جو روئڻو روئان. مظلوميتن جو
ته مون ڪو ذڪر ئي نه ڪيو. مظلوميت حالتن جي خيرات
آهي ۽ محروميون من جي ميراث. مون وٽ من جي ميراث
گهٽي آهي. ڪمري ۾ شايد ڪو منهنجي باري ۾ ڳالهائي
رهيو آهي. شايد، منهنجي ماءُ:
تون ڏاڍي خوش نصيب آهين جو توسان هن عمر ۾ ٻه ٽي ايترا
ماڻهو عشق ڪن ٿا. نتاشا سان ڪو ڪونه ٿو ڪري.... مون
کي لڳو ڪنهن مون کي لفظن جي چماٽ هڻي هجي. مان
شوڪيس ۾ سينگاريل ڪا شيءِ هجان! شايد ڪو نالو
هڻن مون سان ورتو هجي.... يا نيلام گهر ۾ ٻولي لڳل ڪا
شيءِ جنهن کي هر ڪنهن ٺڪاري ڇڏيو هجي! پر مان وري
به اهو ٿي چونديس ته مان پاڻ کي مظلوم نه ٿي چوان يا اهو
ته سوين حسرتون آهن جيڪي لفظن مان ليئا ٿيون پائين. نه، مان
نيلام گهر ۾ رکيل ڪا ٽي وي ڪا ڪار ڪونه آهيان. اڇا
به شايد اهو ئي ذڪر هلي رهيو آهي. شايد عاشقن جون لسٽون
ٿيون ٺهن. ذليل عورتون يا مان پاڻ ذليل عورت! جيڪڏهن مون
سان ڪو عشق نه ٿو ڪري ته ڇا ٿيو؟ مان ڪو وتو ڪٿي
پنان ته ڪونه ٿي! وري امان جو آواز:
تو کي نائنٿ ۾ پنهنجو آئيڊيل ملي ويو آهي....
آئيڊيل. ڏوڙ پئي آهي آئيڊيل جي منهن ۾. جيڪڏهن اهو آئيڊيل
آهي ته يقينن آئيڊيل لطيفو هوندو جيڪو 'آئيڊيل جي تلاش'
ريڊيو پروگرام مان ٻاهر نڪري آيو هجي ۽ 'مان' في‌الحال ته
ڪو ڪونهي جيڪو اچي مون کي.... ناديا کي.... وارا ته گهڻا
آهن. خير مون کي ايترو به هيٺ نه وڃڻ گهرجي ۽ وري
ٻيو جملو:
نتاشا جو دانش سان عشق ٿي ويو آهي. ڪين آبزرويشن.

ٻنهي جو ٿي ويو آهي؟ ٻيو آواز شايد ناديا جو آهي.
دانش جو توسان عشق آهي.... لفظ ٿورڙا ٻنهي ويا آهن. ٽوڙ
پئي آهي ٻنهي جي منهن ۾. اڳتي به الاڻي ڇا ڇا چونديون.
پاڻ کي ڪاتب تقدير ٿيون سمجهن. هاڻي مون کي الائي
ڪنهن سان ڳنڍينديون! ذهيب جو توسان ڏاڍو ڊيپ لَو آهي—
امان جو آواز:
ڊيپ لو: گوشت مارڪيٽ ۾ پٽ تي پيل ڇيڇڙا. مون کي
لڳي پيو، ڪئين ٻليون ٽيون ايڏانهن ورن ۽ هاڻي نلڪو هليو
شايد ڳوڙها هجن جيڪي واٽر ٽينڪ ناديا جي اکين ۾ بند
هئڻ سبب فورس سان ٻاهر نڪري رهيا هجن. ان ڪري ايترو
آواز ٿيندو هجي. ذهيب جي ياد جو ڪمال هجي آهو ۽ هاڻي
ان جي ياد ۾ هڪ گيت. ۽ هاڻي وري واهيات ڳالهين جو
سلسلو شروع ٿي ويندو، اڄهو شروع ٿي ويندو:
رومينس لو.
لو رومينس.
رومينس لو.
سڄي بڪواس وينيون ٿيون ڪن. ٻنهي لاءِ اهي لفظ مسجد جي
مينارن وانگر آهن. هڪ لاءِ صفا اگهاڙي ٻيءَ کي مسجد مسجد
ٿي نظر ايندي. ڇو ته ان گراف ٺهرائي ناهي سگهيو. هوءَ ذليل
ته پين کي نقشو ناهي سمجهائيندي. سمجهائي وٺي به ٿي نوان
نقشا مون کي به سمجهائي وٺي.
هاڻي وري شروع:
فلاڻو رومانس فلاڻو عشق فلاڻو عاشق....
واهيات واهيات ۽ بس واهيات.
پنيان وري آواز آيو:
هن مهل جو هتي؟
منهنجي زندگي به ائين ٿي آهي، منهنجو جمڻ به. مون کي
ڏسي زندگي جي هر موڙ تي ڪو نه ڪو ماڻهو ضرور اهڙا
سواليه نشان ڪئي بيهي رهندو.

هن مهل تون هتي!
دل چاهيو اڳيان ٻيٺل ان عزت ماب شخص کي چوان ته بس ته ڪر مون کي هنن ٻن.... جون ڳالهيون ته ٻڌاءِ، پوءِ پڇجانءِ. هنن جون ڳالهيون ٻڌي ته لڳي ٿو ته ڇڻ مان هنن کان پننڌي هجان. ها ڇڻ ڪو پٽ جنهن سان مان رومينس ڪيان:
بڪواس. ڇا جو رومينس؟
جنهن ٿان مان....
ها، هاڻي هن ويچاري عزت ماب شخص کي ٻه جواب ڏئي وڃان.
ٿورو مرڪي چيو مانس:
فرينڊ وٿ وئي هيس.
اڳتي وڌي ويو.
جيتوڻيڪ هينئر ڪو مون کان اهو سوال پڇي ته يقين چوندي مانس: يار وٿ وئي هيس ۽ ها واقعي اٿين ٻه پيرا ٿيو ٻه آهي پر زبان ڪجهه چئي ناهي سگهندي ۽ ها هڪ پيو ٻه لفظ منهنجي جيون جي ڪشڪول ۾ 'هن مهل تون هتي' جي جملي جيان پيو آهي.
'نتاشا آئي هئي.'
ڪو ذليل ڪو سوئر ڪو گڏهه جو پٽ ڪو ماءُ جو.......
نتاشا وٿ ڪونه آيو. منهن ڪارو ته نتاشا جو ٿيو آهي جو وئي هئي. خير زندگي پئي آهي پر هينئر ته مان ﭘگهر ۾ سڄي شل ٿي وئي آهيان. هن ڪمري ۾ جي وينس ڪجهه لکڻ لاءِ هر لفظ پنيان پنيان آهي ۽ هاڻي هتي اچي ويئي آهيان ته منهنجي ڪنن کي پيءُ جو گهر سمجهي لفظ گهڙي ٿا اچن يا منهنجا ڪن ئي شايد پنهنجو نالو ٻڌي لفظن ۾ گهڙي ٿا وڃن.
وري اڳتي گهر ڏانهن وڌي ٿي اچان. بيل وڄايان ٿي پر دل ٿي چوي اندر نه وڃان. دروازي تي ويهي رهان. دروازو کليو ۽ مان ڪمري ۾ هئس. تفصيل ٻڌائي مان.
هانو نه ڦاٽين ته چوري الاءِ ڪهڙو منهن ڪارو ڪرڻ وئي هئي

جيتوڻيڪ منهن ڪارو ڪرڻ ته سولو آهي ۽ منهن اڇو ڪرڻ
ان ڪان وڌيڪ سولو. ڇو ته ڪوئلو يا ڪو مرد انهن، ٺهي
مان ڪا شيءِ به اويليبل هجي ته ڪم ٿي ويندو. منهن اڇو هجي
ته ڪوئلو ڪم ۾ ايندو ۽ ڪارو هجي ته ڇو. جي مرد ۾
اها ڪوالٽي آهي ته هو عورت ڪهڙي به قسم جي هجي
اڇي يا ڪاري ٻنهي جو منهن ڪارو ڪندو پر پنهنجو منهن
اڇو رکندو آهي.
ڊيپ لو.
ڪنن ۾ ڪو واهيات لفظ ڪڙڪو ڪرڻ لڳو. ان ڪان سٺو
لفظ ڊيپ فريزر آهي. اندر وڃي ويهي رهجي ته ڊيپ اينڊ ڪولڊ
لو هڪ وقت ۾ ايڪسٽينشنس ٺهي وينديون.
ڊيپ لو اهو ڪونهي. امان جي فتويٰ.
ڪهڙو هوندو آ ڊيپ لو؟ ناديا جو سوال.
منهنجو زلفي سان ڊيپ لو هو. انفرميشن.
پلا ڪيئن ٿيندو آ ڊيپ لو؟ ٻيهر ڪيل سوال.
اهو ته اهو ليکي نه ليکي مان ان سان پيار ڪيان.
ائين چو نه ٿي چئين: ليکي نه ليکي مان يار جي ليکي. اهڙا
ليکا مون گهڻا ڪيا آهن. مان وري هڪ اهو جملو به پنهنجي
جيون جي ڪشڪول ۾ وجهي ٿي ڇڏيان.
'ليکي نه ليکي مان يار جي ليکي.'
مون کي لڳي ٿو ته مان جڏهن مرنديس، مان ڏاڍي امير مائي
هونديس. پنهنجي جيون جي ڪشڪول مان اهڙا ڪيترائي جملا
جهاتيون پائيندا.
ڊيپ لو آهي امان ان ڪري ته مان هن جي جاب‌لس هئڻ جي
باوجود هن سان شادي ٿي ڪيان جيتوڻيڪ منهنجي لاءِ
ڪيترائي پرابلم ڪريئٽ ٿيندا. منهنجي پيءُ تي ٿي احسان ڪرين.
ها، اهو به ڊيپ لو آهي- ها ڊوڙ آهي.
توهان جو پيار ڪونهي، پيار جو پيار آهي. مون کي جملو

ايئن ڏي سمجهہ ۾ آيو.
پوءِ باقي امان اهو تہ پيار آهي نہ آهي نہ.... چپري
اچڪلهہ مان ڪنهن گالهہ تي ناهيان رئندي. زهيب کي ياد ڪري
رئندي آهيان- ڏوڙ پائيندي آهيان منهن ۾.
ڇو رئندي آهين؟ زهيب تہ توسان گڏ آهي نہ!
آخر مون پاڻ کي وساري ڇو ڇڏيو آهي امان زهيب ناديا
واهيات موضوع
بس نتاشا بس. مان.
وري ڪو واقعو شروع.
وري رات واري بيچيني شروع ٿي وئي آهي. وري دنيا جهان
جي ڪتابن پڙهڻ تي دل چوندي. سڀ پوئجي ايندا ڪمري
ڏانهن. چانهہ ٺهندي، ٽيپ هلندي. ہ ڏي جملا پڙهنديس
۽ صبح ٿي ويندو ۽ مان پنجين وڳي سمهي پونديس ۽ يارهين
وڳي اٿنديس. وري نئون ڏينهن شروع ٿي ويو آهي پر ايڏو پراڻو
جو لڳي ٿو ڇڻ صدين کان اهين ڏي ٿيندو ٿو اچي. نئون چوڻ
تہ نئين لفظ جي بي عزتي آهي. ننڊ اڄ پوري نہ ڪئي اٿم،
اکيون ٻوٽيل ٻوٽيل ڪونهن پر من ٻوجهل ٻوجهل آهي. هاڻي
تہ گرمي جي بہ انتها آهي. پير پنکي آن ڪرڻ لاءِ اُٿي وڃن
ٿا. هاڻي تہ ڪو آواز ڪونهي. هاڻي تہ لفظ منهنجي ڪنن کي
پيءُ جو گهر نہ سمجهندا ۽ نہ منهنجا ڪن پنهنجو نالو ٻڌي لفظن
۾ گهڙي سگهندا. ٻاهريون ڪو آواز نہ هوندو. پر آواز اندر
جا هوندا . اهي تہ شايد وڌيڪ پيا نڪ هجن. وري موٽان ٿي
اندر ڏانهن ۽ اندران آواز ٿو اچي:
تون هن مهل هتي!
ها، وڃ تہ آخر مان پاڻ ڏي آهيان نہ! جيڪا شيءِ بہ مون سان
آهي اها موٽي وري مون وٽ ايندي- اندر ۽ ٻاهر جي وچ ڏانهن-
هڪ نقطي ڏانهن!

□□

# ماهتاب محبوب

## ڪلا جو ڪوهنور- ماسٽر چندر

(جيون ۽ ڪلا)

هندستان جي سدا حيات، ياڳن پرئي فنڪار جو جنم 12 ڊسمبر 1909 ۾ ٺارو شاهه، ضلعي نواب شاهه ۾ ٿيو. هو پنهنجي پيءُ آسنداس ۽ ماءُ رامل بائيءَ جو نازن پليو اڪيلو پٽ هو، جنهن جي جنم پتري ۾ بخت جو چمڪو ڏسي پنڊت به دنگ رهجي ويا ۽ گهر وارن کي خاص تاڪيد ڪئي ته اِن سدوري ٿينگر جي جنم ڏينهن تي هر سال پوڄا پاٺ سان گڏ دان پنج ۽ جشن جلوس جو سلسلو جاري رکندا اچن ته جيئن سندس بخت سدائين بالا رهي.

سنگيت آچاريا، رگهو ناٿي جو ٿي چندر نه هو، هن جي پيدائش تي سچ پچ ته چؤطرف چانڊوڪين جو سمان هو.

صورت جو ته هوئي ملوڪ! سڀا جهڙي سياءُ ۽ مٺڙي زبان ته ويتر جهان جون دليون موهي ڇڏيون.

بي فڪريءَ سان گهاريل حياتيءَ جي سترهين سال ۾، اڃا حيدرآباد ۾ مئٽرڪ جو امتحان پئي ڏنائين ته پويان پيءُ ۽ چاچي جي ڪالرا ۾ گذاري وڃڻ جي اوچتي خبر هنيانءُ تي روڙي ڇڏيس. آبوجهائي واري ننڍي عمر ۾ اهو ڏک سهڻ ۽ گڏ لکن جون ملڪيتون سنڀالڻ هن لاءِ ڏاڍو مشڪل هو، جنهن جو فائدو وٺندي ڏارين ڏوڙيا ڪري پنهنجا گهر ڀريا.

ملڪيت به ڪا ٿوري نه هئي. ڪراچيءَ ۾ دڪان دڙا ته ٺارو شاهه ۾ به باغ ۽ زمينون هين. 'ڏامواڻي باغ' ته اڄ به اتي موجود آهي جيڪو سندس ڏاڏي، ڏامون مل پنهنجي هٿن سان لڳايو هو.

وڏن جي ڇانَو کان محرومي ۽ ذميدارين سبب وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو ۽ جيئن تيئن ڪري پئي حالتن کي

منهن ڏنائين جو سندس زندگيءَ ۾ وڏو ڦيرو آيو. ڪنهن ڳالهه تان ويراڳ لڳس ۽ سيٺ مپارام ٽيجواڻي جي نياڻي، هيتي ٻائي سان مڱيل هوندي به گهر ڇڏي هليو ويو. ساندهه ٻه سال بدري نات جي پهاڙن ۾ تپسيا ڪيائين، جتي ستگرو گلراج ۽ ماتا پپر ديوي جي صحبت پڻ نصيب ٿيس، جيڪي اُتي پڇن ڪندا هئا.

هوڏانهن سڪيلڌي پٽ جي ياد، رامل ٻائي کي بي‌حال ڪري رکيو. هوءَ روئندي تڙپندي رهي، نيٺ وچي ڳولهي لڌائينس. ورهين جا وڇڙيل ڳلي لڳي خوب رنا. ان بعد رامل ٻائي، گروءَ کي پڻ روئي عرض ڪيو ته ’اڪيلو‘ ٻار اٿم موٽائي ڏي نه ته آن جل ورتائڻ بنا ئي دروازي تي دم ڏينديس. جڏهن گروءَ آئت ڏني ته هن ڪانئس ٽي وچن ورتا:

پهريون: ’چندر مڱيل آهي، شادي ڪرائينس.‘

ٻيو: ’مان چندر کان پهرين مران.‘

ٽيون: ’مان مران ته چندر منهنجي سامهون هجي.‘

گروءَ ٽيئي وچن قبول ڪيا ۽ پٽس موٽائي وطن آندائين، جتي هن کيس تلڪ ڏيئي مٿڪ ٻڌي، گهوٽ بنائي گهوڙيءَ تي چاڙهيو. دهلن دمامن سان شهنايون وڳيون، شادمانا ٿيا پر ماستر چندر جي اِهائي وائي هجي ته ’گرو مون سان ناحق ٿو ڪري.‘ گروءَ کي ته هر حال ۾ پنهنجا ڏنل وچن نڀائڻا هئا، هن پوءِ جيڪا خاص ڳالهه کيس هميشه لاءِ ڳنڍ ۾ ٻڌڻ جي هدايت ڪئي، سا هيءَ ته:

’دنيا ۾ ڪم ڪرڻو آهي، غم ڪرڻو ناهي. دنيا ۾ شاهد ٿي هلجانءِ جو تو کي گهر سنسار گرهست ۾ تو آڻيان. نه مدعي ٿج نه مداعليه - فقط شاهد.‘

معنيٰ ته ماءُ پيءُ، زال مڙس، ڀاءُ ڀيڻ، سمورو ڪٽنب توڙي ڌن دولت پنهنجو ڪري نه سمجهه، سڀ رب جي حوالي ڪندين ته دنيا جو سفر سٺائو ٿيندءِ. باقي جيڪڏهن انسان روئي ته

فقط پنهنجي لاءِ روئي پين لاءِ روئڻ مان دل کي صدمو ايندو. شاديءَ جا هل هنگاما اکلائي، گروگلراج به هن دنيا جي ياترا پوري ڪري وڃي ٿاڻيڪو ٿيو. جنهن ڪري ماسٽر چندر جو من ملول ٿي پيو. اها صورت حال ڏسي سندس چاچي، ڪيس درگاهه قطب شاهه جي حوالي ڪيو، جتي فقيرن جون دعائون ماڻيائين. جنهن سان ڪيس دل جو سڪون نصيب ٿيو.

ائين برابر هو ته شاديءَ جي شروعات ۾ گهر سان دل نه لڳندي هئس، پوءِ نيٺ اهو پيار ويو وڌندو ۽ پنهنجو مثال قائم ڪيائين.

1933ع ۾ هز ماسٽرس وائس ڪمپني وارن ماسٽر چندر جا رڪارڊ ڀرڻ شروع ڪيا. سندس ڪمپوز ڪري ڳايل گيتن جو تعداد ٽن هزارن کان به مٿي آهي. سا ڳئي سال کان 1936ع تائين هن هندي فلمن ۾ به ڪم ڪيو، جن جا نالا آهن: دلارام، پريم پريڪشا ۽ موت ڪا طوفان. پوئين فلم ۾ هن هيرو جو رول ادا ڪيو ۽ سڄي فلم جي ميوزڪ پاڻ ڏني.

هند ۾ پنهنجي فن جو ڏاڪو چمائي 1936ع ۾ جڏهن سنڌ موٽيو ته وري واپس وڃڻ جي ماڻ موڪل ئي نه ڏنس. سنڌ ۾ به هن جي بخت ساٿ ڏنو جو جت ڪٿ پيا پروگرام ٿيندا هئس، جهنگ جرهڪ ڪري ڏنائين پوءِ ته هن پاڻ به هند وڃڻ جو ارادو بدلي ڇڏيو.

شهرت سان گڏ خدا سندس اولاد ۾ به برڪت وڌي ۽ ڇٽيهن سالن جي ڄمار ۾ هو پنجن پٽن ۽ ٽن ڌيئرن جو پيءُ بڻجي پيو. جن مان به پٽ ته جوانيءَ ۾ ئي گذاري ويا. جنهن سان سندس زندگيءَ جو ڀرپور دور ڇڻ ختم ٿي ويو. ان بعد جلد ويري ورهاڱو ٿيو. لکن ٻيوس سنڌين جيان هو به پنهنجا آباڻا ڪک ڇڏي هند هليو آيو، جتي ٻه ڌيئر ٻيون به پيدا ٿيس. هن وقت ٽيئي پٽ روزگار سان لڳل اٿس. جڏهن ته ڌيئر به وڃي پنهنجي گهرن جون ٿيون آهن.

ماسٽر چندر جا رڪارڊ پنهنجي گهر ۾ اُن وقت ڪان پڌندي پئي آيس جڏهن اڃا سر سنگيت جي ڪائي ڄاڻ نه هئم. پر جڏهن سنگيت ڪي سمجهڻ جهڙي ٿيس تڏهن ئي ماسٽر چندر جي اهميت جي به سڌ پئي ۽ کيس خط لکڻ جو اتفاق ٿيو. هن به نهايت ئي خلوص ۽ پنهنجائپ سان ورندي ڏني ۽ گڏ 'نئين زندگي' ۾ ڇپيل منهنجي ڪنهن ليک تي تنقيد ۽ تبصرو ڪري رهنمائي پڻ ڪئي. بس اهڙيءَ طرح خطن جو سلسلو هلي نڪتو ۽ هند سند جو عظيم گلوڪار، سنگيت آچاريا ماسٽر چندر، منهنجو دادا چندر بنجي ويو.

دادا جي خطن لکڻ جو انداز به اهڙوئي وڻندڙ هو جهڙا سندس امر گيت....

هن وقت مونکي سندس قربن ۽ دعائن پُردو آهو خط پيو ياد اچي جيڪو بيت جي صورت ۾ هن سائين محبوب ۽ مون کي مخاطب ٿي لکيو....

محبوب نالــي سهڻو محبــوب آهــي تنهنجو
پر سچ پڇين ته ساڳيو محبوب آهي منهنجو.
هڪڙو به اڪر هٿ سان محبوب لکيو ناهي
سمجهي نٿو سگهان ته نتائڻ جو سبب ڇاهي.
محبوب ۽ ماهتاب جي شنگهه، راس آهي ساڳي
گوچر ۽ گرهه ساڳيا ۽ خواهش آهي ساڳي.
ڪنهن وقت رسڻ ساڳيو- هردم آ پيار ساڳيو
اِنڪـار رهندو ساڳـيو، اِقـرار آر ساڳيو.
شل سڪ رهــي سلامت، جيئندا رهو سدائين
محبت جــو جـام دائـم پيئندا رهـو سدائين.
محبوب تـوڪي پارت، ماهتاب ليکڪا جـيـ-
ماهتاب کـي آ پارت، محبوبُ دل صفا جي.
هڪ پئي جي هڪ پئي کي، پارت چندر ڪري ٿو
جوڙي کي لکـ دعائون، دل جي اندر ڪري ٿو.

اُن بيت، محبوب تي ايڏو اثر ڪيو جو اُن دم دادا چندر ڏانهن خط لکي موڪليائين. جڏهن دادا جو جواب آيو ته اهائي فاعلاتن، فاعلاتن، فاعلاتن، فاعلن واري شاعري هئي، جيڪا پنهنجي پرپور انداز سان دل تي نقش ٿي وئي. لکيائين،

قرب وارا اي ادا محبوب صاحب خوش هجو
شل رهو جيئندا سدا پيا پرت جا پرزا هجو.
خط مليو دل کي خوشي ٿي، مهرباني تو ميان
وطن تي جيڪر وران ۽ ڪين ڪي پيرو پڇان.
پر مٿا مان ڇا ڪريان. شايد نه آهه آن جل اچان
تنهن ڪري مجبور آهيان، ڇنم پلا ڪاڏي وڃان.
دم حياتي آ ته ملنداسون ۽ لڳنداسون ڳري
دل مليل آهي مٿا پرواهه ناهه آهيون پري.
جئن ڏنم فوٽا ته ڇڄ رانجهن مليو آ هير کي
حال سڀ معلوم ٿي ويو ڏسندي ئي تصوير کي.
ٻانهن ساڄي، ٻانهن ساٿي جي ڳلي ۾ آ ڪٽل
ٻانهن کاٻي ٻارڙن جي پيار ۾ آهي رڌل.
پوء به دلبر چوين ٿو ناهه ڪا فرصت گهڙي
ڪم گهٽو آهي نه ماٺي ٿو سگهان راحت گهڙي.
گهر ملاقاتي اچن ٿا ڪيئن ملي فرصت گهڙي
ڪيئن وندريان پنهنجن سان فرحت ۾ اچي محبت گهڙي.
مان ته سمجهان ٿو ته دفتر جي نه ڪنهن به ڪتاب ۾
هاڄ ۾ هٿ هوندو ليڪن موهه، دل ماهتاب ۾.
معاف ڪج محبوب، شاعر خود خدائي راز آ
جت چندر پهچي نه، آت ڪندو بن پرن پرواز آ.
عيد آهي اڄ مبارڪ عيد جي ٿو موڪليان
خوشين ۾ آهي جهان، پوء مان به ڇو ڪين خوش ٿيان.
جنم دن منهنجو ٻارهين ڊسمبر آ پڪو

جي ملي فرصت، دعائون دل سان چندر کي ڪجو
بس چندرٿو بند ڪريان خط، ڇو؟ وري ٻيو ٻئي دفعي
هڪ تہ تو کي وقت ڪونهي، ٻيو آدڙي نا ٿئي خفي.

هڪ پاسي تہ دادا چندر جا اهڙا زندهہ دليءَ سان ڀرپور خط پڙهي سندس زندگي جون دعائون پيا گهرندا هئاسين تہ ٻئي پاسي آل انڊيا ريڊيو تان ماڻهن جا اهي سوال تہ ڇا ماستر صاحب زندهہ آهي؟ ڏاڍي چڙ پيا ڏياريندا. سنڌ ۾ بہ جي ڪنهن سان دادا جو ذڪر ڪيو هوندم تہ اَمالڪ حيرت مان سوال ٿيندو 'ڇا چندر اڃان زندهہ آهي!؟' ۽ مون کي اِئين لڳندو هو تہ سندس زندهہ هجڻ جو انڪشاف ڪري ڇڻ ڪوڙ ڳالهائيندي هجان. مون لاءِ تہ اهي سوال ڪٽي نوان هئا پر دادا تہ اهڙيون افواهون پنهنجي جوانيءَ جي زماني کان ٿي ٻڌندو ٿي آيو، ڪو ٻڌائيندو هو تہ قتل ٿي ويو، ڪو چوندو هو تہ گذاري ويو. سنڌ ۾ رهڻ دوران، اخبار جا ڪي ايڊيٽر پڻ اهڙي تصديق ڪرڻ لاءِ سندس گهر تي آيا. هن کي ڪين اهڙو تہ ڏاهو ڪو جواب ويهي لکرايو جو وات پٽجي وين. چيائين:

مان دنيا کي سڃاڻان ٿو
مان دنيا جو ڏتل آهيان
تہ دنيا ڏي لڪل آهي،
تہ دنيا کان لڪل آهيان
ڇون ٿا ويو چندر ڪيجي
برابر مان ڪتل آهيان
مٿل آهيان محبت ۾ اگيئي
مان مٿل آهيان
مٿل کي ڪير ماريندو.
مان جيئڻ کان ٽتل آهيان.
جيئڻ وارا پيا مرندا،
مرڻ کان، مان ڇٽل آهيان......

دادا چندر سان بمبئي ۾ ملڻ بعد مون سوچيو ته رڳو نزلي زڪام جي معمولي تڪليف ڪيس هيٺو ناهي ڪيو بلڪ آل انڊيا تان نشر ٿيندڙ آنهن خطن به سندس روح کي ٿورو ضرور ضربيو ۽ دل کي دهلايو هوندو جنهن ۾ اڪثر سندس زندهه هئڻ بابت پڇائون پيون هلنديون آهن. جيتري قدر مان سمجهان ٿي ته آنهن افواهن کي هٿي ڏيڻ ۾ سندس ننڍي چمار ڪان ڳائڻ جو به ڪجهه هٿ آهي. آن دؤر جا رڪارڊ پڻ سندس غير ميچوئر آواز جي شاهدي ڏيندا، جنّ کي زمانن ڪان ٻڌڻ ڪري ماڻهو سمجهندا هئا ته دادا ڪڏهوڪو موڪلائي ويو هوندو. مون ته اڪثر دادا جي همعمر يا ان ڪان به وڏي چمار وارن کي ائين چوندو ٻڌو آهي ته ”ماسٽر چندر ته تڏهن ڪان پيو ڳائيندو هو جڏهن اسان ٻار هئاسين.“ ’‘

ڪين ڪير سمجهائي ته جي توهان ڪيس ننڍي هوندي ٻڌو هو، ته دادا پاڻ به ته ننڍي اوستا ۾ ڳائڻ شروع ڪيو، ڪهڙو مڙهو ٿي ساز سرندا ڪنيا هئائين جو توهان ڪانئن ننڍا ٿي پيا.

ان معاملي ۾ دادا ويچارو سان به ذري گهٽ مائي ملڪه ترنم نورجهان واري ڪار ٿي آهي، جنهن کي عبرت جو موضوع بڻائي، پاڪستان جي هر ڇپي ڇيلهه واري ڪراڙي عورت ۽ ڪڙپيل مرد، سندس لافاني سونهن ۽ جوانيءَ کي پلاسٽڪ سرجريءَ جو ڪرشمو ڪوٺيندي، پاڻ ڪان گهٽو گهٽو وڏو سمجهندا آهن! بس اهوئي ڳنل دليل ته اسان ڪيس ننڍپڻ ڪان ٻڌندا اچون.

دادا چندر ته اڃا پنجهتر ورهيه به پورا ڪونه ڪيا جو سڏ ٿيس ۽ آٿي پنڌ پيو. هند جي سنڌين جي پيٽ ۾ سندس اها عمر ڪا خاص وڏي نه هئي ڏهه پندرهن سال ته واهه جا ڪڍي پئي سگهيو. پر خير، خدا ڪيس پنهنجي هلندي هلايو، ڪنهن جو محتاج نه ڪيو. اها ئي سندس وڏي ۾ وڏي آرزو هئي جا رب پاڪ پوري ڪيس. دنيا ۾ رهي رهي نيٺ به ڪيترو رهجي ها. دير سوير، واٽ ته سڀ جني ساڳي آهي. اسان جو دادا چندر

۽ وچي سگهيو ٿيو ۽ پنهنجي رب ڪي پرتوو.
دادا چندر جي اهڙن ماڻهن سان ٻهه ڪانه پئي جيڪي واعدي خلاف، ڏاڙي لباڙي، مطلبي دوکيباز ۽ ڪوڙا هجن. هو اهڙن جي پرک لاءِ ڪيئي ڀهاڪا پڌائيندي چوندو هو:
'اصل وچ خطا نه هوسي، نقل وچ وفا نه هوسي. جنهن جي ماءُ ڪيو چٽيندي ته پٽ وري لازمي طور ڏيکڻ جي ٻيڙي ٻوڙيندو!'
زندگيءَ ۾ ورلي ڪو اهڙو خوشقسمت هوندو جيڪو ڏکن سورن کان آجو رهيو هجي نه ته مٽ مٽ سور سڀ ڪنهن جي ڀاڱي جو حصو آهن. دادا چندر وٽ اهي سوايا هئا نه ته جيڪر پنهنجي شعرن ۾ ائين نه چئي ها ته 'مٽ مٽ سور سڀ ڪهين پر مون وٽ پائين پات....' ان جي باوجود، حوصلي ۽ جگر وارو اهڙو جو ڪڏهن اُف نه ڪئي. سمورا درد پنهنجن گيتن ۾ ڪجهه اهڙي ريت پري چڏيائين، چڻ اهي ئي سندس پڪا يار هجن...

اسان دردن سان ياريون لاتي آ،
پڪي پريت سورن سان پاتي آ.

دادا چندر جي ڳايل بي شمار گيتن ڪي جيڪر ٻن حصن ۾ وراهجي ته شروعاتي گيت، جيڪي سنه 1946ع تائين ڳايا اٿس ۽ ان کان پوءِ وارن گيتن ۾ نمايان فرق نظر ايندو. پهرين گيتن ۾ رومانيت آهي جڏهن ته پوئين ۾ بي انتها ڏک.... اهو ڏک وطن جي وڇوڙي سان گڏ ٻن جوان پٽن جي جدائي جو به هو جيڪو آخري دم دادا جي جيءَ کي جهوريندو ۽ هڏ ماس ڪوريندو رهيو.... هن پوءِ ڪو اهڙو گيت نه ڳايو جنهن ۾ وطن جي سار سان گڏ، لڏي آيلن کي همٿائيندي، پنهنجي دل جي انتهائي درديلن جذبن جو اظهار نه ڪيو هجي. ڪن گيتن ۾ هن پنهي فرزندن ڪنيي ۽ منوهر جو نالو ڪٺي سندن بيوقتي وڇوڙي تي ارمان ظاهر ڪيو آهي. ڪٿي نالو نه به ڪنيو اٿس ته به گهري نظر وارا سندس اندر جي اونهاين ۾ اهڙن دردن

ڪي ،جاچيو ۽ پر کيو وڃن. پنهنجي دردیلي ڪيفيتن جو اظهار ڪندي هڪ هنڌ چيو اٿس:

ُرڪي ناتو نڀايو ها، سنگت جلدي ڇنايو ڇو؟
ملن ميڙو رتل هيءَ راند اڄ جوڳي ڦٽايو ڇو؟
نہ رهڻو هوءِ بيراڳي تہ ِهت بنگلا بڻايو ڇو؟
ڇڏي هيءَ جوءِ جوڳيڙا، جدا جايون اڏايو ڇو؟

جڏهن ڪان دادا سر ۽ ساز جي دنيا ۾ پنهنجو مبارڪ قدم رکيو آهي، تڏهن ڪان ٿي هو هر دؤر ۾ عظيم ۽ مقبول ڳائڪ ليکيو وڃي ٿو. اهو اعزاز گهٽ فنڪارن کي حاصل آهي. نہ تہ سنگيت ڪلا اهو ساگر آهي جنهن جي پاتال ۾ ايترا تہ ماڻڪ موتي ۽ لعل پريل آهن، جن جو ڪو انت ٿي ناهي. دادا چندر اُنهن مان هڪ آهي جنهن کي فن جي دنيا ۾ پنهنجي منفرد حيثيت ۽ نمايان مرتبو حاصل آهي. اسان جي خوشقسمتي آهي تہ اهو ڪوهنور سنڌ جي حصي ۾ آيو، جنهن جي غير فاني ڪلا سنڌ جي سينڌ ۾ سنڌور جيان چمڪندي رهي آهي. هن جا گيت سنگيت، سنڌين جي رڳ رڳ ۾ سٽيءَ جيان سمايل آهن.

ورهيہ لنگهي ويا آهن پر دادا چندر جو آواز اڄ بہ بيحد اُتساهہ جو باعث آهي. سندس آواز ۾ جيڪا دلڪشي، حسن، جاذبيت ۽ جواني آهي سا دلين کي متاثر ڪرڻ ڪان سواءِ نٿي رهي. سندس امر گيت، جتي ٻڌندڙ کي گهايل ڪيو ڇڏين، اتي گهائن تي مرهم جو ڪم پڻ ڪري ڏيکارين. ڪڏهن تہ وري نئين نئين چڪڻ ڪاڻ سمورا ڦٽ اُکيڙيو رکن.

هو چاهي ها تہ فن سان گڏ ادب جي دنيا ۾ بہ پنهنجو خوب نالو روشن ڪري پئي سگهيو. ڪويتا پريمين ۽ پبلشرن جي بيحد اسرار تي بہ هن درويش صفت انسان کي ڪڏهن بہ پنهنجي شاعريءَ کي ڪتابي صورت ڏيڻ جو خيال نہ آيو. ڇو تہ هو شاعريءَ کي ان قسم جي شهرت ڏيڻ جي قائل نہ هو. ٻہ چار سال اُن ٿي ڪشمڪش ۾ گذري ويا؛ نيٺ دوستن ۽ همثائيندڙ

سچڻن جي سات سهڪار سان، سندس ويجهو مائٽ ولبرام ڏاموائي،
سرڳواسي فرزندن جي ياد قائم رکڻ جي صدقي ڪيس اهو ڪلام
ڪتابي صورت ۾ پڌرو ڪرڻ لاءِ راضي ڪري سگهيو. ان ريت
دادا چندر جا ٻه ڪتاب 'چندر سان رهاڻيون'، 'ديوان چندر'
۽ ٽيون صوفياڻي رهاڻ تي مشتمل 'سچو صوفي' پڌرا ٿيا.
ماستر چندر جيئن ته مائٽن جو اڪيلو ۽ لاڏلو پٽ هو تنهن
ڪري جيڪا فرمائش ڪندو، سان آن دم پوري ڪرڻ جو سعيو
ڪبو هو. شڪر جو اُنهن ڏينهن اِهي جيتامڙيون اِسڪوٽرز يا
بائيڪ نه هيون، نه ڪي وري اُنهن جو ستيا ناس ڪرڻ
واريون جبل جيڏيون ٽرڪون، لاريون. نه ته جيڪر مائٽن جو
ساهه مٺ ۾ ڪري، دادا چندر به نواب شاهه جي گهٽين رستن
تي سائلينسر نڪتل بائيڪون ڊوڙائيندو ۽ خطرن سان کيڏيندو
وتي ها. تن ڏينهن ۾ سائيڪل به، لکن جو مٺ هئي جيڪا
مائٽن خاص ڪراچيءَ مان گهرائي ڏنس. اُن وقت نواب شاهه
۾ ڪنهن وٽ به سائيڪل ڪانه هئي. تنهنڪري هر ڪنهن
جون اکيون ان منجهه کتل هيون ۽ دادا ته اصل بلي بلي!
خوشيءَ مان پيو لاهين چاڙهين تان اُڏامندو هو. زندگيءَ جي
پهرين گيت جو جنم ٿي ان سائيڪل تي ٿيس، جنهن کي هن ترنم
سان جهونگاريندي پنهنجي سائيڪل جي شان ۾ چڱ قصيدو پڙهيو-

'سٺر ڪيوسين سائيڪل جو هئنڊل هٿ ۾ آهي لوڏو ناهي،
مٿي چاڙهين تي مرد ڪي چڙهندا،
بريڪ ڏيئي پوءِ لاهيون لهندا،
ويلن کي ٿوروائي لوڏو ناهي، او ڦيٽن کي ته ڦيرائي لوڏو ناهي،
سٺر ڪيوسين سائيڪل جو....'

انصاف جي نظر سان ڏٺو وڃي ڪيس شاعر بنائڻ ۾ ان سائيڪل
جو ئي هينڊل يعني هٿ هو. بهرحال سائيڪل کي جو ايڏو
اعزاز مليو هو سو ملي ويو ۽ اسڪوٽر ويچاري، جنهن سائيڪل
کان گهڻو پوءِ نواب شاهه ۾ پنهنجا ڦيٽا کوڙيا، سان ان کان

محروم رهجي وئي. اهو هارمونيم بہ ڪيڏو نہ لڪي ڇڏبو جنهن تي ٻاپايل زندگيءَ جو پهريون گيت، دادا کان ڪڏهن بہ نہ وسريو.... ٻول هئس:

'اسان جي يـاريءَ جو اوهان وٽ ڪو قدر ڪونهي،
اسان‌جي انتظاريءَ جو اوهان وٽ ڪو قدر ڪونهي.'

دادا چندر تي ماستري جي ڇاپ، اسڪول ۾ پاڙهڻ واري ماستر جي حيثيت ۾ نہ بلڪ سنگيت سکيا ڏيڻ ڪري لڳي. هن نوّاب شاهہ ۾ 'چندر سنگيت' نالي اسڪول کولي، ڪيترن ئي شاگردن کي سکيا ڏني. نتيجي ۾ سندس خوب مشهوري تي جنهن کان متاثر تي رڪارڊن جي ڪمپني وارن ساڻس رابطو قائم ڪيو. سندس پهريون رڪارڊ ان وقت سنڌ جي ڪليڪٽر محمد بخش فوجيءَ جو ڪلام هو:

طبيبا خيال سان ڏسجو
اثر ڪا دل جي بيماري
جسم تازو توانو آ
ڀري،اثر نبض دل واري.

اُن زماني ۾ لائوڊ اسپيڪر يا ڪي مائيڪ نہ هئا، بس قدرتي آواز هو جيڪو ميلن تائين پيو مار ڪندو هو. سنگيت جي محفلن ۾ ڪئين اهڙا واقعا ساڻس پيش آيا جيڪي اڄ بہ هنڌين ماڳين مشهور آهن. گڙنگ زميندار، سيٺ ۽ سکيا ستابا ماڻهو تہ هڪ پاسي، غريب مسڪين بہ وسئون ڪين گهٽائيندا هئا ۽ گهڻي کان گهڻو مال هن تي نڇاور ڪرڻ ۾ بيخود تي ويندا هئا. حيدرآباد ۾ سري‌گهاٽ وٽ، هڪ سيٺ جي ارڙهين ورهين جي نينگري، گيت ٻڌي ايڏو تہ وجد ۾ آئي جو پيءَ جي تجوڙيءَ مان نوٽن جا سمورا بنڊل ڪڍي ماڙيءَ تان هيٺ اُڇليائين جتي ماستر چندر جي محفل متل هئي، تڏهن اهڙا بيخوديءَ جا عالم ۽ جذبن جون سچايون پڻ ان غير منافق دور جا دليل هئا.

ورهاڱي ٿيڻ شرط حالتون اهڙيون وڃي بڻيون جو لاچار ڪيس

پنجن لکن جي پراپتي چڏي، هتين خالي هند ۾ اڇتو پيو، جتي هن پاڻ کي ٻنهي ويڳاڻو سمجهيو. پر قدرت جي کرم ۽ هز ماسٽرس وائيس لنڊن وارن جي سهڪارسان، ڪلڪتي جي رڪارڊنگ ڪمپني سندس وڏو سات ڏنو، اردو، سنڌي، پنجابي ۽ هندي زبانن ۾ سندس سوين رڪارڊ پريا جن ۾ گيت، ٺمريون، ڪافيون، ڀڄن، حمد ۽ نعتون ٻه شامل آهن. کيس رائلٽي ٻه ڏهه سيڪڙو ملڻ لڳي جڏهن ته پارت ۾ سنڻ ڳائڻ کي ٽي يا پنج سيڪڙو ملندي هئي. هڪ انٽرويو ۾ هن کان پڇيو ويو: 'اوهان جي ڪنهن سان دلڙي اڙي؟' ته ورائيائين: ڪوبه آرٽسٽ تيسين مڪمل ناهي جيسين سندس دلڙي ڏکيل ناهي. بس اسان به ڪن لاءِ رناسين اسان به ڪن کي روئاڙيو....'

اِن جواب کي سمجهڻ، بظاهر ته ڪو ڏکيو نه هو، پر منهنجو خيال آهي ته انهيءَ ۾ ضرور ڪو روحاني راز سمايل هوندو، ڇوته مون ٻه هڪ دفعو ڪانٽس، سندس روهڙي واري رومينس بابت اهڙوئي سوال ڪيو هو. جواب ۾ ڪلي چيائين، 'پڪ افسانن لاءِ گهربل هوندءِ، پر مان ٻه پڪو آهيان، سڀ حال توکي ٿورو ٿي ٻڌائيندس. تون ٻارن وانگر سيني کي ٻڌائي مونکي هيٺ مٿي ڪري ڇڏين ته مان ڇا ڪندس. باقي ايترو ضرور چوندس ته مان جوڳي آهيان، ساري حياتي مان معشوق ٿي گذاريو آهي. مان رب جو ٻه پيارو معشوق آهيان، جيئن چوندو آهيان تيئن مڃيندو آهي. باقي عاشق نالو ضرور رکيل آهي، ڇوته معشوق هوندي، عاشق ٿي آڏاڻو آهيان، معنيٰ خالق جو پيارو آهيان.'
اهو جواب ٻڌي مون کي وڌيڪ ڪنهن وضاحت طلب ڪرڻ ضرورت ئي نه پئي.

فن جي دنيا ۾ جيڪي ٻه سندس شاگرد ٻڌيا، تن ڪانٽس گهڻو ڪجهه سکيو ۽ پرايو. ڪلا جو ڪوهنور، سنگيت آچاريا، ماسٽر چندر اها عظيم هستي هئي جنهن عزت ۽ احترام سندس زندگيءَ ۾ ٻه ماڻهن جي دلين ۾ موجود هو ۽ هميشهه رهندو.
□□

# ڳل ٿاپڙ

## لفظ ڳالهائين ٿا

(لعل پشپ سان ڳالهه ٻولهه)

[گذريل سال آئون سخت بيمار ٿي پئي هيس. رت ۾ ڳاڙهن جزن (red cells) جي کوٽ ۽ السرجي شڪايت ڪافي سالن کان هئي، پر تڏهن اوچتو رت ۾ ڳاڙهن جزن جي، کوٽ گهٽجي وڌي وئي. ڪجھ ٽيسٽن ۽ رپورٽن ڪيرائڻ کان پوءِ هتي جي وڏن ڊاڪٽرن فيصلو ڏنو ته ڪينسر آهي. ڪنهن ٻڌايو ته بمبئي ۾ ٽاٽا ميموريل اسپتال ۾ خاص طور ڪينسر جو علاج ٿيندو آهي. مون پنهنجي ياءَ هيري نٿناڻي ۽ هري موٽواڻي جي معرفت ڊاڪٽرن کان پروگرام ورتو. 1984ع جي آخر ڌاري بمبئي ويس. مون کي لڳو ٿي ته اهو موت جو سفر هو. خوش قسمتيءَ سان اتي جي ڊاڪٽرن مان ڊاڪٽر موٽواڻي سنڌي هو جيڪو اتي جو ماهر سرجن ليکيو ٿي ويو. هن هڪ وڏي مائٽ جيان مون کي آٿت ڏنا. ٽيسٽن ۽ چيڪ اپ مان معلوم ٿيو ته رت ۾ ڳاڙهن جزن جي کوٽ ۽ السر ته واقعي هئا، پر ڪينسر ڪونه هو. تڏهن منهنجي ساهه ۾ ساهه پيو. سوچيم ته اهو سفر ڪيئن سجايو ڪريان. اتي گهڻن سنڌي ليکڪ ڀائرن ۽ ڀينرن سان ملاقات ٿي هئي، ان ڪري اهو خيال آيو ته هند جا اهي سنڌي ليکڪ ۽ ليکڪائون جيڪي سنڌ جي پڙهندڙن ۾ به بيحد مقبول آهن ۽ پڙهندڙ انهن جي باري ۾ ڄاڻڻ به چاهين ٿا، ڇو نه تن جا انٽرويو وٺي سنڌ وارن جي لاءِ پنهنجن وڇڙي ويل ڀائرن ۽ ڀينرن جي طرفان سوکڙي ڪري کڻي وڃان. ان سلسلي ۾ دادا رام پنجواڻي، موهن ڪلپنا، گنو سامتاڻي، لعل پشپ، سندري اتمچنداڻي، پوپٽي هيرانندڻي، هيرو شيوڪاڻي، ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، هري موٽواڻي کان انٽرويو ورتم.

لعل پشپ جي نالي اچڻ سان ذهن ۾ هڪدم ماڊرن ادب جو چٽر اڀريو اچي. آئون سمجهان ٿي ته سنڌ جي نئين پيڙهيءَ جي ليکڪن کي جيترو لعل پشپ متاثر ڪيو آهي، ايترو ڪنهن ٻئي ليکڪ نه. سندس Bold ويچار سنڌ جي جديد ادب تي اثر انداز ٿيندا رهيا آهن. لعل پشپ هر دور ۾ پنهنجو پاڻ سان ۽ ادبي لاڙن سان بغاوت پئي ڪئي آهي، ان ڪري هو هر وقت نئين پيڙهي سان ڳنڍيل رهيو آهي.
لعل پشپ ڪل وقتي ليکڪ آهي ۽ هن تمام گهڻو لکيو آهي. سندس ڪهاڻين جا ڏهه مجموعا ڇپجي چڪا آهن: وشواس اوشواس (1958)، پنڊ ۽ نرماڻ (1965)، دائرو (1966)، واريءَ جا محل (1966)، پنر ملن (1966)، خال ئي خال (1970)، لعل پشپ جون چونڊ ڪهاڻيون جلد 1 ۽ 2 (1970-71)، قرض جي درخواست (1976)، تنهنجي منهنجي وچ ۾ (1976). هيل تائين 6 ناول ڇپيل آهن: آتم مريادا (1962)، هڪ سرد ديوار (1969)، هن جي آتم جو موت (جنهن جي سال 1974 لاءِ ساهت اڪاڊمي انعام ڏنو)، تڏهن ۽ هاڻي (1975)، اها ديوار: آسمان تائين (1981)، ڪچ ته ٿيڻ جو حادثو (1982). تنقيد تي سندس ٻه ڪتاب: ڪهاڻي ڪلا جو وڪاس (1972)، درشتي ۽ درسني (1972) ڇپيل آهن. ان کان سواءِ هن پرڏيهي ادب مان چار ناول ۽ ڪيتريون ڪهاڻيون پڻ ترجمو ڪيون آهن. ڪجھ سالن تائين ”پرهه ڦٽي“ رسالو ڪڍندو رهيو، جنهن جو ايڊيٽر پڻ هو. ڪن ٻين رسالن جا خاص پرچا به ايڊٽ ڪيا اٿس.
لعل پشپ هڪ نهايت ئي ذهين ۽ وسيع مطالعو رکندڙ ليکڪ آهي. ان ڳالهه جو اندازو سندس انٽرويو مان لڳائي سگهجي ٿو، جنهن ۾ هن بنا ڪنهن رک رکاءُ جي صاف صاف ۽ کليل جواب ڏنا آهن. هي انٽرويو ٽيپ رڪارڊر تي هري موٽواڻي جي گهر ۾ سال 1984 ۾ ورتو ويو هو. ـــ گل]

**گل:** اوهان لکڻ ڪڏهن شروع ڪيو ۽ اهي ڪهڙا سبب هئا جن اوهان ۾ لکڻ لاءِ اتساهه جاڳايو؟
**لعل:** پيڻ، مون کي جيتري قدر ياد آهي، مان سمجهان ٿو ته اڃا تمام ننڍو هوس تڏهن اسان جي گهر ۾ ڊ ڪايل ۽ هري دلگير ايندا هئا ۽ چڻ اسان جي گهر جا ڀاتي هئا. هري دلگير جيڪو تمام سٺو شاعر آهي تنهن مون کي همٿايو. منهنجي پيءُ به ڏاڍو همٿايو. هونءَ منهنجو سڄو خاندان لٽرري ٽائيپ آهي. ايئن چئجي ته ننڍي هوندي کان وٺي مان اهڙي خاندان ۾ پليو آهيان جنهن کي لٽريچر لاءِ تمام گهڻي عزت هئي. جنهن ڪري ننڍي هوندي کان مون کي اهڙو ماحول مليو آهي جو منهنجي لاءِ اديب ٿيڻ هڪ تمام قدرتي ڳالهه هئي.
**گل:** هرڪو ٻار جيڪو به اهڙي گهر ۾ رهندو آهي سو پنهنجن لکڻ پڙهڻ وارن ۽ اديب متن مائٽن جي ڪري اديب يا شاعر ٿيندو آهي ڇا؟
**لعل:** نه، بلڪل ضروري ناهي. شاعر يا اديب ڪٿي نه ٿئي، پر هڪ سٺي ۽ ڪلچرڊ ماحول ۾ رهڻ جي ڪري هو هڪ ٻڌيمان ٿئي ٿو، هڪ سٺو سڄاڳ شهري ۽ نگرواسي ٿئي ٿو. يا هڪ سٺو پڙهندڙ ٿئي ٿو. مان سمجهان ٿو ته اها ڪا Main achievement ڪانهي رکو هڪ ليکڪ ٿيڻ. ماڻهو جيڪڏهن هڪ تمام ذهين قسم جي ۽ جمالياتي زندگي جيئي ته مان سمجهان ٿو ته اهو هرويرو ضروري ڪونهي ته اهو ماڻهو ليکڪ ئي ٿئي يا اهو ليکڪ کان ننڍو ماڻهو ٿي ٿو وڃي.
**گل:** اوهان ڪهڙي عمر کان لکڻ شروع ڪيو؟
**لعل:** منهنجو پهريون نظم هو ”منهنجي سائيڪل“ جيڪا هري دلگير سڌاري ”گلستان“ رسالي ۾ ڇپايو هو: ’منهنجي سائيڪل مزيدار، جنهن تي چڙهي گهمان چوڌار.‘ شروعات مون شاعري سان ڪئي، ننڍي هوندي ٻارائي عمر ۾.
**گل:** ۽ ڪهاڻي؟

**لعل:** اهو مون کي ياد ڪونهي.

**گل:** ڀلا ڪهاڻيءَ جو فن ۽ ٽيڪنڪ ڇاکي ٿو چئجي؟

**لعل:** مان سمجهان ٿو جيترا وڏا وڏا ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا آهن انهن پنهنجو فن ۽ پنهنجي ٽيڪنڪ پاڻ ويهي گهڙيا آهن. اڳيون جيڪو فارمولو آهي ان کي تسليم ڪونه ڪيو اٿن. جيئن جيئن ليکڪ وڏو ٿيندو آهي ته پاڻ سان گڏ فن جي پنهنجي هڪدم هڪ ڇاپ ڇڏيندو آهي. ۽ ان سان گڏ ڪهاڻي جي جيڪا ٽيڪنڪ آهي، جنهن کي اسين سرير جي ٻاهرين ڪل چئون ٿا ان جو رنگ هو پاڻ مقرر ڪندو آهي، اڳ ۾ مقرر ٿيل نه هوندي آهي. تنهن ڪري مان سمجهان ٿو اهو سوال هر ليکڪ سان پنهنجي پنهنجي سوڊ الڳ ٿو لڳي.

**گل:** اوهان جي ڪهاڻين جي تخليق جي پويان ڪهڙي ذهني جاکوڙ آهي؟

**لعل:** گلشن ڀيڻ، اصل ۾ مان توکي ڇا ٻڌايان، تون سڀ ڳالهيون ڪهاڻيءَ جي باري ۾ ٿي پڇين، جنهن فن کان جنهن ادبي شاخ کان ئي اڄ ڪلهه مون کي ٿورو چڙ پئي لڳندي آهي. مان ان کي هڪدم ميچيان ٿو ته ڪهاڻي ادب جي هڪ بلڪل غير قدرتي شاخ آهي يا چئجي ناجائز ٻار آهي، مون کي ائين لڳندو آهي. ڪهاڻيءَ کي اسان سنڌين اسايو سجايو ترجيح ڏني آهي. جيتوڻيڪ ڪهاڻي ادب جي سڀ کان جڏي ۾ جڏي، مڏي ۾ سڏي ۽ صفا پٺتي پيل شاخ پئي رهي آهي. سڄي يورپ ۾ جتان ئي ڪهاڻي ۽ ناول اسان وٽ آيا آهن، اتي اوهان مون کي ڪهاڻين جا ڏهه ٻيس نه ٻڌائي سگهندا. ڪافڪا جون هڪ ٻه ڪهاڻيون، ڪامو جون ٻه ٽي ڪهاڻيون، سارتر جون پنج ست ڪهاڻيون، ٿامس هارڊي جي هڪ ڪهاڻي— ڪهڙيون ڪهاڻيون آهن؟ ٻيا ته جيڪي آهن جيئن موپاسان، او-هينري يا سمرسٽ ماهم سي ته بلڪل بازاري قسم جا ڪمرشل ليکڪ آهن— ٻيو ڪجهه ڪونهي. تنهن ڪري مان ڪهاڻيءَ کي هن وقت ايڏي

ترجيح نٿو ڏيان. منهنجي لاءِ ناول ئي وڌيڪ اهميت ٿو رکي، جنهن ۾ مان خلاصو ڳالهائي سگهان ٿو، بڪ بڪ ڪري سگهان ٿو، چپ رهي سگهان ٿو. مون گهڻيون ڪهاڻيون لکيون آهن، ناول ٿورا لکيا آهن- چاڪاڻ ته سنڌيءَ ۾ ناول کي ايڏي ترجيح نه ڏني ويئي آهي. مان سمجهان ٿو اڳتي هلي اها ڳالهه سچا ڳ سنڌي ليکڪ محسوس ڪندا ته اسان تمام وڏي غلطي ڪئي آهي.

**گل:** هينئر اوهان جيڪو نالا ڳڻايا سي، ٻاهرين اديبن جا آهن. اوهان سنڌي اديبن جو ذڪر نه ڪيو؟

**لعل:** مون سڄي هندستان کي ڪونه ڳڻايو آهي. اوهان مون کي ٻڌايو ته اسان وٽ ادب پيدا ڪتي ٿيو آهي؟ اسين جڏهن ادب تي ڳالهايون ٿا ته اهو ڪنهن به هڪ زمين يا سرحد تائين محدود ناهي هوندو. اسان کي بلڪل حقيقت شناس ٿيڻ کپي ته اهي جيڪي به شاخون آهن ادب جون خاص طور ناول ۽ ڪهاڻي، سي اسان وٽ ٻاهران يورپ مان آيون آهن. اسان انهن کي اپنايو آهي.

**گل:** اوهان تي اهو الزام آهي ته اوهان سنڌي ادب ڪونه پڙهندا آهيو!

**لعل:** اهو اجايو الزام آهي. چاڪاڻ ته مان گهڻو ملان ڪونه ٿو، تنهن ڪري منهنجي باري ۾ ڪي به غلط ڳالهيون جلدي ڦهلجي وينديون آهن. ميڙنگن ۾ به گهڻو ڪونه وڃان، چاڪاڻ جو ليکڪن کي اپياس ئي ڪونهي ۽ فضول ٽائيم وڃائڻو آهي، ليکڪن سان گڏجي. تنهن ڪري منهنجي باري ۾ فضول ڳالهيون ڦهلائڻ تمام سولو آهي، پر مان ان ڏي گهڻو ڌيان ڏيندو به ڪونه آهيان.

**گل:** اوهان سنڌ جو ادب ڪيترو پڙهيو آهي؟

**لعل:** جيترو مون کي مليو آهي مون پڙهيو آهي. هتي ڏي وٽ آهي. سنڌ مان جيڪي ڪتاب دوستن وٽ، اچن ٿا اهي هڪ ٻئي سان شيئر ڪن ٿا. پر مون لاءِ وري دقت اهائي ٿي ٿئي ته

مان گهڻو گڏجان ڪونہ، تنهن ڪري قدرتي طور منهنجي هٿ ۾ ڪٿا تمام ٿورا ٿا ڪرن. پر جيڪي بہ ڪرن ٿا مان تمام شوق سان پڙهندو آهيان. مون شوڪت حسين شوري جون ڪهاڻيون ڏيان سان پڙهيون آهن. شيخ اياز جي شاعري ڏيان سان پڙهي اثر ۽ ان تي لکيو بہ آهي، تنقيد بہ ڪئي آهي جيڪا سنڌ ۾ چڱي پسند ڪئي وئي، مون ڪي جيترو مليو آهي مون سنڌ جو ادب پڙهيو آهي.

**گل:** سنڌ ۽ هند جي ڪهاڻيءَ ۾ اوهان کي ڪهڙو فرق نظر اچي ٿو؟

**لعل:** وڏو فرق آهي. مون کي پنهنجي سوڌ ڏاڍو عجب لڳندو آهي تہ اسين هن پاسي جا سنڌي جن کي پنهنجو صوبو ڪونهي، ڪجھ ڪونهي، اسڪول سڀ بند ٿي ويا آهن، پڙهندڙ ڪونهن ۽ هوڏانهن سنڌ ۾ اوهان کي پنهنجي زمين آهي، سڀ ڪجھ آهي— تنهن هوندي بہ جڏهن اتي جي ڪهاڻي پڙهجي ٿي تہ مون کي ڏاڍو عجب لڳندو آهي تہ اسان جي ڪهاڻي جي پيٽ ۾ تمام گهڻي پنتي پيل آهي. شايد ان جو هڪڙو سبب جيئن شوڪت حسين شورو ۽ پيا ٻڌائين ٿا، اهو صحيح آهي تہ اتي سنا نقاد پيدا ڪونہ ٿيا آهن جيڪي ليکڪن جي رهبري ڪري سگهن يا پنهنجو مطالعو پيش ڪري سگهن انهن جي اڳيان. اهو هڪڙو سبب ٿي سگهي ٿو، پر اوهان وٽ جذباتيپڻو تمام گهڻو آهي، ذهن گهٽ آهي. شاعري بہ ڪٿو تہ even شيخ اياز جي پوئٽري رڳو جذبات لڳي پئي آهي. مون کي سنڌ جو ادب گهڻو پنتي پيل نظر ايندو آهي، هتي جي پيٽ ۾.

**گل:** سنڌ ۾ جديد ادب بہ تہ لکيو پيو وڃي ۽ اسان وٽ بہ لکندڙن جي هڪ نئين پيڙهي پيدا ٿي چڪي آهي.

**لعل:** اڳي جڏهن ماهتاب محبوب هتي آئي هئي تہ مون هن کان هڪ سوال پڇيو هو، پر هوءَ . مون کي هڪ اهڙي سادي ۽ سپاجهي ليکڪا لڳي جو هن پاڻ قبول ڪيو تہ ڪيس منهنجي

پوائنٽ سمجهہ ۾ نٿي اچي. اصل ۾ منهنجي پوائنٽ اها هئي تہ اسان وٽ هندستان ۾ جيڪو صنعتي لحاظ کان هڪ ترقي يافتہ انڊسٽريل ۽ ٽيڪنالاجيڪل ملڪ ٿي رهيو آهي ۽ ان ۾ جيڪي شهري مسئلا آهن تن اسان کي ماڊرن بڻايو آهي. ان ۾ بنان شڪ جي يورپي ليکڪن جو بہ اثر رهيو آهي. سيميوئل بيڪيٽ، ڪامو، سارتر، انهن جو بہ اثر آهي. پر ان کان وڌيڪ اسان سنڌي ليکڪن کي هن پاسي شهري زندگي گذاريندي اهي جديد عناصر پنهنجن آزمودن مان مليا آهن، تنهن ڪري هڪ نئين پيڙهيءَ جو پيدا ٿيڻ قدرتي ڳالهہ هئي. سنڌ ۾، مون کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي تہ جنهن ملڪ انڊسٽريل ۽ ٽيڪنالاجيڪل ترقي ڪانہ ڪئي آهي، اڃا تائين هڪڙو زرعي ملڪ آهي، اتي ماڊرن عناصر آيا ڪٿان جو اتي هڪڙي ماڊرن پيڙهي پيدا ٿي آهي. اها ڳالهہ مون کي سماجڪ سطح تي سمجهڻي آهي تہ سوشالاجيڪل ڊيولپمينٽ جيڪا سنڌ ۾ ٿي آهي اها هڪدم علحدي آهي، اتي ماڊرن پيڙهي ڪهڙي زمين تي بيٺي آهي؟ صرف متاثر هجڻ جي ڳالهہ ڪانهي.

**گل:** سنڌ ۾ جيڪا ادبي ريسرچ ٿي رهي آهي، ان کان اوهان مطمئن آهيو؟

**لعل:** مان تمام گهڻو مطمئن آهيان. اها ڳالهہ سنڌ ۾ ٿي ٿيڻي هئي ۽ سنڌ ۾ ئي ٿي رهي آهي، ڇاڪاڻ جو اسان وٽ اهي وسيلا ئي ڪونہ آهن.

**گل:** هند ۽ سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو آئيندو؟

**لعل:** سنڌ بابت تہ اوهين مون کي ٻڌايو. باقي هندستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي آئيندي جو سوال ئي ڪونهي. اوهان پاڻ ڏسو ويٺا تہ سنڌي هتي ختم ٿي رهي آهي. ليکڪ ئي ليکڪن کي پڙهندا آهن سو بہ روئي روئي ۽ چڙي چڙي. پڙهندڙ هتي آهن ئي ڪونہ، جيڪي آهن سي بلڪل گڏهہ پاڻڪ آهن. بلڪل اٽپڙهيل. سنڌي پڙهڻ ختم ٿي ويو آهي. هتي سڀ اسڪول بند ٿي ويا آهن.

باقي ٿورا نگر آهن جيئن الهاس‌نگر، احمدآباد. اهي جن کي
هڪڙا Ghettos چئجي انگريزي ۾، اتي وچي سنڌي بچي آهي.
جيڪڏهن اها حالت رهي ته مان سمجهان ٿو ته آهستي آهستي
اتي به سنڌي ختم ٿيڻ واري آهي.
**گل:** بمبئي شهر ۾ ڪو سنڌي اسڪول ڪونهي؟
**لعل:** هڪ به ڪونهي. اسڪول سنڌين جا آهن پر اتي سنڌي
ڪانه پاڙهي ويندي آهي.
**گل:** اوهان پنهنجن ٻارن کي سنڌي پڙهائي آهي؟
**لعل:** نه، بلڪل نه. ڇاڪاڻ ته مان پنهنجي ماحول جي پيدائش
آهيان ۽ سڀاويڪ طور انهن کي اهو وسيلو مليو ئي ڪونهي
پڙهڻ جو.
[هن انٽرويو جي دوران هري موٽواڻي ڀاڻ به اتي موجود هو،
سو سڄو وقت چپ ڪري ويٺو هو، پر جڏهن سنڌي ٻوليءَ
جو ذڪر ٿيو ته هو به گفتگو ۾ شامل ٿي ويو]
**هري:** لعل پشپ جيڪو ليکڪ آهي، سنڌيءَ ۾ لکي ٿو،
سنڌيءَ ۾ سوچي ٿو، ڇاڪاڻ ته سندس مادري زبان آهي. پر
جيڪڏهن اهو ڪميونيڪيشن نه رهيو سنڌيءَ ۾ ڇپجڻ جو يا
پڙهڻ جو، ته پوءِ ليکڪ ڪيڏانهن ويندو؟
**لعل:** برابر آهي. هوي موٽواڻي جو سوال اسان کي سچ پچ
ڏاڍو ڏکوئيندو آهي، ڏنگيندو آهي، ته پوءِ آخرڪار ڇا؟ اڄ
جڏهن اسين ٻين ادبين ڏانهن نهاريون ٿا ته يورپ ۾ هڪڙي
ڪتاب ڇپجڻ جي پٺيان ٻيا سڀ ذريعا ميسر ٿي ٿا وڃن. زندگيءَ
جا مالي مسئلا حل ٿي ٿا وڃن. وڏي recognition ٿي ملي.
اسان جي سنڌيءَ ۾ جڏهن اسڪول ئي ڪونهن، سنڌي تعليم
ڪانهي، پڙهندڙ ڪونه آهن ته ليکڪ هڪڙي پولار ۾ ويهي
لکي ڪونه ٿو سگهي. ضرور ان تي اثر پوندو ان ڳالهه جو
اسان ڏٺو آهي ته ان جو زبردست اثر پيو آهي. اسان جو ادب
گهٽجو گهٽجي ويو آهي. توهين ڏسندا ته ڏهن سالن اندر موهن ڪلپنا

ڇا لکيو آهي، سون ڇا لکيو آهي يا ٻين ڇا لکيو آهي. ادب ڇاڪاڻ ته پڙهيو گهٽ ٿو وڃي، ان ڪري لکيو به گهٽ ٿو وڃي.

**هري:** ان مان ائين سمجهجي ته جيڪڏهن پڙهڻ وارو نه هجي ته لکندڙ لکڻ ڇڏي ڏيندو؟

**لعل:** مان سمجهان ٿو ته وڃڙجي ويندو صفا پنهنجو پاڻ کان. ٿي سگهي ٿو ابنارمل ڪئريڪٽر ٿي وڃي. ٿي سگهي ٿو ڪو جينئس هجي ۽ پنهنجي ٻولي ڇڏي ٻي ٻوليءَ ۾ لکڻ شروع ڪري. انگريزي ۾ لکڻ لڳي.

**هري:** يا ٻيا واهڻ ڳوليندو.

**لعل:** ٿي سگهي ٿو ڪو اهڙو جينئس هجي جو پينٽر ٿي وڃي. پينٽنگ کي ٻولي ڪانهي. رنگن کي ڪا ٻولي ڪانهي ڪا. ادب ئي هڪڙي ڪلا آهي Five Muses جيئن آهي، تن مان ادب ئي هڪڙي نياڳي ڪلا آهي جنهن ۾ ٻوليءَ جو ماڌيم يا ذريعو آهي، جيڪو ٻين ڪلائن ۾ ڪونهي. اڄ جيڪڏهن مان پينٽر هجان ته جرمني، انگلنڊ جون سرحدون منهنجي لاءِ هجن ئي نه ها. ادب جي شروعات ڪان وٺي پنهنجي هڪڙي مجبوري رهي آهي. اسان کي سوچڻو پوندو ته سنڌي ٻوليءَ جو ڇا ٿيندو. اهو هڪڙو تمام ڏکيو سوال آهي.

**گل:** اوهان جڏهن لکندا آهيو ته اوهان کي ڪردار ٻاهران ملندا آهن يا انهن کي پنهنجي ذهن ۾ گهڙيندا آهيو؟ انهن جو خيال اوهان کي ٻاهران ملندو آهي يا اندران؟

**لعل:** مان جيڪو ڪجهه لکندو آهيان اهو مون کي ٻاهران ملندو آهي. منهنجو سڀاءُ يا فطرت اها رهي آهي ته زندگيءَ کي جيئندي ماڻيندي انيو ڪنڊي جو ڪردار اچن ٿا، پنهنجي Situation سان اچن ٿا، ان Situation ۾ ڪردارن کي ڪٽي مان پنهنجي ذهن ۾ پيري ڇڏيندو آهيان. ان تي ٽي چار مهينا لڳاتار سوچ پٺي هلندي آهي. پوءِ اوچتوئي اوچتو مان ڏسندو آهيان ته اڌ رات جو اٿي الائي ڪيئن لکڻ ويهي رهندو آهيان.

ڪيترا دفعا مون سان ائين ٿيو آهي جو مان پنڌ ڪندي ڪندي رستن تي نوٽبڪ وٺي اتي لکي ڇڏيندو آهيان. ليڪڪن ڪي جيڪي سهوليتون ڪپنديون آهن، مثلاً اڪيلائي ڪپي، پيون ڳالهيون ڪپن، سي مون سان لاڳو ڪونه آهن. توهان کي عجب لڳندو تہ مون جيڪو گهڻو ادب لکيو آهي سي بسن ۾، ٽرينن ۾، رستن تي ۽ هوٽلن ۾، بازارن ۾ ويهي لکيو آهي.

**گل:** اوهان ڪهاڻيون لکندي لکندي ناول لکڻ ڪيئن شروع ڪيا؟

**لعل:** ناول پڙهڻ جو ناسور تہ مون کي ننڍي هوندي کان هو ۽ خاص ڪري جيڪي هندستاني سٺا ناول آهن، اردو، هندي ۽ سنڌي ۾، تن کي پڙهڻ کان پوءِ مون يورپي ناول جو تمام گهڻو مطالعو ڪيو- جيئن مون پهرين ڪهاڻيءَ جو ڪيو هو، شاعري، ڊرامي، بايوگرافي جو ڪيو هو. ڪڏهن ڪڏهن مون کي ائين تمام ڏنڌلي نموني ۾ لڳندو هو تہ ڪهاڻي لکندي ڪجهہ نہ ڪجهہ منهنجن هٿن مان کسڪي رهيو آهي. ڪا چيز آهي جيڪا مان برابر چئي نٿو سگهان. اها هڪڙي کوٽ مون ۾ رهي. اهوئي سبب آهي جو ڪيتريون ڪهاڻيون مون لکيون جن کي اڳتي هلي مون کي وڌائڻ جي وري ٻي ڪهاڻي، ٽين ڪهاڻي لکڻ جي ضرورت پيش آئي. منهنجو پهريون ناول ”آتم مريادا“ هو جيڪو هڪ immature تجربو هو ۽ جنهن تي اڳيئي ۽ جئنيندر ڪمار جو اثر آهي، ان ۾ اوريجنلٽي تمام گهٽ آهي. ان کان گهڻو پوءِ ”هڪ سرد ديوار“ آيو. پر ”هڪ سرد ديوار“ مون پهرين ڪهاڻي لکي هئي. ڪهاڻي لکي پوءِ مان هميشہ پڇتائيندو هوس تہ جيڪو مون کي چوڻو هو سو ان ڪهاڻيءَ ۾ چئي نہ سگهيو آهيان. سو ان کان پوءِ هڪڙي ٻي ڪهاڻي نهي وئي، ان کان پوءِ ٽين ۽ پڪو پنهنجي سود هڪ ناول ٿي پيو. ناول لکڻ کان پوءِ مون کي لڳو تہ حقيقت ۾ اهو ناول ننڍو آهي، جنهن ۾ مان پوري ڳالهہ چئي نہ سگهيو آهيان، تنهن ڪري ان کي مان trilogy ڪري ويس.

”هڪ سرد ديوار“ کان پوءِ ٽرائلاجي ٺهي وئي. ان جي ٻي ڪڙي ”اها ديوار: آسمان تائين“ ڇپيل آهي، باقي ٽين ڪڙي ”هڪ دفن ديوار“ اڃا نه ڇپي آهي. مون کي اظهار لاءِ ناول وڌيڪ موزون شاخ لڳي ٿي.

**گل:** سنڌ ۽ هند ۾ ناول گهٽ لکيا ٿا وڃن، ان جو سبب؟

**لعل:** سنڌ جي جيستائين ڳالهه آهي ته جيڪڏهن اوهان ان پاسي جو اردو ادب ڪٿندا ته ان ۾ به شاعري گهڻي آهي. مون کي پنهنجي سوڊ اها هڪڙي vaguely ڳالهه لڳندي آهي ته مسلم قوم ۾ شاعري جي پرمپرا tradition شروعات کان وٺي وڌيڪ رهي آهي، نثر جي ڀيٽ ۾. ٿي سگهي ٿو اتي ادب ۾ اڃا اهو احساس نه جاڳيو آهي جو مون جهڙا ليکڪ اڳتي هلي ڪهاڻين لکڻ کان پوءِ پڇتائين ته اسان ناول تي ڌيان ڇو نه ڏنو آهي. سبب گهڻائي ٿي سگهن ٿا. ناول هتي به تمام گهٽ لکيو ويو آهي. تمام immature لکيو ويو آهي. اُئين چئجي ته خاص لکيو ئي نه ويو آهي. ڪٿڄن ته شيام جئسنگهاڻي جا هڪ ٻه ناول آهن، انند کيماڻي جو هڪڙو ناول آهي. ٻيا ته سڀ ارڙهين صديءَ جا ناول آهن. گوبند مالهي ۽ پوپٽي جا ته پاراٺا ناول آهن. ناول ته انهن کي چئي نٿو سگهجي. يورپ ۾ ناول جي جيڪا پيدائش ٿي هئي، سا به هنن ناولن کان وڌيڪ mature آهي. اسان جو ترقي پسند ناول توڙي موهن ڪلپنا جو رومانوادي ناول تمام پٺتي پيل ناول آهن.

**گل:** اوهان جي لاءِ چيو ويندو آهي ته اوهان جي ناولن ۾ فحاشي وڌيڪ هوندي آهي؟

**لعل:** نه، اهو بلڪل غلط آهي. چيا ٿيندو آهي ته ڪو ڪو ناول جڏهن تمام گهڻو ڌيان ڇڪائيندو آهي ۽ اتفاق سان ان ۾ اگهاڙپ ڪجهه وڌيڪ هوندي آهي ته پوءِ ان ليکڪ جا سڀ ڪتاب فحش ڪري ليکيا ويندا آهن. اهو ڪتاب ٻين ڪتابن جي مٿان چڙهي ويندو آهي. منهنجي حق ۾ به ائين ٿيو آهي.

مون پهرئين ناول ۾ نفسياتي اسڪول سان شروعات ڪئي، جنهن ۾ فاحشپڻي جو ڪو سوال ڏي ڪونه هو. ”هڪ سرد ديوار“ ماڊرن ناول ڪري تسليم ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي اهڙي ڳالهه ڪانهي. ”هن جي آتم جو موت“ توڙي ”ڏڏهن ۽ هاٿي“ هڪدم منووگيانڪ جا، نئين پيڙهيءَ جا ناول آهن. هڪڙوئي ناول جيڪو آهي ”ڪچ نه ٽيڻ جو حادثو“ تنهن ۾ ذرا ڪلائپ وڏيڪ اچي وئي آهي، اگهاڙپ مان نه چوندس. پر اهو مان سمجهان ٿو ته هڪڙوئي ناول آهي. ان ڪي به گهٽ ۾ گهٽ، مون کي ائين لڳندو آهي. ته پورو سمجهيو نه ويو آهي ۽ ليکڪ پاڻ پنهنجي رچنا کي سمجهائي ان کان وڏيڪ سٺو اهو آهي ته ان کي نه سمجهيو وڃي. اهو وڏيڪ بهتر آهي. ليکڪ پنهنجي رچنا بابت ڇو ڳالهائي؟ تنهن ڪري اهو فرض سجاڳ پڙهندڙن ۽ نقادن جو آهي ته ان کي صحيح پس منظر ۾ ڏسي سگهن ٿا يا نه، ليکڪ جو پيشو ته لکڻ آهي.

**گل:** اوهان ادب کي گنڀيرتا سان ورتو آهي يا زندگيءَ کي؟

**لعل:** اها ڳالهه ته ائين آهي ته ڪو ماڻهو وسڪيءَ کي گنڀير روپ ۾ وٺي ٿو يا سوڊا کي ــ ڇاڪاڻ ته اهي ٻئي ڳالهيون حقيقت ۾ ليکڪ لاءِ ايترو مليل جليل ٿينديون آهن يعني زندگي ۽ ادب جو ڪڏهن ڪڏهن هو جيڪا زندگي جيئي ٿو سا ادب ٿو جيئي يا ادب کي ڪٿي زندگي ٿو جيئي. تنهن ڪري مان سمجهان ٿو ته اهو سوال ايترو سولو آهي جيترو ڏکيو آهي.

**گل:** اوهان کي شاعريءَ سان دلچسپي آهي؟ هند ۽ سنڌ جي شاعريءَ بابت اوهان ڇا چوندا؟

**لعل:** مان شاعر ته ڪونه آهيان، نثري وڏيڪ آهيان، پر شاعري پڙهندو گهٽي آهيان. شايد نثر جيتري شاعري پڙهي اٿم. اسان جي پاسي جيڪا نئين ڪويتا پيدا ٿي آهي اها اڄ جي زندگيءَ کي وڏيڪ ويجهي آهي، ان ۾ فارمولائي رواني ۽ ٻيون ڪتيل پٽيل ڳالهيون ڪونه آهن ۽ سنڌ ۾ هينئر اها شروعات مون کي

نظر اچي ٿي.
**گل:** ڪو ذاتي سوال پڇجي؟
**لعل:** ڪهڙو به. ڪو سوال ذاتي نہ ٿيندو آهي.
**گل:** اوهان ۽ اوهان زال جي باري ۾ هميشھ ڳالهيون ٻڌبيون آهن تہ اوهين پاڻ ۾ ڪونہ ٺهو.
**لعل:** ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي تہ ٻن ماڻهن جو ڪميونيڪيشن صفا ٺپ ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو رشتو آهي سو تمام ان حد تي وڃي پهچندو آهي جتي هڪدم death هجي. ڪميونيڪيشن صفا مري وڃي، ڪو ڪنهن جي لاءِ محسوس ٿي نہ ڪري، تنهن ڪري اهو سوال بہ آهي تہ چاڪاڻ تہ ڪجھ محسوس ٿي نٿو ٿئي.
**گل:** اوهان پنهنجي زندگيءَ مان ۽ پنهنجي حاصلات مان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟
**لعل:** پاڻ ڏانهن نهاريندي مون کي ائين لڳندو آهي تہ شايد مون پاڻ سان، پنهنجي ڪردار سان، پنهنجي شخصيت سان ناانصافي ڪئي آهي. ان جو قد ۽ بت تمام وڏو ٿي سگهيو ٿي. ڪڏهن ڪڏهن محسوس ڪندو آهيان تہ هاڻي بہ وڏو آهي. پر پوءِ بہ منهنجي ڪردار ۾، منهنجي شخصيت ۾، منهنجي ليکڪ ۾ ڪٿي نہ ڪٿي ڪي Gaps، ڪي نقص، ڪي سهوليت پسند پون رهجي ويون آهن، جنهن ڪري جيترو وڏو مون ٿيڻ چاهيو آهي، اوترو وڏو مان نہ ٿي سگهيو آهيان. مثال طور ايئن چو نہ ٿيو تہ جيڪي بہ روايتي سهوليتون ماڻهوءَ کي کپن ٿيون: گهر ٻار، زال، محبوبا، پئسا انهن مان ڪنهن ڏانهن خيال نہ ڪجي ها. ماڻهو world talker هجي. ڊي-ايڇ- لارينس، رومين رولان جيان هجي. ايترو وڏو مان چونہ ٿي سگهيس جو سيني ملڪن جون سرحدون پيچي پوري هڪدم سنت ۽ فقير وانگر ماڻهو زندگي پوڳي ۽ لکي. لکڻ هڪ ملڪ، هڪ سرحد تائين محدود نہ هجي. منهنجي باري ۾ مون پاڻ کان ٿي جيڪا تقاضا ڪئي هئي ايڏي وڏي ٿيڻ جي

اها پوري نہ ٿي سگهي آهي. منهنجو مقصد يا خواب اهو ڪڏهن
بہ نہ هو مان ايترو ٿيان جيترو مان هاڻي آهيان. ان لاءِ منهنجا
پنهنجا نقص ۽ پنهنجون لالچون ئي جوابدار ٿي سگهن ٿيون.
**گل:** اوهان ڪي ڪڏهن ڪنهن سان پيار ٿيو جنهن ڪي اوهان
چاتو هجي، سچاتو هجي تہ اهو اوهان جهڙو هو؟
**لعل:** ها.... تمام گهڻو.... تمام گهڻو. ..
**گل:** اهو اوهان ڪي مليو؟
**لعل:** (گنڀير بنجي) نہ. (۽ لنبي چپ).
**گل:** اهو اوهان ڪي ڪڏهن ياد ايندو آهي؟
نہ.
**گل:** تڏهن اوهان پاڻهي پاڻ ڪي وساري ڇڏيو؟
**لعل:** نہ. منهنجو زندگيءَ طرف رخ تبديل ٿي ويو. اسان جو
جيڪو ماضي آهي، جملي ماضي، ان ڪي مڪمل طور break
ڪري سگهبو آهي. جيڪڏهن مان هڪڙو فيصلو ڪريان تہ
منهنجو جيڪو ماضي آهي، ان ڪي هينئر مان بدلائي نہ سگهندس
چاڪاڻ تہ اهو گذري ويو آهي، پر مان پاڻ ڪي تہ بدلائي سگهان
ٿو ان ماضيءَ طرف. چونہ مان ان ماضيءَ ڪي بلڪل ڪٽي
ڦٽو ڪري ڇڏيان. مان بلڪل نئين سر جيئان.
**گل:** ماضي ڪو جسم جو بيڪار حصو آهي جنهن ڪي اوهان
ڪٽي ڇڏيندا؟
**لعل:** بلڪل. اهو هڪڙو فيصلو آهي. ماضي آهي ڇا؟ ماضي
ڪجهہ ڪونهي. اسان رواجي طور ڏسندا آهيون تہ ماضي اسان
ڪي shake ڪندو ٿو رهي. اصل ۾ اهو ماڻهو تہ پنهنجي زندگي
جيئي ڪونہ ٿو. جيڪڏهن مان پنهنجي ماضيءَ ڪي shake ڪندو
اچان تہ اهو چڱو آهي ۽ مان سياڻو جيئان. نوان فيصلا رکي
نئين زندگي جيئان. مان سمجهان ٿو تہ اهو چڱو طريقو آهي.
**گل:** اوهان جي ڪا اڻ پوري خواهش؟
**لعل:** خواهشون تہ گهڻيون آهن. مرڻ تائين هر انسان جون

ٿينديون آهن. پر جيڪا ٽڪڙي ڏيان ۾ اچي ٿي آهي اِها هيءَ آهي ته مان سنڌ ۾ وڃي نه سگهيو آهيان، اتي وڃي شوڪت حسين شوري سان ۽ ٻين دوستن سان گڏجي نه سگهيو آهيان. چاهيان ٿو مان سنڌ ۾ اچان. ليڪن ۽ لوڪن سان گڏجان ۽ اهي جڳهيون ڏسان جتي منهنجا وڏا ڄاوا هئا، جتي منهنجا وڏا رهيا هئا. اسين لاڙڪاڻي ۾ رهندا هئاسين ۽ منهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جو پيٽي صاحب وارن سان چڱو گهاٽو رستو هو. اسان جي گهر ايندا ويندا هئا. اهي سڀ جڳهيون مان ڏسڻ ٿو چاهيان. اتان جا وڻ ۽ ميدان ڏسڻ ٿو چاهيان. اها مُنهنجي هڪڙي وڏي unfulfilled خواهش رهجي ويئي آهي جيڪا الائي ڪڏهن پوري ٿيندي.

□□

○ منهنجي ويچار ۾ مون ناول لکڻ ڇڏي ڏنا، ان جو هڪ سبب اهو به هو جو دنيا جو سماجڪ چهرو تمام گهڻو بدلجي چڪو هو. اصل ۾ مان جهوني طرز تي ٻيئل دنيا بابت لکڻ تي هريل هوس. انهيءَ دنيا جي ڪٽنبي جيوت ۽ شانتي پرئي واتاورڻ تي اهو سڀ وڌيڪ نه ٽڪي سگهيو، ۽ جيتوڻيڪ مان نئين دنيا تي فڪر ڪري سگهان ٿو، پر مان ان کي قصن ڪهاڻين ۾ نٿو گهڙي سگهان. -اي-ا يم- فارسٽر

○ رومين رولان کي بالزڪ جا لفظ ياد آهن ۽ رومين رولان مون کي اهي لفظ ٻڌايا آهن: سڀ کان گهرا درد اُهي آهن جي اسان جي من جي گهرين غفائن اندر گهريءَ ننڊ ۾ سُتل آهن. اسان اهي پلجي ويا آهيون، پوءِ به جيون ۾ ڪڏهن ڪڏهن اسان ڄاڻي ويندا آهيون ته اِهي ڪڏهن نه پلجي سگهيا آهيون. اهي هوريان هوريان اسان جيّ اڻ ڄاڻائي ۾ به، اسان جو رت چوسيندا ويا آهن، اسان جي آتما کائيندا ويا آهن. ـــلعل پشپ

# طارق اشرف

## موت

(آتم ڪهاڻي)

مون کي اِها خبر نہ ڪانهي تہ انهن ڏينهن ۾، پنجاب ڏانهن ڏينهن ۾ ڪيتريون گاڏيون هلنديون هيون، ۽ گاڏين جا نالا ڪهڙا هئا. پر جنهن گاڏيءَ ۾ اسين چڙهيا هئاسين، آها گاڏي حيدرآباد مان رات جو هلي هئي ۽ اسين ٻئي ڏينهن صبح جو ڏهين ڏاري ملتان ڪينٽ اسٽيشن تي پهتا هئاسين. مان ننڍو ٻار هوس ۽ جڏهن حيدرآباد مان ٽرين هلي هئي تہ رات تي چڪي هئي، ۽ وري مان رُنو بہ هوس، تنهن ڪري جلدي سمهي رهيو هوس.

اسٽيشن تي منهنجا ٻہ ماساتَ، هڪ ماساتِ ۽ سندن نوڪر وٺڻ آيا هئا. انهن ڏينهن ۾ اجا ڪارون عام جام نہ ٿيون هيون، تنهن ڪري سيني وڏن ماڻهن وٽ وڏيون گاڏيون (وڪٽوريا) هونديون هيون. منهنجي ماسيءَ وارن وٽ بہ وڏي گاڏي هئي، جيڪا اسان کي وٺڻ آئي هئي.

ملتان ۾، مان ٻيو دفعو آيو هوس، پر جيئن تہ پهريون دفعو جڏهن آيو هوس تڏهن منهنجي عمر فقط ڪجهہ مهينن جي هئي، تنهن ڪري تڏهن جي يادگيري ڪونہ اٿم.

گاڏي ملتان جي رستن تي ڊوڙي رهي هئي، ۽ مان هن ڌارين شهر کي ڏاڍي تجسس مان ڏسي رهيو هوس. مون کي حيدرآباد، بابا ۽ پيا مائٽ انهيءَ وقت وسري ويا هئا، چاڪاڻ تہ ماسات گڏ هئا. آهي اڪثر حيدرآباد ايندا رهندا هئا، تنهن ڪري اسين پاڻ ۾ بي تڪلف هئاسين، ۽ اسان ۾ محبت بہ ڏاڍي هئي.

ماسي وارن جو بنگلو (15 نمبر) مال روڊ تي هو، اوير ڪان ايندي سڄي هٿ تي، پهريون بنگلو هو. بنگلو ڏسي مان حيران ٿي ويس. انهيءَ هڪ بنگلي ۾ اسان جو سڄو پاڙو جيڪر سمائجي وڃي.

گاڏي ڪمپائونڊ وال ٽپي اندر وئي ۽ پوءِ هڪ ڊگهو رستو پار ڪري وڃي چاريءَ جي در جي سامهون بيٺي. چاريءَ جي پٺيان ماسي بيٺي هئي.

اسين لهي اندر وياسين. ماسي ڀاڪر پائي اميءَ سان ملي ۽ مون کي پيار ڪيائين. ماسيءَ جي ساهراڻي آکهه جون به ڪوڙ زالون بيٺيون هيون، جيڪي اميءَ سان قرب سان اچي مليون. ٻارن جو هڪ وڏو لشڪر هو، جن سان منهنجي ماساتن منهنجو تعارف ڪرايو.

اهو تمام وڏو بنگلو هو. بنگلي جا اٺ ڪمرا ماسيءَ وارن جي ٻلي هئا. ڇهه ڪن سندس ماٽي جي ڏيڻن ۽ ڏيرن جي حوالي هئا. انهيءَ کان سواءِ بنگلي ۾ ڇهه ست ننڍا ننڍا گهر به هئا، جن ۾ مسواڙي رهندا هئا. انهيءَ کان سواءِ ٻيا به ڪافي گهر هئا، جن ۾ بنگلي جا مالهي، نوڪر ۽ بنگلي جا ٻنگي رهندا هئا. اوير ۽ اتر واري ڪنڊ جا ٻه چڱا وڏا حصا به مسواڙ تي ڏنل هئا، جن مان اوير واري پاسي هڪ ننڍو بنگلو هو، جنهن ۾ هڪ پوڙهو انگريز جوڙو رهندو هو ۽ اتر پاسي موٽر مڪينڪ جي گئراج هئي.

بنگلي کي ٻه لانِ هئا: هڪ زنانو، جيڪو ماسيءَ واري پاسي هو، ٻيو مردانو، جيڪو ٻاهرين پاسي هو. انهيءَ کان سواءِ اوير طرف هڪ وڏو زمين جو ٽڪر هو، جتي ٻاڇيون پوکيون هيون. اولهه طرف به هڪ چڱو خاصو حصو هو، جتي ٻاڇيون پوکيون هيون. اتي هڪ وڏو کوهه به هو، جنهن مان سموري باغ ۽ ٻاڇين واري حصي کي پاڻي ملندو هو. سڄو ڏينهن کوهه جي نارَ تي ڍڳو هلندو رهندو هو. (حيدرآباد وانگر ملتان ۾، دريا جو پاڻي نلن وسيلي ڪونه ايندو هو، بلڪ هر گهر ۾ کوهيون هيون، ۽ انهن تي هينڊپمپ لڳل هئا.) کوهه جي پاسي تي چار چمن جا وڻ هئا ۽ هڪ قطار ٽالهيءَ جي وڻن جي هئي. اندريون باغ ٻن حصن ۾ ورهايل هو. سامهون واري پاسي

هڪ وڏو لان هو، جنهن ۾ هڪڙو يوڪلپسٽڪ جو وڻ ۽ ٻيا گل ٻوٽا هئا ۽ ٻئي حصي ۾ چمن جا ڇهه ست وڻ، هڪڙو انب جو وڻ، پپر ۽ ٻڙ جا وڻ هئا. ٻنهي حصن کي چنبيليءَ جي وڏن ٻوٽن الڳ ٿي ڪيو، جيڪي هڪ قطار ۾ هئا، جنهن ڪري ڇڄ ته هڪ ڀت ٺهي ويئي هئي. چمن جي وڻن هيٺان گلاب ۽ موتئي جا ٻوٽا هئا.

گهر ۾ هڪ وڏو ڊرائنگ روم هو، جنهن ۾ ڏاڍا سهڻا صوفا پيل هئا. پٽ تي غاليچو وڇايل هو. ڀتين تي ميون جون، ۽ مشهور ماڻهن جون تصويرون ٽنگيل هيون. ڊرائنگ روم جي پرسان هڪڙو ڪمرو مهمانن لاءِ هو. انهيءَ سان گڏ مهمانن لاءِ اٽيچڊ باٿ روم به هو. جيڪڏهن مهمان ڪو ڏاريو هوندو هو ته هن کي اتي رهائيو ويندو هو.

انهيءَ جي پرسان هڪ ننڍو ڪمرو هو، جنهن کي دفتر (آفيس) چئبو هو، جتي ماسڙ پنهنجي لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندو هو. (ماسڙ وڏو زميندار هو ۽ هڪ هائي اسڪول جو هيڊ ماستر پڻ هو. بي اي، بي-ٽي يا ايم-اي، بي-ٽي هو).

دفتر سان گڏ ڊائننگ روم هو. بنگلي ۾ سڀ کان وڏو ڪمرو اهو ئي هو، جنهن جي وچ ۾ هڪ وڏي ڊائننگ ٽيبل پيل هئي، جنهن جي اردگرد سورنهن (يا شايد وڌيڪ) ڪرسيون پيل هيون. ڏاکڻي پٽ سان هڪ تمام وڏو ۽ سهڻو شوڪيس رکيل هو، جنهن ۾ تمام سهڻا ڊنرسيٽ ۽ قسمين قسمين ٿانو پيل هئا. اوڀر طرف هڪ شاهي بخارو هو. سياري ۾ ڪمري کي گرم ڪرڻ لاءِ، منجهس باهه ٻاربي هئي، (اهڙا بخارا ٻين ڪمرن ۾ به هئا) ۽ بخاري جي ڪارنس تي سهڻا ڊيڪوريشن پيس رکيل هئا. ڊائننگ روم کي پنج در هئا، جن مان هڪڙو دفتر، هڪڙو ڊرائنگ روم، هڪ ماسيءَ جي بيڊروم، هڪ ٻارن جي ڪمري ۾ ۽ ٻيو ورانڊي ۾ کلندو هو. ماسي وارن جي بيڊروم کان سواءِ به ٻه ٻيا ڪمرا هئا، جيڪي ٽن ٻارن جي حوالي

هئا، جن مان هڪڙو ڪمرو اسان کي مليو.
اسان وٽ حيدرآباد ۾ نه هئا ڊرائنگ، ڊائننگ روم ۽ بيڊروم، نه صوفا ۽ غاليچا، نه ئي ڊائننگ ٽيبل ۽ چيئرس. هڪڙو ڪمرو اسان جي حوالي هو، جيڪو هر ڪم ۾ ايندو هو. ماني يا ته ٽڏي تي ويهي کائبي هئي يا کٽ تي.
بهرحال، اهي تبديليون مون کي شروع ۾ ته ڏاڍيون وڻيون. وڏي ڳالهه اها ته اسڪول به نه وڃڻو پوندو هو، جنهن ۾ نه وڃڻ لاءِ حيدرآباد ۾ روز صبح جو روئيندو پٽيندو هوس.
پر مشڪل اها ٿي پئي ته ماسات وارا صبح جو اسڪول هليا ويندا هئا ۽ پنهنجي تائين مان اڪيلو هوندو هوس. پنهنجي جو جڏهن ماسات ۽ سندن مائٽ ٻيا ٻار اسڪول مان موٽندا هئا، تڏهن راند روند ڪري سگهبي هئي. ماسيءَ جي گهر جا طور طريقا به مختلف هئا— نيرن سڀئي ٻار بورچيخاني ۾ گڏ ڪندا هئا (بورچيخانو به اسان جي گهر جيڏو هو). ماسڙ ۽ ماسي نيرن پنهنجي ڪمري ۾ ڪندا هئا. (جڏهن شروع ۾ اسين آيا هئاسين ته ٻارن واري ڪمري ۾ پيل ٽيبل تي ساڻن گڏ نيرن ڪندا هئاسين. پر پوءِ مان ۽ امي به ٻارن سان گڏ نيرن ڪرڻ لڳاسين).
صبح اٿڻ سان سڀني کي سلام ڪرڻ ضروري هو. (سلام جي عادت مون کي شروع کان ئي هئي). ٻن پهرن جي ماني سڀئي گڏجي کائيندا هئاسين. شام جي چانهه نيڪ چئين وڳي سڀ گڏجي، ٻارن واري ڪمري ۾ پيئندا هئا. ڪنهن به ٻار کي خرچي نه ملندي هئي. شام جو چانهه چئين کان پوءِ ٻارن کي ٽافيون ۽ سڪو ميوو (جيڪڏهن سيارو هوندو هو ته) ملندو هو. مان، جنهن کي حيدرآباد ۾ روز خرچي ملندي هئي، تنهن جي به خرچي بند ٿي ويئي. ايستائين جو ٻارن جي قميصن ۾ کيسا هوندا ئي ڪونه هئا. ٻارَ، پين ٻارن کي ڏسي سڏَ ڪندا هئا ته: اسان جي قميصن ۾ کيسا لڳرايو. ته جواب ملندو هو: جڏهن اوهان کي خرچي نٿي ملي ته پوءِ کيسا ڇاجي لاءِ. تنهن ڪري

اسان کي خرچيءَ کان وڌيڪ اِها خواهش هوندي هئي ته پيو نه ته پلا قميصون ۽ ڪيسا ته هجن. عيد تي چوڙيدار پائجامو ۽ شيرواني پائبي هئي، مٿن مائٽن جي گهر وڃڻ سان گڏ وڃبو هو. آتي خرچي به ملندي هئي، جنهن کي ڏاڍي خوشي ۽ ڪجهه غرور سان کيسن ۾ وجهندا هئاسين. پر انهيءَ وقت سموري خوشي ۽ غرور ڪافور ٿي ويندو هو، جڏهن گهر اچڻ تي خرچين جو حساب ڪتاب پڇي خرچيون وٺي (بلڪ قري) ڇڏبيون هيون.
رات جو ماني به سڀئي گڏ کائيندا هئا. جيڪڏهن گرمي هوندي هئي ته ٽيبل اڱڻ ۾ لڳائبي هئي. سياري ۾ ڊائننگ روم ۾. ماني کائڻ کان پوءِ لازمي طور تي (گرمين ۾) ڪمپني باغ ڏانهن ٽهلڻ لاءِ سڀني کي وڃڻو پوندو هو. ڪمپني باغ مال روڊ تي ٿي هو، ۽ ڏاڍو سٺو باغ هو. پر سٺو تڏهن لڳندو هو، جڏهن پنهنجي مرضيءَ سان وڃجي، هتي ته چڻ سزا طور وڃڻو ٿي پيو. ماني کائي دل چوندي هئي ته سمهي رهجي، پر حڪم هو ته ٽهلڻ ضرور وڃو. مصيبت اِها هئي ته جيڪڏهن ڪنهن بار پيٽ جي سور جو بهانو ڪيو ته دوا ضرور پيئڻي پوندي هئي.
حيدرآباد ۾ مان نماز ۽ روزن کان بچيل هوس. پر هتي اچڻ کان پوءِ يڪدم نماز سيکاري وئي. ۽ پنج ئي وقت نماز پڙهڻي پوندي هئي. (ستن سالن جي عمر ۾، مون ايڪيهه روزا رکيا.) جڏهن ڪمپني باغ مان گهمي اچبو هو (سڄا پوري ڪرڻ کان پوءِ موٽبو هو) ته هر بار هٿ منهن ۽ پير ڌوئي، گهر جي سڀني وڏن (پوءِ پل عمر ۾ ڪو چار مهينا وڏو هجي) کي سلام ڪري پوءِ ڇجي سمهندو هو. جيڪڏهن ڪو بار پل ۾ سلام ڪرڻ کان سواءِ وڃي هنڌ تي ليٽندو هو، ته ياد اچڻ تي يڪدم آٿي سلام ڪري ايندو هو. گهر جو ڪو وڏو ياتي، گهر ۾ موجود نه هوندو هو ته سندس سلام ٻئي کي چئي وڃبا هئا ته اچن ته منهنجا 'سلام' ۽ 'شب خير' چئجو. اڪثر ليٽڻ کان پوءِ اسان جي پيرن جو معائنو ٿيندو هو. جيڪڏهن ڪنهن جا پير صاف نه ڌوتل هوندا هئا ته وري وڃي ڌوئڻا پوندا هئا.

روزن لاءِ ياد اٿم ته آسر ڪاٺي روزا رکندا هئاسين. پر ٻن ڀيرن جو مان ۽ منهنجو ننڍو ماسات صديق سندن مالهي لڇمڻ جي گهر وچي ٽوڙي ايندا هئاسين. مان اهڙن ڪمن کان لهرائيندو هوس، پر صديق جي زور ڀرڻ تي مان به شريڪ ٿي ويندو هوس. لڇمڻ جيڪڏهن ماني نه ڏيندو هو ته صديق سندس رکيل ماني به ڦري کاٺي ڇڏيندو هو. لڇمڻ جڏهن چوندو هو ته: مان گهر ٿو ٻڌايان. ته صديق ڌمڪي ڏيندو هوس ته: جيڪڏهن تو گهر ڳالهه ڪئي ته مان تنهنجا ٻٽ ٻچي ڇڏيندس. پوءِ خبر ناهي ڪيئن، گهر خبر پئجي ويئي. صديق ته آلي ويو. پر مان کوڙ نه ڳالهائيندو هوس، مون سچي ڪري ڇڏي. مار ته ٻنهين کي ملي، پر مون کي ڪجهه گهٽ.

هڪ دفعي ڊائننگ روم جي پٺين ٽي سين ٻارن گڏجي آرٽ جا بهترين نمونا تخليق ڪيا. سيني کان پڇيو ويو، ڪنهن ۾ سچي ڪونه ڪئي. پر مون سچار سچ ڳالهايو. مار وري به ملي، جو ڪم خراب ڪيو هوم، پر ٻين کان ڪجهه گهٽ.

وقت ويو ٿي آهستي آهستي گذرندو. بابا جا خط اڪثر ايندا رهندا هئا، جن ۾ مون کي ياد ڪرڻ جو ذڪر گهٽ هوندو هو. موٽي اچڻ لاءِ ٻه لکيل هوندو هو. پر ماسي امي کي صلاح ڏني ته بيستائين هو پاڻ نه وٺڻ اچي، ۽ اهو يقين نه ڏياري ته هو باقاعدي اوهان کي سنڀاليندو، خرچ پکو ڏيندو، تيستائين تو کي موٽي وڃڻ نه گهرجي.

پر ڪافي مهينا گذرڻ کان پوءِ به بابا اسان کي وٺڻ ڪونه آيو. نيٺ ماسي بابا کي لکي موڪليو ته: هي شرط اٿئي، جيڪڏهن تو کي منظور هجن ته اچي زال ۽ ٻار کي وٺي وڃ. پر بابا انهيءَ خط جو ڪوبه جواب نه ڏنو. جڏهن ڪافي مهينا گذري ويا ته ماسي امي کي چيو: اهڙي حالت ۾ تنهنجو موٽي حيدرآباد وڃڻ مناسب نه ٿيندو. بنا ڪنهن شرط شروط جي تون موٽي حيدرآباد وئينءَ ته تنهنجي مڙس جو دماغ وڌيڪ خراب ٿيندو.

تنهن ڪري وڏيڪ وقت وڃائڻ کان بهتر ٿيندو ته پٽ کي
اتي ئي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏ.
اميءَ وٽ ٻيو ڪو حل به نه هو. تنهن ڪري مون کي
ڪئنٽونمينٽ بورڊ هائي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. پر جيئن
ته مان سنڌي پڙهيل هوس، تنهن ڪري مون کي ٻارائي ۾
ويهاريو ويو.
اميءَ کي آسرو هو ته شايد مڙس مون کي وٺڻ اچي. پر اها
اميد، اهو آسرو وقت سان گڏوگڏ ختم ٿي ويو. هاڻ بابا رڳو
تڏهن خط لکندو هو، جڏهن مائٽن ۾، يا مائٽن جهڙن دوستن
۾ ڪو موت ٿيندو هو.
بابا جو هڪڙو خط آيو. لفافي جي مٿان لکيل هو: ڪڏهن
ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾. خط ۾ بابا جي گهري
دوست قربان علي کهنباتيءَ جي وفات جي خبر هئي. چاچا
قربان علي جي وفات تي سيني کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هڪ ته هنن
جي گهر سان اسان جو قديمي رستو هو، ٻيو ته کيس قتل ڪيو
ويو هو ۽ نوجوان به هو. نوجوانيءَ جي موت تي ته سيني کي
ڏک ٿيندو آهي.
بابا جو ٻيو خط لالا احمدشاهه جي موت جي خبر کڻي آيو.
لالا احمدشاهه جا اهي الفاظ سچ ثابت ٿيا ته: شايد هاڻي مان
توکي (مون کي) وري ڏسي نه سگهان.
پر پوءِ بابا جا خط اچڻ بلڪل بند ٿي ويا. مختلف مائٽن، خاص
ڪري اميءَ جي چاچي ابراهيمشاهه وٽان خط ايندا هئا. انهن وٽان
خبر پئي ته بابا ۽ چاچا اصغرشاهه گهر جا گهڻي ڀاڱي سيئي
ٿيڙ وڪڻي ڇڏيا آهن، ۽ ڪجهه مائٽن کي ڏيئي ڇڏيا اٿن.
اهڙيءَ حالت ۾ اسان جي واپس ورڻ جا سيئي رستا بند ٿي ويا.
هاڻي جيڪو اهم مسئلو اميءَ جي آڏو هو، سو هو ماسيءَ تي
'بار'. رهڻ، کاڌو پيتو، ۽ ٻيو سمورو مٿيون خرچ ماسيءَ پئي
ڏنو، پر ڪيستائين؟

انهن ڏينهن ۾ مس محمدعلي يعني ڊاڪٽر گلزار (1) ملتان ۾ ليڊيز هاسپيٽل ڪولڻ تي ڳُهري. ڪيس نرسن جي ضرورت هئي. ڪرسچن نرسون تہ ڪيس مليون ٿي، پر هن جي خواهش هئي تہ ڪي چڱي گهراڻي جون عورتون هجن، ڇاڪاڻ تہ اهڙيءَ ريت وڏا خاندان سندس خانگي زناني اسپتال تائين ايندا.

ڊاڪٽر گلزار ماسيءَ کي امي ۽ ماسڙ جي بيواهہ ياڻيجيءَ لاءِ چيو. پر مسلي انڪار ڪيو، ڇوتہ نرس ٿيڻ عيب سمجهبو هو. پر ڊاڪٽر گلزار، جنهن جي ماسيءَ سان تمام پراڻي ۽ گهري دوستي هئي، برابر ماسيءَ تي زور پريندي رهي. هن ماسيءَ کي قائل ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي. هن اِهو بہ چيو تہ: اسپتال فقط زالن لاءِ هوندي، مرد اُتي ايندا ئي ڪونہ. پردي جو سختيءَ سان خيال رکبو. اهي ٻئي فقط اسپتال ۾ هونديون. مان ٻاهر مريضن کي ڏسڻ ويندس تہ انهن کي ڪونہ وٺي ويندس. ڊاڪٽر گلزار جي گهڻي مجبور ڪرڻ تي ماسيءَ ماسڙ سان ڳالهہ ڪئي. ماسڙ ڪجهہ ڏينهن سوچيو، پاڻ بہ انهيءَ مسئلي تي ڊاڪٽر گلزار سان ڳالهايو، ۽ پوءِ پنهنجي والد سان (جيڪو تڏهن حيات هو) ڳالهہ ڪيائين. هن ٿوري ردقد کان پوءِ پنهنجي ڏوهٽيءَ کي اجازت ڏني. ۽ اميءَ کي بہ ماسي ۽ ماسڙ اجازت ڏني.

ماسيءَ جو بنگلو ڪئنٽونمينٽ ۾ هو، ڊاڪٽر گلزار' اسپتال شهر ۾ کولي هئي. ماسي وارن جي گاڏي امي ۽ ماسڙ جي ياڻيجيءَ کي اسپتال وٺي ويندي هئي ۽ شام جو ڇڏي ويندي هئي. نرسنگ

---

(1) اهي ڇهہ ڀيڻون هيون. انهن مان چار ڀيڻون— صغرا، گلزار، سردار ۽ فاطما ڊاڪٽر هيون. ننڍي ڀيڻ عائشا ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ ۾ هئي. وڏي ڀيڻ نوڪري ڪانہ ڪندي هئي. انهيءَ کان سواءِ ڪنهن بہ شادي نہ ڪئي هئي. ڊاڪٽر صغرا ۽ ڊاڪٽر فاطما انهن ڏينهن ۾ لنڊن ۾ هيون. ڊاڪٽر سردار حيدرآباد جي ليڊي ڊفرن هاسپيٽل ۾ ۽ عائشا ڪراچيءَ ۾ هئي.

جو ڪم ڊاڪٽر گلزار سيکاريو.

اسان کي ملتان ۾ آئي سال ڏيڍ ٿيو هو. ماسڙ ڪنهن شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪراچي ويو ٿي. وچ ۾ هڪ ٻه ڏينهن حيدرآباد به ترسڻو هوس. سو مون کان پڇيائين ته ”توهان کي (وڏا به ٻارن سان ’توهان‘ ڪري ڳالهائيندا هئا) حيدرآباد مان ڪجهه گهرائڻو آهي؟“

مون چيو، ”اوهان منهنجي بابا کي چئجو. هو منهنجي لاءِ ڪوڙ شيون وٺي ڏيندو. ڪين چئجو، منهنجي لاءِ بيدي وارا نئيا بسڪٽ وٺي ڏئي، پيا ٽوپيءَ وارا بسڪٽ.“ ۽ شايد ڪي ٻيون شيون به چيون هوندم.

ماسڙ ڪراچيءَ لاءِ روانو ٿي ويو. ۽ مان شدت سان سندس موٽڻ جو انتظار ڪرڻ لڳس. تصور ئي تصور ۾ ڏسندو هوس ته بابا منهنجي لاءِ ڪوڙ ساريون شيون موڪليون آهن. شديد انتظار کان پوءِ نيٺ هڪ ڏينهن اسڪول مان آيس ته خبر پئي ته ماسڙ آيو آهي. بس، خوشيءَ ۾ نه پئي ماپيس. ماساتن— فاروق، صديق ۽ مون ڪتاب اڇليا ۽ وٺي ماسڙ جي ڪمري ۾ ڊوڙ پاتيسين. ماسڙ به ڪو شايد ٿوري دير اڳ پهتو هو. پيتي کلي پيئي هئي، ڪجهه سامان ٻاهر ۽ ڪجهه اڃا پيتيءَ ۾ ئي پيو هو. فاروق ۽ صديق پيءُ کان پڇيو، ”اسان لاءِ ڇا آندو اٿوَ؟“ هنن کي سندن شيون مليون. مان به سري ماسڙ جي اڳيان وڃي بيٺس ۽ آهستي، هسيل انداز ۾ پڇيم، ”منهنجي بابا، منهنجي لاءِ ڪهڙيون شيون موڪليون آهن؟“

ماسڙ ڪجهه دير، نظرون کڻي مون کي ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ ڏکاري لهجي ۾ چيائين، ”پٽ، توهان جي بابا توهان جي لاءِ مون کي ڪجهه به وٺي نه ڏنو آهي. جيتوڻيڪ مون وچڻ سان کيس توهان جو پيغام ڏنو هو. ۽ جيترا ڏينهن مان رهيل هوس، مان کيس چورائيندو رهيس. پر اوهان فڪر نه ڪريو. مون اوهان لاءِ به شيون آنديون آهن. توهان جي نانيءَ به

توهان جي لاءِ شيون وٺي ڏنيون آهن.“ منهنجو لئنل منهن ڏسي، مون کي چيائين، ”پٽ، ڏک نه ڪريو.“

’ڏک نه ڪريان!‘ اِهو ڏک ته مان سڄي زندگي وساري نه سگهيو آهيان. منهنجي زندگيءَ ۾ اهو پهريون ۽ سڀ کان وڏو صدمو هو، جيڪو مون کي رسيو. زندگيءَ ۾، جڏهن به اهو واقعو ياد پوندو اٿم، اکيون ڀُسيو وڃن. شايد انهيءَ ڏک جو احساس پوريءَ ريت انهن کي ئي ٿي سگهندو، جن کي پيءُ وٽان پيار نه مليو هجي. يا جيڪي پيءُ کان پري رهيا هجن. پيءُ جي هوندي، پيءُ وٽان ڪجهه نه ملي، پيو ڪو مون کي شيون وٺي ڏي، انهيءَ کان وڏيڪ ڏک پلا هڪ ٻار کي پيو ڪهڙو ٿي ٿي سگهيو.

منهنجي اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا، ۽ مان ٻنان ڪنهن شيءَ ڪٽڻ جي ڊوڙي پنهنجي ڪمري ۾ آيس. ايترو رُنس جو شايد انهيءَ کان اڳ ڪڏهن به ايترو نه رُنو هوس. مون کي اهو احساس رکي رکي ڏنگي رهيو هو ته فاروق ۽ صدّيق جو پيءُ پنهنجي پٽن لاءِ شيون وٺي آيو آهي ۽ منهنجي پيءَ پنهنجي پٽ لاءِ ڪجهه به نه موڪليو.

اميءَ مون کي ڏاڍو پرچايو. انهيءَ ڏک کي وسارڻ لاءِ مون کي تمام گهڻيون شيون وٺي ڏنائين. (پر مان انهيءَ ڏک کي اڄ به وساري نه سگهيو آهيان.)

منهنجي ناني (اميءَ جي ماڻيجي ماءُ) مون کي ڏاڍو پيائيندي هئي. هن وٽ هڪ ڏاڍي سهڻي نقشين‌پسيءَ جي وٽي هئي. مان سندس گهر ۾، سدائين انهيءَ وٽيءَ ۾ پاڻي پيئندو هوس. هن آها وٽي، جيڪا سندس مئل ڏوهٽي جي نشاني هئي، مون کي ڏياري موڪلي هئي. مون کي سونف ۽ ڦودني جون ٽڪيون وٽنديون هيون، آهي به موڪليون هئائين، انهيءَ کان سواءِ منهنجي پسند جا بيدي وارا بسڪٽ ۽ ٽوپيءَ وارا بسڪٽ به. پر مون کي انهن شين ايتري خوشي نه ڏني، جيتري

- خوشي آهي شيون ڏين ها، جيڪي منهنجو بابا مون کي موڪلي ها ته ٿئي ها.
منهنجي ماسانن جا ٽي ٽيئي وارا هئا. ماسي اميءَ کي چيو ته: تون ٻه طارق جو طهر ڪرائي ڇڏ. اميءَ پڻ چاهيو ته طهر حيدرآباد ۾ ٿئي ته جيئن خوشي ۾ ملهائي سگهجي، ڇو ته مان هڪڙو پٽ هوس. اسان سنڌين ۾ طهر ڏمامن سان ٿئي. جڏهن ته ملتان ۾ طهر خاموشيءَ سان ٿيو وڃي. پر حيدرآباد موٽڻ جو ڪو به آسرو ڪونه هو. تنهن ڪري امي حامي ڀري ورتي. جنهن ڏينهن طهر ٿيڻ وارو هو، انهيءَ کان هڪ ڏينهن اڳ اميءَ مون کي چيو: "ڏس پٽ، توهان بهادر آهيو. مون اوهان کي سدائين بهادر ماڻهن جا قصا ۽ واقعا ٻڌايا آهن. طهر ٿيڻ وقت اوهين اصل نه روئجو. ڏسو، هي پنهنجو گهوٽ ڪونهي. پاڻ سنڌي ماڻهو آهيون، جيڪڏهن اوهان رُنا ته هتي وارا چوندا ته سنڌي بزدل ٿيندا آهن. سو اوهان بهادر ٿي ڏيکارجو."
۽ واقعي مون بهادر ٿي ڏيکاريو. منهنجي ماسانن کان سواءِ سندن سوٽن جا طهر به ٿيا. سيئي مون کان وڏا هئا. سيئي رُنا، سيني ڪيڪون ڪيون. پر منهنجي واتان ٻاڦ به نه نڪتي. اسان سيني کي لان ۾ الڳ الڳ کٽن تي ليٽائي ڇڏيو ويو، ۽ جڏهن حجام ويو، ۽ امي اچي مون کي چمي ڏني ته مون روئي ڏنو. امي منهنجي بهادريءَ تي مون کي الاهي رانديڪا وٺي ڏنا.
پنهنجي بهادريءَ جو هڪ ٻيو واقعو به ياد اٿم. ٻن ٽن ورهين جو جڏهن سيئي وڏا سمهي رهندا هئا ته اسين ٻار اڪثر پير پير ۾ ڏئي، باغ جي پوئين حصي ۾ هليا ويندا هئاسين، ۽ اتي وڃي راند ڪندا هئاسين. هڪ دفعي مان ۽ صديق (جيڪو مون کان چار مهينا وڏو هو) اتي راند ڪري رهيا هئاسين. مان هڪڙي ڀڳل ڪرسيءَ تي ويٺو هوس. صديق مون کي چيو: هتان اٿ، پر مان نه اٿيس. هن جي هٿ ۾ لوهي ٽيئر هو. هن چيو: ڏس، مان تو تائين پهچندس. جيڪڏهن تون تو

ڳڻڻ تائين ڪرسيءَ تان نه اٿين ته مان هيءُ لوهي ٽيٽر تنهنجي مٿي ۾ هڻي ڪيندس.
هن ٽن تائين ڳڻيو، پر مان نه اٿيس، ۽ هن لوهي ٽيٽر ٺڪاءُ ڪري منهنجي مٿي تي هڻي ڪڍيو. منهنجو مٿو ڦاٽي پيو، ۽ رت وهڻ لڳو. هاڻي ته صديق به ڊنو، پر ڊنس مان به. ڇو ته اسان ۾ اهو رواج هو ته شرارت ڪرڻ تي پنهي ڌرين کي سزا ملندي هئي. سو ڊپ ۾ مون ڪنهن سان به شڪايت نه ڪئي. رت اگهي، مٿ ڪري ورتم.
مون کي ويهنجاريندي امي هئي. هڪ ٻه ڏينهن ته گذري ويا، پر پوءِ پاڻي آهستي آهستي ڌڪ ۾ ويهڻ لڳو، ۽ جيئن امي مٿي تي صابڻ هڻندي هئي مان سور جي ڪري 'شي شي' ڪندو هوس. منهنجي 'شي شيءَ' تي امي جو ڪٽي ڏسي ته مٿي ۾ ڦٽ ٿي چڪو هو.
ڦٽ جو منهن ته ٻاهران ننڍڙو هو، پر اندر گهر ڪري ويو. مون کان پڇيو ويو. پر مون صديق جو نالو نه ورتو، ڇيم ته ڪري پيو هوس. جو ڇاتم ته ٻڌائڻ سان صديق کي سزا ملندي. ڦٽ اندر ئي اندر وڌڻ لڳو. سڄو مٿو جهلجي پيو، هر وقت بخار رهڻ لڳو. نيٺ مان ڪٽ وٺي پئجي رهيس، ملتان جي ڊاڪٽرن کي ڏيکاريو ويو. هنن چيو ته ڦٽ هڏن کي خراب ڪري ڇڏيو آهي، مٿي جو آپريشن ٿيندو. پر اهو آپريشن هتي نٿو ٿي سگهي. البت حيدرآباد ۾ ٿي سگهي ٿو، جو اتي هڪڙو ڊاڪٽر آهي. پر حياتي وڃڻ جو به خطرو آهي. امي ڏاڍي پريشان ٿي. مون کي ڪٽ تي پئي ٽن مهينن کان مٿي ٿي چڪو هو. ملتان واري ڊاڪٽر، حيدرآباد واري ڊاڪٽر سان لکپڙهه ڪري، اميءَ کي خرچ پکو ٻڌايو. اميءَ سڄو انتظام ڪري ورتو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اسان کي حيدرآباد وڃڻو هو.
هڪ منجهند، جڏهن امي ٻئي ڪمري ۾ هئي، منهنجو ماسڙ،

ڪجهه ۽ گينڊي ڪٽي مون واري ڪمري ۾ گهڙيو، در اندران بند ڪيائين، ۽ مون کي چيائين: اوهين آئي ويهو. مان آئي وينس ته پاڻ منهنجي مٿي کي وٺي زور ڏنائين. منهنجو مٿو اهڙو نرم ٿي ويو هو جو زور ڏبو هو ته گهپ پئجي ويندو هو. پر سور به ڏاڍو ٿيندو هو، مون وٺي رڙيون ڪيون. پر ماسڙ زور ڏيندو رهيو، مٿي مان پٿون نڪرڻ لڳي، سڄي ساري گينڊي گند سان ڀرجي ويئي. منهنجيون رڙيون واڪا ٻڌي امي ۽ ماسي ڊوڙي آيون، پر در اندران بند هو. اميءَ گهٽيون رڙڪيون: ادا، طارق مري ويندو، خدا جي واسطي ڇڏيو. پر ماسڙ مون کي ڇڏيو ڪونه. پٿون کان پوءِ رت اچڻ لڳو. جڏهن رت گهٽيو، تڏهن ماسڙ ڪجهه دوائون رکي، ڦٽ کي ٻڌي ڇڏيو. گند نڪتو ته منهنجو سور به گهٽ ٿيو. ٻن ٽن ڏينهن ۾، ماسڙ پنج ڇهه دفعا گند ڪڍيو. پوءِ ڦٽ سڪڻ لڳو ۽ مهيني کن ۾ مان بلڪل ٺيڪ ٿي ويس. ڊاڪٽرن آپريشن ڪرڻ لاءِ چيو هو. ۽ اهو به چيو ته حياتي وڃڻ جو ڊپ آهي. پر ماسڙ بنان آپريشن، بنان پئسن جي منهنجو خطرناڪ ڦٽ ٺيڪ ڪري ڇڏيو.

وقت آهستي آهستي گذرندو پئي ويو. اسان کي ملتان ۾ ساڍن ٽن کن سالن جو عرصو ٿي چڪو هو. بابا وٽان خط اچڻ زماني کان بند ٿي چڪا هئا. اميءَ جي چاچي خط ۾ اميءَ کي لکيو هو ته: بابا بينڪ جا پئسا کٽايا آهن، هاڻي ڪيتري وقت کان لڪندو وتي. ظاهر آهي، انهيءَ خبر امي ۽ ماسيءَ کي ڏک رسايو، پر آهي ڪري به ڇا ٿي سگهيون. ۽ ساڳئي وقت اميءَ کي مختلف مائٽن وٽان خطن ۾ اهي خبرون به ملنديون هيون ته: بابا چوي ٿو ته مان ملتان وڃي پنهنجي پٽ کڻي ايندس.

انهن خبرن اميءَ کي ڏاڍو پريشان ڪيو. هوءَ ايتري پريشان ٿي جو پيٽ جو گهر ڇڏي اسپتال ۾ وڃي رهي. ۽

مون کي بہ انهيءَ اسڪول مان ڪيرائي، اسپتال جي پرسان هڪ اسڪول ۾ داخل ڪرايائين، جيڪو دراصل ڇوڪرين جو اسڪول هو. منهنجي ماسات بہ اُتي پڙهندي هئي.
انهن ئي ڏينهن ۾ منهنجي متياري واري ماسيءَ پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ جي دعوت موڪلي ۽ زور رکيائين تہ سڀئي اچن. پر امي وڃڻ تي تيار نہ پئي ٿي. ڇو جو ڪيس ڊپ هو تہ متان بابا مون کي اميءَ کان کسي نہ وڃي. پر ماسيءَ يقين ڏياريو تہ منهنجي هوندي طارق کي تو کان ڪوبہ کسي نہ سگهندو. پئي پاسي حيدرآباد مان اميءَ جي چاچي ابراهيم شاهہ بہ اِهو لکيو هو تہ: ڊپ جي ضرورت ڪانهي.
مون جو پڌو تہ حيدرآباد ٿا هلون تہ مان خوشيءَ ۾ نہ پئي ماپيس. ملتان جيڪو مون کي شروع شروع ۾ ڏاڍو وڻيو هو، سو مون کي ڪجهہ ئي سالن ۾ زهر ٿي پيو هو. مان حيدرآباد کي ياد ڪري پنهنجي منهن پيو روئيندو هوس. هاڻي حيدرآباد ۽ بابا سان ملڻ جي خوشيءَ ۾ ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپيس.
هاڻي وري اميءَ کي اچي پيو ڊپ لڳو تہ متان مان بابا کي ڏسي، بابا جو ئي ٿي پوان ۽ اميءَ کي ڇڏي بابا وٽ ويهي رهان. امي مون کان گهڙي گهڙيءَ پڇندي هئي، ”ڏس، تون پٺهين کي ڏسي، مون کي ڇڏي تہ نہ ڏيندين. ڏس طارق، مون تو کي ڪيتري نہ محبت ۽ سا ڳئي وقت محنت سان پاليو آهي. تنهنجي زندگي ڏاهڻ خاطر مان نوڪري ڪري رهي آهيان. جيڪڏهن تون پٺهين وٽ رهي پئين تہ مان مري وينديس.“
مان سچو ڏينهن اميءَ کي اِهو يقين ڏياريندو هوس تہ ”مان اوهان کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏيندس. بابا سان منهنجو ڪهڙو واسطو، جنهن مون کي ڇڏي ڏنو، جيڪو منهنجي خبر ئي نٿو وٺي، تنهن وٽ ڀلا مان ڇو رهندس.“
حقيقت اِها آهي تہ مون کي اميءَ سان بيانتها محبت هئي. (مان ٻارنهن سالن جي عمر تائين سمهندو بہ اميءَ سان هوس.)

شاديءَ ۾ وچڻ جون تياريون شروع ٿي ويئون. ۽ جڏهن شاديءَ ۾ هفتو کن رهيو ته ماڻ، امي، ماسي، ماسڙ ۽ سندس ٽيئي ٻار حيدرآباد روانا ٿياسين. ريل ۾ وقت ڪيئن گذريو، حيدرآباد جي اسٽيشن تي اسان کي وٺڻ ڪير آيو، مون کي اهو سڀ ڪجهه ياد ڪونهي. پر مون کي اهو ياد آهي ته حيدرآباد ۾ رهيا اميءَ جي چاچي ابراهيم شاهه جي گهر هئاسين. آتي هڪ ڏينهن رهي، پوءِ اسان کي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ مٽياري وڃڻو هو. حيدرآباد مان به ڪجهه مائٽن کي هلڻو هو. مون کي پنهنجي گهر ڏسڻ جو ڏاڍو شوق هو. ملتان ۾ به، تصور ۾ مان سدائين پنهنجي گهر ۾ هوندو هوس. خواب به پنهنجي گهر جا لهندو هوس. پر هاڻي اسان جي گهر جي حالت بلڪل ئي بدلجي چڪي هئي. ننڍي ڦڦي ۽ منهنجي وڻندڙ وڏي ڦڦيءَ جون شاديون ٿي چڪيون هيون. وڏي جي شادي سيدپور جي سيد قبول‌محمد شاهه سان ٿي هئي، ۽ ننڍيءَ جي مٽياري ۾ سيد مهدي شاهه سان. بابا بينڪ وارن جي دٻپ کان ڪڏهن پيندي ۾ پنهنجي ڀڻاٽ جي پٽ خالد شاهه وٽ رهندو هو، ڪڏهن شاهه محمدشاهه وٽ حيدرآباد ۾، جيڪو سندس ڀڻاٽ هو. ۽ سندس جاءِ ابراهيم‌شاهه جي جاءِ سان گڏ هئي، وچ ۾ در به هو.
منهنجي ڏاڏي ۽ سندس ڀيڻ (لالا احمد شاهه جي زال) پنهنجي ڪنهن مائٽ وٽ رهنديون هيون. چاچو ۽ مامو اوتاري ۾ رهندا هئا. اسان جي جاءِ، جنهن جو سهڻو تصور، ايترن سالن کان پوءِ به منهنجي ذهن ۾ محفوظ هو، تتي چڪو هو. هاڻي جاءِ مسواڙ تي ڪولهين کي ڏنل هئي.

بابا کي خبر هئي ته ماڻ ۽ امي اچڻ وارا آهيون، سو پنهنجي ڀڻاٽ شاهه محمد شاهه جي گهر آيل هو. اميءَ کي خبر پئي ته هوءَ ساڻس ملڻ ويئي. بابا منهنجو پڇيو ته اميءَ کيس چيو: ”مون ٻڌو آهي ته تون پٽ کي مون کان کسي ويندين. تنهن ڪري مان پٽ سان توکي ملائڻ نٿي گهران.“ بابا روئي

ڏنو ۽ چيائين، ”اِها ڳالهه غلط آهي، منهنجو اهڙو ڪو به ارادو ڪونهي. ٻي ڳالهه اِها -ته مان پنهنجو سر لڪائڻ لاءِ به حيران پريشان آهيان. پٽ کي ڪيڏانهن ڪندس، ڪيئن هن کي پالينداس ۽ سنڀاليندس. تو نه فقط ماءُ، بلڪ پيءُ بڻجي به هن کي نپايو آهي. تو وٽ رهندو ته سڌرندو. تون بلڪل ڊپ نه ڪر. باقي پٽ سان تنهنجي ملائين ته پيلي نه ملاءِ. مون پٽ لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ ڪيو به ڇا آهي؟ مون کي پٽ تي حق به ڪهڙو آهي؟“
اميءَ چيو، ”تو طارق سان هڪ وڏي زيادتي ڪئي آهي. هن هيڏي پيار سان حجت سان، تو کان ٻن ٽن نندين شين جي فرمائش ڪئي. تون ڪهڙو پيءُ آهين جو پٽ لاءِ، پٽ جي خوشيءَ لاءِ ٻه ٽي رپيا به خرچ نه ڪري سگهين؟“ بابا ڪجهه دير ماٺ رهيو، پوءِ چيائين، ”تون يقين ڪر. مون وٽ انهن ڏينهن ۾ ٽڪو به ڪونه هو. انهيءَ ڪري مان ادا (اميءَ جو پيٽوڙيو) جي اڳيان به ڪونه آيس.“
جنهن سچائيءَ سان بابا چيو هو، اميءَ کي انهيءَ تي اعتبار اچي ويو. پوءِ امي مون کي بابا جي سامهون وٺي ويئي ۽ بابا ڏانهن اشارو ڪري پڇيائين، ”هيءُ ڪير آهي؟ هن کي سڃاڻين؟“ مان، جنهن ملتان مان اچڻ کان پوءِ ڪنهن کي به ڪونه سڃاتو هو، تنهن پهرين ئي نظر ۾ بابا کي سڃاڻي ورتو. پر مون يڪدم چيو، ”نٿو خبر نه ڪير آهي.“ امي چيو، ”پٽ هيءُ تنهنجو پيءُ آهي. سلام ڪر ۽ هن وٽ وڃ.“
مون سلام ته ڪيو پر بابا وٽ وڃڻ کان صفا نابري واري بيٺس. مون کي اهو ڊپ هو ته متان بابا مون کي کڻي نه وڃي ۽ اميءَ کان ڌار نه ڪري ڇڏي. پر جڏهن اميءَ مون کي گهڻو سمجهايو، تڏهن مان بابا وٽ ويس.
مون اميءَ کي سڄي زندگي اِهو ڪونه ٻڌايو ته مان بابا کي پهرين نظر ۾ ئي سڃاڻي ويو هوس. ۽ امي سدائين سيني کي چوندي هئي، ”طارق ڪمال ڪري ڇڏيو. پيءُ کي نه سڃاتائين.“

پوءِ بابا، اميءَ کان اجازت وٺي مون کي گھمائڻ وٺي ويو.
امي بابا جي عادتن کان واقف هئي، تنهن ڪري ويندي وقت
چيائين، ”ڏس، هن کي ڪا خراب شيءِ نہ کارائي ڇڏجانءِ،
متان بيمار ٿي پوي.“
انهيءَ ڏينهن بابا مون کي ڏاڍو گھمايو. پورو حيدرآباد. حيدرآباد
جي هڪ هڪ گهٽي، حيدرآباد جا وڏا رستا، هيرآباد جون
سهڻيون جايون، صاف سٿرا رستا، سهڻا پارڪ، شاهي بازار،
گدوبندر. گدوبندر ۾ پهريءَ ڀيري ويهي ڪوٽڙي ڏٺي مون. ڪوٽڙي ۾،
هڪ هوٽل تي بابا مون کي سائي رنگ جي بوتل به پيئاري
هئي، جنهن جي پيئڻ کان پوءِ مون کي الٽي اچي ويئي.
جنهن تي بابا ڏاڍو ڊنو هو تہ متان منهنجي طبعيت خراب نہ
ٿئي. بابا مون کي جهليو تہ الٽيءَ جي ڳالهہ اميءَ سان نہ
ڪجانءِ. ۽ پوءِ بابا مون کي الاهي رانديڪا ۽ شيون وٺي
ڏنيون هيون.
بابا سان انهيءَ ڏينهن جو گهمڻ، مان زندگيءَ جي ڪنهن بہ
دؤر ۾ وساري نہ سگهيو آهيان. منهنجي زندگي ۾ جيڪي،
ڪي حسين گهڙيون آيون آهن، بابا سان گهمڻ انهن ۾ سڀ
کان مٿي آهي. پيءُ سان گڏ گهمڻ ۾ جيڪو مزو، جيڪو
لطف آهي، اهو ٻيو ڪنهن سان بہ گهمڻ ۾ نٿو ملي سگهي.
ٻيو چاهي ڪيترو بہ چاهہ سان گهمائي. پر نہ، پيءُ سان گهمڻ
۾ جيڪو مزو آهي اهو ٻئي سان ڪٿي ٿو اچي. ڪاش اهو
ڏينهن زندگيءَ ۾ هڪ دفعي وري اچي.
ٻئي ڏينهن امي بابا سان تفصيل سان ڳالهايو. اميءَ چيو تہ: مون
پئسا آندا آهن، تو جيڪي بينڪ جا پئسا ڪٽايا آهن، آهي
پوري ٿا ڇڏيون. تون مون سان ملتان هل، هڪ دفعي وري
عزت سان زندگي گذارڻ جي شروعات ڪر. مان بہ آئي آهيان،
تنهنجو پٽ بہ تنهنجي اکين جي اڳيان هوندو.
بابا اميءَ جون سڀئي ڳالهيون قبول ڪري ورتيون. اميءَ ڪيس

متياري هلڻ لاءِ چيو، پر بابا چيو ته: منهنجي طبيعت نيڪ ڪانهي. مان متياري ڪونه ٿو هلان. تون ٿي اچ، تيستائين مان ملتان هلڻ جي تياري ڪري وٺان ٿو.
هاڻي امي به خوش هئي ۽ مان به.
اسين سڀئي متياري وياسين. شادي ٿيڻ کان پوءِ به ڪافي ڏينهن آتي رهياسين. مون کي متياري ڏاڍو عجيب شهر لڳو، ننڍڙو شهر پر مسجدون ايتريون. هر گهٽيءَ ۾ مسجد. ماسيءَ وارن جي پنهنجي به هڪ مسجد هئي، جنهن کي ”منارا مسجد“ چوندا هئا. انهيءَ مسجد ۾ هڪ اوچو منارو هو، اسين اڪثر انهيءَ تي چڙهي وڃي ويهندا هئاسين.
جڏهن اسين حيدرآباد موٽي آياسين ته بابا جو ڪوبه پتو ڪونه هو. تنهن ڪري اسين هفتو کن حيدرآباد رهي پيا هئاسين. انهن ڏينهن ۾ پتو پيو ته جناح ۽ گانڌي جي مذاڪرات جي هڪ نيوز فلم ’پگلي دنيا‘ سان هلي رهي آهي. سڄي خاندان کي سياست سان ڏاڍي دلچسپي هئي، خاص ڪري ماسيءَ کي. سو فيصلو ٿيو ته اِها نيوز ريل ڏسجي. اُها فلم ايلائيٽ سنيما ۾ هلي رهي هئي. (مون کي خبر ڪانهي ته انهن ڏينهن ۾ انهيءَ سنيما جو نالو ڇا هو.) مون کي انهيءَ فلم جي فقط ايتري يادگيري آهي ته هن فلم ۾ ممتاز شانتي ۽ اشرف خان هئا. هيرو ڪير هو، اِهو به ياد ڪونه اٿم. نه ئي جناح ۽ گانڌي متعلق ڪجهه ياد اٿم. ملتان واري پوري عرصي ۾، اسان کي ڪنهن به فلم ۾ وڃڻ جي اجازت نه ملي. فقط هڪ دفعي سنيما وٺي هليا، ڪنهن فلم سان گڏ، ڪمال اتاترڪ جي جنازي جي فلم هلي رهي هئي. جيتري دير اُها جنازي جي فلم هلي رهي هئي، اسان ڀار ويٺا رهياسين. پر جيئن مين فلم هلي، سڀني ٻارن کي چيو ويو، اوهين گهر هلو. اسان کي خار ته ڏاڍا لڳا. پر خاموشيءَ سان سڀئي گهر موٽي آياسين. البت وڏن پوري فلم ڏٺي.
اسان کي حيدرآباد ۾ چار پنج ڏينهن ٿي ويا هئا. امي ڪيترن هنڌن تي ماڻهو موڪليا، پر بابا جو ڪو ڏس پتو نه پيو. مايوس

ٿي اميءَ پنهنجيءَ چاچيءَ کي پئسا ڏنا ته، اهي لطف کي ڏجو ته جيئن ملتان اچي سگهي.

اسين ملتان وڃڻ لاءِ ريل ۾ چڙهياسين، هن دفعي اميءَ جي سوٽ (ابراهيم شاهه جي ڌيءَ) به ساڻ هئي. مون کي حيدرآباد ڇڏڻ جو ڏاڍو ڏک هو. ۽ بابا ۾ گڏ ڪونه هليو هو. پر ٽرين ۾ وقت چڱو گذري ويو. ننڍو دبو هو، اسين پاڻ ۾ ئي ايترا هئاسين جو دبو اسان سان ئي پرجي ويو هو. ٻه ٽي زالون ٻيون به هيون، جن کي لاهور وڃڻو هو. زنانو دبو هو، ۽ اسين ڇوڪرا به ننڍا هئاسين، تنهن ڪري زناني دبي ۾ ويٺا هئاسين. اميءَ جي سوٽ جو آواز تمام سٺو هو، تنهن سيني جي زور پرڻ تي ڪي فلمي گانا ڳاتا. لاهور ويندڙ ماين مان هڪ منهنجي ماسيءَ (اميءَ جي سوٽ) کي چيو ته، ”توهان جو آواز ته تمام سٺو آهي. منهنجي مڙس جو لاهور ۾ پنچولي آرٽ اسٽوڊيو آهي، ۽ هو فلمون ٺاهيندو آهي، جيڪڏهن اوهين فلمن لاءِ ڳايو ته اوهان کي سٺو معاوضو ملندو.“
وڏي ماسيءَ چيس، ”اوهان جي مهرباني. اسين سيد آهيون، سوبه سنڌي سيد. انهيءَ باري ۾ اسين سوچي به نٿا سگهون. ۽ اسان ۾ پردو به تمام سخت آهي.“ هن عورت چيو، ”اسين پردي جو پورو انتظام رکنداسين.“ ماسيءَ کيس چيو، ”نه، اسان لاءِ اهو ممڪن ڪونهي. اسان کي فلم ڏسڻ جي اجازت ئي وڏي مشڪل سان ملندي آهي.“
صبح جو ٽرين ملتان اسٽيشن تي پهتي. ملتان جي اسٽيشن ڏسي مون کي ڏاڍو تعجب ٿيو ڇاڪاڻ ته حيدرآباد ۽ ملتان اسٽيشن جي عمارت هوبهو هڪ جهڙي هئي. پوءِ خبر پئي ته جنهن حيدرآباد اسٽيشن جو نقشو ٺاهيو هو، ملتان اسٽيشن جي عمارت جو نقشو به انهيءَ ٺاهيو هو. اهو ماڻهو ڪجهه وقت ماسيءَ وارن جي بنگلي ۾ مسواڙيءَ جي حيثيت ۾ به رهيو هو، شايد عبدالباري هن جو نالو هو.
(آتم ڪهاڻي ’پيهي منجهه پاڻ‘ جو چوٿون باب [هلندڙ])

# موهن ڪلپنا

## سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي

(اپڀاس)

ورهاڱي کان پوءِ سنڌ جي سنڌي ڪهاڻيءَ جي اُسُرَ جي پکيڙ نهايت وسيع آهي ۽ جا فنائتي نموني شعور جون نيون ڪنڊون اجاگر ڪري ٿي. ان فڪر جا گهڻيئي مرحلا پار ڪيا آهن. مان ڪنهن به ڪهاڻيءَ کي هروڀرو به ڪنهن دور ۾ ڦهڪائڻ جي خلاف آهيان: پر سا ڳئي وقت اهو قبول ڪريان ٿو ته مجموعي طور، هڪ دور جو جامع اثر ڪنهن نظرياتي پهلوءَ کي اجاگر ڪري ٿو. ڪي نظريا ثانوي طور يا سمانتر هلن ٿا ۽ هر دور ۾ ايندڙ دور جا عناصر موجود رهن ٿا، يا هر نئون دور، جو پراڻي دور کان ڪجهه ڪٽيل ۽ مختلف آهي، ان سان گڏ پراڻو دور به همعصرطور قائم رهي ٿو. پرک جو ماپو فقط فڪر نه آهي، پر ان سان گڏ فن جي جاذبيت جو آهي ۽ منهنجي خيال ۾ ڪهاڻيڪار جي پنهنجي وقت، معاشري، شخص سان وفاداري ۽ ان جو قابل اعتماد اظهار عظيم ادب جي تخليق ڪري ٿو.

ورهاڱي کان اڳ سنڌيءَ ۾ ترقي پسند فڪر ادب مٿان حاوي پوڻ لڳو هو، جنهن ادب جي روايتي پرمپرا کي رد ۽ نون قدرن کي اجاگر ٿي ڪيو، پر ورهاڱي جو ڪاپاري ڌڪ ڪائڻ سبب اهو دور سنڌيءَ ۾ فلسفانه طور ختم ٿي ويو ۽ پر 1956ع ۾ ون يونٽ، جنهن منصوبي تحت سنڌ پاڪستان جي نقشي مان غائب ٿي ويئي: ترقي پسند دور ڀهر پوري زور سان ظاهر ٿيو ۽ پوءِ 1970ع تائين سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نئين سر حاوي رهيو. پهرئين دور کي مان 'پنهنجي الڳ سڃاڻپ جي ڳولا' جو دور ٿو ڪوٺيان. 1948ع کان 1956ع تائين حقيقتواد جو دور آهي، جنهن دور ۾ ليکڪ ان وقت جي عڪاسي ڪن ٿا ۽ سنڌي ثقافت جون مختلف ڪنڊون روشن ڪن ٿا. ترقي پسنديءَ

وارو ٻيو دور، ان ثقافتي بچاءَ جو دور آهي، جنهن ۾ سنڌين جي سيڪيولر ڪردار تي گهڻو زور ڏنل آهي. 1970ع ۾ عوامي تحريڪ کان پوءِ جڏهن ون يونٽ ٽٽو ته پاڪستان جي سياست ۾ وڏو زلزلو پيدا ٿيو. هندپاڪ جنگ لڳي ۽ اوڀر پاڪستان الڳ ملڪ بنگلاديش ٿي ويو. بنگال ۾ قتلِ عام تصوف جي انهيءَ نظريي کي ڌڪ هنيو ته سڀ انسان برابر آهن. گهرو لڙائي، جنگ، قتلِ عام، خود سنڌي عوام سان ٿيل ڏاڍاين ۽ بند معاشري جي گُهٽ پوسٽ مان سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ جدت پسنديءَ جو دور پيدا ٿيو. ان دور ۾ مسئلهن جو ٽٽل ڏيکاريل آهي. شخص ڪمزور، ڊپ، هراس ۽ خوف جو شڪار ٿي وڃي ٿو. جديد ادب ان نظام جي خلاف هڪ ٽڪل ۽ بي زور احتجاج طور ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

حقيقت‌نواد جا ليکڪ 'زندگي جيئن آهي، تيئن' پيش ڪرڻ جي جدوجهد ڪن ٿا. ترقي‌پسند ليکڪ 'زندگي جيئن آهي، تيئن' سان گڏ 'زندگي ڪيئن هئڻ گهرجي' جو آشاوادي نظريو پيش ڪن ٿا، جنهن ۾ زور اجتماعي جدوجهد تي آهي ۽ اها جدوجهد اتي جي زندگيءَ ۾ موجود آهي. اهو آشاواد به ان وقت جي پيدائش آهي. جديد دور ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ به فڪر ثانوي طور اجاگر ٿين ٿا. ٺيڪ آهي، انساني مسئلا ٽٽا آهن پر ان طرف پنهنجو ڪهڙو رخ اپنائجي؟

جديد اديب ٻن مڪتبن ۾ ورهائجي وڃن ٿا.

پهريون مڪتب زندگيءَ کي عقل ۽ منطق جي ڪسوٽيءَ تي پرکي ٿو ۽ انساني مسئلهن جي ٽٽڻ جو سبب مذهبي مسئلهن جو ٽٽڻ سمجهي ٿو. مان ان دور کي مذهبي وجوديت جو دور ٿو سمجهان.

ٻيون مڪتب به زندگيءَ کي عقل ۽ منطق جي نظر سان ڏسي ٿو، پر ان مڪتب موجب زندگي خود غير عقل‌پسند ۽ غير منطقي آهي. خدا ۽ انسان وچ ۾ ڪا وهي واٽ ممڪن نه آهي،

ان جي ڪا دشا (Direction) نہ آهي۔ مان ان، مڪتب ڪي بعيدالعقل يا ائبسرڊ درسگاهہ ٿو مڃان۔
سنڌ جي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ڪي جزوي رومانوي ڪهاڻيون ملن ٿيون ۽ اتي اهڙو ڪو دور پيدا نہ ٿيو آهي۔ منهنجو ساٿيو رايو هند جي سنڌي ڪهاڻيءَ بابت بہ آهي۔ ڪي جزوي رومانوي ڪهاڻيون لکيون ويو آهن، پر هتي هند ۾ بہ ڪو رومانوي دور پيدا نہ ٿيو آهي ۽ اهو دور ڪن غلط اُپياسن جو فتنو ٿي سگهي ٿو۔
رومانوي ادب جي مکيہ خصوصيت انفراديت پسندي ۽ سورهيائي آهي۔ انسان اندران ٽٽي ،نٿو، هو پنهنجي اندروني استقامت قائم رکي ٿو ۽ حالتن مٿان فتح پائيندو نظر اچي ٿو۔ ڪردار حالتن کي منهن ڏيئي نہ سگهي ۽ فراريت جوُن راهون تراشي تہ اهو زندگيءَ جو حقيقتواد آهي۔ جيئن تہ سنڌ ۽ هند جي ثقافت مرڪب آهي، ان ڪري اهو سوال منهنجي موضوع جي دائري هيٺ اچي ٿو تہ مان ٻڌايان تہ هند جي سنڌي ادب ۾ بہ ٽي دور آهن: ترقي پسند، حقيقت پسند ۽ جدت پسند۔ بلڪ مان ائين بہ چوان تہ جدت پسنديءَ جو ائبسرڊ ادب، خود ۾ اُلٽ رومانواد آهي، جنهن جو ڪردار انفراديت پسندي ۽ سورهيائي جي ضد ۾ مڪمل طور ٽٽل ۽ ڪائر ڏيکاريو ويو آهي۔
مان ائين چئي سگهان ٿو تہ هند جو ترقي پسند ادب ورهاڱي کان 1957ع تائين هليو؛ ان سنڌ جي سنڌي ادب کي متاثر ڪيو، پر هتي هڪ دور جي ناتي اٽڪل ڏهہ سال، قائم رهيو ۽ 1942ع کان ان ادب ۾ سس ڪيو۔ 1953ع ۾ اسٽالن جي موت کان پوءِ 1956ع ۾ سوويت ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ويهين ڪانگريس ۾ ڪرشچوف جي ان رپورٽ تہ سامراجي ۽ سماجوادي ملڪ گڏ رهي سگهن ٿا، تہ آمريڪي ماڻهن کي بہ امن کپي ۽ تہ ٽين عالمگير جنگ اٽر نہ آهي۔ ان بين الاقوامي، قومي ۽ سنڌي سطحن تي ان جي برعڪس نظريي کي روڪيو۔ منهنجي

خيال ۾ ان انقلابي تبديليءَ پٺيان، سوويت روس جو ائٽمي طاقت بنجڻ ان جو مکيه سبب آهي. جيتوڻيڪ ائٽم خود ۾ جنگ جي علامت آهي؛ پر ان امن جو اهو شخصي ماحول پئدا ڪيو ته ان جو استعمال ۽ بمقابل استعمال پوري دنيا کي تباهه ڪندو. ڏسجي ته خود دتانت جي تحريڪ جو به ڪارڻ عالمگير ائٽمي توازن آهي؛ جنهن دتانت کي جيڪڏهن ثقافت جي ڪنڌ ڪان ڏسبو ته سنڌي تصوف کي عالمگير مناسبت (Relevance) ملي ويندي. پر سنڌي ادب ۾ ترقيپسند نظريو خود ۾ اجتماعي رومانواد جو دور آهي ۽ جيڪڏهن گهرو سوچجي ته هستيواد فڪر کي پڪا پختا نظرياتي بنياد بخشيندڙ جينپال سارتر خود فڪر جي سلسلي ۾ اجتماعي جدوجهد تي زور ڏيندي، مارڪسواد جي چئيءَ هيٺ آيو آهي؛ جيئن ڪي يورپي فنڪار مذهبي سطح تي ڪرستاني هستيواد ۽ سنڌ جا سنڌي اديب اسلامي وجوديت طرف ڇڪجي آيا آهن. پر هندستان جا سنڌي اديب سناتني يا هندو هستيواد جي فلسفي ۾ اچا ته رڱيل ڏسڻ ۾ نٿا اچن ۽ تن مثان اچا ڪي قدر ڪرستاني هستيواد حاوي آهي. مسيحائي شهادت جو صليب، ان جي يگاني علامت آهي. ان ڪنڌ ڪان ڏسجي ته پنهنجي ثقافتي، معاشرتي ۽ تاريخي نقطهءِنظر موجب اڄوڪي سنڌ جو ڪهاڻيڪار هند جي سنڌي ڪهاڻيڪار ڪان، چيتنا جي سطح تي وڌيڪ سجاڳ آهي.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي موجب 1974ع ۾ سنڌ ۾ ڪل 396 اديب آهن. 'سرتاج' جي ساهت ايڊيشن 1980ع موجب سنڌ ۾ اٽڪل 800 ليکڪ آهن. منهنجي اُپياس موجب سنڌ ۾ اٽڪل 1500 کن اديب آهن، جن ورهاڱي کان پوءِ لکيو آهي، جن ۾ اٽڪل هڪ هزار شاعر آهن. ڪهاڻيءَ ۾ اٽڪل 300 ڪهاڻيڪار آهن، جن هڪ يا ان کان وڌيڪ ڪهاڻيون لکيون آهن ۽ هنن ورهاڱي کان پوءِ اٽڪل پنج هزار ڪهاڻيون لکيون آهن؛ جن مان مون کي فقط هڪ هزار کن ڪهاڻين کي پڙهڻ جو موقعو مليو آهي. پر مان ذاتي طور انداز ڪان وڌيڪ صفاتي

ادبَ کي ترجيح ڏيان ٿو.

ادب ۾ ترقي لاءِ ضروري آهي ته ماڻهن ۾ تعليم سان گڏ ادب پڙهڻ جي دلچسپي به هجي. ان لاءِ رسالن جي اهميت اُڀري وڃي ٿي. سنڌ ۾ پهريون اهم ادبي رسالو 'نئين زندگي' آهي جنهن ۾ جمال ابڙو ۽ ع.ق.شيخ جون ڪهاڻيون ڇپيون آهن. ان کان پوءِ ٽيون رسالو ٽماهي 'مهراڻ' 1955ع آهي جنهن محمد ابراهيم جويي جي سرپرستيءَ هيٺ سنڌي ادب کي وڌيڪ ادب ڏنو. البت سنڌي زبان جو پهريون رسالو 'صداقت' آهي جو رسول بخش پليجي ۽ نورالدين سرڪي وغيره ڪڍيو. سوڀي گيان چندانيءَ کان سواءِ اسان جا ٻيا ترقي پسند اديب ته هندستان هليا آيا. پر هنن وٽ هڪ 'تحريڪ' نالي پريس هئي، جتان هو ساڳئي نالي جو رسالو به ڪڍندا هئا. اُتان ايندي هو اُها پريس ۽ ان جي جڳهه وڪڻي، ان جي رقم سنڌي مسلم ترقي پسند دوستن جي نالي اُتي بئنڪ ۾ جمع ڪري آيا ۽ اسان جي مرڪب ڪلچر جو پهريون مثال 1949ع جو پهريون رسالو 'صداقت' آهي، جو ان رقم سان ان وقت جي مذڪور ترقي پسند اديبن ڪڍيو، ۽ جيئن هتي ادبي ترقي لاءِ 1950ع ۾ نئون شاهت منڊل وجود ۾ آيو، جا به هڪ طرح جو تنقيدي ورڪشاپ هو، جنهن جو عمدو مثال سوڀي گيان چندانيءَ جي ڪهاڻي 'ڪڏهن بهار ايندو' ۾ موجود آهي. رسالن سان گڏ سنڌي ادبي سنگت به ادب ۽ ان ڪري سنڌي ڪهاڻيءَ کي زور وٺايو. هن وقت به سنڌ ۾ ان جون 144 شاخون موجود آهن ۽ الڳ الڳ سيمينارن ۾ ڪهاڻي وغيره موضوعن تي سيمينار ٿيندا رهن ٿا، جن ۾ ڪهاڻي وڏي ۾ وڏ بحث هيٺ اچي ٿي. البت 'آل سنڌ' قومي سطح تي سنگت طرفان فقط هڪ سيمينار ٿيو آهي. ٻئي طرف هندستان ۾ تمام گهڻا ٿيا آهن ۽ ٿيندا رهن ٿا.

منهنجي لاءِ اهو ممڪن نه آهي ته اُجين سيمينار جي فقط هڪ بئنڪ جي مختصر عرصي ۾ مان سنڌ جي مڙني دورن جي مڙني

ڪهاڻين جو جائزو وٺان ۽ اُن جي تفصيلي ڇنڊڇاڻ ڪريان، ان ڪري مان پاڻ کي اُن ڇهين پهرين دور تائين محدود ڪريان ٿو. البت ٻئين ۽ ٽئين دور جي ليکڪن جا نالا ٻڌائي ڇڏيان، جن سنڌي ڪهاڻيءَ کي عالمگير درجو بخشيو آهي ۽ مجموعا جرمن ۽ پين ٻولين ۾ ڇپيا آهن ۽ جن مغربي نقادن جي مرحبا حاصل ڪئي آهي جيئن پير حسام الدين راشدي جي 'سرتاج 1983ع' جي انٽرويو مان ظاهر آهي. ٻئين ۽ ٽئين دور جا عيوضي ليکڪ آهن: نسيم کرل، آغا سليم، امر جليل، ماهتاب محبوب، طارق اشرف، غلام نبي مغل، علي بابا، ماڻڪ، مشتاق احمد شورو، نورالهديٰ شاهه، شوڪت حسين شورو، ڪيهر شوڪت، نسيم ٿيبو وغيرهم.

اها ارمان جي ڳالهه آهي ته سنڌ جي جن به محققن سنڌي ادب يا ڪهاڻيءَ جي تاريخ لکي آهي تن سيني پنهنجي پنهنجي تاريخي ڪتاب ۾ گهٽ ۾ گهٽ سؤ ڪهاڻيڪارن کي نظرانداز ڪيو آهي. ڪن ڏيڍسؤ ڪهاڻيڪارن کي. ڪن ٻن سؤ ڪهاڻيڪارن کي. مون اهي ڪتاب به پڙهيا آهن ۽ مددي ڪتابن جي فهرست ۾ ڄاڻايا اٿم.

جيئن ته مان حقيقتواد جو پهريون دور ٿو ڪٿان ته ان ۾ 'زندگي جيئن آهي تيئن' ڏيکاريل آهي اُن بابت هڪ وضاحت پيش ڪري ڇڏيان. 'آزادي کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جو اوسر' ۾ ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي لکيو ٿو ته "جا ڳالهه هڪ لاءِ هڪ حقيقت آهي اها ڳالهه ٻئي لاءِ ڀرم ٿي سگهي ٿي". منهنجي خيال ۾ ڪنهن ڀرم کي حقيقت سمجهڻ به جيون جو نسبتي سچ آهي، ان ڪري حقيقت آهي. مان ان جو هڪ مثال ٿو ڏيان:

هڪ ڪانير ٺڪجي ڪوهه جي ٻني تي ويهي هڪ زميندار کي گهوڙي تي ڏسي ٿو. ٺڪاوٽ ۾ تند اچڻ سبب هو سگمنڊ فرائڊ جي 'اترپت خواهشن جي سپنن ۾ پرڦلتا' جي اصول موجود ڏسي ٿو

تہ پاڻ گھوڙي تي سوار آهي ۽ اُن کي هڪلي رهيو آهي. نتيجو اهو تہ هو کوھہ جي ٻني تان کوھہ ۾ ڪري پوي ٿو. هاڻي گھوڙي تي حقيقت موجب هو چڙهيو ڪونهي. پر کوھہ ۾ ڪري جو ڌڪ ڪاڏائين آها تہ حقيقت مڃبي. هُن جو اهو خواب هڪ ڀرم ٿي آهي: پر جا هُن جي دنيا جي حقيقت آهي. اُهو خيالي گھوڙو بہ حقيقت مڃڻو پوندو: جي گھوڙو ئي نہ آهي تہ هڪل ڇاجي ۽ ڌڪ ڇا جا؟ فنڪار کي البت ٻنهي حقيقتن جو اختلاف ڇنڻو پوندو.

هونئن ادب کي ڪنهن اڳواٽ گھڙيل فلسفي يا مڃيل عقيدي ۾ ڦهڪائڻ ڪلاڪار جي ڪمزوري آهي پر پنهنجي انڀوَ کي نئون نظرياتي بنياد بخشڻ ڪلاڪار جي مفڪرانہ حاصلات آهي. ادب فلسفو ٿي سگھي ٿو پر فلسفو ادب ناهي. ڪلاڪار جي انڀوَ جي پکيڙ جيتري وسيع، ڇيتنا جون اوتريون نيون سمتون اُجاگر ٿين ٿيون ۽ فن ان کي عظمت ٿو بخشي.

سنڌي ڪهاڻيءَ جي ٻوليءَ ۾ ڳوٺن جي خوشبوءِ آهي پر شهريت جو اهو تيزاب ناهي جو هند جي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ موجود آهي. پاڪستان ۾ ڪو ڪلڪتو يا ٻمبئي مهانگر ناهي جو اُن زبان کي زهر بخشي. هتي اسان وٽ سنڌي ڳوٺ ناهن جو زبان مان مٽيءَ جي خوشبوءِ اچي پر مرڪب ثقافت ۽ موجب جيڪڏهن سرحد جي ٻنهي ڪهاڻين کي گڏي پڙهجي تہ غضب ٿي وڃي. پر وري بہ ڪي فردي مثال ٻنهي طرفن جي ڪهاڻين ۾ ملي سگھندا.

سنڌ ۾ پختي ذهن ۽ پختي عبارت جا مون کي فقط ٽي ليکڪ نظر آيا آهن، جي جُمال ابڙو، نسيم کرل ۽ ماهتاب محبوب آهن پر اهو سوال مان هن وقت بحث هيٺ نٿو آڻي سگھان.

پاڪستان ۾ عامطور اهو اثر ويٺل آهي تہ سنڌي ڪهاڻي پنجابي، پشتو ۽ بلوچي کان وڌيڪ ترقي‌يافتہ پر اردوءَ کان اٽڪل ويهہ سال پٺتي پيل آهي.

طارق اشرف، ’ٽيهن سالن جي چونڊ ڪهاڻين‘ ۾ لکي ٿو: ”پروفيسر وقارعظيم پنهنجي ڪتاب ’داستان سي افساني تڪ‘ ۾ اڙدو ۾ موجوده (جديد) ڪهاڻيءَ جي ابتدا 1930-31ع ابتدائي آهي. ان سال جڏهن سنڌيءَ ۾ امرلعل هنگوراڻيءَ جي ’ادو عبدالرحمان‘ ڇپي، جنهن کي يونيسڪو وارن 1954ع ۾ دنيا جي بهترين ڪهاڻين ۾ منتخب ڪيو.“ طارق اهو ثابت ڪيو ته سنڌي ڪهاڻي اڙدوءَ کان پنتي پيل نه آهي. هر ڪهاڻيءَ کي پنهنجي زبان ۽ مقام ۾ ڏسڻ گهرجي. نقاد لاءِ اهو ڏسڻ ضروري آهي ته دور کهڙو آهي ۽ ليکڪ ڇا چوڻ چاهيو آهي. هو پنهنجي سوچ جون اڳواٽ ان مان اميدون نه رکي ۽ نه فقط ان سوچ موجب ان کي پرکي. پر جي ڪهاڻي عظيم آهي ته اها آن سوچ کي به محدود ڪندي. ان ڪري عظيم ادب جي ادبي تنقيد، هر ٻئي دور ۾ مختلف ٿيندي آهي: ان ڪري وليم هڊسن ’اين انٽروڊڪشن ٽ“ اسٽڊي آف لٽريچر‘ (An Introduction to Study of Literature) ۾ صحيح چيو آهي ته ”عظيم ادب ئي عظيم تنقيد پيدا ڪندو آهي.“ ڪن عالمن جو اهو رايو ته سنڌي ۾ تنقيد اچا چاڻي نه آهي: ته هو تنقيد کي نه، پوري ادب کي ٿا رد ڪن. البت پهرين ادب ۽ پوءِ تنقيد پئدا ٿيندي ۽ جا به ادب جو مکيه حصو ليکبي. پر هن وقت نقادن پنهنجي رفتار تيز ڪئي آهي ۽ ’سهڻيءَ‘ طرفان امرجليل ۽ نسيم کرل جا خاص پرچا ۽ ان تي ٿيل عالمائيون تنقيدون اِهو نقطو ثابت ڪن ٿا ته سنڌي ادب ۽ خاص طور ڪهاڻي پاڻ ۾ ايتري صلاحيت رکي ٿي، جنهن تي تنقيد پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪڍي سگهي.

سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ رڳو چار اديب آهن، جن ورهاڱي کان اڳ ڪهاڻيءَ کي قلم آزمايو: شيخ اياز، محمدعثمان ڏيپلائي، جمال ابڙو ۽ نجم عباسي. اياز جو مجموعو ’سفيد وحشي‘ نڪري چڪو هو. جمال ابڙي جي فقط هڪ ڪهاڻي ’پيراڻي‘ لکيل هئي.

ڏيپلائي ٻنڍين ڪهاڻين جا ڀڪڙا ڪتاب ڪيندو رهيو. ٻچم عباسي سنڌ جو هڪ واحد ليکڪ آهي، جنهن ورهاڱي کان اڳ لکڻ شروع ڪيو ۽ اڃا به لڳاتار لکندو اچي ٿو. لڳاتار لکڻ جو ٻيو مثال فقط ماهتاب محبوب آهي جنهن 1960ع کان لکڻ شروع ڪيو ۽ اڃا به لکندي اچي ٿي. باقي ڪهاڻيڪار ڪجهه عرصو لکي ماٺ ٿي ويا يا وڏيون موڪلون ڪائي لکڻ لڳا.

ورهاڱي کان پوءِ جمال ابڙي کي نئين ڪهاڻيءَ جو باني ۽ ڪيس سنڌ جو مئڪسم گورڪي چيو ويو آهي. هن ڪل 13 ڪهاڻيون لکيون آهن، جن مان 12 سندس مجموعي 'پشو پاشا' ۾ شامل آهن ۽ هڪ ڪهاڻي هن اٽڪل ويهن سالن جي طويل خاموشيءَ کان پوءِ شيخ اياز جي وائيس چانسلريءَ ۽ سرپرستيءَ هيٺ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي ادبي رسالي 'پرک' (1976-77ع) ۾ ڇپائي آهي. وچ ۾ ڪيس دل جو شديد دورو پڻ پيو. 'سينڌ'، پنهنجي هيلٿائين لکيل آخرين ڪهاڻي سان موڪليل بيان ۾ جمال ابڙو لکي ٿو ته "ذات نه رڳو ڏنگ هڻي ٿي پر ڏنگ ۽ ڏاگهه گهري ٿي. آهي ڪٿان آڏيان؟ نه ماڻهن سان ميل، نه سنڌن پيڙائن جو پتو، نه سندن دفاعي ۽ جارحي لاڙن سان عملي رشتو. انهن کان سواءِ فنڪار ڪو ڪلو."

'پرک' (صفحو 227)

منهنجي اڀياس موجب، ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ نئين ڪهاڻي جو باني اياز قادري آهي ۽ ان کان پوءِ هن سان گڏ، غلام رباني ۽ جمال ابڙو آهن.

باوجود ان جي، ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ جا پهرين ڪهاڻي رڪارڊ تي، آهي ان جو عنوان آهي: 'حيدرآباد؟' جا ع.ق. شيخ ڊسمبر 1947ع ۾ لکي، آهي. 'حيدرآباد؟' ڪهاڻي اڳيان شيخ سوال جي نشاني هڻي آهي. جو خود ۾ هڪ جواب آهي. حيدرآباد سنڌ هاڻي حيدرآباد نه رهي آهي. چاهي ته سنڌ مان هندن جي شاهي پڇماني تي لڏپلاڻ ڪراچيءَ ۾ 6 جنوري 1948ع

ٿي، ٿيل مهاجرن جا فساد آهن پر آگسٽ 1947ع کان حيدرآباد ۾ وڏو تعصبي تناءُ قائم رهيو ۽ هندن پنهنجا ٽپڙ کڻڻ شروع ڪيا.
’حيدرآباد؟‘ ڪهاڻي غور سان پڙهڻ جهڙي آهي. ڪردار حيدرآباد جي هڪ گهٽيءَ مان- لنگهي ٿو. ڪهاڻي آن گهٽيءَ مان شروع ٿي ان گهٽيءَ ۾ ئي ختم ٿي وڃي ٿي. ڪردار ٻڌي ٿو:
”حيدرآباد! حيدرآباد ڪٿي آهي. يار مارواڙ آهي، مارواڙ!“
”اڳيان هڪ ڪاري شيرواني ۽ جناح ڪئپ سان هڪ ماڻهو کٽ تي ڪٽائي وڃي رهيو آهي. سامهون برقعن مان ڪنهن ڪليل عورتن جو ٽولو آهي. ڏسي ٿو: پاسي کان ماڻهو وڃي رهيا آهن: اجميري، ڪاٺياواڙي، گجراتي، جوڌپوري، ڪلهي سان ڪلهو هڻندا. ٽڪل، بيمار، ضعيف، ڏٻرا، بي رونق، گدلا ۽ بي روح، سڀئي جهڙا سڪل ڪرڙ جا لتاڙيل ڏينگر.“
سندس خيال لڏيندڙ هندن ڏانهن ٿو وڃي، لکي ٿو: ”ذهن ۾ نامعلوم خوف لامارا ڏيڻ لڳو. جهڙو ڪجهه ٿيڻ وارو آهي.“
اڳيان ڪو هندو پلنگ پيو ڪڍايو وڃي. لکي ٿو: ”پلنگ نه هو، جهڙو ڪنهن جو تابوت، جنهن سان هزارين آرمان ۽ ڪروڙين حسرتون، پنهنجيون چاتيون ڪٽيندي، واويلا ڪري رهيون هيون.“ ۽ ان کان پوءِ سنڌي هندو سنڌ مان حيدرآباد جي جيوت بابت ”جوانيءَ جو خمار، اوجاڳي جون راتيون، آسمان جي هيرن جڙيل چادر هيٺان الفت جون آڪاٽيون، شوق جون شرنايون، ارواحن جون شادمانيون، عيش عشرت جو تخت، ڪنهن پري جهڙي تخو بخت، اڄ اڄ تي ٽڙي رهيو هو، جيئن ڪنهن شاهوڪار جي در تان رولو ڪتو.“
سنڌ جي آڳاٽن رهواسين، جن سنڌ ڪي ڏاهيو، دنيا ڀر ۾ ڪونيون وجهي ڏنڊا ڪري سڀ ڏاٽو سنڌ ۾ جمع ڪيو، اسڪول، ڪاليج، اسپتالون ۽ علمي ادارا کوليا، تن کي نئين نظام اڏين لوڏي ڪڍيو جڻ ماڻهو نه ڪتا هجن.
ان کان پوءِ ليکڪ انهن جلاوطن مهاجرن جو ذڪر ڪري ٿو،

جي عورتون آهن، ڪين برقعا پيل ۽ منهن ڪليل اٿن. لکي ٿو،
”اهي عورتون واڱڻن وانگر وڏنديون آيون، سندن برقعا اهڙا هئا
جهڙيون چاڪين جون چوڙيل چادرون. لهساتيل، ڦڪا ڦڪا
منهن. پراڻي قاتل رليءَ جهڙا وات. ڪٽي ۽ چوني مان ساڙيل
چپ. ڪٽيل ۽ ڪاراٽيل ڏند. لڙڪيل سينا. هڏن جا پڃرا
جهڙا ڪنهن قبرستان جو اوگهاڙيل مردا ڪفن مٿي تي کڻي
نڪتا هجن.“
شيخ انهن مجبور عورتن جا مذاق تتو اڏائي. هڪڙا جلاوطن
ٿي وڃي رهيا آهن، ٻيا اچي رهيا آهن. چُنّي ۽ پان مان هن
جي ثقافت جو هلڪو اشارو ٿو ڏئي.
سنڌي هندو صفائي ڪان مشهور رهيا آهن، ان جو مثال اهو
آهي ايشيا ۾ سئيز ڪانال جي اوپر طرف صفائي ڪان صاف سٿرو
شهر ڪراچي مڃيو ويو آهي. سنڌ جو ٻيو خوبصورت شهر آهي
حيدرآباد. اُن حيدرآباد بابت ليکڪ ڇا ڏيکاري: ”پاسي کان
هڪ ماڻهو نڪتو. مارواڙي پٽڪو، پنجابڪي گوڏ، صاحبلوڪي
واسڪوٽ ۽ هڪڙي ڪن ۾ والي! پاسي مان آواز آيو: ”مڇلي
ڪا شامي ڪباب، پئسا پئسا“ جان کڻي ڏسان ته هڪ پيرسن
اوڪڙو ٿيو، ڪنڌ گوڏن ۾ هنيو، هوڪو به پيو ڏئي ۽ اڳيان
نڙ جهڙن ٻانهن سان مکيون به پيو هڪلي. هن مٿي نهاريو ئي
نتي. سنڌس ميري پتلون ۽ گري ٽوپيءَ تي مکين آرام ٿي ورتو.
ٿالهه ۾ مرچن کان ڳاڙهي تيل تيل ۾ ڪباب، گٽر ۾ گڏ تيل
گند وانگر نظر اچي رهيا هئا. مٿان بورڊ پئي لٽڪيو: ’بسم الله
هوٽل.‘ ان جي سامهون ٻي هوٽل آهي! ’سبحان الله هوٽل!‘
سوچي ٿو ته اهي ڪي نئين نموني جون اسلامي هوٽلون کليون
آهن، جن ۾ ’لا الله الا لله‘ جو ذڪر اذڪار ٿيندو هوندو!
مهاجرن جي قومي استحصال (exploitation) جو ان وقت جي
حالتن ۾ هڪ مثال هن علامت ۾ ڏئي ٿو ته ڪوئي پاڪستاني
اسٽور کليو آهي، جتي هڪ مهاجر گجرات جي سٽ آنا نو پايون

ڪپڙي جي وال جو اڳهه وڏائي تي رپيا گز تي رکي.
۽ جڏهن سنڌ جو هڪ غريب مسلمان ڪردار ڪائنس رعايت گهري ٿو ته پاڪستانيءَ اسٽور جو آهو مهاجر ڪيس چوي ٿو،
”جا جاء تمهاري باپ دادا ني ڀي ڪپڙا پهنا ٿا!“
اِها اشارپت ٿوڪي ۾، مهاجرن جو سنڌيءَ قوم طرف نفرت ۽ حقارت جو هڪ غلط پر تلخ رخ ظاهر ڪري ٿو.
ڪو عالم يا نقاد مون سان (dispute) ڪري سگهي ٿو ته اها ڪهاڻي نه، خاڪو آهي. منهنجي خيال ۾ اها لڏپلاڻ موضوع تي ماحول جي ڀرپور ۽ بهترين ڪهاڻي آهي ۽ جنهن جي مناسب، پنهنجي جڳهه تي اڄ به قائم آهي. ڪردار هڪ رواجي سنڌي مسلمان آهي، جيڪو هندن سان پنهنجو جذباتي لڳاءُ، ڏيکاري ٿو، جنجو مذهب مختلف آهي ۽ انهن ڪان اجنبيت ڏيکاري ٿو، جيڪي هم مذهب اسلامي آهن. هيءَ ڪهاڻي مرڪب سيڪيولر سنڌي ڪلچر جي ساک ڀري ٿي ۽ ان ۾ ورهاڱي جو درد ڀريل آهي.
سنڌي مفڪر محمدابراهيم جويو جنهن دنيا جا ڪيترا شاهڪار ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن ۽ جنهن ڪي نورالدين سرڪي ڪلاڪارن جو صلاحڪار چوندو آهي، مهراڻ جي ايڊيٽر ٿيڻ سان، سنڌي ڪهاڻيءَ ڏانهن گهڻو ڌيان ڏنو. ڪيس جڏهن جمال ابڙو، پنهنجي ڪهاڻي ’پشو پاشا‘ موڪلي ته ان سان گڏ جويي ڪي هڪ خط لکيائين، جنهن بعد ان ڪهاڻيءَ ۽ جمال جي خط تي مهراڻ ۾ ڪافي وواد هليو جو بحث جمال ابڙو نهايت ايمانداريءَ سان پنهنجي هڪ ٻي ڪهاڻيءَ جي مجموعي ”پشو پاشا“ ۾ پيش ڪيو آهي. مان چاهيندس ته ان بحث ڪي چڱي غور سان پڙهيو وڃي. جمال ابڙو جويي صاحب ڪي لکيل خط جي شروعات هن ريت ڪري ٿو ”ادا سائين مون پنهنجو ’پشو‘ اوهان طرف موڪليو آهي. اميد ته پهتو هوندو. مون ”پشو“ بلو داد (اياز قادري) ۽ شيدو ڌاڙيل (غلامرباني) تان متاثر ٿي

لکيو آهي“ (مهراڻ نمبر 1 جلد 5، سال 1956 صفحو 301).
جمال جي ان راءِ کي چاڻڻ بعد مون لاءِ ضروري ٿي پيو آهي ته مان پهرين ’بلو دادا‘ ۽ ’شيدو ڏاڙيل‘ ۽ ان بعد ’پشو پاشا‘ جي ڇنڊڇاڻ ڪريان.
اياز قادري ’بلو دادا‘ جي ڪهاڻيءَ جي شروعات هن ريت ٿو ڪري: ’هو سڄي پاڙي ۾ بدنام هو‘
پهرين سٽ پڙهندڙ کي گرفت ۾ ٿي آڻي ته هو بدنام ڇو هو؟ ان ڪري ته جي ڪم پوليسَ کي ڪرڻ کپن آهي هو ڪندو هو. اهڙا به واقعا ڏٺل آهن. هڪ امير جي بيپرواهيءَ سان ڪار هلائڻ سبب هڪ غريب ٻار سان حادثو ٿو ڪري. تيڏ ته ائين کپي هو روڪجي. يا ته ماڻهو هن کي روڪين. پوليس اچي ۽ هن مٿان ڪا قائدي جي ڪاروائي ڪري. پر ڪي شخص سماج جو ضمير ٿيندا آهن. هو ضمير جو آواز ٻڌندا آهن ۽ ظاهري قائدي قانون ۽ مڃيل اخلاقي قدرن کي نه مڃيندا آهن. بلو دادا هن کي ڳچيءَ کان پڪڙي ٿو. ڪيس دٻائي ٿو. ٻار کي ڪار ۾ کڻائي اسپتال ۾ ان جو علاج ٿو ڪرائي. ڇوڪري جي مائٽن کي وڌيڪ علاج لاءِ پنجاهه رپيا ٿو ڏياري. ضرور سماج کيس دادا گير چوندي.
ڪي جوان المستيءَ ۾ پاڙي جي ڇوڪرين سان مستي ڪن ٿا. هو برداشت نٿو ڪري ۽ کين مار ٿو ڪڍي. هاڻي اهي جوان خانداني آهن، پٺي پاسي بلو دادا ته فقط هڪ دادا آهي. بدنام ته هن کي ٿيڻو آهي. ماڻهو ته هن کان ڏڪندا. بلو دادا ڪراچيءَ ۾ ڪنهن مڪرانيءَ جي ڪئبن ۾ وهندو آهي. پٺي پٽ سان ۽ ٽنگون ٽيبل تي. چانهه ۽ پاڻيءَ جا گلاس ڪڏهن خالي ڪڏهن ڀريل. آواز ۾ ڪڏهن ڪڙڪو ۽ ڪڙڪو. گهٽ ڳالهائڻو. فٽ بال جو جيئن، هميشه سينٽرل فارورڊ پوزيشن وٺي بيهندو. باڪسنگ جو ڪوڏيو. ڪيس خبر ته ليفٽ پنچ ڪيئن هڻجي ۽ لائيٽ ڊلو ڪيئن بچائجي.

اسڪول ماستر سندس دوست آهي، جوئي سندس ڪهاڻي پڌائي
ٿو. جيتوڻيڪ ڪيس چيو ٿو وڃي ته اِن دادا ڪان پاسو ڪر،
پر ماستر ڪي تعليم جي صحيح معنيٰ اچي ٿي. ٻئي طرف اياز
قادري، ’بلو دادا‘ جا ٻه واقعا پڌائي هن لاءِ پڙهندڙن ۾ همدردي
پيدا ٿو ڪري ڇڏي. جيڪڏهن بلو دادا ڪي تعليم ملي ته هو
باڪسر ٿي سگهيو ٿي. فوٽبال ۾ تالو ڪيدي سگهيو ٿي، ڇوته
آن لاءِ ترقي ۽ بين‌الاقوامي چئمپئنون ٿيندڙون رهن ٿيون. پر
هو ٿيو ڇا؟ هڪ دادا.
اياز سندس شڪل جو بيان هن ريت ٿو ڪري:
”رنگ جو ڪارو ڪٺ، وار ننڍڙا. گهنڊيدار ۽ سخت، ڪيترو
به تيل لڳائڻ سان نرم نٿا ٿين. نه ئي ڦڻي لڳائڻ سان ڪنهن
طريقي تي بيهن ٿا. منهن ڪشادو ۽ گول. اکيون ننڍيون، جن
۾ حرڪت، نڪ وڏو ۽ ناسون ويڪريون، چپ وڏا، ڏند
وٿيرڪا.... ڇاتي ڪشادي، ٻانهون سخت، قد جو ڇوٽو، منهن ۾
اهڙو رعب جو ڪنهن ڪي نهاري ته ڏڪڻي وڃي وڃيس.“
اهو ماڻهو، جي قائدو هٿ ۾ ڪٺي ته سماج ڪيس اهو حق نه
ڏيندي. ڇا ۾ نه فقط شڪل مان ماڻهو جي ڪردار ضمير جو
اندازو لڳائي نٿي سگهجي. ماستر ڪيس ڪنهن شاديءَ تي وٺي
وڃڻ ٿو چاهي، جا مليرِ ۾ آهي ۽ ڪين بس ۾ وڃڻو آهي ته
اڳيان پٽ پرسان هڪ غريب جو لاش ٿو ڏسي. شاديءَ تي
وڃڻ ملتوي ڪري هڪ بگيءَ واري کي لاش کڻڻ لاءِ چئي
ٿو. بگيءَ وارو لاش کڻڻ نٿو چاهي جنهن لاءِ هن کي سبب
آهي. بلو ڪيس قميص کان جهلي هيٺ لاهي ٿو. لاش کي بگيءَ
۾ رکي مسجد وٽ اچي ٿو. ماستر جون ٻه پوريون تاريخون
آهن. بلو وٽ پئسو هجي ئي نه. ماستر پڇيس ٿو: ”بلو، هينئر
ڇا ٿيندو؟“
بلو غيرت کي للڪائيندڙ سوال ٻڌي سامهون وڏي بلڊنگ ۾
وڃي ٿو. ڪنهن سيٺ کي چاقو ڏيکاري فقط ويهه رپيا کڻي

واپس اچي ٿي. آخر ان غريب جي لاش کي دفنائڻ ۾ اهي پئسا خرچ ٿو ڪري.
ماستر جڏهن موڪلن بعد واپس ڪراچي موٽي ٿو ته کيس معلوم ٿئي ٿو ته ان سيٺ، پنهنجو زور هلائي کيس غنڊا ائڪٽ موجب شهر نيڪالي ڏياري ڇڏي آهي ۽ بلو دادا مڪران هليو ويو آهي.
آياز قادري، ٻڌايو نه آهي ته اهي ويهه رپيا هن چاقو ڏيکاري ڦريا هوندا. هن پهرين ان سيٺ کان خدا جي نالي گهريا هوندا. هو ماستر کي چوي ٿو: هو اسان جي پئسن مان ئي ته شاهوڪار ٿيا آهن.
بلو دادا مڪران وڃي ٿو ته اتي به ضرور اهي چڱا ڪم ڪندو. مگر اسان اڻڄاڻ آهيون: ڇا هو غنڊو هو؟ اسان کي اُن جي ڪردار ساڻ همدردي ٿي ٿئي يا نفرت؟ آياز کيس ڪٿي به چمڪندڙ سورمو بڻائڻ جي ڪوشش نٿو ڪري. ڪهاڻي من کي ڇهي وڃي ٿي. ڪامنا جاڳي ٿي ته اهڙا ليچڙ سماج جي هر فرد ۾ هئڻ کپن. انقلاب اهڙي سوچ مان پيدا ٿيندو.
غلام رباني 'شيدو ڏاڙيل' کي هڪ ٻي ڪنڊ کان پيش ڪري ٿو. شيدو يتيم آهي. کيس پڙهڻ وغيره ۾ ڪو چاهه ڪونهي، پر ماستر ڇوڪرا موڪلي کيس زوريءَ سڪول ۾ گهرائي ٿو. هو نٿائي ٿو، حالت اها ته پاڻي پيئڻ ٿو چاهي ته گهر ۾ مٽ ڀڳل اٿس. کيس ٻار زبردستي سڪول وٺي ٿا وڃنس. هن جو پاڻيءَ ۾ پير ترڪي ٿو. چاهي ٿو ته ڪپڙا به بدلائي سڪول وڃان. ان تي ماستر حڪم ٿو ڏئي: 'کڻيو ٻڌي اچوس'. پوءِ کيس سڪول ۾ نم جي لڪڻ سان مار ٿو ڏئي. ڀنيءَ تي پاڻيءَ واري ٿو ٻڌائيس. آخر شيدو ڇا ڪندو؟ شيدو ان پوري ماحول کان بغاوت ڪري ٿو.
ان بعد ڪن سالن کان پوءِ شيدوءَ جو نالو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو "ڌاڙيل جيان پرندڙ اکيون، جن مان ڇڻ باهه جون آهاڙيون ٿي نڪتيون،

جن مان شايد ڪڏهن به رحم ڀري نظر نه نڪتي. رڪ جهڙيون ٻانهون، جن ۾ آسمان مان تارن کي چُني وٺڻ جي طاقت سمايل هئي. ڪلهي تي هميشه چانديءَ جيان چمڪندڙ ڪهاڙي.“
ڪيس سڪول جو هڪ ٻئي دوست آهي ڪريم. هڪ ماهجبين سان عشق اٿس، جنهن به شيدو تي موهت ٿي، پنهنجي مڙس کي ماڙي ڇڏيو آهي، هو ڳوٺ ۾ فقط انهن ٻن شخصن لاءِ ايندو آهي. شيدو جو سڄي تر ۾ ڌڪاءُ آهي. هو ٻارهن ڪوهن تي هجي ته فقط اها ڳالهه ٻڌي ماڻهو دهلجي ٿا وڃن.
شيدو جي سامهون هڪ ٻيو شخص آهي. ڳڙنگ زميندار ڏڳاڻي خان، ڪامورا ۽ پوليس عمدار هن وٽ سلامي آهن. هاڻي هڪ ٻيلي ۾ به شينهن آهن. رئيس جي روم آهي. هڪ ماڻهو مينهڙي جي ڳولها ڪندي رئيس وٽ پهچي ٿو. رئيس ڪتن ۽ رڇن جي ويڙهه ۾ مشغول. ماڻهو فقط ڊور لاءِ پڇي. رئيس جي شغل ۾ رنڊڪ وجهي ٿو. رئيس حڪم ٿو ڪري: هن کي ڳوٺ ۾ ٻڌي ڪتن کان چڪ پارايوس. ڪتا چڪ پائي تڪجن ٿا پر رئيس کي ديا نٿي اچي. شيدوءَ جي بغاوت پنهنجي مجبوري ۽ رئيس جي ظلم پنهنجي زميندارئي نظام آهي. هاڻي ٽيڻ ته ائين گهرجي ته بلو دادا جيان شيدو ڏاڙيل به ڪو بهادري جو ڪارنامو ڪري. مگر اتي ئي غلامرباني ٻيو رستو ٿو وٺي. رئيس چاهي ٿو ته تر ۾ فقط سندس نالو هجي، سو ڪنهن ريت شيدو کي پاڻ وٽ گهرائي ٿو.
”ڪاٿي گذارين؟“
”سائين ملڪ مولا جو وڏو آهي.“
”پرديس ڇڏي ڏي بابا.“ رئيس سندس دل ٿو وٺي. ”اڄ مون وٽ رهه. پيا به ته رهيا پيا آهن. ڪا مهل نه ڪنهن جهڙي. اڇين وڃين ڪنهن ويل پوليس جي چنبي ۾ ته؟“
شيدو، پوليس جي نه سندس چنبي ۾ ڦاسي ٿو وڃي.
رئيس، ڪيس پناهه ڏيئي شيدو جي يار زيبيءَ کي به پنهنجو بڻائي ٿو.

اِهو ڏسي شيدو ڪائنس بغاوت ڪري ٿو، پر رئيس ڪيس پوليس
جي مدد سان، ڇهن خونن، تيرهن ڌاڙن جي ڏوهہ هيٺ ڦاسيءَ
تي لٽڪارائي ٿو ڇڏي.
هن ڪهاڻي جا ٻہ پهلو آهن. هڪ آهي ماحول، اوهينري جي
هڪ ڪهاڻي ”ڀڳوان ۽ شيطان“ آهي، جنهن ٻار جي چهري
۾ فنڪار ٿو ڏسي، ان ئي يتيم ٻار کي وڏي هوندي ان خيال
تان اِشوديو ۾ وٺي ٿو وڃي جو سندس شڪل شيطان جهڙي
آهي، فنڪار کي خبر نہ آهي تہ ڪردار ساڳيو آهي جنهن
خدا کي شيطان بڻايو آهي. هڪ يتيم کي سماج جڏهن مدد
نٿي ڪري تڏهن حالتون ڪيئن بدلائي ڇڏين. غلام رباني
ان ماحول جي عڪاسي ڪئي آهي جتي فرشتا شيطان بڻجن ٿا.
مگر سوال ٿو اٿي تہ آخر رباني شيدوءَ کي رئيس وٽ جهڪائي
ڇو ٿو؟ منهنجي خيال ۾ شيدو ڪهاڻيءَ جي شروعات ۾ ئي
اسان جي همدرديءَ جو مستحق ٿئي ٿو. مگر ليکڪ ڏيکارڻ
ٿو چاهي تہ اسين جن کي ڌاڙيل يا دادا سمجهون ٿا سي خود
مظلوم آهن. سماج جا سچا دشمن رئيس ڏڳائي خان جهڙا وڏيرا
آهن، جن وٽ پوليس ۽ ڪامورا سلام ڪن ٿا ۽ جن تي ڪو
ڪيس نٿو هلي، ڪا سزا نٿي ملي ۽ سندن اهو ستم صدين کان
چالو آهي. ڪنهن بہ افراد جي بغاوت اجا تہ ان نظام کي
ختم ڪري نہ سگهي آهي.
’بلو دادا‘ ۽ ان کان ڪجهہ هٽي لکيل ’شيدو ڌاڙيل‘ بعد
جمال ابڙو جي ’پشو پاشا‘ ڏسجي جا وري، شعور جي اجا
بہ هڪ وڌيڪ نئين ڪنڊ اجاگر ڪري ٿي. ”پشو پاشا هڪ
جابلو شينهن آهي. ٻڳهو ۽ قداور. لڳ مروڙ؛ رڪ جهڙ چيڙهالو.
ڇاتي ويڪري، ٻانهون مظبوط، ڳچي پريل، ٽنگون جهڙا پيل پاوا.
سندس ڪارين اکين مان شوخي، ضد، آرڏاهي، صاف گوئي ۽
لاپرواهي ظاهر ٿِي ٿِي هو چلڪندڙ. ڪيس پڌل ڳالهہ ورائي ڇوڻ جي
عادت آهي.“

شروعات ۾ عدالتِ عاليہ ۾ جج سائڻس مخاطب ٿئي ٿو۔ ڇا ٿوسان ناحق آهي؟
ڇا توکي ڦاسايو ويو آهي؟“
ناحق آهي توسان۔ قاتل آهين۔“
۽ آخرت ۾ جج فتوا ڏئي ٿو۔ ”تون ڏوهي آهين - توکي ڦاسي ڏني ويندي۔“
”ڏوهي تون آهين - ڦاسي توکي ايندي۔“
منهنجي خيال ۾ جمال ابڙو جي اڪين ۾ ’ٻلو دادا‘ ۽ شيدو ڌاڙيل ’جا ڪردار چپندا رهن ٿا ۽ سندس ذهن ۾ هڪ نقش اجاگر ٿيڻ لڳي ٿو۔‘ ٻلو دادا جي انفرادي بهادريءَ سان عوام ۾ ڪا سجاڳي نہ ايندي۔ ان سجاڳيءَ لاءِ اجتماعي هلچل جي ضرورت آهي، جتي رئيس کي سندن اوقات جون حدون ڏيکاريون وڃن ۽ پورو نظام بدلايو وڃي۔
هو اڄ ۾ هوندي بہ، منع ڪرڻ جي باوجود رئيس گلخان جي اوطاق ڪان پاڻي پئي ٿو۔ دوست کيس ’متان، متان‘ ٿا ڪن، پشو چوي ٿو ”ادا ڇو ڪنهن ڇهڙي جو گلاس هو ڇا؟“ هو رئيس جو ناراضپو سر تي کڻي ٿو۔ کيس ماءُ جو پيار حاصل آهي۔ هو چاهي ٿو تہ دنيا کي پيار ڪرڻ سيکاريان۔ رئيس جي ڌيءَ گلزار سان پيار ٿئيس ٿو۔ رئيس پنهنجن معرفت هن متان ڏياءُ آڻي ٿو۔ هو کيس نتو ٻڌي۔ رئيس غريبن جي گهرن کي باهيون لڳائي، کيتڻ ساڙائي ۽ اناج کڻائي ٿو ڇڏي، جيئن غير سلامتيءَ سبب سجاڳ عوام جهڪي۔ قانون جي مدد وٺان۔ ان لاءِ شهر وڃڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو۔ حاجي لاليمحمد کيس قرض ڏيڻ ڪان انڪار ڪري ٿو۔ پوءِ جيئن ’ٻلو دادا‘ ڪپ جي زور تي، تيئن ’پشو پاشا‘ ڏنڊي جي زور تي ڪائنس ساگيا ويهه رپيا وٺي ٿو۔ شهر پهچي اتي جي پيچ پچان واري مصنوعي زندگيءَ کي ڏسي ٿو۔ پهرين هڪ ليڊر، پوءِ هڪ وڪيل وٽ وڃي ٿو۔ ليڊر کيس چوي ٿو ”ميمبر ٿيو، شاخ قائم ڪريو۔

چندو گڏ ڪريو، ننڍن ڪاتيدارن سان ٺهي هلو، ڏسو نہ اوهين سچا آهيو، اڻڄاڻ آهيو، بکيا آهيو، بيوس آهيو...“ وڪيل ڪيس چوي ٿو ”يار اسين تہ پيٽ جا پوڄاري آهيون، اڻ پڙهيل ۽ اڀوجهہ ٿي اسان جو شڪار آهن، هي گلم، غاليچا، ڏڳيءَ جا ڏاهہ اٿيئي... في ڏين تہ ڪوڙو ڪيس ڏاهي ڏيانءِ ... اوهان جي مصيبت، اسان جي ڪمائي!“

اُن بعد ڪارخاني ٻاهران مزدورن جي جلوس وقت هڪ ٽنگڙي پوش اڳوان جو انقلابي ليڪچر ٿو ٻڌي تہ سڄي پونجي اوهان جي محنت جو ڦل آهي، اوهين اتحاد ڪريو تہ پونجي اوهان جي.

پشو واپس پهچي نڪسلوادين جهان هڪ انقلابي تحريڪ ٿو کڙي ڪري. پهرين چوي ٿو: مارڻ اسان جو ڪم ڪونہ آهي. اسين رئيس نہ آهيون. آٿو تہ اسين واڳون وٺون. اٿو تہ وڏي ورچ ڪريون. اڇو تہ ماڻرن ۽ سندن ٻچن کي ٻي‌اونو ڪريون. اسان جي آڏو ڪوبہ ڪونہ ايندو. جيڪو ايندو ڪڪ پن ٿي ويندو. گلنار سندس طرف وڌي ٿي. پوءِ هڪ لنبي جدوجهد آهي. جاسوسي ڪاتي جا ڪارناما، فوج جو حملو. پشو طرفدارن جو هٿياربند مقابلو ۽ پشو جي گرفتاري آخر پشوءَ کي ڦاسي.

منهنجي خيال ۾ جمال ابڙو، سنڌي قوم اڳيان اجتماعي جدوجهد جو اُصول رکيو آهي ۽ پشو پاشا کي ڦاسي ڏياري چڻ چوڻ چاهيو آهي تہ سندس اڌ ۾ ڇڏيل اُن انقلابي ڪم جي هلچل سڄا ڳپ پورهيت طبقي کي هلائڻي آهي. مگر جمال ڪجهہ چوي ٿو. ڪهاڻي ٿي چوي.

جمال جو ذهن پختو آهي ۽ اظهار فنڪارانہ، آڪاڻي جي شروعات ۾ چوي ٿو ”رياست جي عدالت عاليہ جون شوخ ۽ ڪرڙيون پٿيون، شهر ڪان پري ٽڪريءَ پرسان اڏول ٿيون بيٺيون هيون. ويڪرا چپٽرا منارا ۽ وڏا شاهي در، ڏهرائيندڙن جي ارادن ۽ منصوبن جو پورو پورو نقشو چٽي رهيا هئا... قانون کي وٺ پڪڙ ۽ در ڏنا ويندا هئا. اهي چيپل چٽول ۽ مروٽيل سروٽيل قانون

معصوم شهرين مٿان پنجوڙ وانگر اچلايا ويندا هئا.“
پوييون ٻه ڪهاڻيون زباني طور ٻڌائڻ جي انداز ۾ لکيون آهن.
مان ٻنهي ڪهاڻين مان فقط هڪ هڪ مثال ڏيندس.
’شيدو ڏاڙيل‘ ۾ غلامرباني لکي ٿو: ”رئيس جي اها ڳالهه سورهن آنا نه پر ارڙهان آنا سچي هئي. ڪيئن؟ اِهو هيئن:
’پشو پاشا‘ ۾ جمال ابڙو لکي ٿو. ”حيوانيت ڦٽڪڻ ۽ چڙيون هڻڻ لڳي!“
اِهو هروڀرو ڪو عيب نه ليکجڻ گهرجي، ڇوته ڪهاڻي قصي جي ڪک مان نڪتي آهي. اها جيڪڏهن يورپ جي هنري انقلاب جي پيداش آهي ته يورپ جي ڪهاڻي به پهرين يورپ جي قصي جي ڪالن مان نڪتي آهي.
اياز قادري جي ڪهاڻي ۾ ٻڌائڻ وارو ليکڪ ڪٿي به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. خود ماستر معرفت ٻڌايل ڪهاڻي ۾ اهڙو هڪ به اشارو ڪونهي. ان ڪري ئي ان ٿموڙتيءَ مان مون اياز قادريءَ کي ورهاڱي بعد جي نئين سنڌي ڪهاڻيءَ جو باني سمجهيو آهي.
ٻئي طرف اِهي ٽئي ڪهاڻيون، سماج، وڏيرا شاهي ۽ سرمائيدار نظامن تي لکيل آهن. ’مهراڻ‘ رسالي ۾ ڪافي وقت هڪ وڏو ادبي بحث هليو ۽ ڪهاڻي، انهي فن ۽ فڪر، مذڪور نظام تي طويل روشني وڌي ويئي، جي پشو پاشا ۾ موجود آهن ۽ جن مان ڪي رايا نهايت مختصر ۾ هيٺ پيش ڪريان ٿو.
’بلو دادا‘ ۽ ان کان متاثر ٿي لکيل ’شيدو ڏاڙيل‘ ۽ ٻنهي کان متاثر ٿي لکيل ’پشو پشو‘ جو ليکڪ جمال ابڙو چوي ٿو ”انهن افسانن پڙهڻ کان پوءِ لڳي ٿو، انسانيت سڪرات ۾ آهي ۽ حيوانيت کلي رهي آهي“
اِبراهيم جويي جواب ۾ هڪ هنڌ لکيس: ”ڪامياب افساني جي هروڀرو اها خصوصيت نه آهي ته اُن ۾ پوري پوري سان اِنسان جو عاليمقام پڙهندڙن وٽ ثابت ڪيو وڃي، اهڙي قسم جا افسانا فني نقطهنگاه کان ڪمزور ٿيا ته مٿن تبليغي افسانن يا

قديم ناصحانه آڪاڻيون هٽڻ جو الزام لڳي ويندو.“
رسول‌بخش پليجو جي گهٽڻ اعتراضن مان هي هڪ آهي: ”وڏيرو پنهنجي ڏيءَ سان عشق ڪرڻ ڏيس ها ته انقلاب جي نوبت ئي نه اچي ها.... اسان جا اديب اڪثر وچين طبقي جا ملازم آهن جن کي عوام زندگيءَ جي....... خير ڪا خبر آهي ......
اسان جي خاص تاريخي حالتن سبب اسان جو هيرو هن دور ۾ مڪمل ۽ چٽيءَ طرح ڪامياب ٿي سگهي ئي نٿو. ڇوته جڏهن عوام فاتح ڪونهي تڏهن ان جا نمائينده ڪيئن قائم ٿيندا؟“
شيخ حفيظ هڪ هنڌ لکي ٿو: ”ڪڇڙيءَ ڪان امڙ ڪنن ۾ وڏو جڏهن رڃ ۾ رلبو ته ’خضر‘ اچي ڏڳ لائيندو.... مطلب ته نوان پير، نوان خضر پيا پلجن، جيڪي ڪرامتن جا ڏٽي ته ڪين آهن، البت هڪ نه ٻي ڏات اهڙي ڪنيو اچن، جيڪا هزار ڪاني ڪرامتن جي مٽ ٿيو پوي ۽ اهڙي طرح ليکڪن جون سڪون پوريون ٿيو پون ۽ پڙهندڙن لاءِ آفيم جي خمار جهڙي موج مهيا ٿيو پوي.“ بحث ۾ مس شمس صديقي، دين‌محمد لاشاري، ۽ ور ور ڪري جمال ابڙو ۽ جويي صاحب بهرو ورتو آهي. منهنجي خيال ۾ اها انهن ٽن ڪهاڻين جي ڪاميابي آهي، جن سنڌي جي ڪن وڏن مفڪرن تي قلم ڪڻي تفصيل سان بحث ڪرڻو پيو آهي.
اڻين انهن ٽن ليکڪن جون پيون به ڪافي ڪهاڻيون لکيل آهن. ’پشو پاشا‘ جي ناشر ته جمال کي سنڌي ڪهاڻيءَ جو گورڪي سڏيو آهي، جنهن سوال ۾ مان وڃڻ نٿو چاهيان، پر سا ڳئي ڪتاب ۾ جمال گورڪيءَ جي هڪ ڪهاڻي ’پاشا‘ خود ترجمو ڪري ڇپائي آهي: شايد تحت‌الشعور ۾ خواهش اٿس ته ڪيس سچ پچ گورڪي سمجهيو وڃي: نه ته آن مجموعي ۾ ٻي زبان جي ڪهاڻي ڏيڻ جي ضرورت نه هئي. ڪي شخص چئي سگهن ٿا ته گورڪيءَ جي ڪهاڻي فقط ’پاشا‘ مگر جمال جي ته ’پشو پاشا‘ آهي پيڻو نالو!

جمال ابڙو جي 'بعدماش' ڪردار نگاريءَ جي بهترين ڪهاڻي آهي. پوليس ڪيس پڪڙي نٿي سگهي ۽ ان خطرناڪ ڪردار جو ماڻهن ۾ حراس آهي. هڪ دفعي پوليس کان ڀڄندي سندس پير هڪ ٻار جي رانديڪي هيٺان اچي وڃي ٿو ۽ ٻار ماءُ جي هنج مان ڪيس 'ڪنوحلامي' چوي ٿو. معصوم ٻار جي ڳالهه ٻڌي بعدماش ٻهجي ٿو وڃي. حراس وچان ماءُ ٻار کي ڇاتيءَ سان لڳائي ٿي. ٻار جو ٻه معصوم چهرو ڪونهي، جڻ آسڪروائيلڊ جي 'پڪچر آف دورئين گري' Picture of Dorian Gray جي تصوير آهي. ڪهاڻي اتي ختم ٿي وڃي ٿي ته بعدماش کي پنهنجي سچي روپ جي خبر پوي ٿي پر پوءِ جمال ڪردار جي گرفتاري ۽ مٿس پوليس جا زبردست غذاب ڏيکاريا آهن. ڪهاڻي گونگي ٿي وڃي ٿي جو ڪلاڪار خود ڳالهائڻ ٿو لڳي.
گني سامتاڻي جي 'پرليه' ڪهاڻي جو ٻار، جو انقلاب جي علامت آهي، جمال ابڙو 'شاهه جو ڦر' ۾ پيش ڪيو آهي: جو چنچل ۽ معصوم ٻار، وڏيري جي لت کائي مري ٿو وڃي ۽ ٻار ڪردار مامڙي ڪيس 'شاهه جو ڦر' ڪوٺي ٿي! اها لت ڪير ڪنهن کي ٿو هڻي؟ ڪهاڻي نهايت مختصر هوندي به اثرائتي آهي ته اها لت ان وڏيري پنهنجي وڏيري شاهيءَ کي هنئي آهي.
شيخ حفيظ سوال اٿاريو: 'شاهه جو ڦر' ۾ ليکڪ آخر 'ٻلو دادا' ۽ 'شيدو ڏاڙيل' کان متاثر ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ هاڻي اها ته وڏي ڏاڏائي ڇڻجي جو ليکڪ چوي ته مان فلاڻين ڪهاڻين کان متاثر ٿيو آهيان ۽ نقاد چويس ته نه تون ٿي نٿو سگهين! نقادن کي خواهه مخواهه اهو ڀرم نه پالڻ گهرجي ته هو ليکڪ کان هروڀرو وڌيڪ ڄاڻو آهن. هن ڪهاڻيءَ جو الميو مقابلو نه، مجبور انسان جي مظلوميت آهي ۽ ليکڪ ته فقط احتجاج ڪندو. جمال ابڙو جي تذڪري هيٺ آيل هيءَ ڪهاڻي سندس مقبول ترين آهي. مون کي اها خاڪائي لڳي. وڏيرا برابر

سخت‌گير ٿيندا آهن؛ پر ائين هلڪي اعتراض تي ڪنيل لت مون کي غير فطري لڳي، باوجود ان جي ڪهاڻي ان ڪري من کي ڇهي ٿي ته ٻار ڏاڍو معصوم ۽ پيارو آهي جو لت کائي مري ٿو وڃي.

مون کي ع.ق. شيخ جي ’مڪومست‘ ڪهاڻي هٿ لڳي نه سگهي آهي، جنهن کي ڪردارنگاري جي ڪهاڻين ۾ اهم مڃيو ويندو آهي. هڪ اهم ڪهاڻي محمدعثمان ڏيپلائي جي هٿ ڪٺي اٿم. عنوان آهي: ’مهربان خوني.‘

جيل اندر جانو کي آيل ڏسي هڪ ڪردار بسترو چنڊڻ ٿو لڳي ڇوته اتي ڪا ڪرسي، کٽولو، يا منجي نه آهي. بستري تي هڪڙو ماڪوڙو آهي، جو چنڊ ڦوڪ سبب مري سگهيو ٿي ”هون هون، ويچاري کي مار نه“ ائين چئي جانو ماڪوڙي کي آهستگيءَ سان کڻي ٻئي هنڌ ڇڏي ٿو. ڪردار حيران ٿي سوچي ٿو، هن بيدرد خونيءَ جي دل ۾ ايڏي ڪهل ڪٿان آئي، ڳالهين ۾ خوني پڇيس ٿو: نيڪ آهي، تو کي خبر آهي ته مون خون ڪيا آهن: پر ڪنهن جا ڪيا آهن؟ هڪڙو اهڙو ٻڍاءُ جو ناحق هجي. هي الڳ الڳ واقعا آهن. هڪ زئيس زميندار جو، جو کيس قرض ڏئي ٿو ۽ بيعزتي ڪريش ٿو. جوڻس کي اڪثر دٻائي ٿو سندس مال مطاع کڻي وڃڻ جي ڌمڪي ڏئيس ٿو. جوڻس هن ريت اظهار ٿي ڪري: ”ماريو ته گهر ته اچي پر ٻراين ٻنهين مان ٻه گهوڙا ڊوڙائيندو اچيو رسي. ڇي مان ڪري، ماٺا ڇڏي اچي اسان وٽ ويهه، نه ته اها مينهن، اها ڍڳي ۽ اهي ڍڳا سڀ قرض ۾ کڻي ويندوسانءَ.“

ٻيو مثال رئيس جو آهي، جو روحاني وئشاليه ٿو هلائي. اصول هيءُ:

آهيان مان الله، عشقين ٿو عابد سڏائين

بهشت دوکو، دوزخ ڏڙکو

ڪيڏڻ ڏي دن چار، ڪيڏ ڪيڏارا عشق جي بازي!

ڪافي جوان ان ڪلب ۾ ڦاسي وڃن ٿا. جوان ڇوڪرا،

چوڪريون، زالون ۽ مرد، چڱا مڙس چپ، پوليس مات، جانو کن جوانن کي گڏ ڪري قدم کڻي ٿو، تيون واقعو هڪ ٽپيدار جو آهي جو زميندار ٿئي ٿو ۽ ڪارڪن سان ظلم ڪري ٿو، جن جا تفصيلن ۾ بيان ٿيل آهن، جانو سيني کي ڏڪ بجا هٽي آخر ماري ٿو ڇڏي.

جانو دادا، يلو دادا جيان بهادر، شيدو ڏاڙيل کان ذهين ۽ پشو پاشا جيان نندي سطح تي اجتماعي ڪشمڪش جو ڪردار آهي. ان قسم جا پڙهيل ڪردار هندستان جي اولهه ۽ بينگال جي نڪسواد گهوٽ ۾ به پيدا ٿيا، سنڌ جي سنڌي ليکڪن سنڌ جي وڏي آبادي جا سنڌ جي ڳوٺن ۾ رهي ٿي، تن جي نقاشي صحيح نموني ڪئي آهي. جتي ظلم جي ردعمل به آهي. ڪردار خوني هوندي به گناهگار نٿا لڳن. ڪلا ۽ قانون جا ماپا الڳ آهن. ڪلا نياءَ جو طرف وٺي ٿي، قانون‌دان قانون کي اڪثر ذاتي وڏائي، رتبي ۽ مفاد لاءِ ڪم آڻين.

رشيد ڀٽي جي ڪهاڻي ’ٻڻ‘ ۾ به وڏيري جو ڪردار آهي، پر ڀٽي سندس ڪردار کي سندس شغل رستي کولي ٿو. مڙس هڪ خاص چڙهي جو مهري آڻ وڪڻي ’راڻي‘ نالي هڪ ڪتي ٿو وٺي. جنهن جو ’ٻڻ‘ (breeding) هڪ ٻئي وڏيري قادن واري عظيم ’مومل‘ ڪتيءَ مان آهي.

ڪهاڻي هن ريت آهي ته وڏيرو، سوئر جي شڪار لاءِ ڪتن جي لوڏ وٺي نڪتو آهي. ٻه توبچين به اتس ۽ سندس هڪ بهادر نوڪر مينهل به، پوک جوئر جي آهي. انهن ڪتن ۾ راڻي ڪتي به آهي. سوئر ڪتا ڏسي ڀڄي ٿو ته کيس توبچي گولا ٿا هڻن. زخمي سوئر تنگ آيد بجنگ آيد جي مثي موجب ڪتن سان اها چڪري ٿو کائي، جو اهي وٺي ڀڄن ٿا ۽ زخمي ٿين ٿا، جن ۾ راڻي به آهي. وڏيرو چاهي ٿو ته راڻيءَ جي بهادريءَ جو نالو نڪري. هن جي ’ٻڻ‘ مان سٺن ڪتن جو خاندان نڪري. سوئر، جوئر جي سنگن ۾ ليٽي ٿو. وڏيرو

مينهل کي چوي ٿو: بهادر هاڻ تون کو ٻوٽو ٻار، توبچين کجهه ڪري نٿا سگهن، جو ڪو گولو سوئر بدران راڻيءَ کتيءَ کي به لڳي سگهي ٿو. مينهل بهادر آهي ۽ کن سوئرن سان اڪيلو مقابلو ڪيو اٿس پر رات ڪيس ماڻس منع ڪئي آهي ته هاڻ مان بيمار آهيان- مون کي نهن آٿي ڏي. هاڻ اهو سوئرن سان وڙهڻ بند ڪر. مينهل ٻن ٻاهين ۾ آهي: ماءُ جو جذبو ۽ وڏيري جو حڪم. هو نتائج جي ڪري ٿو. هڪ پيرو، ٻه پيرا. ٻوڪ اندر وڃي موتي اڇي ٿو. تماشبين وڻن تي چڙهي ويٺا آهن ته نظارو ڏسون. رونق اها ته مينهل سوئر سان مقابلو ڪري ٿو. راڻيءَ کي هنج ۾ کڻي اڇي ٿو. مينهل راڻيءَ کي وڏيري وٽ سوچيندي ڪري ٿو پوي ۽ مري ٿو وڃي. وڏيرو کتيءَ کي ڏسي چوي ٿو: ”سوئر ڏاڍو ڦٽيو اٿس. اڄ ڪلهه حياتيءَ تي ڀروسو هوڻ به ڪونهي. رسول تون راڻيءَ کي شهر اسپتال کڻائي وڃ. ’ٻڻ‘ ته بچي وڃي. ڪمو، تون سوئر کي کاوانتيءَ تي گهوٽ کڻائي هل.“

مان چاڻان ٿو، رشيد ڀٽيءَ گهڻيون ڪهاڻيون نه لکيون آهن. پر سندس هيءَ هڪ ڪهاڻي عالمگير ادب ۾ اضافو آهي. ’تيهه سالن جون چونڊ ڪهاڻيون، جي مهاڳ ۾ قاضي خادم لکي ٿو: ”هن ڪهاڻيءَ جي شروعات ۽ پڇاڙيءَ جي وچ ۾ واقعا ائين ٿا لڳن ڄڻ ته حساب ۽ اُن جو جواب ته ٺيڪ آهن، پر جواب ڪڍڻ جو نمونو غلط آهي.“ ادا، دنيا جي ڪابه شاهڪار ڪهاڻي ابجد جي نسخن موجب نه لکي ويندي آهي. اهڙي ڪابه ڪهاڻي نه آهي، جنهن جي نڪتچيني ٿي نه سگهي. ڪهاڻي جامع اثر ڪهڙو ٿي ڇڏي؟ هڪ ته وڏيرو سوئر جو شڪار ڪري هڪ غير اسلامي ڪارنامو سرانجام ڏي ٿو. ٻيو ته کتيءَ جي ’ٻڻ‘ جو خيال اٿس، نيڪ انسان جي زندگيءَ جو نه، جو مٺو ٻيو آهي، هڪ ماءُ آهي هن جي جنهن جو هڪ خواب آهي. ۽ هڪ جوان آهي، جو هڪ وڏيري جي

شغل جو شڪار آهي.

ڪهاڻي پڌائڻ جو انداز: ”وڏيري جي اچڻ سان، سوئر تي ڪتن جي ٻچ ڪرائي ويئي. ڪتن ڪي ڏسي سوئر ڀڳو. هن ٻنيءَ مان نڪري واهه ڏانهن منهن ڪيو. ڪنڌ تي وڏيري جا توبچي ويٺا هئا، تن فائر ڪيا: جن مان ٻه سوئر کي لڳا، پر اڳيان سوئر ٻه سوئر هو. (هتي سوئر لفظ ڀڻتي معنيٰ ۾ ڪم آندو ويو آهي.) ڪو اهڙو تهڙو نه هو جو ٻن گولين سان حلاص تي وڃي. هو گولين پچائي ويو ۽ چتو تي هڏڪارڻ لڳو. ڪتن به راڙو ڪري ورتس، پر ڦتيل سوئر اڳيان ڪتن جي هڪ لوڌ ڪتي تي بيهي (هڪ لوڌ ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي) ڪن ۾ هٽي سڀ ڪتا ليتائي رکيائين. ڪي پيچ پائي ڀڳا ۽ ساٿا تي پهچي رهيا. سوئر ٻه ڪتن کان جند ڇڏائي، ڪسيءَ ۾ ڪپ ڪوڙي ويهي رهيو. سڀ ماڻهو منتظر هئا ته هاڻي ڇا ٿو ٿئي.“

رشيد ڀٽيءَ جي هن ڪهاڻيءَ جي زبردست فني خوبي اها آهي ته هو سوئر جي درد ۽ ڪتي جي زخم جو بيان ڪري ٿو، پر هڪ انسان مري ٿو وڃي، اُن جي موت جو بيان نه ٿو ڪري. ڇڻ اُن جي اهميت ڪتي جي موت کان به گهٽ آهي. بلڪ هڪ ڪتيءَ جي زخم کان به گهٽ آهي. اهو هن جي اشاريت جو ڪمال آهي.

سنڌي ڪهاڻي، ڪردارنگاريءَ جي دور کان پاسو ڪري سڌين سنئون ماڻهن تي اچي موڙ کائي ٿي، جتي مختلف ڪردارن جا زندگيءَ طرف مختلف رُخ ظاهر ٿين ٿا ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ جو مزاج ٻاهر- مکيءَ کان اندر- مکي ٿيڻ لڳي ٿو. اسين صدين کان بيٺل زميني نظام جي ڌماڪي جو شڪار ٿيل انسان جي من ۾ سوکيرِ پاونائن کي سمجهڻ لاءِ متوجه ٿيون ٿا. رشيد ڀٽي، ڪوبه ’بلو دادا‘، ’شيدو ڌاڙيل‘، ’پشو پاشا‘، پيش نٿو ڪري، جي به مخصوص نظام جي پيدائش ۽ اُن جو

شڪار آهن. هتي هڪ سڌو سنواٽو، هڪ رواجي شخص آهي، جنهن جو ڪوبہ نالو، ڪوبہ چهرو، هتي نہ آهي.
اُن بعد مان سنڌي ڪهاڻيءَ جي هڪ مکيہ، پهرين ليکڪا بيگم زينت چنا جي ڪهاڻي 'مينڻي' ۽ بشير موريانيءَ جي ڪهاڻي 'ڇنهڙي' تي ايندس.
دائود هڪ نوڪرياڻيءَ جو پٽ آهي. اُن ڪيٰ ماءُ جي ڇمي ئي سڪون ڏيندي آهي. آتي اميرزاديءَ وٽ هڪ ٻيو نوڪر بہ آهي، جو بہ ڪيس پيار مان ڇمي ڏئي ٿو؛ جو دائود کي پسند نہ آهي. دائود جي ماءُ مري وڃي ٿي. ٻار ڪير پالي؟ نوڪر جي زال انڪار ٿي ڪري؛ آخر نوڪر مالڪ کي بچائي ٿو. دائود امير ٻارن سان کيڏي ٿو. هڪ ڏينهن مٿن ڪاهي اچي ٿو. دائود مالڪ جي پٽ کي ڌڪو ڏئي ٿو. پٽ تہ فقط ڌڪو ٿو کائي پر دائود کي ڏاڍا ڌڪ لڳن ٿا ۽ آخر ۾ هو مري وڃي ٿو.
امير عورت جو رد۔عمل هن ريت آهي: ”منهنجو ٻچو، پيادل ٻيو اچي ۽ بادشاهزادو ڪلهي تي ڪنيو پيو اچين!“ بيگم چنا هڪ سرمائيدار جي گهر اندر نظر وجهي ٿي.
رُخ اهوئي، جو 'ٻڻ' ۾ وڏيري جو آهي. پر هتي روشني وڏيري طبقي بدران نئين سرمائيدار ڪردار تي وڌي ويئي آهي، جنهن وٽ بہ انساني قدرن جو ملهہ نہ آهي.
'ڇهڙي' يعني پنگياڻيءَ جو ڪردار بہ ٻار جو آهي. بشير موريائي هڪ طرف اهو ڏيکاريو آهي تہ اسلامي سماج ۾ بہ ڇوت ڇات آهي. اِن ڪهاڻيءَ ۾ بہ هڪ ٻار بگيءَ هيٺان اچي ٿو، جنهن کي ڇيمي 'ڇنهڙي' بچائي ٿي. خود زخمي ٿي پوي ٿي پر هڪ وڏي گهر جي ٻار کي بچائي ٿي. هن ڏانهن ڪو نٿو نهاري۔ سيني جون اکيون طارق ۾. بشير موريائيءَ سماج جي ڇوت ڇات جو ڪهنو مسئلو کنيو آهي ۽ ڇيمي، ٻار کي، بلڪل معصوم ۽ خولدار ڪري پيش ڪيو آهي، پر جنم جيئن تہ

نامنهاد هيٺين درجي ۾ ٿيل اٿس، ان ڪري موجوده نظام ۾ ڪيس همدردي نٿي ملي پر پڙهندڙ ضرور اهو سوچڻ لاءِ آماده ٿيندو ته ڪهڙو نظام ڪيتري نابرابري ۽ ظلم تي ٻڌل آهي. بشير ٻڌائڻ چاهي ٿو ته پيشو ٿي ماڻهوءَ جو ماڻهپو گهٽ نٿو ڪري.

محمدابراهيم جويو. فقط هڪ ڪهاڻي لکي آهي: 'روزي جي ماني.' هڪ فقير پار آهي، جو خانہ بدوش گيدڙي ذات جو آهي، جن کي مسلمان فرضي ۾ شامل سمجهيو نه ويندو آهي. اُن سان گڏ هڪ اپاهج آهي. روزي چڙڻ وقت ڪيس هڪ ٻيو خانداني پار ماني ڏيڻ چاهي ٿو، پر پٽس ڏسي ٿو وٺيس ۽ روڪيس ٿو. پاسي ۾ هڪ فقيرياڻي بيٺي آهي، جا خالص مسلمان آهي. ماني مائيءَ کي ڏئي ڏني تي وڃي. پيءُ پٽ جي وچڻ ڪان پوءِ آها فقيرياڻي 'روزي جي ماني' جو هڪ حصو، ان گيدڙي پار کي ڏئي ٿي. اُن خانداني شخص جون روزي سان وابسته ڪيترا خواب هوندا، جي هڪ فقيرياڻي جي هڪ انساني رخ مان پرزا پرزا ٿي وڃن ٿا. اهي شخص ڪيترا اُچاترا ۽ ڀهروپي لڳن ٿا. جويو صاحب ڪهاڻيءَ جون فني خوبيون خيال ۾ رکي چپ رهي ٿو. مون کي ائين لڳي ٿو ته ڪهاڻي جو فڪر خيال ۾ رکي مفڪر محمدابراهيم جويو هڪ هنڌ صحيح لکي ٿو: "ڪنهن الميہ (trajic) افساني جو، پڙهندي، ڇڻ ڪنهن پنو اُتلائي ڇڏيو هجي."

ٻئي پني تي ڇا آهي، اهو جويي پڙهندڙن تي ڇڏي ڏنو آهي. غريبن ۽ مظلومن وٽ ئي ايمان ۽ انسانيت آهي. ان ڪري سماج جي بهتري لاءِ پهرين اُنهن تي سوچڻ گهرجي، جي آدم ذات جو وڏو حصو آهن. داتا ڪان ڪنگال مهان ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

ڏسجي ته سنڌي ڪهاڻيءَ جي سوچ کي ڪجهه نئين پڪيڙ ملي ٿي ۽ ڪهاڻيڪار پڙهندڙن اڳيان شعور جو نيون شمعون روشن ڪندا نظر اچن ٿا.

مذڪور زمينداز ۽ سرمائيدار نظام جون ٽي ٻيون اعليٰ ڪهاڻيون، اياز قادريءَ جي 'فرشتو'، تنوير عباسيءَ جي 'لوئي' ۽ ورهاڱي کان اڳ ٽائين لکندڙ نجم عباسيءَ جي 'حادثا' ڪٿان ٿو. ڇاهي ته ٿنهي مان ڪوبه ليکڪ اُن نظام خلاف هوڪا نٿو ڪري ۽ ڪهاڻين کي ڪو فني موڙ ڏيئي ڇڏي ٿو ڏئي ته اسين لکون ٿا: سوچيو توهين. سڀاڳ اوهين ٿيو.

'فرشتو' هڪ جوان مزور آهي. هن جي ماءُ بيمار آهي. هو سڄي آمدني هن جي علاج ۾ خرچ ٿو ڪري. ماءُ ۾ موهه اٿس. سڀني اسپتالن ۽ ڊاڪٽرن اُن کي جواب ڏنو آهي. پاڻ به بيمار ٿي ٿو پوي. نوڪريءَ مان ڪڍيو ٿو وڃي. پاڻ به بس چاڻ مٺو. اياز قادري لکي ٿو، "هو هينئر هڪ زنده لاش هو، جيڪو قبر کوٽي ٻاهر آيو هجي." ماءُ چوي ٿي، "آبا! هن جيئڻ کان موت ڀلو!" ۽ هو سوچي ٿو: "جيڪڏهن اها زندگي هئي، ته پوءِ 'موت' ڇا هو!"

هو روز ماءُ کي دوا آڻڻ جو انجام ٿو ڏئي پر دوا آڻي نٿو سگهي. ۽ هڪ ڏينهن، ڏکندڙ هٿن سان، ٿوهر جي کير مان شيشي ڀري ماءُ کي ڏئي ٿو. ائين لڳي ٿو، ڄڻ هو اُها شيشي خود به پيئي ٿو. ماءُ مرڻ کان اڳ سندس وارن ۾ هٿ وجهي کيس 'فرشتو' ڪوٺي ٿي! فرشتو جو انسان بڻجڻ کان محروم رهجي ويو آهي.

تنوير عباسيءَ جو بيروزگار آرٽسٽ دوست بڪون ڪڍي ٿو، پر چٽر قومي ڪردارن جا ٿو چٽي. مارئي قفس ۾ بند آهي. پر هن جي جسم مٿان پاڪيزگيءَ جي لوئي پيئي آهي. ڪوبه سندس چٽر نٿو خريد ڪري. آخر آرٽسٽ بُئي چٽر مان اُن لوئي کي هٽائي ٿو ڇڏي ۽ اِن ريت هن جا چٽر وڪامجڻ ٿا لڳن.

سنڌ ۾ شيخ اياز، تنوير عباسي ۽ امداد حسيني– ٽن شاعرن جي هڪ مشهور ٽمورتي آهي. تنوير عباسي سنڌ جي سڄي ثقافت

ڪي پوري تقدس (Sanctity) مان 'لوئي' ڪهاڻيءَ ۾ پيش ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته لوئي لٽل ڇٽر وڪامي ٿو پر پڙهندڙ ڄاڻي ٿو وڃي ته سنڌ جي ثقافت جي علامت آها لوئي آهي. ليڪڪ چپ آهي. علامت خود ڳالهائڻ لڳي ٿي. پڙهندڙ ڄاڻي ٿو وڃي ته سنڌ جي روح جي علامت آها مارئي جي لوئي آهي. هيءَ ڪهاڻي، سنڌي عوام ڪي پنهنجي ثقافت ڏانهن سوچڻ جو هڪ نئون رخ ڏئي ٿي ته آها لوئي بچائڻي آهي. ليڪڪ خود چپ آهي ۽ سوال ڪهاڻيءَ ۾ موجود آهي.

نجم عباسيءَ تمام گهٽيون ڪهاڻيون لکيون آهن. هن جون ڪي ڪهاڻيون بالزڪ جي Droll Stories کان متاثر ٿيل آهن. 'ڪليڪٽر جو ڪلارڪ' جو روز ڪليڪٽر جون ڏمالون ٿو ڪائي، اوچتو ڏسي ٿو ته ڪليڪٽر مٿس مهربان ٿي پيو آهي. پاڻ زال سان خوش زندگي گذاري ٿو. آخر حاجي ڪيس ڪنهن پراڻي ملازم معرفت چوائي ٿو مُوڪلي ته ابا تنهنجي زال مون ڪي جڇي ويئي آهي. مون وٽ تنهنجون ترقيون سلامت آهن. ڪلارڪ مهاشيه هو خوددار، وائڙو ٿي وڃي ٿو. ڪليڪٽر جي ڪوٺيءَ ۾ ڪاهي وڃي ٿو ته ڪتا ٿو ڪي اها جرئت ڪيئن ٿي. پر ملازمن جي مار ڪائي ٿو. سندس رت وهڻ ٿو لڳي. نوڪري به وڃيس ٿي. وري مفلسيءَ جا ڏينهن سوچي حراس ۾ اچي ٿو. پر ڪيس هڪ ڳالهه جو فخر آهي ته محبت جي معاملي ۾ هو ثابت قدم ۽ غريب هوندي به خوددار آهي. سوچي ٿو، سندس اهڙي حالت ڏسي سندس زال هن جو منهن چمندي. هو گهر پهچي ٿو. ڏسي ٿو، در بند آهي ۽ اندر آهو ڪليڪٽر نه، پر ڪو ٻيو شخص ويٺو آهي: جنهن سان جوڻس مجازي عشق فرمائي رهي آهي. ڪهاڻي ڪردار بابت گهربل همدردي پيدا ڪري ٿي، پر ان پهلوءَ تي روشني نه وڌل آهي ته جوڙس بدڪار آهي يا ڪن لالچن ۾ ٽرئپ ڪئي ويئي آهي: ان لحاظ کان ڪهاڻي ڪمزور ٿي لڳي.

’حادثا‘ ڪهاڻيءَ جي جديد انسان ٻُندو خان سان آخر ڪهڙي ويڌن آهي؟ ڇا تظر گهٽ اٿس؟ موڳو آهي؟ چنتائون اٿس؟ حياتيءَ مان ڪڪ آهي؟ ڇو هرهر، ڪارن جا حادثا رڳو هن سان ٿي ٿين ٿا؟ پهرين حادثي ۾ سؤ رپيا ملن ٿا، ڇوته وڏيرو شهر جيٰ پوليس جي چڪر ۾ نٿو اچڻ چاهي. بيروزگار ٻُندو خان لاءِ اها وڏي رقم آهي. بس پوءِ اڪثر ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي ڪار اڳيان بيهندو. ڌڪ لڳيس يا نه، ڪري پوندو. علاج لاءِ پيسا گهرندو. اهو ڪارنامو بدستور قائم آهي. آخر ۾ حادثي ۾ هو مري ٿو وڃي! لڳي ٿو، دائمي بيمار، ڪمزور، بيروزگار ڪردار جي اندر خودڪشيءَ جو جذبو پريل آهي. سوال اهوئي ته جي اها زندگي آهي ته موت ڇا آهي؟ جديد انسان نه سک سان جيئي ٿو سگهي، نه آرام سان مري ٿو سگهي.
ائين نجم عباسيءَ جي ’دعا ۽ تاڙيون‘ به سٺي ڪهاڻي آهي. امام پنهنجي پٽ کي اسڪول مانَ ڪڍي، مسجد ۾ رکي ٿو. ڪامواسنا انسانا جي هڪ گهرج آهي. هو اُن مسيتي ماحول ۾ اُن کي دٻائي ٿو. عوام ۾ هن جي مڃتا وڌندي وڃي ٿي. پر هن جي اندر ڪشمڪش آهي ته ڪنهن عورت کي ننگو ڏسان. اُن تي کيس گناهه جو احساس ٿو ٿئي. اِن ذهني جدوجهد ۾ هو ساڙو ٻڏجي ٿو. پر هڪ ڏينهن، حوس جي ڇڪ سبب غسلخاني ۾ لڪي ڀيڻ جو ننگو جسم ڏسي ٿو. گناهه جو احساس تلخ ٿئيس ٿو. هراسجي مسيت جي حجري ۾ تيزپاڪيءَ سان ’گناهه جي سلي‘ کيٰ ڪٽي ٿو ڇڏي. ۽ اهي هٿ جي دعا لاءِ مٿي کڃندا هئا، اهي هڪ ڏينهن کڏڙن جي هجوم ۾ تاڙين وڄائڻ جو ڪم ڪرڻ لڳن ٿا. وچ ۾ فقط ڪن سالن جي ڪاهي آهي ۽ ليکڪ چپ آهي ته دعا وارا هٿ تاڙين لاءِ ڇوٿا کڄن.
سوپو گيان چنداڻي پنهنجي ڪهاڻي ’ڪڏهن بهار ايندو‘ ۾ ڏيکاري ٿو ته مڙس زال سان وعدو ڪري ليکڪ دوستن جي سنگت

۾ ويھي، 'آڪاڻي' ۽ اُن ريت عورت تي بحث تو ڪري جو لمبو آھي. ڪانئس پنھنجي عورت وسري وڃي ٿي. خيال سھڻو آھي. پر زال صحيح آھي ته ھو رات ڪيس اٿين وساريندو آھي. ھيءَ ڪھاڻي گھٽ، بحث وڌيڪ آھي. البت بحث ڏاڍو دلچسپ آھي. سوڀي ڪي ڪھاڻي نه، ليک لکڻ ڪپندو ھو.

'بچاءُ بند' ۾ سوڀي فرانسيسي مفڪر والٽيئر جو اھو نقطو ڪنيو آھي: 'To have an opinion is to be erratic to have none to be liberal.' (ماڻھو رايو رکندو ته غلط ٿي سگھندو، نه رکندو ته آزاد خيال ليکبو.) ھن ڪھاڻيءَ ۾ سوڀي ھڪ گانڌيوادي نظريو پيش ڪيو آھي ته ھڪ ڪارخانيدار، مزدورن جي جدوجھد تحت، مارڪس ۽ لينن جا ڪتاب پڙھي ھن جي حقن جو ترستي ٿي وڃي ٿو. سوڀي جو مفڪر سوڀي جي فنڪار ڪي اصل وٺ ڏئي ٿي نٿو. مان اِن خيال جو آھيان ته سوڀي ڪي ڪھاڻي جي جبل تي چڙھڻ بدران ليکڪن جي ٽلھي تي ويھڻ گھرجي.

قمر شھباز 'منزل ايندي، ماڳ به ايندا' ٻي مھاڀاري جنگ جي تلخ آزمودي تي لکڻ چاھي آھي، جتي جو ھواباز ڪردار، جنگ جي بيھودگي سمجھي به، مرضيءَ جي خلاف يورپ ۾ بمباري ڪري ٿو ۽ موٽندي چاھي ٿو ته اُن ئي جنگ ۾ سنڌ مٿان ٿيل بمبازيءَ ۾ سنڌس ڳوٺ صفحہ-ھستيءَ تان ميٽجي ويو آھي. ھن جي پريمڪا به اُن جنگ جو شڪار ٿي. ويئي آھي. پر جيئن، ته ٻي مھاڀاري جنگ ۾ ڪوبه بم سنڌ مٿان نه ڪريو ھو، سچي ڪھاڻي پنھنجي مناسبت وڃائي ويھي ٿي. چاھي ته ڪھاڻي حقيقت جو وھم خلقي ٿي. ڪھاڻيءَ کي فينٽسي سمجھڻ ٿيندو نقاد جو faint ٿي وڃڻ.

شيخ عبدالرزاق راز جي 'ھڪ گريجوئيٽ' ھڪ مسلم ڪردار ميان نظرمحمد جي بيروزگاري جي ڪھاڻي آھي. سنڌس ھندو پريمڪا موھني ورھاڱي سبب ھميشه لاءِ ھندستان ھلي ويئي آھي.

ڪيس ڪلارڪيءَ جي عارضي نوڪريءَ ڪان جواب مليو آهي.
چاهي ٿو سندس آفيسر ڇهه درجا پاس ڪري ٻه پڪي نوڪريءَ
تي آهي. هڪ عشق جون ويرانيون، ٻيو ٻڪ جا چڪ. هو
علم، ادب، نفسيات، اقتصاديات ۽ سياست جو ماهر آهي ۽ ٻڪ
۾ هو سوچي ٿو: زندگي رنج ۽ حرمان جو نالو آهي! آخر
سندس وجود جي ڪهڙي ضرورت هئي، هو ڇو پيدا ٿيو ۽
ڪهڙي مقصد لاءِ؟ پوءِ هو خواب ڏسڻ شروع ٿو ڪري. مٽي
تي گيهه جا دلا ٿو ڪٽي. هڪ فقير ڏسي سوچي ٿو ته هو
اسيمبلي ميمبر، پارليامينٽ سيڪريٽري، ڪاڌ خوراڪ جو وزير
ٿيندو. هن ٻڪ ڏني آهي؛ اِن ڪري هو پهرين پاڪستان جي
عوام ۾ ٻڪ جو مسئلو حل ڪندو. پر ٿئيس ائين ٿو ته سندس
ڪيسي ۾ ڏهه رپيا ڪونهن ۽ حمزو خان ڪيس خوابن مان
جاڳائي مهيني جي مسواڙ ڪٽي ٿو.
سچي ڪهاڻي سوچ جي انداز ۾ لکيل نئين پيشڪش جي آهي
۽ هڪ عالم جي بيوسيءَ ۽ خوش خياليءَ جو تلخ اختلاف
ڏيکاريل آهي. سندس اها خوش خيالي حقيقت ۾ ڪيس وڌيڪ بيوس
ثابت ڪري ٿي.
غلام علي الانا جي 'درياشاهه' فڪر ۽ فن جي سطح تي ادب ۾
ڪو اضافو نٿي ڪري. البت اُن جي محاوريدار ٻولي ڪهاڻيءَ
تي درسي ڪتاب جو هڪ سبق ضرور ٺاهي ٿي. درياهه جي
دهشت ۾ ٻيڙيءَ جو ڪُن ۾ ڦاسڻ. هڪ ڪردار جو ماڻس
تي واگهُوءَ سان وڙهڻ انساني همت جو داستان آهي. ڪي
خيال خوبصورت آهن: "ناٿو ڪهڙي وچ- چاتم واڻئي جي ڏاڙهي.
اڄ هوندي صبح نه!" ٻيڙي ڪُن ۾ ٿي ڦاسي ته سڀ ڳنڊ
پيا ٻڌن ته ڪي پيڙ پيا ٻاسن. چوي: "ايمان مزمان آهي."
نثر سهڻو آهي. ساڳئي مواد تي ڪو پختو ڪهاڻيڪار سٺي
ڪهاڻي لکي سگهي ها.
ثريا ياسمين جي ڪهاڻي 'جي تُوڙ نباهي ڄاڻن' پختي ذهن جي

فنڪارانہ ڪهاڻي آهي. نغما پنهنجي ڪئپٽن مڙس خالد جي جهاز- حادثي جو ٻڌي زندگيءَ مان تنگ ٿي سمنڊ ۾ ٽپو ڏئي ٿي. چاهي ٿہ ڪيس پنهنجو پٽ پاشا ۽ فليٽ بہ آهي. پوري دنيا کيس ڪاٺڻ ٿي اچي. هڪ ڊاڪٽر کيس بچائي اسپتال کڻائي اچي ٿو. ڊاڪٽر جي بہ زال ۽ پٽ گل ٻن سالن جي مختصر عرصي ۾ مري چڪا آهن. نغما کي سمجهائي ٿو تہ توُن پنهنجي لاءِ نہ تہ پنهنجي پٽ لاءِ جيءَ. ’هزارين لک بہ ماءُ جي هنج جي مقابلي ۾ تڇ آهن.‘ نغما کي نمونيا آهي. ڊاڪٽر کيس ٿوري وقت ۾ جيئڻ لاءِ آماده ڪري سگهي ٿو، پر هوءَ اُن ڏڏڪي ۽ نمونيا سبب مري وڃي ٿي. مٿان نوڪر تار ٿو ڪڍي اچي تہ ڪئپٽن مٺو ڪونهي، ڪنهن اسپتال ۾ داخل آهي ۽ روبصحت آهي.

هڪ عورت جي نفسيات ۽ زندگيءَ جي بي‌منطقگيءَ جي بهترين ڪهاڻي آهي. نغما هڪ هنڌ دوا وٺڻ کان انڪار ڪري ٿي: ”نہ مون کي اِن جي ضرورت نہ آهي. مان ويران زندگيءَ جي مقابلي ۾ موت کي بهتر سمجهان ٿي!“ البت کين خبر نہ آهي تہ سندس زندگي ويران نہ آهي. ٻئي طرف ڪئپٽن خالد سوچيندو هوندو تہ اوچتو سندس سلامتيءَ جو ٻڌي سندس نغما ڪيترو خوش ٿيندي. کيس خبر نہ آهي تہ هو برباد ٿي چڪو آهي.

رشيد آخوند جي ڪهاڻي ’ڊونگ‘ ۾ هڪ غريب وڏوا زال ڪپڙا ڌوئي گهر هلائي ٿي. آخر بيمار ٿي مري وڃي ٿي. بيٽل ساجد جون عورتون کيس گهٽ نظر سان ڏسن ٿيون ۽ جنهن رات هو سلهہ جي مرض ۾ هٽڻ سبب کنگهي ٿي تہ سندن ننڊ ڦٽي پوي ٿي. کيس مدد ڪرڻ بدران لفظ ٿيون ڳالهائين! ڇهن سالن جو پٽ مٿل ماءُ جي ڇاتي تي منهن رکي سمهي ٿو پوي ۽ ليکڪ ڇڙ سوال ٿو ڪري تہ وڏي هوندي اُهو پٽ هيرو ٿيندو؟ بلو دادا؟ شيدو ڏاڙيل يا پشو پاشا؟ پر سوال ڪري نٿو.

ڪهاڻي لکڻ لاءِ ڪنهن به وڏي ڌماڪي ۽ واقعي جي ضرورت نه آهي. اتفاق ۽ حادثا ته اڪثر ڪهاڻيءَ کي ڪمزور ڪن ٿا.
ممتاز مرزا جي ڪهاڻي ’چوڙيون‘ عورت جي اُن خواهش تي ٻڌل آهي ته هوءَ چاهي ٿي ته سندس ٻنهيءَ ٻانهن ۾ جهرڻن جو آواز ڪندڙ چوڙيون ڏسي، سندس مزور مڙس خوش ٿئي. مڙس جو پر ڌيان ئي نٿو وڃي، ڇو ته هن بيروزگاريءَ ۾ هڪ پيرو زال کي چمات هنئي آهي ۽ پوءِ اُن تي رُنو به آهي. مڙس پوءِ ڪم ۾ جنبي وڃي ٿو. ڪم. ڪم. ڪم. زال پٽ سان ماڻي کڻي وڃيس ٿي ۽ پٺي ٻانهن مٿي ڪري. پر مڙس ڌمال پيو چاڙهيس. هوءَ سوچي ٿي: ائين ڇو؟ هڪ ڏينهن وري مرادو پٽ شهمير وٽ ماڻي کڻي وڃي ٿي. اُس ۾ بيٺي آهي. وري به مڙس ڪيس چوڙيون چاڙهڻ ٿو چاهي. پر ڦيريون پيرو سندس نظر مرادوءَ جي چوڙين تي پوي ٿي.
زندگي ٽانڪي آهي ته غريبيءَ ۾ به زندگي خوبصورت آهي ۽ اُن کي موسيقي آهي. ممتاز مرزا واقعي سهڻي چيز لکي آهي.
اُن جي آبتڙ مون اٽڪل ويهه پنجويهه ورهيه اڳ، سنڌ جي هڪ ليکڪ علي بخش ميمڻ جي هڪ ڪهاڻي پڙهي هئي جنهن جو عنوان ياد نٿو پوي. حد مفلس جوڙو آهي. زال کي پيٽ ۾ ٻار آهي. سنڌ جي سخت ٿڌ آهي پر هنن کي اُن سيءَ کان بچڻ لاءِ ڪمبل يا سوڙ نه آهي. ٿڌ جو بيان ائين ڪيل آهي جو ڪهاڻي پڙهندي گرميءَ ۾ به هڪ لمحي لاءِ سياڙو من کي پڪڙي ٿو وٺي. اڻ ڄاول ٻار سان ماءُ پيءُ جا نه ڄاڻ ڪيترا لطيف ۽ مقدس جذبا ۽ خواب لاڳاپيل هوندا. پر ڪردار آخر ۾ چوي ٿو: ”يا الله... منهنجي زال کي ٻار نه، سوڙ ڇمي!“
آماڻهوپڻو (dehumanization) ڏيکارڻ لاءِ مغرب ڏانهن نهارڻ جي ضرورت نه آهي. هر فڪر، سوچ جو لاڙو هر نظاري ۾ پنهنجي مخصوص حوالي سان ملي سگهي ٿو: جيتوڻيڪ مغرب

ڏانهن نهارڻ مان غلط نٿو سمجهان.

سون سنڌ جون جيڪي ٻه ڪهاڻيون، پنهنجي تبصري ۽ تنقيد لاءِ چونڊيون آهن، تن ۾ هڪ رسول بخش پليجي جي ڪهاڻي 'جتي پاهه ٻري' آهي. جا مذڪور ڪهاڻين ۾ سڀ کان طويل آهي ۽ ڪتاب جا 38 صفحا آهي. ڪهاڻي ٻن جدا ٽيمل پاٺرن جي آهي. سو آخر ۾ سيڪ ضرور ايندس. خميسو يعقوب تي ناراض آهي، جو هن الڳ ٿي سندس گهر ۾ چوريون ڪرايون آهن. ڪيس معاشري ۾ هيٺ ڪيو آهي. هاڻي يعقوب کي پٽ لاءِ پاڻ جي ڏيءَ جو سنگ کپي، جو آخر ۾ مليس ٿو. هن ۾ ٻن پاٺرن، زالن، ڌي، حاجي ڪردار ۽ پيڻ جي سوچ ۽ گفتگو جو انداز ۽ اظهار ساڳي ٻوليءَ ۾ ڪيل آهي. طويل سوچ، ماضيءَ جا طويل واقعا، خميسي جي طويل ٻڌ ٽر. ليکڪ طرفان حوالن جي باوجود، انساني ذهن تي وڏن واعظن ۽ ايچ-جي- ويلس جي حوالن جي باوجود ڪهاڻي طوالت سبب گهربل اثر نٿي ڇڏي.

رسول بخش پليجو، محمدابراهيم جويي ۽ سوڀي گيان چنداڻي جيان مجيل مفڪر آهي، سو ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار گفتا ڏنا اٿائين. هڪ حاجيءَ جو ڪردار خميسي کي چوي ٿو، ”ميان ويهي سمهندين، ٻيهي ڪونه سمهندين، الله ڏاڍو آ. هيڪڙو چڻو مور ٿي ڪونه ٿامندين.“

'ڇڙهي' ڪهاڻي جي ليکڪ بشير مورياڻي جي ٻي ڪهاڻي 'ٽڪري' ڇپيو ڪڻندڙ خوددار ۽ ايمان سان پورهيو ڪندڙ ڏتو ڪردار جي ڪهاڻي آهي، جو خدا ۾ عقيدو رکي ٿو ۽ پوري وقت تي نماز پڙهي ٿو. هو پهرين گهٽين ۾ ٻارن کي چولا ڏيل وڪڻندو، جتي ”ڪن دروازن پنيان ڪانچ جي ڪنگڻين سان جهنجهيل ڪرايون ۽ اڇا هٿ ٻاهر نڪرندا.“ ان بعد هو هڪ 'ٽڪري' پرسان اچي ويهندو. چاهي ته پاڻ جوا کي گناهه ٿو سمجهي، پر هو آتي چولا ئي وڪڻي ٿو. پاڻهس کي ماڙي ڏاهيندي

پير تي هڪ سر لڳي ٿي، ڦٽ ناسور بڻجي ٿو وڃي ۽ جوان
شاديءَ جا پئسا اُن تي خرچ ٿوڪري. سندس حالت خراب
ٿيندي وڃي ٿي. آخر هڪ نئون ڊاڪٽر اچي ٿو، جيڪو ڏٿوءَ
کي سڀ رپين ۾ ٺيڪ ڪرڻ جي اميد ڏئي ٿو. ڏٿوءَ لاءِ ايڏا
پئسا هڪ سال ۾ به ڪٺا ڪرڻ مشڪل آهن. ڇا سندس پاڻ
ائين زندگيءَ جي ٽڪريءَ ۾ هارائي ويندو؟ هو مذهبي چوغا
لاهي خود ٽڪريءَ تي وڃي ويهي ٿو. جواري حيران. هو راند
۾ جنبي ٿو وڃي ۽ اناڙيءَ جيان کٽڻ به لڳي ٿو. پئي پاسي
سندس گهر مان هڪ ماڻهو نياپو کڻي نڪرڻ جي ٿو ڪري
ته پاڻهس وفات ڪئي. زندگيءَ جي absurdity، جو هو مٿي
تي چڙهي سان گڏ بيماريءَ جو بار به کڻي ٿو. بشير نهايت
فنائتي نموني اُن ماحول جا تفصيل باريڪين سان چٽيا آهن.
سراج پنهنجي ڪهاڻي 'پهڻي' ۾ حالتن جي سازش ۽ زندگيءَ
جي absurdity کي پي ڪنڊ کان کنيو آهي. پوليس وارو
خانو، پنهنجي ايمان سبب رشوتون نٿو کائي. پڙهس قاضي بڇو
چاهي ٿو ته پين وانگر خانو به رشوت وٺي. هر پهرين تاريخ
پٽ کان پگهار وٺڻ وقت سندس پيشانيءَ ۾ هڪ گهنج وڌيڪ
پوي ٿو. پورت نٿي ٿئين. پوءِ هڪ طرف پيءُ سخت بيمار ته
ٻئي طرف چوٿين ٻار جي جنم لاءِ جوڙهس جو آپريشن. باوجود
زوربار جي، هو رشوت نٿو وٺي. حالت اِها جو چڻ ڇت ۾ اُبتو
لٽڪيو پيو آهي. هڪ رات هو فيصلو ڪري ڏي ٿو وٺي.
هن هڪ گاڏي واري ۽ پوءِ هڪ ڪار هلائيندڙ ڪنهن سيٺ
کي جهليو آهي، جنهن هڪ ٻار جو حادثو ڪيو آهي. ڪيس
به سؤ رپيا ملن ٿا. هو سيٺ سان اسپتال وڃي ٿو. خوش آهي
ته هاڻي هو پيءُ ۽ زال جو علاج ڪرائيندو. ٻار مري چڪو
آهي اسپتال ۾. ٻار جي چادر هٽائي ٿو. ڏسي ٿو: آهو سندس ئي
پٽ 'مراد' آهي.
جائز سوال اُٿي ٿو ته جڏهن به ڪو مجبور انسان ديني رستي

تان هتي ٿو ته هن مٿان قدرتي قهر حاوي ٿيو ٿو ٿئي؟ پوءِ ڇڻ وڪٽورين دور جي شاعراڻي انصاف (Poetic Justice) جو اصول سامهون رکيو ويو آهي. يا شايد اهو وري اسلامي هستي‌واد آهي. جيڪڏهن دنيا تي ٿي چوٽ ڪرڻي آهي، جو ڏي ڪردار جي ڏک جو ڪارڻ ظاهر ڪيو ويو آهي ته اهو ٻار سيٺ جو به ڏيکاري سگهجي ٿو، جو سيٺ ڪنهن ٻار جي زندگيءَ جي قيمت به سؤ رپيا ڏيکاري ٿو.

اڻين آهي ته ادب 'اڻين تي سگهي ٿو' جي اصول تي ٻڌل آهي پر بهتر ادب 'اڪثر اڻين ٿيندو آهي' جي اصول تي ٻيٺل آهي. ڪهاڻيءَ کي عالمگير درجو آهي ڇو ته حالتون سازشون نه سٺين ۽ ڪردار ۾ تضاد پيدا نه ٿين ته من-وگيان ۽ سماج-شاستر جا نيم غلط ٿي وڃن ۽ پوءِ ڪنهن کي ڪهاڻي لکڻ جي ضرورت ئي نه پوي.

غلام‌رباني به قلم کڻي پنهنجي ڪهاڻي 'نئون مڙدو' ۾ اتفاقن جي absurdity پيش ڪئي آهي. ٻن جوانن کي ڪاليج جي تجربي‌گاهه ۾ هڪ مڙدو کپي، جنهن جي ٽنگن جي ودِ ڪٽ ڪري سگهن. ٻن جوانڙين کي به هڪ مڙدو کپي ۽ مڙدو فقط هڪ آهي. پوءِ رڪشا وارن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ مڙدو ته ڇوڪرين کي ملي ٿو. ٻئي طرف ڇوڪرن جو رڪشا وارو، هر واڪ ۾ به آنا وڌيڪ جوڙيل ڏسي حرڪت ۾ اچي ٿو ۽ آخر غشي کائي ڪري ٿو پوي جيئن 'دو بيگها زمين' فلم ۾ بمل‌راءِ ڏيکاريو آهي. جيئن پنجن ڏينهن کان پوءِ هو جڏهن ڪاليج ۾ نئين مڙدي جي منهن تان ڪپڙو هٽائين ٿا ته کين اُتي رڪشا وارو مئل ڏسڻ ۾ ٿو اچي.

مون شيخ حفيظ جي سندس مشهور مختصر مختصر ڪهاڻي 'به پاڇا' پڙهي آهي. جوان مليٽريءَ ۾ ٿو وڃي. ڇوڪريءَ پنهنجا شادي تي ڪري ۽ سالن کان پوءِ سندس سامهون اچي ٿي. نل تي پاڻي ڀري ٿي ته سندس ٻار ڪيس وراڻي ٿا وڃن ۽ هوءَ

پڇجي ٿي وڃي. شيخ حفيظ جي ڪهاڻيءَ ڪي ڪوبه مطلب ڪونهي. هر عورت ماءُ بڻجڻ کان پوءِ اِن ريت ٻارن هٿان پٽبي آهي. پيشڪش ۾ به دم ڪونهي. جيڪڏهن اُن جي ڪا خوبي آهي ته فقط اها ته حفيظ مرحوم جي لکيل آهي، جو وڻندڙ شخصيت جو مالڪ هو. جيڪڏهن حفيظ اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته مڙس عورت کي ڇڻ هڪ ڪتي بڻايو آهي ته اهو تصور ڪهاڻيءَ ۾ ساهه کڻندڙ نظر نٿو اچي.

شيخ حفيظ جي مڃيل ڪهاڻي 'امان مان اسڪول ڪونه ويندس' هڪ اُن ٻار جي آهي، جو ماستر جي مار کان هراسيل آهي. مار سندس پيڇو نٿي ڇڏي. ماڻُن جي بيوسيءَ ڪامورن جو ظلم اهو جو نيٺ اهو ٻار اُن هراس ۾ مري وڃي ٿو. اهو به هڪ دور هو، جتي ماستر گُرو هئڻ سان گڏ جلاد جي پومڪا به ادا ڪندا هئا. هينئر ماستر جيڪڏهن شاگرد کي اِن ريت ماري ته شاگرد رستي تي ڪيس ڳچئر کان جهلي به چماٽون وهائي ڪيندو. ٻار کي ماري شيخ حفيظ ڇڻ اُن غلط روايت خلاف بغاوت ڪئي آهي. فن جي خيال کان هيءَ هڪ ڪمزور ڪهاڻي آهي. لس ئي لس هلي ٿي. ان ۾ ڪٿي به ڪو آستادانه ڇهاءُ، ڪو انداز- بيان، فني پيشڪش نه آهي. ان قسم جي واقعي تي هڪ اخباري خبر وڌيڪ اثر پيدا ڪري سگهي ٿي.

اخباري رپورٽن ڪهاڻين ۾ ۽ ڪهاڻين اخباري رپورٽن ۾ برابر گهسڻ شروع ڪيو آهي. اخباري رپورٽن ۾ سنسني جو عناصر رهي ٿو، پر جديد دور جو قتل شخص اُن کان اثرپذير نٿو ٿئي يا گهٽ ٿو ٿئي. ڪلا جي پڪڙ وڌيڪ مضبوط ٿئي ٿي. اُها خود ۾ صلاحيت رکي ٿي ته پڙهندڙ اُن طرف ڇڪجي اُن ۾ ٻڏجي وڃي. اِن ڪري ڪهاڻي ڪلا، اخباري رپورٽ تي هنرمنديءَ کي بناوتي ثابت تي ڪري ڇڏي.

جيئن سوپوگيانچندائي ڪهاڻيون لکندي به مضمون‌نگار لڳبي ٿو تيئن شيخ حفيظ ڪهاڻيڪار گهٽ اخبار نويس وڌيڪ ٿو لڳي.

وٽس خبرون ڏيڻ جي ڏات آهي، پر ڪهاڻيءَ جي فن ڪان بنهه اوپرو ٿو لڳي.

ڪهاڻي فقط فڪر يا ويچار جي محور ۾ نٿي قري. ڪلا اُن مثالن پنهنجي جوڙت ڪري ٿي. جيڪڏهن ڪلا کي ڇڏي ڏجي ته دنيا ڀر جا بهترين ڪتاب چند سٽن ۾ لکي سگهجن ٿا.

لعل پشپ رگهو 'اک جي ميچ' ڏيڻ ٿي 'هن جي آتم جو موت' ناوليٽ لکي ويو آهي. جيڪڏهن ڪلا کي ٽلانجي ڏجي ته اهو ناوليٽ به هڪ سٽ ۾ لکي سگهجي ٿو. هڪ لک شعرن جو 'مهاڀارت' هڪ فڪر ۾ بند ڪري سگهجي ٿو:

اوم، تت، ست!

شيخ اياز سنڌ جو وڏو شاعر آهي ۽ ڪو شاعر جڏهن ڪنهن موضوع تي ڪهاڻي لکندو ته رڳو اُن جو نثر ڪهاڻيءَ کي ڪٺي بيهندو. 'جي تند برابر توريان....' ڪهاڻي هڪ شاعر تي آهي، جو سنڌي آهي، 'خوشي براء ادب' ۽ 'ادب براء زندگي' جو حامي آهي. هن جي دعوىٰ آهي ته جو انگريز ايليٽ نٿو پڙهي، اهو انگريز ٿي نٿو سگهي ۽ جو شاه لطيف نٿو پڙهي، اهو سنڌي ٿي نٿو سگهي. چاهي ته ڪردار وڪيل ٿي سگهي ٿو، پر هو ڪابه جوابداري کڻڻ نٿو چاهي. هن جو عقيدو آهي ته "جي شاعريءَ ۾ دولت نه آهي ته دولت ۾ به شاعري نه آهي." شمع سان محبت ٿو ڪري. شمع جي شادي هڪ شاهوڪار سان ٿيڻ جي رٿا آهي؛ سو غريب شاعر سان شادي ڪري، زندگيءَ کي ڪيئن منهن ڏئي، بجاء اُن جي اياز هن کي نمونيا جي موت ۾ ماري ٿو ڇڏي. ٻئي طرف غزالا سان عشق پچائي ٿو، ته انساني فطرت موجب ڪيس شمع ياد نٿي اچي. وري به ساڳيو مسئلو ته غزالا هن سان شادي تڏهن ڪندي جڏهن هو به ڪو ڪم ڌنڌو ڪندو. هوءَ هڪ دفعو پاڻ جتائي ڪيس ائين به چوي ٿي، "جي مان توکي شاعريءَ کان وڌيڪ پياري آهيان ته توکي شاعري ڇڏڻي پوندي."

شاعر چويس ٿو، ”تو غلط سوچيو آ ته مان تو کي ڇونڊيندس.“
ڪردار هڪ آدرشوادي آهي، پر هو شادي جي بندڻ ۾ نه ڦاسي، اهڙو ڪو سبب ڪهاڻي ۾ نه ڏيکاريو آهي. يا ته ڪو انقلابي آدرش اٿس، جنهن سبب هو ڪنهن جي زندگيءَ جو جوکم نه ٿو کڻي. اهو به ڏيکاريل نه آهي. اِن ڪري شاعر ڪنهن به قسم جي همدردي ڇڪي نٿو سگهي ۽ ڪو به گهرو يا پائيدار اثر نٿو ڇڏي.
اظهار خوبصورت آهي، جيئن هڪ هنڌ لکي ٿو، ”هن جون وڏيون اکيون ائين ٿي لڳيون گويا ڪنهن مندر ۾ ڏياٽيون ٻري رهيون هيون ۽ انهن جي پرسان هن جون ڇپون اگربتين جي دونهين وانگر وکڙ کائي رهيون هيون.“
شيخ اياز جي ٻي ڪهاڻي ’چار ايڪڙ ٻني‘ جو موضوع للڪاريندڙ آهي ته مظلوم هارين جي ٻن حلقن جي ڪيٽيءَ ۾ پاڻي ڪونهي ۽ ٻئي چاهين ٿا ته سامهون واري ڪئنب جي زمين مان آواندا پيچي واهه جو پاڻي پاڻ ڏانهن ڇڪيون. آواندا پيچڻ بدران هو هڪ ٻئي جا ڪنڌ ڪپيندا نظر اچن ٿا. پر ڪهاڻيءَ ۾ پيءُ ۽ پٽ جا عشق جا پاسيرا داستان، قدرت جا نظارا ۽ ڪهاڻين ۾ ڪهاڻيون اِن ريت ڪٽل آهن، جو لڳي ٿو ته هڪ ناول کي ڪهاڻي جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جنهن رڳا جي بار هيٺ ڪهاڻي جو مرڪزي ڪردار ويچارو ٻوساٽجي وڃي ٿو. انداز به ناصحانو آهي. شيخ اياز ڪهاڻي جي ماحول کان خود ڏکوئجي هڪ هنڌ لکي ٿو: ”هاءِ ڙي سنڌڙي، تو ۾ ڪيترا معصوم گناهگار ماريا ويا آهن!“
ثميرا زرين جي ’رمندا بادل‘ جو ڪردار جاويد هڪ هوٽل جو سيڪريٽري، خوش لباس، خوش مزاج ۽ خوشگفتار شخص آهي، پر عشق جي معاملي ۾ محفوظ فطرت رکندڙ آهي. سندس نائب رضوان ڪجهه جارحانه قسم جو آهي. روز ڪا نه ڪا ڇوڪري سندس اسڪوٽر تي سوار. ميجر اڪبر کي زال ڪانهي. پٽ،

سٹنيٽوريم ۾ ٽي بي جو علاج ٿو ڪرائي. هو پنهنجي پائيٽي ناز
کي اڪثر هوٽل ۾ وٺي اچي ٿو. رفته رفته جاويد ۽ ناز هڪ ٻئي
جي ويجهو اچن ٿا. هڪ ڀيري ناز جاويد کي گهر ٿي گهرائي.
هو ڪنهن به ڪارڻ اُتي نٿو وڃي. پوءِ جڏهن گهڻا ڏينهن
ناز هن سان نٿي ملي ته هُو سندس پڇا ڪري ٿو. معلوم ٿئيس
ٿو ته ڪي ڏينهن ميجر اڪبر جو پٽ نيڪ ٽي گهر آيو هو
۽ ميجر اڪبر، ناز جي شادي هن سان ڪرائي ڇڏي.
جاويد هن جي گهر ڇونه ويو؟ الميي (tragedy) جو هڪ
نظريو اهو آهي ته ڪردار جي اندر ڪو نقص هجي، جنهن
موجب نيڪ موقعي تي هو فيصلو ڪري نه سگهي ۽ تباهه
ٿي وڃي يا دک ڏسي. هو محفوظ فطرت رکندڙ ڪردار اهو
اصل نٿو سوچي ته ناز تاج هوٽل ۾ مصر جي ٻٽلي نه ڏسي
کيس گهر ڇوٽي گهرائي. سوچڻ هن جي فطرت نه آهي. هو
وڃي ته ثميرا کي پوءِ ڪهاڻي لکڻ جي به ضرورت نه پوي.
ثميرا انسان جي روح ۾ جهاتي ٽي پائي. هن ڪهاڻي ۾ نظام-
سماج جو ڪوبه سوال نه آهي. ميجر اڪبر جو پٽ به تندرست
آهي. رڳو فطرت جو هڪ نقص اُني ٺي شخص کي، لڪن
ڪان محروم رکي ٿو.
محبت ڪرڻ ڪان اڳ جاويد جو عالم هيئن آهي: ”اوچتو
هو اُداس ٿي ويندو. سڀ پروگرام هن جي اکين آڏو ائين بي رس
گذرڻ لڳندا، جيئن اونهاري جي ڏکهي منجهند، جيڪا ڪيترا
ڪتاب پڙهڻ جي باوجود ويران لڳندي آهي.“
ڪراچيءَ ۾ سنڌي گهٽ اڙدو وڌيڪ ڳالهائي ويندي آهي.
سو محبت جو اظهار ڪندي جاويد ناز اڳيان هڪ شعر
رکي ٿو:

اچا هئه دل ڪي پاس رهي پاسبان عقل
ليڪن ڪبهي ڪبهي اِسي تنها ڀي ڇوڙئي

۽ ٻئي جڏهن هڪ ٻئي سان گهرا پنجي وڃن ٿا ته جاويد کيس

هوٽل ۾ هڪ نابين ڳائيندڙ جي هڪ پشتو گيت جو تصور رکي ٿو:

”راهه- حيات ڪٺن آهي
ڏکي ۽ اڪيلي
ٿورو مون سان ساٿ نه ڏين جيڪر
ڪنهن به نه ڏنو آهي تمام عمر ڪنهن جو ساٿ
نه آهيان بيخبر ان ڪان، ته به چوان ٿو
ٿورو مون سان ساٿ نه ڏين جيڪر“

هڪ ڏکيو ساهه کڻي ناز چوي ٿي، ”ٿوري دير جي ساٿ جي معنيٰ ئي ڪهڙي آهي، سواءِ ان جي ته زندگيءَ جي هر موڙ تي اهو ساٿ، پير پڪڙي پنيان ڏسڻ لاءِ مجبور ڪندو.“

ڏسجي ته سڄي ڪهاڻي ڇڻ ان پشتو گيت تي ٻڌل آهي. جاويد ڪيس پنهنجي فطرت جي نقص موجب ٿورو ساٿ ڏئي ٿو ۽ جڏهن ناز ميجر اڪبر جي پٽ سان شادي ڪئي هوندي ته اُن موڙ تي زندگي سندس پيرن کي پڪڙي روڪيو هوندو. هن پنيان نهاريو هوندو، جتي ڪوبه نه هوندو.

جميلانرگس ’راحيلا‘ ڪهاڻيءَ ۾ ثميرا زرين جي مذڪور ڪهاڻي جي ڪردار ’ناز‘ جي اُبتڙ راحيلا کي اسلم جو ٿوري وقت لاءِ ساٿ کپي. هن جي ماءُ ماتيجي آهي، جا ويهن هزارن جي لالچ تي پنهنجي سوٽ ماجد سان سندس شادي ڪرائڻ چاهي ٿي. راحيلا پنهنجي دوست فرحت سان محبت ۾ آهي، جو ڪجهه وقت لاءِ ولايت پڙهڻ ويو آهي ۽ اُهو سچو ڪيس پاڻ کي ماءُ جي زيادتيءَ کان بچائڻو آهي. پاڻ ريڊيو تي ڳائيندي آهي. اسلم ڪيس ڏسي موهت ٿي پوي ٿو، پر پيار جو اظهار ڪري نٿو سگهي. هو ڪيترا پيرا ملن ٿا. اسلم ڪيس چاهڻ ٿو لڳي، ڪيس تحفا ٿو ڏئي، جنهن تي هوءَ خوش نٿي ٿئي. راحيلا جي گهر جي ٻاهران پڊر ۾ نرگس جا ٻوٽا پوکيل آهي. هوءَ ڪيس چوي ٿي:

”مون کي نرگس پسند آهي.“
”پر مون کي نه.“ اسلم جواب ڏنو.
”توکي ڇو نه؟“
”بس نه وڻندا آهن.“
”سندن خوشبو دلفريب ٿيندي آهي ۽....۽ فرحت کي به آهي ئي پسند آهن.“
اسلم حيران ٿي ويو ته هي فرحت وري ڪير آهي پر ڳالهه پڌي موهوس وعدو ڪريس ٿو ته هو هن جو اُن وقت تائين مان ڏيندو، جيستائين فرحت اچي. ڪاليج جي وئڪيشن ۾ هو چاهي ٿو ته گهر وڃي، پر راحيلا جي حالت ڏسي نٿو وڃي. اسلم کي تار ٿي اچي: بابو بيمار آهي. اسلم ڇا ڪري؟ هو سمنڊ ڪناري چڪر لڳائي موٽيا آهن.
”اسلم- سيان ايندين نه؟“
”ها ايندس.“
”ضرور.“
اها به زندگيءَ جي هڪ absurdity آهي جو حالتون اتفاقن جو منصوبو سٽين ٿيون. هڪ پاسي راحيلا دوست، جنهن سان اسلم محبت ڪئي آهي، ٻئي پاسي آبو. اهو سوچي ته ٺيڪ آهي: جلدي هليو ايندس. هو ڳوٺ هليو وڃي ٿو. ٻئي طرف ماٿيجي ماءُ، راحيلا جي شادي زبردستي ماجد سان ڪرائڻ تي ناٽڪ ڪري ٿي.
ڳوٺ مان واپس اچي اسلم ڪنهن کان پڇي ٿو:
”شيرو، راحيلا ڪاڏي ويئي؟“
”راحيلا؟ بابو، مري ويئي. زهر کائي. خودڪشي ڪيائين.“
جميلا نرگس، ثميرا زرين جي ناز کي ڇڏ پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ گهڙائي ڪيس ڇوي ٿي: محبت قربان نه ڪر. پاڻ کي ڪري ڇڏ. هيءَ زندگي جيئڻ لائق نه آهي. ٻئي ڪهاڻيون پنهنجي ليکي مهان آهن.

سنڌ ۾ ڇهه مزاحيه ڪهاڻيڪار مڃيا وڃن ٿا: ڪروڙپتي، علي احمد بروهي، نور عباسي، عثمان ڇلگري، محمدعثمان ڏيپلائي ۽ حليم بروهي. مان نور عباسي، ڇلگري ۽ ڏيپلائيءَ جون مزاحيه ڪهاڻيون هٿ ڪري نه سگهيو آهيان. حليم بروهي پٺي دور ۾ اچي ٿو.
ڪروڙ پتي جي 'نبض شناس' جو ڪردار برخوردار، ڪيفي هائوس هيٺ ڏسي ٿو ته هڪ شخص ٻي آني جي ڪمنڊ جي رس پي گاڏي واري کي ڇهه پئسا ڏيئي رهيو آهي، جو ڪردار خانداني حڪيم آهي ۽ سندس 'وزٽ-في' هڪ ٽڪو آهي. گاڏي وارو مريض ڪونهي، ان ڪري چاهي ٿو ته ٻچيل ٽڪو ڪيس ملڻ کپي. برخوردار هڪ شريف ماڻهوءَ جي عزت خطري ۾ ڏسي وات ويندي قاسي ٿو وڃي ۽ ڪيسي مان ٽڪو ڪڍي گاڏي واري کي ڏئي ٿو. حڪيم چويس ٿو:
"نوجوان تون شريف ٿو ڏسجين. مڪمل شريف ۽ مان شريفن جو دوست آهيان."
برخوردار حاتم جيان سخاوت ڏيکاري، آن سخاوت جي آزادي ونندي پڇيس ٿو، "اوهين خود به شريف آهيو يا فقط شريفن جا دوست آهيو؟" -
"آهو وقت اچڻ تي معلوم ٿي ويندو."
اهو وقت برخوردار لاءِ هيئن ٿو اچي ته ولائتي دوائن مان سندس قبضي نٿي ٽٽي، ان ڪري حڪيم کي آزمائڻ چاهي ٿو. حڪيم نبض شناس آهي. نبض مٽس جي هوندي ته سندس زال جو به علاج ڪري سگهندو.
"سائين اوهان جي في؟"
"بس آها جا اوهين هيٺئر ڏني."
حڪيم ڪيس پنهنجو ڪارڊ ڏيئي ٽنگ منڊڪائيندو هليو ٿو وڃي. برخوردار ڳوٺ جا مهي مکڻ ڇڏي ڪراچي آيو آهي، ان ڪري منگسافليءَ جو تيل راس نٿو اچيس. واقفيت جي پٺي ڏينهن هو حڪيم جو مطب ڳولهي ٿو لهي، جتي حڪيم جي نالي جي

بورڊ بدران بورڊ تي ڏندو ڪوندو چاپيل آهي. بلڪل سندس مطب يا اسپتال سامهون ڪفن جو دڪان آهي، جنهن جي بورڊ تي ڪوپري ۽ ٻه هڏا ڪراس جي شڪل ۾ ڇاپيل آهن ۽ سنهڙن اکرن ۾ لکيل آهي: پينٽر: ملڪالموت.
ضروري ادب آداب ۽ نشت برخواست جي رسمي ملاقات کان پوءِ برخوردار حڪيم کان پڇي ٿو، ”حڪيم صاحب، اوهان جي مطب جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، هن ڪفن جي دڪان جي ضرورت محسوس ٿي يا اوهان هتي ڪفن جو دڪان ڏسي پنهنجو مطب کولڻ بهتر سمجهيو؟“
”غلط، ٻئي ڳالهيون غلط. ٻئي دڪان ساڳئي وقت کوليا ويا آهن.“ ڳالهه کي وڌائيندي حڪيم چوي ٿو، ”انگريزن جو اصول هو برخوردار ته ڪو مريض، جنهن جي شفاياب ٿيڻ جو امڪان نه هجي يا جنهن کي ڪو وچرندڙ مرض هجي ته ڪيس ختم ڪري ڇڏيندا هئا. بس پنهنجو اهوئي اصول آهي.“
برخوردار هراسجي ٿو وڃي. منهن مان ڇپ ڳم. حڪيم جو اسسٽنٽ به آهي. حڪيم چويس: خميرو ڪٽي ڏئي ته ٽوتيو پيو ڏيندس. حڪيم چوندس: ابو هن دفعي ٽون برابر. ٻئي دفعي مان برابر هوندس. دوائون ته آخر دوائون آهن. حڪيم ڪانئس ست شيون گهري ٿو. آطريفل آنديچڻ، ڪشسته شادماني، سفوف دنيافاني، جوهر ماه جواني، خميره دودن ڪي زندگاني، حب چال مستاني، مرڪب گذرسفر.
برخوردار ڪاڪوس ڪري آيو آهي پر هتي هراس ۾ چوي ٿو: ڪونه ڪري آيو آهيان. حڪيم چويس ٿو: ديو ڪڻ، اندران ٿي اچ. آندو خالي هئڻ گهرجي. برخوردار چوي ٿو: آندو خالي آهي جو مون رات ماني نه کاڌي آهي. ”مقصد فوت!“ حڪيم کيس زبردستي آماڻي ٿو ۽ پوءِ ستن دوائن مان ڏڪ ڏڪ ڪڍي کيس هڪ شيشو ڏئي ٿو. جيتوڻيڪ شيشن تي سالن جا چارا چميل آهن.

”اوهان جي في؟“ برخوردار سوال پڇڻ جي غلطي ڪري ٿو.
”مون تہ هزار ڪان گهٽ نہ وٺان پر اوهان جو مون تي احسان آهي.“
ڪيس شيشو ڏيندي چوي ٿو، ”نوجوان تون تحقيق قسمت وارو آهين، جو سيني دوائن جو ڪجهہ نہ ڪجهہ وزن موجود آهي. هي ڪُل ست دوائون آهن. هنن مان بہ چار هاٿي ڪاٺي چڙهيو ۽ قدرت جو تماشو ڏسو. ۽ باقي ٽي آڌ رات جو ننڊ مان اٿي! جڏهن صبح جو خبر ڏيڻ جهڙا هجو تہ خبر ڏجو، نہ تہ مڙيئي خير آهي.“

برخوردار گهبراهٽ ۾ لنبي ٻُڪ ٿو پائي. گهر پهچي سمهڻ لڳي ٿو. دوا تہ نٿو وٺي پر رڳو دوائن جا نالا ٻڌي سندس قبضي هميشہ لاءِ لهي ٿي وڃي.

منهنجي خيال ۾ هيءَ ڪهاڻي دهرو مذاق آهي. اڃا بہ حڪيمن جي حلقي ۾ اهڙا حڪيم پيا آهن، جن جي دوائن جا شيشا چڻ ڪفن جا دڪان آهن. ٿي سگهي ٿو تہ انسان جي جديد مسئلن لاءِ ڌرم ۽ مذهب جا علاج بہ اهڙا هجن.

علي احمد بروهي پنهنجي ڪهاڻي ’عثمان حجم جو روزو رکڻ‘ ۾ ڪو مبالغو نٿو ڪري. مبالغو تہ رسمن ۾ موجود آهي، زندگي ۽ ماڻهن ۾ پريل آهي. علي محمد رڳو اُن طرف آڱر کڻي ٿو.

عثمان حجام آهي ۽ پنجاهہ سالن تائين هن ڪڏهن بہ روزو نہ رکيو آهي. هو ڪجهہ بہ ڪري سگهندو آهي، پر هڪ پهر بہ بک سهي نہ سگهندو آهي. رمضان مهيني کان پوءِ، يارنهن مهينا اڳ مچڙو صفر پان وارو، عدو موچي ۽ سومر نانوائي اهو منصوبو سٽيو تہ هن پيري عثمان کان روزو ضرور رکائبو. ڪيس روزي جي برڪت ۽ فضيلت جي بيان ۾ روايتون ۽ حديثون ٻڌائڻ شروع ٿا ڪن. ڪيس ڪيترا دوزخي ڊپ ٿا ڏيارين پر عثمان هڪ مناسب سوال پڇي ٿو، ”جڏهن اسلام ۾ زور جائز

نه آهي ته پوءِ ڪيس مجبور ڇو ٿو ڪيو وڃي؟“ چوي ٿو، ”هڪ انڊني تي ايمان آڻيون، پيو وري هوندي سوندي ٻُڪ ڪيون.“ وڏيڪ چوي ٿو، ”جيڪڏهن اچا به مون کي روزي رکڻ لاءِ مجبور ڪندا ته مان لاهور وڃي پنگي ڪرستان ٿيندس يا پارٽ وڃي شُڌي ڪرائيندس.“
سومر نانوائي، جو سنگت ۾ وڏو مذهبي چاڙو آهي ۽ حج ڪرڻ جو خيال اٿس، ڪفر جي فتوي جاري ٿو ڪري ۽ اعلان ڪري ٿو ته عثمان جو منهن ڪارو ڪري ڪيس گڏهه تي چاڙهي گهمايو وڃي.
جمهوريت پسند عدو موچي ٻن نقطن تي انَ فتوي جي مخالفت ٿو ڪري ته عثمان جو قدرتي طور منهن ڪارو آهي، انهي ڪري سندس منهن تي دانگي گهمائڻ بيسود آهي؛ چاڪاڻ جو ماڻهو ائين سمجهندا ته عثمان شايد منهن ڌوئي آيو آهي. ۽ گڏهه تي چاڙهڻ سان فائدو؟ هو ته دڪان تي ايندو ئي گڏهه تي چڙهي آهي!
صفر جو پوليس سان فقط معمولي رستو ڪونهي، پر ’پڪي سڙڪ‘ اٿس. پوليس آفيسر ڪيس چوي ٿو: ”روزي نه رکڻ سبب نئين اسلامي قانون موجب توکي ڦٽڪا به هنيا ويندا ۽ جيل ۾ به وڏو ويندو.“
لاچار عثمان آخري جمعي جو روزو رکڻ لاءِ تيار ٿو ٿئي. اُن ڪان هڪ ڏينهن اڳ دوستن سان آخرين موڪلاڻي ڪري ٿو. گهر جي پاتين کي اتحاد ۾ رهڻ جي صلاح ڏئي ٿو. پنهنجي مال اسباب جو دستاويز لکائي ٿو. وصيت ٿو ڪري ته سندس چڳل ڪٽ، ڪُتل مُوڙا ۽ پراڻيون واڻ جون ويڙهيون يتيمخاني جي فنڊ ۾ جمع ڪرايون وڃن. سندس ياد ۾ حجامڪو يادگار ڪڙو ڪيو وڃي ۽ سندس ڪسبت جو تيلهو ڪشمير تي چڙهائي ڪندڙ خاڪسارن جي حوالي ڪيو وڃي.
اُن ڪان پوءِ ڪهاڻيءَ ۾ ڪافي واقعا آهن ته ڪڏهن ڪنهن

جا وار ڪٽڻ بدران ڏاڙهي مچون ڪٽي ون-يونٽ پيو بڻائي-
غلطي وچان ڪنهن هندوءَ کي روزي جي اهميت پيو سمجهائي
پر جون جي نهايت گرم مهيني ۾ ۽ چوڏهن ڪلاڪن جي لنبي
ڏينهن تي ڪيس اهو خيال اچي ٿو ته روزا سياري ۾ رکڻ
گهرجن، جو ڏينهن به ننڍا ٿين ۽ حج تي ويندڙ هزارين غريب
بجي گرميءَ سببان مرندا آهن، آهي به بچي پون. چاهي ٿو ته
ملڪ جي آئين (وڏان) ۾ سرڪار اها درستي آڻي. هو بڪ ۾
ڦاٿڻ ٿو لڳي. ملان کي گذارش ٿو ڪري ته مٿس رحم ڪائي،
مسيت جي بنيي تي چڙهي اذان ڏي! ملان کي اکيون ۽
وات آهي پر ڪن ڪونه اٿس. عثمان پوءِ ڪيس ڏنڊو ڏيکاري
ٿو جنهن جي زبان پهرين پاڻ سمجهي اٿائين ۽ جا پوءِ ملان کي
سمجهائي ٿو.
علي‌محمد بروهي جي اها ڪهاڻي مان عالمگير ادب ۾ اضافو
ٿو سمجهان. اِتي مان اهو بڌائي ڇڏيان ته علي‌محمد بروهي
اِنڊين‌نيويءَ ۾ وائرليس آپريٽر هو ۽ ٻي مهاڀاري جنگ ۽ ان
کان پوءِ اِنڊين‌نيوي هڙتال ۾ بهرو ورتو هئائين. انگريزن ڪيس
ڦاسيءَ جي سزا لاءِ پهرين ملند، پوءِ ڪلياڻ ملٽري ڪيمپ،
يعني هاڻوڪي اُلهاس‌نگر ۾ قيد ڪري رکيو ۽ آخر ۾
مهاتما گانڌي ۽ ٻين جي وچ ۾ پوڻ تي ڦاسيءَ کان بچي ويو.
ورهاڱي کان پوءِ مون سنڌ جي پهرين ڪهاڻي ع.ق. شيخ جي
’حيدرآباد؟‘ ڏيکاري آهي. مان پهرئين دور جي آخرين ڪهاڻي
ثميرا زرين جي ’وطن‘ مڃان ٿو. هڪ هندو ولايت مان ڪراچي
اِن ڪري ٿو وڃي جو پڻهس جي خواهش آهي ته اُن دڪان
مان پنهنجي ڏاڏيءَ جي تصوير کڻي اچي، جتي پاڻ ڪڏهن
رهندا هئا. اها جڳهه ڪنهن مهاجر کي ڪليم ۾ ملي آهي؛
جو مٿس پنهنجو در ان ڪري نٿو کولي جي ڪيس ان انساني
جذبي جو ڪو قدر نه آهي. جوان ماڻهو پنهنجي وطن ۾ پاڻ
کي بيگانو ٿو سمجهي. البت ڪيس نينڍڻ جو هڪ سنڌي

مسلمان دوست گڏجي ٿو وڃي؛ جو سڃاڻيس ٿو ۽ ٿميرا زرين
اِن هڪ جي گڏجاڻيءَ جو اِن ريت ورڻن ڪيو آهي، ڄڻ
تلسيداس جي 'رام چرت مانس' ۾ بن سان گهيريل منداڪني نديءَ
پرسان چترڪوٽ پربت تي پرت ۽ رام مليا هجن.
مذهبي ديواريون قائم آهن؛ پر ڪهاڻيءَ جو سيڪيولر ويچار
اُن جي غير مناسب ڪي عيان ٿو ڪري.
منيراحمد مانڪ، ٻئي ۽ ٽئين دور ۾ لکيو آهي؛ پر هو سنڌي
ڪهاڻيءَ ۾ هڪ صوفي فنڪار آهي، جنهن جي ڪهاڻين ۾
حقيقت واد، ترقي پسندي، جدت پسنديءَ جي اصلاحي وجوديت ۽
ابسرڊٽي ادب جا تلخ اهڃاڻ ملن ٿا. هن مضمون جو آخرين
حوالو مان مانڪ جو ٿو ڏيان.
'شاهه، هٿڪڙيون ۽ وارنٽ' ۾ ڪي جوان شاهه لطيف جي
ترقي پسندانه شعر تي گفتگو ڪن ٿا. پاسي کان هڪ اڇي
ڏاڙهي وارو مهاجر ويٺو آهي جو جاسوس کاتي جو ماڻهو
آهي. هو آها گفتگو غور سان ٻڌي ٿو ۽ شاگردن کي ظاهري
شاباس ٿو ڏئي؛ پر ٻئي ڏينهن هٿڪڙيون ۽ وارنٽ کڻي مکيه
شاگرد جي گهر جو دروازو ٿو کڙڪائي ۽ حاڪماڻي انداز
۾ ٿو ٻڌائي ته شاهه لطيف ڪٿي رهندو آهي. سندس شاعريءَ
مان نظام ملڪ کي خطرو آهي. هي ڏس، مون کيس گرفتار ڪرڻ
لاءِ وارنٽ آندو آهي ۽ کيس ٻڌڻ لاءِ هٿڪڙيون!

---

## مددي ڪتاب، ادارا ۽ شخص

### ڪتاب

| | |
|---|---|
| (2) سنڌي آدب جي تاريخ | ڊاڪٽر غلام علي الانا |
| (2) چار مقالا | محمد اسماعيل عرساڻي |
| (3) سنڌي آدب جي مختصر تاريخ | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو |
| (4) سنڌي آدب جو تاريخي جائزو | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي |
| (5) آزاديءَ کان پوءِ سنڌي آفسانوي آدب جي اوسر | ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي |

(6) سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري اِنسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
(7) دنيا جا عظيم آفسانا (1) رشيد ڀٽي
(8) دنيا جا عظيم آفسانا (2) مرادعلي مرزا
(9) عالمي آدب وليرام ولڀ ۽ ظفرحسن
(10) ٽين دنيا جون ڪهاڻيون وليرام ولڀ
(11) عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون فيروزآحمد ۽ طارق اشرف
(12) ٽيهن سالن جون چونڊ ڪهاڻيون طارق آشرف ۽ قاضي خادم
(13) چند هنگاما بيدل مسرور بدوي
(14) عظيم سنڌي ڪهاڻيون نبي بخش کوسو
(15) جائزو پروفيسر هيرو شيوڪاڻي
(16) سنڌي ڪهاڻي، ناٽڪ ۽ تنقيد اي. جي. آتم
(17) ماڻهو منهنجي مِلڪ جا ڪيرت ٻاٻاڻي

**رسالا:** تماهي مهراڻ، روح رهاڻ، سهڻي، اڳتي قدم، نئون نياپو، اِنتخاب ۽ مجموعا وغيره.

**ادارا:** اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا، ڄيٺي سنڌي سڀا، آر. ڪي. ٽي ڪاليج، آمرشهيد هيموڪالاڻي ميونسپل لئبرري.

**شخص:** سرو شري نند ڇڳاڻي، ڄيٺ-وير، ارجن سڪايل، هيرو شيوڪاڻي، آتم ۽ نارائڻ ڀارتي.

---

⊙ مان واري ذوالفقار راشدي لکيو آهي: آرسي-4 ۾ ارجن حاسد جي نانوَ سان جيڪو غزل 'ٻن سٽن جي وٿي ...' ڇپيو آهي، آهو دراصل واسديو موهيءَ جي تخليق آهي.
ڏيان ڏيڻ جي باوجود اهو الائجي ڪيئن ٿيو. اسان وٽ اصل ڪاپي موجود نه هئڻ ڪري، انهيءَ ڳالهه جي چڪاس ڪري پڪ نٿا ڪري سگهون پر هتي راشدي صاحب جي ڌيان ڇڪائڻ تي پنهنجي غلطي لاءِ معذرت خواهه آهيون. ـــــسهڙيندڙ.

# اِندر پوچواڻي

## فن شاعري ــ صائب کي جواب

(اپڀاس)

[آرسي- 4 ۾ مُنهنجي ڪتاب 'فن شاعري' تي جناب عبدالقيوم صائب جو تبصرو ڇپيو آهي. مان تبصري جي آجيان ڪندي، اُن جو جواب پيش ڪريان ٿو. مون ڪتاب لکڻ وقت، مرزا قليچ بيگ جي سنڌي وياڪرڻ، علامه اخلاق دهلويءَ جي 'فن شاعري' ۽ 'علم بيان' ۽ احسان دانش جي 'خضيرِ عروض' ۽ مولوي رشيد احمد جي 'علم بديع' ڪان مدد ورتي هئي. هن ليک ۾ انهن جي نالن پٺيان ڏنگين ۾ ڏنل انگ سندن ڪتابن جي صفحن جا نمبر ڏيکارين ٿا. (2) "فن شاعري' جي پريس ڪاپيءَ جي ڪاربان ڪاپي مون وري جاچي ڏٺي، ته ان ۾...."ـــ انهيءَ جملي جي بجاءِ ليک ۾ فقط "ڪاربان ڪاپي" لفظ ڪم آڻيندس. ـــ اِندر پوچواڻي]

صائب، تبصري جي شروعات ۾ منهنجي ڪتاب جي ساراهه چند سٽن ۾ ڪرڻ بعد، ساڍن ٽن صفحن مان پورن ٽن صفحن ۾ منهنجي غلطين جي شاهي لسٽ پيش ڪئي آهي. عجب ته ان ڳالهه جو آهي، جو ڇاپي جي چند ڀلن ڪان سواءِ منهنجي گهڻين ئي صحيح چيزن کي هن 'غلطيون' شماريو آهي! (تبصري مان ڏسجي ٿو، ته صائب، هڪ مڪتبِ فڪر جي سرواڻن ـــ خليل ۽ خادم جو عقيدتمند آهي.) جيئن ته عروض جي هڪ بنيادي وشيه ـــ 'ساڪن، متحرڪ حرف' تي صائب بحث ڇيڙيو آهي، ان ڪري سڀ ڪان اول مان ان جو جواب ڏيان ٿو:

'فن شاعري' جي ص 64 تي ڏنل منهنجو هيءُ نوٽ پڙهو: "سنڌي گرامر موجب هرڪنهن ٻوحرفي لفظ جا ٻئي اکر اعرابن وارا يعني متحرڪ ٿيندا آهن. مثلاً دِلِ، گهَرُ ۽ سَپُ لفظن جاءِ پر، سنڌي شاعريءَ ۾ ٻوحرفي لفظن جا پويان اکر

ساڪن ئي لکيا آهن.“ اِنهيءَ نوٽ جي آڌار تي، صائب مون کي لفظن جي اصلي ۽ صحيح اعرابن کان ناواقف ليکيو آهي. ان وشيہ تي قليچ جي وياڪرڻ (ڀاڱو 3) جو هيءُ جملو پڙهو: ”سنڌي وياڪرڻ جي ڀھرين وڏي خاصيت هيءَ آهي تہ گهڻو ڪري سيڪنهن سنڌي لفظ جو پڇاڙيءَ وارو حرف صحيح چرنڊڙ يا حرڪت وارو هوندو....“ ۽ خاطريءَ لاءِ ’سنڌي‘ انگلش ڊڪشنري‘ (پرمانند) پڙهو، تہ دِلِ، گهَرُ جهڙن سوين لفظن جا ٻئي اکر اعرابن وارا ڏِي نظر ايندا. هاڻي عروض ۽ صحيح اعرابن کان واقف ڪير؟ اتي صائب چترائي ڪري، خليل و خادم جو سهارو وٺي، انهن جي نقطہءِنظر کي (ٻنا مثالن) صحيح قرار ڏنو آهي ۽ مون کي عروض ۽ گرامر کان ناواقف. پَرَ مان خليل جي ڪهڙن لفظن تي سوچي، جواب ڏيان؟ مان ڀانيان ٿو، تہ مذڪور ’خليل‘ ڊاڪٽر ابراهيم خليل آهي. ان جي باري ۾ محمداسماعيل عرساڻيءَ جي هڪ لنبي ليکَ جو مختصر تت هيٺ ڏيان ٿو (پنهنجن لفظن ۾): خليل صاحب جي مادري زبان اردو آهي؛ اڄ بہ سندس گهرو ٻولي سنڌي ناهي، ان ڪري هو سنڌي گرامر ۽ ٻوليءَ کان ناواقف آهي. خليل صاحب سنڌيءَ ۾ ڪجهہ لکڻ وقت، دمن جي نشانين، صورتخطيءَ، تذڪير و تانيث ۽ اُچارڻ وغيرہ جون اڪيچار غلطيون ڪري ٿو. مثلاً ’مُنهنجي‘، ’هِنُدن‘، ’انهيءَ‘ ’هِڪ‘، ’ادب جي شرح‘ جي بجاءِ جدا جدا هنڌن تي (ترتيبوار) ’منهن جي‘، ’هندوئن‘، ’انهي‘، هِڪ‘، ’ادب جو شرح‘ لکيو اٿس— ٻوءِ ڀلا، اچارن بابت خليل کي صحيح ڪيئن ليکجي؟ منهنجي غلط اچارن بابت صائب دِلِ لفظ جو مثال ڏنو آهي، اِهو (دِلِ، ٻئي اکر متحرڪ) لفظ صائب ڊڪشنريءَ ۾ ڏسي سگهيو ٿي، ۽ ص 64 تي ڏنل منهنجي نوٽ مان ظاهر آهي تہ مان ’دِلِ‘ جي ’لام‘ کي گرامر موجب متحرڪ ۽ شعري تقطيع ۾ ساڪن ليکيان ٿو. اهو نوٽ پڙهڻ بعد بہ صائب ٻُڌائي ٿو تہ ’دِلِ‘ جي لام

ساڪن آهي! مڙيئي منهنجي غلطي ڏيکارڻي هُيس،
گرامر ۾ ڏيکاريل سنڌي ٻوليءَ جي خصوصيت موجب ٿي سنڌي (توڙي غير سنڌي) لفظن جا اچار ڪرڻ ڪپن، نه ته معنائن ۾ ٿي مونجهارو پوندو. مثلاً ”ڪـتـ“ تان ڪتاب کڻي اچ“ چوڻ بجاءِ ”ڪـتـ^ تان ڪتاب کڻي اچ“ چئبو، ته ٻڌندڙ سمجهندو ته ’ڪتّان‘ ڪنهن ڪتاب جو نالو هوندو! ۽ ’آٽ‘، ’آٽِ‘ ۽ ’آٽ‘ جا پويان اکر پيش، زير ۽ زبر جي آوازن بنا اچاربا ته ٻڌندڙ کي انهن جي جنس ۽ عدد جي ٿي خبر ڪانه پوندي. سنڌيءَ جي اِنهيءَ خصوصيت موجب اسين، هندي- سنسڪرت لفظ جهڙوڪ- ’رات‘، ’ڏن‘، ’ستري‘ (اِستري) وغيره کي به سنڌي اُچارَ ڏيون ٿا ۽ گـُل^، دَرُ^، پرُ^، دلِ^ جهڙن فارسي لفظن کي سنڌي روپ ڏيئي، گـُلُ، دَرُ، پـَرُ، دلِ ڪري اچاريون ٿا؛ نه ته انهن کي اصلي روپ ۾ اچارڻ سان عدد وغيره جو مونجهارو پيدا ٿيندو؛ مثلاً ڪـپٽ ۾ رکيل گـُلَ کڻي اچڻ لاءِ نوڪر کي چئجي ”ڪـپٽ مان گـُل^ کڻي اچ“، ته هو فقط هـِڪ گـُلُ کڻي ايندو! تڏهن ڪو ڪيئن ٿو چئي سگهي، ته اسين لفظن جي تلفظ کي بگاڙيون ٿا؟ خود اردو ۾ ٻين ٻولين وارا به اسان وانگر ڪن ٿا؛ جڏهن ڊاڪٽر اقبال چوي ٿو، ”سچ کہہ دوں اے بـَرَہمن...“ ۽ ”سمندر سے ملے پیاسے کو شبنم....“ ته ڪنهن سنسڪرت جي شيدائيءَ ته ڪڏهن ڪونه چيو آهي، ته ’بـَرَہمن‘ ۽ ’سـَمـَندَر‘ چئي اقبال جي تلفظ کي بگاڙي رهيو آهي. پر اسين سنڌي، اگر ’مـُحبـّت‘، ’اوّل‘ ’فـُصل‘، بجاءِ ’مـَحـَبـت‘، ’آوَل‘ ۾ ’فضـُل‘ چئون ٿا، ته سنڌي ٻوليءَ کي بگاڙيون ٿا؟!
سبب ثقيل بابت منهنجي مثال ”دلِ عاشق“ (ص 64) کي ’فاعلاتن‘ جي وزن تي بيهاري، صاحب مون کي علم عروض کان ناواقف ثابت ڪيو آهي. پر عالم ڄاڻن ٿا ته ”دلِ عاشق“ جو پيو وزن ”فعلاتن“ پڻ ٿيندو آهي. اهڙن لفظن جي زير اضافت

واري ’ي‘ ڪيرائڻ سان، آن ڪان اڳيون اکر (زير سان) متحرڪ ٿي پوندو آهي: هتي ’دلي‘ جي ’ي‘ ڪيرائڻ سان، ’لام‘ متحرڪ ٿيو آهي ۽ ’دلِ‘ سبب ثقيل، اٿين ”دلِ عاشق“ جو وزن ٿيو ”فَعِلاتُن“ ان لاءِ مثال وٺو:

چو ڪريو تا دلِ عاشق کي چُور
فـــاعــلاتـــن فعـلاتـــن فـعـْلان
ڪاش يون ہو غمِ الفت کے بغير

ان طرح ’دلِ‘ سبب ثقيل ٿيو يا نہ؟ صائب ٻڌائي. ۽، قليچ‌بيگ چوي ٿو: ”سبب ثقيل، اهو ٻہ اکرو لفظ آهي، جنهن جا ٻئي اکر متحرڪ آهن، جيئن گلِ - زرد ۽ ملِ - سرخ. هتي گل ۽ مل سبب ثقيل آهن.“ ۽ اخلاق (ص 60) لکي ٿو: ”دوحرفي لفظ کے دونوں حرف اگر متحرک ہیں تو سبب ثقيل ہے جیسے سَرِ اور دلِ اضافت کے ساتھ۔ اردو میں سبب ثقيل صرف اضافت کی وجہ سے ہوتا ہے ورنہ نہیں.“ احسان (ص 9) بہ اهائي وصف ڏني آهي. صائب پڻ زيراضافت واري ’سبب ثقيل‘ بابت مٿيان نيم‌ُ چاڙهي ٿو، (مان نہ ڪيس علمِ عروض ڪان ناواقف نہ سڏيندس.) پر مٿس ڪنهن مڪتب فڪر جو........!

ص 16 - ڪاروان ڪاپيءَ ۾ تشبيهہ تسويہ جي وصف پوريءَ طرح ڏنل آهي: منهنجي مثال، ”گيت لتا جا تنهنجا ٻول - سرها سرها رنگ رتول“ مان اها حقيقت ثابت آهي. اتي، ”جڏهن مشبہ گهڻا هوندا آهن“ جملو ڪمپازيٽر ڇڏي ويو آهي.

ص 17 تي تشبيهہ ملفوف جي سمجهاڻي برابر مبهم آهي. اتي تشبيهہ ملفوف ۽ مفروق جو جدا جدا بيان ڪري، ڇٽي سمجهاڻي ڏيڻ کپندي هئي.

ص 19 تي تشبيهہ مقلوب جي وصف بلڪل پوري ۽ چٽي آهي. ان کان اڳ ۾ صفحي 11 تي مون لکيو آهي، ”تشبيهہ ۾ مشبہ بہ اهڙو آڻجي، جيڪو مشبہ کان صفت ۾ سرس هجي.“ اهو پڙهڻ بعد ڪوبہ سيکڙاٽ شاعر مشبہ بہ کي مشبہ کان ناقص نہ،

پرَ ڪامل ٿي سمجهندو. صائب دوران چٽائيءَ لاءِ ڏنل جملو
تہ اٿلو سيڪڙاڻ کي منجهائي وجهندو، ڇو تہ اَن لاءِ اهو جملو
مبهم آهي.
ص 33- صائب تجنيس ناقص ۽ زائد کي، تجنيس محرف جون
ئي بہ صورتون مڃي ٿو، سو غلط آهي: علم بديع جي ليڪڪن
رشيداحمد ۽ قليچ بيگ انهن ٻنهي کي جدا جدا تجنيسون مڃيو
آهي ۽ ٻئي عالم لکن ٿا، "تجنيس ناقص کي تجنيس محرف
بہ چوندا آهن." انهن ٻنهي ودوانن تجنيس ناقص جي جيڪا
وصف ڏني آهي، سا ئي (هوبهو) مون بہ ڏني آهي. انهن جا
ڪتاب پڙهي ڏسو. ۽، صائب تجنيس ناقص- زائد جي چٽائي
ڪندي، پچاڙيءَ ۾ انهن جي بجاءِ 'تشبيهہ ناقص' ۽ 'تشبيهہ زائد'
لکي ويو آهي، جنهن مان پڙهندڙ سمجهندا تہ ناقص-زائد نالن
واريون تشبيهون بہ ٿينديون آهن.
ص 55- اخلاق 'وزن' جي بجاءِ ڪٿي ڪٿي 'صورت' لفظ
ڪم آڻي ٿو. احسان ڪٿي ڪٿي "رباعی کی شکلیں" لکي
ٿو. ۽ صائب خود "هزج جون شاخون" لکي ٿو، تڏهن مون
"هزج جا 24 نمونا" لکيو، تہ ڪهڙو مونجهارو پيدا ٿئي ٿو؟
'شاخون' جي بنسبت تہ "مزاحف نمونا" مان معنيٰ چٽيءَ طرح
ظاهر ٿئي ٿي.
سا گڏئي صفحي تي مون، مزاحف ارڪانن مان ٺهيل بحرن کي
"مزاحف بحر" سڏيو آهي؛ پرَ صائب چوي ٿو، "اهو نالو غلط
آهي، صحيح ۽ چٽو نالو آهي "غير سالم بحر." ۽، پوءِ پاڻ
"بحر هزج جا مزاحف بحر" جي درستي ڪندي، لکي ٿو
"بحر هزج ۽ ان جون شاخون." ڀلا، اتي "غير سالم بحر"
ڇو نہ؟ قليچ ۽ احسان اهڙن بحرن جو ڪو عام نالو نہ ڏنو
آهي. اخلاق انهن کي "مزاحف بحر" سڏيو آهي (چاليهارو هنڌن
تي)، هڪ هنڌ بہ "غير سالم بحر" ڪونہ لکيو اٿس. مزاحف
ارڪانن مان ٺهيل بحرن کي "مزاحف بحر" چوڻ، "....بحر جون

شاخون" چوڻ جي پيٽ ۾ وڏيڪ ذهڪندڙ ۽ چٽو آهي. ۽ جڏهن اهو نالو مروج پڻ آهي، تڏهن صائب ان کي غلط ڪيئن ٿو ليکي؟
ص 62– عروض جي موجد وانگر، احسان ڏهه ارڪان مڃيا آهن. پَرَ صائب اٺ ارڪان مڃي ٿو؛ يعني صائب بہ منفصل ارڪان ڪڍي ڇڏيا آهن. قليچ ۽ اخلاق اٺ مڃيا آهن، پر انهن ارڪان جو فقط نالو ڏنو اٿن؛ نہ مثال، نہ تقطيع. پوءِ انهن ٻنهي عالمن ۽ خود صائب کي غلط ليکجي؟ صائب ڇو ڏهه ارڪان نٿو مڃي؟ باقي، مون متروڪ ٿيل انهن رڪن جو نالو ڏيڻ ئي مناسب نہ سمجهيو، تہ تي غلطي!
ص 63– "دوحرفي لفظ يا ڪلمي کي 'سبب' چون ٿا"—— اها وصف مون کي اڌوري لڳندي آهي. ڇو تہ 'لفظ' معنيٰ 'بامعنيٰ ڪلمو' ان مان پڙهندڙ سمجهندو تہ صرف دوحرفي 'لفظ' کي ئي سبب چون ٿا، ۽ نہ ڪنهن وڏي لفظ جي ٽڪري کي، ان ڪري مون دوحرفي لفظ سان گڏ يا ڪنهن وڏي لفظ جي هرڪنهن دوحرفي ٽڪري کي" جي معنيٰ ڏيندڙ ڪو نئيو لفظ آڻڻ چاهيو ٿي. ان تي سوچڻ لاءِ، في‌الحال رف ڪاپيءَ ۾ "ٻن اکرن واري لفظ يا........ جي ٽڪري کي ..." لکيو هوم. پر فيئر ڪاپي ڪرڻ وقت "وڏي لفظ جي ٽڪري کي" جي بجاءِ "ان جي ٽڪري کي" لکي ويٺس! انهن ڪٿي ڪٿي صائب ڪان بہ ٿي ويو آهي.
ساڳئي صفحي تي مون اُچارَ جي درشتيءَ ڪان ئي 'نَظَرَ' جا ٽيئي اکر اعرابن وارا ليکيا آهن. تہ، صائب انهن مڃي ٿو ڇا تہ ڳالهائڻ وقت نَظَرَ لفظ 'نَظَر' ڪري اچارجي؟ انهن تہ ڪو ٻڌندڙ ان کي 'نذر' (=پيٽ يا تحفو) سمجهندو! باقي تقطيع ۾ تہ مون صفحي 64 تي 'نظر' جهڙن سيني لفظن جي پوين اکرن کي ساڪن ئي ليکيو آهي؛ پوءِ بہ نظر غلط!
صفحي 66 بابت لکندي، صائب "مزاحف بحر" کي غلط ليکڻ

جي غلطي وري ورجائي آهي! پر مون کي جواب ورجائڻ جي ضرورت ناهي.
ساڳئي صفحي تي، ”سالم ارڪانن مان.... مزاحف ارڪان ٺاهيا ويا آهن.“ جي بدران مان غفلت کان ”سالم بحرن مان........ مزاحف ارڪان....“ لکي ويو آهيان، جهڙيءَ طرح خود صائب، تجنيس ناقص-زائد جو فرق سمجهائيندي، انهن جي بدران ”تشبيهه ناقص“ ۽ ”تشبيهه زاهد“ لکي ويو آهي. ناقص-زائد تشبيهون به ٿينديون آهن ڇا؟ پر اسين نيٺ انسان آهيون!
(ساڳيءَ طرح صفحي 100 تي بحر سريع جو نالو لکڻ وقت (شايد پٺي ڪم ۾ لڳڻ سبب) صرف ”سريع مسدس“ لکي، ڇڏي ڏنو هوم. نه ته مان اڻترو نه ڇاڪاڻ ته سالم بحر پٺيان ’سالم‘ ضرور لکيو آهي، ٻيءَ حالت ۾ ان جو مزاحف نالو ضرور لکبو.)
انهيءَ صفحي جي آخري سِٽ ۾ لکيل ’مڪشوف‘ ڇاپي جي غلطي ناهي، پر مون اهو ارادتاً لکيو آهي، جو صحيح آهي. ڇو ته ’مڪشوف‘ پڻ ’مڪسوف‘ وانگر ’مفعولات‘ مان ٺهي بڻيو آهيو. (ڏسو اخلاق جو فنِ شاعري).
ص 67— (6) تي ڪمپازيٽر جي نظر چوڪ کان ’فعولن‘ جي بجاءِ ’فعلن‘ اچي ويو آهي. هرڪو عروضي ليڪڪ اهو ڄاڻي ٿو، ته مزاحف ارڪان، سالم ارڪانن مان ٺهي ٺهندا آهن. ۽، ’فعلن‘ ته سالم رڪن آهي ئي ڪونه، پوءِ ان مان ’فعول‘ ڪيئن نهندو يا ٺاهبو؟ ڪاربان ڪاپيءَ ۾ اِتي ”فعولن مان فعول بڻائي....“ لکيل آهي.
ص 67— (7) تي ”مفاعلين مان مفعول بڻائي....“ لکيل آهي، سا به پريس چوڪ آهي. ڪاربان ڪاپيءَ ۾ اتي ”مفاعيلن مان مفاعيل بڻائي....“ لکيل آهي. ڪتاب ۾ ’مفاعيل‘ بجاءِ ’مفعول‘ ڪمپازيٽر جي غفلت کان آيل آهي.
ص 67— (10) ’فاعلاتن‘ مان ’نون‘ ڪيرائڻ سان باقي بچيل

’ت‘ (پيش سان) متحرڪ ٿي آهي؛ پوءِ مڪفوف جي بيان ۾ ”جي تہ متحرڪ آئجي“ لکڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ رهي ڳالهہ ’مقصور‘ جي. ان تي اچڻ کان اڳ ۾، زحافن بابت اردو عالمن جا ويچار غور طلب آهن؛ علامہ اخلاق (ص 21) تي لکي ٿو: ”...دوسري چيز زحاف کی کثرت اور ان کے نامانوس نام ہیں ان کی بھی اب ضرورت نہیں ہے۔ ان کے بغیر بھی کام چل سکتا ہے.“ ۽ فاعلات ۽ مفاعيل جي پويان وتد مفروق اچي ٿو، ان بابت احسان (ص 10) لکي ٿو: ”بحر الفصاحت میں وتد مفروق کے متعلق لکھا ہے کہ ہار، پان، جان، بخت میں حرف ثالث (ٿيون اکر) ساکن نہیں...“ پر، ان بابت احسان اڳتي لکي ٿو: ہمیں اس سے اختلاف ہے۔۔ ”ہار اور جان کا آخر حرف ہرگز متحرک نہیں۔عروض میں تقطیع کا وقت متحرک کرلینا اور بات ہے.“ اِن مان (۽ خود صائب جي چوڻ تہ ”فاعلات‘ جي ’ت‘ متحرڪ آڻجي تہ ....“ مان بہ) ظاهر آهي، تہ ’مڪفوف‘ کي ’مقصور‘ ۽ مقصور کي مڪفوف بڻائڻ شاعر جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي. ۽ وڌيڪ مزو تہ اِهو، جو هڪ ئي وزن مڪفوف ۽ مقصور، ٻنهي تي پورو بيهي ٿو. مثلاً ”ڇڏي پوڳڻ سندو روڳڻ، وٺي جوڳڻ هلياسين.“ جا لفظ ــ پوڳڻ، روڳڻ ۽ جوڳڻ ’مفاعيل‘ تي پورا آهن تہ ’مفاعيل‘^۸ تي پڻ! ان ڪري تہ قليچبيگ فقط ڪي ازحاف ڏنا، تن جا بہ نالا نہ ڏيئي، فقط مزاحف ارڪانن جا نالا ڏنائين ۽ ڪنهن بہ ارڪان جي پوين اکرن تي اعراب يا جزم ڪونہ ڏنائين. مون بہ زحافات ۾ قليچ وارو نمونو اختيار ڪيو آهي. ان کان وڌيڪ وستار غير ضروري آهي.

ص 68ــ صائب چوي ٿو، تہ ڪلام جي آخري شعر کي ’مقطع‘ سڏڻ غلط آهي؛ آخري شعر مقطع کان اڳ واري شعر کي چئبو آهي.“ پَر مقطع بابت لغات فيروزي جي ص 1085 تي لکيل آهي، ”مقطع=غزل و قصیدے کا آخري شعر.“ ۽، قليچ (ص 193) تي لکي ٿو، ”غزل جي .پڇاڙيءَ بيت کي

’مطلع‘ چوندا آهن ۽ پوئين کي، جنهن ۾ شاعر جو تخلص هوندو آهي، تنهن کي ’مقطع‘ چوندا آهن.“ منهنجو مطلب هو ته ’مقطع،‘ غزل جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو؛ سو (مطلب) ته صاحب جي لفظن مان به ثابت ٿئي ٿو!

صاحب منهنجون زيادهه‌تر غلطيون (مڻين گهڙت)، بحرن جي نالن ۽ وزنن ۾ ڏيکاريون آهن، انهن تي غور ڪريو:

مون ص 73 تي ”مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن“ جو بحر ”هزج مثمن اخرب“ ڄاڻايو آهي، پر صاحب ان کي ”....مڪفوف مخنق“ سڏي ٿو؛ جنهن ۾ هو پاڻ غلط آهي. ’مڪفوف‘ نالو آهي ’مفاعيل‘ جو، ۽ نه ’مفاعيلن‘ جو. قليچ وغيرهه به اهوئي بحر ڄاڻايو آهي؛ صاحب تنهن جا ڪتاب ڏسي سگهي ٿو.

ص 74 تي ڏنل هزج مثمن مقبوض جي وزن کي صحيح مڃيندي، صاحب لکي ٿو: ”پر اهو وزن هوبهو ٻين بحرن ۾ به ڪم ايندو آهي.“ ڇمبو ته اِتي به تي منهنجي غلطي! پر، اهڙو نوٽ قليچ وغيرهه نه هڻيو آهي. ۽، سنڌيءَ ۾ ڪو به اهڙو بحر مروج ڪونهي، جنهن ۾ ”هزج مثمن مقبوض“ هوبهو ڪم ايندو هجي. پوءِ اهڙي بيسود نوٽ هڻڻ جي ضرورت!

مون ص 76 تي ”مفاعيل مفاعيل مفاعيل فعولن“ جو بحر ”هزج مثمن مقصور محذوف“ ڄاڻايو آهي. علامہ اخلاق (ص 67) به آن وزن جو اهوئي نالو ڏنو آهي ۽ مثال— نه کهينچ آه، نه کهينچ آه، دلِ يار هے نازک— ڏيئي، هيٺ نوٽ هڻيو اٿس: ”نکته: مفاعيل مقصور هے اور فعولن محذوف هے.“ مگر، بقول صاحب، مٿيون نالو غلط آهي، ان جو صحيح بحر ٿيندو هزج مثمن مڪفوف مخدوف. پر جيئن صاحب تبصري ۾ لکي چڪو آهي ته، ”....پر جي آن جيي (فاعلاتن جي) ’ت‘ ساڪن آڻجي ته پوءِ ’مقصور‘ سڏبو.“ تيئن مون به مٿين بحر جي وزن ۾ ’مفاعيل‘ جي ’لام‘ ساڪن آندي آهي. صاحب کي پنهنجي مڃيل اصولن کي ته مڃڻ گهرجي.

ص 79 تي ”رمل مثمن مقصور“ جي وزن ۾ چوٿون ’فاعلاتن‘ ڪمپازيٽر جي غفلت ڪان آيل آهي. ڪاربان ڪاپيءَ ۾ پوريون رڪن ’فاعلات‘ لکيل آهي. ڪوبہ ليکڪ ائين ڪونہ سمجهندو تہ رمل سالم وانگر رمل مقصور ۾ بہ چار دفعا فاعلاتن ٿيندو آهي.

ص 87– صائب لکي ٿو تہ ”اهو بہ چاڻائڻ گهرجي تہ بحر متقارب کي بحر تقارب پڻ چئبو آهي.“ پر قليچ وغيرهہ بہ فقط بحر متقارب ئي لکيو آهي. عروض ۾ ڪن چيزن جا نالا هڪ ڪان وڌيڪ ٿيندا آهن. پر اهي سڀ نالا ڏيڻ يا هڪ عام مروج نالو ڏيڻ ليکڪ جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي: مثلاً علامہ اخلاق ’ارڪان‘ جا ٻيا بہ ٽي نالا ڏنا آهن: افاعيل، امثال ۽ اوزان. پر قليچ ۽ احسان فقط هڪ نالو ’ارڪان‘ ڏنو آهي. ان طرح مون بہ مٿين بحر جو فقط عام مروج نالو ’متقارب‘ ڏنو آهي.

ص 90 تي مون متقارب مقبوض اثلم لکيو آهي: پر بقول صائب اتي ”بحر متقارب مقبوض اثلم شانزده رڪني“ لکڻ گهرجي. مون ان بحر جو وزن ڏيئي، هيٺ ڏنگين ۾ لکيو آهي: ”هڪ مصرع ۾ 8 دفعا ۽ پوري شعر ۾ 16 دفعا.“ ان طرح تہ ارڪانن جي تعداد جي وڌيڪ چٽائي ٿئي ٿي، بنسبت ’شانزده رڪني‘ جهڙي ڀاري ۽ آجنبي لفظ جي بحرن جي لنبن ۽ ڀاري نالن مان خود اردو شاعر ۽ عالم بيزار آهن. ان بابت علامہ اخلاق چوي ٿو: ”ان ميں سے ايک تو ہيں بحروں کے نام، جو ثقيل اور نامانوس سمجھے جاتے ہيں۔ انہيں بدل ديا جائے تو مضائقہ نہيں.“

ص 95 تي ڏنل وزن ”مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن“ جو بحر مضارع مثمن احزب بلڪل صحيح آهي، قليچ وغيرهہ بہ اهوئي نالو ڏنو آهي: پر صائب ان کي ”مضارع مثمن احزب مخنق مڪفوف“ سڏي ٿو. اتي مفعول آهي اخرب، تہ باقي سالم رڪن فاعلاتن کي ’مڪفوف‘ چئبو ڇا؟ ’مڪفوف‘ تہ ’فاعلات‘

ڪي چٽبو آهي. ۽ اتي منهنجي ٻي غلطي ڏيکارڻ لاءِ صائب وري 'فاعلاتن' (منفصل) کي جيئاريو آهي، جڏهن قليچ ۽ اخلاق وانگر پاڻ (صائب) به اٺ ارڪان مڃي، منفصل کي دفن ڪري چڪو آهي! ساڳئي منفصل جو سهارو وٺي منهنجي ٽيين غلطي صفحي 98 تي ڏيکاري اٿس ته "مفاعلن بجاءِ 'مفاعِلن' لکيو."
درحقيقت متصل ۽ منفصل ۾ ساڪن- متحرڪ جي ترتيب بلڪل ساڳي آهي. انهن ۾ فرق فقط لَئي جو آهي. پر اچارڻ ۽ لَئي جي درشٽيءَ کان متصل نسبتاً سولو ۽ روانو ۽ وڻندڙ آهي. ان ڪري اڄ کان سائيڪو سال اڳي قليچبيگ، فاعلاتن (منفصل) وغيره کي سنڌي عروض ۾ اچڻ ئي ڪونه ڏنو. ۽ صائب پڻ جڏهن ارڪان اٺ مڃيا آهن، ته پوءِ 'منفصل' کي سنڌي عروض تي ڇوٿو مڙهي؟ ليڪن جون غلطيون ڏيکارڻ لاءِ.
مون ص 93 تي "فعلن' (عين ساڪن سان) چار دفعا" جو بحر "متدارڪ مثمن مقطوع" ڄاڻايو آهي، پر صائب ان کي "مخبون مسڪن" ليکي ٿو، اتي صائب ئي غلط آهي، ڇو ته 'فعلن' جي 'عين' متحرڪ هئڻ جي حالت ۾ ئي اهو 'مخبون' سڏبو آهي. اخلاق (ص 113) ۽ احسان (ص 43) به ان کي متدارڪ مثمن مقطوع چون ٿا.
ص 99- "مفتعلن فاعلن مفتعلن فاعلن" کي مون بحر منسرح جو وزن ليکيو آهي. قليچ ۽ احسان به اهو وزن، منسرح جو ڄاڻايو آهي. ان کي بحر رجز جو وزن چوڻ ۾ صائب خود غلط آهي، ڇو ته رجز جو وزن آهي- "مفتعلن مفاعلن مفتعلن مفاعلن."
111 صفحي تي قافيي جي اصلي حرفن جو بيان وستار سان ڪيو اٿم. باقي وصلي حرفن لاءِ 'ميارون' ۽ 'قطارون' جو مثال ڏنو اٿم (بقول قليچ قافيي جا فقط ست حرف رواج ۾ آهن). ذهين سيڪڙات اشاري مان ئي سمجهي ويندو. (مقفيٰ ڪلام کان بي قافيه نظم- پوءِ آزاد نظم- ۽ اڄ نئين ڪوتا، تڏهن قافيه کي وڌيڪ سينگارڻ سان قافيي لاءِ وڌيڪ نفرت پيدا ٿيندي.) □□

## نوان ڪتاب

’سنڌي تنقيد‘ (تنقيدي مضمون): هريش واسواڻي. ڊيمي سائيز. ص: 236 ڇاپو: 1985 مُلهه 30 رپيا ڇپائيندڙ: ساهتيه اڪادمي، نئين دهلي.

’پيهي منجهه پاتار‘ (تنقيدي مضمون): ڪيرت ٻاٻاڻي. ڊيمي سائيز. ص: 100 ڇاپو: 1985. ملهه 20 روپيا. ڇپائيندڙ: آرميڪ سنڌي ساهتيه پرچار يوجنا، پونا.

’ڪتوريءَ جي ڪاڻ‘ (سفرنامو): ريتا شهاڻي. ڪرائون سائيز ص: 110 ڇاپو: 1986. ملهه 10 رپيا. ڇپائيندڙ: سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر.

’پنڃرڪي جي پڙ پڙ‘ (ناول): ريتا شهاڻي. ڪرائون سائيز ص: 124. ڇاپو: 1985 مُلهه 15 رپيا. ڇپائيندڙ: ڪونج پبليڪيشن، بمبئي.

’شمشان گهاٽ وٽان لنگهندي‘ (ڪوتائون): اننڌ کيماڻي. ص 106 ڇاپو: 1985. ملهه 20 رپيا ڇپائيندڙ: ڪلپنا ڪتاب گهر، الهاس نگر.

’اڌون ماڻهو‘ (ڪهاڻيون): سراج. ڪرائون سائيز ص 140 ڇاپو: 1985. ملهه 15 رپيا ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد سنڌ.

’ٻه ننڍا ناول‘ (ناول) آغا سليم. ڪرائون سائيز ص 216 ڇاپو: 1985. ملهه 22 رپيا. ڇپائيندڙ: نيوفيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد سنڌ.

’چنڊ چنبيليءَ ول‘ (شاعري): شيخ اياز. ڊيمي سائيز ص 140 ڇاپو 1985. ملهه 30 رپيا. ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد سنڌ.

’اڳي ايئن هياس-2‘ (يادگيريون): فضل احمد بچاڻي ڪرائون سائيز. ص 288 ڇاپو: 1986. ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد سنڌ.

’رڻ تي رم جهم‘ (شاعري): شيخ اياز ڊيمي سائيز ص 160 ڇاپو 1986.

’مڪليءَ کان ملاڪا تائين‘ (سفرنامو) الطاف شيخ ص 200 ڇاپو 1986.

’60-70-80‘ (ڪهاڻيون) غلام نبي مغل. ڊيمي سائيز ص: 300 ڇاپو 1986. ملهه 45 رپيا. ڇپائيندڙ: سهڻي پبليڪيشن حيدرآباد سنڌ

’ايور يسٽ تي چڙهائي‘ (مهم جوئي) ترجمو: عبدالقادر جوڻيجو. ڪرائون سائيز ص: 436، ڇاپو 1986. ملهه 12 رپيا. ڇپائيندڙ: سهڻي پبليڪيشن، حيدرآباد سنڌ

’وارن جي سنوار تائين‘ (ڪهاڻيون) ترجمو: زيب پيتي. ڪرائون سائيز ص 200، ڇاپو 1986. ملهه 20 رپيا. ڇپائيندڙ: سپي پبليڪيشن ٽنڊو محمد خان.

# آرسي: جلد پنجون

آڏم ناڏن شاهي  آصف جمالي  ادل سومرو  اڪبر سومرو
اشوتاما  انور پيرزادو  انيس انصاري  اياز گل  ارشاد ساگر
ارشاد شيخ  امداد حسيني  اِندر پوڄواڻي  استاد بخاري
بشير موريائي  بيدل مسرور  پون سنڌي  تاج جويو
تاديا ٽيهو  پوپٽي هيرانندڻي  پشپا ولڀ  حسن درس
حفيظ سانوڻي  ذوالفقار سيال  راهي چنا  رشيد ڀٽي
زلفي هاليپوٽو  ساجن سنڌي  سارنگ ابڙو
ستار پيرزادو  ستيه پال  سروپ چندر شاد  سيد زوار نقوي
سراج جوکيو  سقراط سيتائي  سهيل مجيدي
شازيا رسول  شبير بيدار ڀٽو  شمس الدين عرساڻي
شنڪر ساگر  شوڪت حسين شورو  شوڪت علي ٽماچ
طارق اشرف  ظفر عباسي  عابد مظهر  عاشق عارباڻي
عبدالحليم باغي  عبدالرحمان سيال  عطاالرحمان ميمڻ
عبدالغفور سجاولي  عبدالقيوم صائب  علي بابا
علي نواز ٿُل  عزيز گوپانگ  عرفان مهدي
غلام حسين رنگريز  فهيم انصاري  فيض پيرزادو
ڪيهر شوڪت  ڪرشن راهي  ڪرشن کٽواڻي
ڪيم چند شرما  گل ٽالپر  لياقت رضوي  مانڪ ملاح
ماهتاب محبوب  مجروح ٽري  مريم مجيدي
منظور جوکيو  موهن ڪلپنا  محمد خان مجيدي
محمد علي پٺاڻ  نارائڻ شيام  نذير ناز  نصير مرزا
نادڪرام قليچ  نثار بزمي  هرومل سدارنگاڻي  هريش لوهاڻو

سهيڙيندڙ:
ولي رام ولڀ
ظفر حسن

ساهت ۽ ڪلا: ائنٿالاجي
ملهه: پنجويهه روپيا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻَڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)